## ٻـ اڪ-ٻ

هيءَ ٿيون دعوا آهي جو مان ڀڳوان شري ڪرشڻ جي جڳت
پرسڌ گيتا لـي لکيل هندستان جي لاثاني ودوان ۽ راشٽر نيتا
لوڪمانيہ تلڪ جي ٽيڪا سنڌيءَ ٻوليءَ ۾ ڇپائي ظاهر ڪري
رهيو آهيان. مون هيءَ گرنٿ سنڌ کان سوين ميل دور هڪ
پهاڙي شهر رتناگريءَ جي جيل ۾ لکيو. ...۽ اهو وقت لکيو جنهن
وقت مان اڃا ٻاراڻي اوسٿا جي ميدان مان نڪري جوانيءَ جي
ايوان ۾ قدم رکي رهيو هوس. اهو وقت منهنجي عمر فقط ٽيويهه
ورهيه هئي. دماغ ۾ فقط هندستان جي آزاديءَ جي هوا ڀريل،
اکين جي اڳيان پهنجيءَ جيون مڪتيءَ جا ...، بلڪ
هندستان جي آئينده ۽ سوتنترتا جا نظارا ڦري رهيا هئا. دل
سان گڏ دماغ ۾ جوش جو جذبو ڀريل هو. جنهن ڪري لوڪ، آتما
شريرپا پرماتما جي ڪنهن ويچار کي جڳهه لٿي ملي.

ايشور جي شڪتيءَ مونکي جيل جي چوديواريءَ اندر کولي
اندر آندو. ۱۹۲۱ ۾ هڪ ٻئي پٺيان مونکي ٻن سالن جي قيد
جي سزا ڏني ويئي. ڌلهوي فضا مان نڪري مان هڪ عجيب
شانت ۽ گنڀير فضا ۾ هليو آيس. جوش جي جڳهه تي هوش،
غالب ٿيڻ لڳو. ايڪانت جي موقعي سبب منهنجو من سنسار
مان نڪري پرلوڪ ڏانهن اڏامڻ لڳو. ننڍي اوستا جي سنتي
صحبت سبب من ۾ اهي ويچار پيدا ٿيا ته جنهن مٽيءَ جي
پتوڙي لي ڀوارڪا پرساد جو نالو رکيو ويو آهي اهو در اصل
ڪهڙي شيءِ آهي، مون ڇا جي لاءِ جنم ورتو، منهنجي آخرين
منزل ڪهڙي آهي ۽ اهيءَ منزل تائين پهچڻ لاءِ مونکي ڪهڙو
رستو اختيار ڪرڻ کهرجي.

ڪن سالن کان هندستان جي گهڻو ڪري سڀني ٻولين کان
واقف هئڻ سبب مون وڏن وڏن ودوانن جون طرح طرح ڪتابون
پڙهيون هيون. مونکي انهن ودوانن تي راءِ زني ڪرڻ جو ڪو حق نه

آهي، ۽ انترو لکڻ مان ضروري ٿو سمجهان تہ انهن ڪيترن مان
منهنجي دل ۾ اوڪلاهما ملڪ جي هن "گيتا رهسيہ" ڪيرو الو
ڪيو. منهنجي راءِ موجب شري ڪرشنا جي گيتا ۾ دنيا ۾ هن
وقت تائين جيڪي بہ ڪتابون لکيل آهن انهن سڀني ۾ اوڪلاهما ملڪ
جي ڳوٺاڪا سيتي کان سرس آهي. منهنجيءَ انهيءَ راءِ کي هندستان
۽ دنيا جي ڪيترن ودوانن جي بہ پٺڀرائي آهي.

هيءَ ڪرلت رواجي ناول نہ آهي جو فقط پڙهڻ سان سمجهہ ۾
اچي وڃي. درحقيقت هن ڪرلت جو مضمون انهيءَ سچي ڳالهہ
جي مثل آهي جنهن کي رواجي ڳڻي ڪانيدڙ پيٽ، هضم ڪري نہ
سگهي. هيءُ هڪ اڳرو فولاد جو داڻو آهي جنهن کي خاص
ابهياس سان ئي هضم ڪري سگهبو. اهوئي سبب آهي جو مان
هن "ٻن اکرن" وسيلي هن ڪتاب ڪرلت کي هٿ ۾ کڻندڙ
پاٺڪن کي وينتي ٿو ڪريان تہ هو ايڪاگر من سان وڌ ۾ وڌ ڪري
انجو ابهياس ڪن، جنهن وقت هنن هن ڪرلت جي وشيہ کي
چڱيءَ ريت هضم ڪيو تنهن وقت کين هن مان اهڙو سواد ايندو
جو هن دنيا جي رواجي ڪتابن کان هزارين دفعا وڌيڪ
ثابت ٿيندو.

مان هنن ٻن اکرن ۾ انهن مترن ۽ سهائڪن جا ٿورا مڃڻ
واجب ٿو سمجهان جن مولڪي هن مهانگائي جي وقت ۾ هيڙي
سستي ڪرلت کي شاهوڪارن سان گڏ غريبن جي هٿن تائين
پهچائڻ ۾ مدد ڪئي. اهي صاحب جيڪڏهن مولڪي مالي مدد
نہ ڪن ها تہ هولڊ بلئڪ مارڪيٽ ۾ وڪامندڙ هن ڪرلت جون
ڪاپيون بلئڪ مارڪيٽ ۾ ئي وڪامنديون وڃن ها ۽ سچا
جگياسو انجي پڙهڻ کان محروم رهجي وڃن ها. جن مترن مولڪي
سهائتا ڏني آهي. انهن جا اٿا شڪرگذاريءَ سان هيٺ ظاهر
ڪيا ٿا وڃن.

١- مکي ڀڳومل هولچند — حيدرآباد سنڌ
٢- سيٺ لڇمڻداس سيٺ چانگومل — ٽنڊو ڄام
٣- سيٺ شولداس هرگنداس — ڪراچي
٤- سيٺ جيرامداس ٽالوامل — "
٥- سيٺ گهنشامداس درومل گنيش ڪوٺارا ماس ڪراچي
٦- سيٺ ڏيڇومل شيوارام — ماتلي
٧- سيٺ منگهراج ٻوڪرداس
٨- سيٺ چاچي مل سچومل — حيدرآباد سنڌ
٩- ڊاڪٽر ٽلومل ڏيرواڻي

## سيٺ پيسومل هولچند

حيدرآباد سنڌ جي جڳمڳ ڀرسان سنڌ ورڪين ۾ "ٻوهوڪياڻي" خاندان جو نالو ڪنهن کان ڳجهو هوندو؟ هي اهو خاندان آهي جنهنکي بلڪل شروعات ۾ دنيا جي ڏيساورن ۾ وڃي اُتي واپار رستي هندستان جي نالي وڌائڻ جو شرف حاصل آهي. هن خاندان جا مڙني ۾ پنج ڀائي هئا (١) ڀائي ٻوهومل (٢) ڀائي ولڀرام (٣) ڀائي هولچند (٤) ڀائي ليکراج ۽ (٥) ڀائي سهجرام.

قدرت جي قانون موجب مٿين خانداني ڏار مان شاخون ڦٽي نڪتيون ۽ اڄ انهن شاخن ۾ طرح طرح جا گل ۽ ڦل نظر پيا اچن. اسانجو سرڳواسي ڀائي پيسومل ٻوهوڪياڻي خاندان جي ڏار مان ڦٽي نڪتل هڪ شاخ آهي. ڀائي پيسومل سنه ١٨٩٠ع جي ١٦ سيپٽمبر تي جنم ورتو ۽ سنه ١٩٣٤ع جي اپريل مهيني ۾ پنهنجي جيون جي ليلا پوري ڪري وڃي ايشور جي گود ۾ آرامي ٿيو. پنهنجي زندگيءَ جي ٿوري عرصي ۾ ڀائي پيسومل حيدرآباد جي پائيمند جاليءَ ۾ چڱو نالو ڪڍيو. هو انهن ٿورن پائيمندن مان هڪ هو جي پنهنجن ڪارخانن جي زبردست جوابداري کڻندي به پاڪ جيون ۾ چڱو چوکو اڳرو ولندا آيا. ڀائي پيسومل سالن جا سال حيدرآباد ميونسپالٽيءَ جو چونڊيل ميمبر ٿي رهيو

لـ نقط ايترو بلڪ هنجي قابليت جو قدر ڪندي انگين ولد
جي بزرگ مشيرن هنکي ڪڏهن ميونسپالٽيءَ جو وائيس
پريزيڊنٽ ۽ ڪڏهن چيئرمين بڻي چونڊيو.
ڀائي ڀيرومل سنڌورڪي برادريءَ ۾ خاص اهميت ٿي رکي.
هن صاحب دليا جو سمر ڪري واپاري حالتن جو شخصي انبو
حاصل ڪيو، ايتري قدر جو هنکي سنڌورڪ واپار جو خاص جاڻو
سمجهيو ويندو هو. جنهن وقت هن خاندان جا سڀ ڀائي گڏيل
هوندا هئا، تنهن وقت ڀاءُ ڀيرومل سڀني ڏساورن جي ڪم جون
واڳون سنڀاليندو هئي آيو. پر جدا ٿيڻ تي ڀائي صاحب جي حصي
۾ يورپ ۽ آمريڪا جو ڪم آيو جو هو پنهنجي لائق لڏي ڀاءُ
ڀائي چندلعل جي مدد سان بلڪل ڪاميابيءَ سان هلائيندو
هئي آيو.
ڀائي ڀيرومل ولدو ملڪو ۽ ڪل مڪمل سياڻو وارو هو. سنڌ جي
تعلقات رواجي ماڻهن کان ولي وڏن عملدارن تائين هوندا هئا.
سنڌ دريائي دلي ايتري قدر مشهور هئي جو ڪوئي سوالي
ونانولس لراس لي ۽ موٽيو. هن شهر جي ڪميٽين ڪمن ۾
وقت بوقت سهائتا ڪئي، ۽ غريبن کي ڪيتري مددون ڪندو
رهيو. هن لائق ايءَ جي لائق ٻين، پنهنجي پتا جي اعتبار
ڪمل رستي تان هلندي هن ڪرنت جي چوائيءَ ۾ چڱي چوکي
مدد ڪئي آهي. الهيءَ ڪري مان انهيءَ دل سان لوراٽو آهيان.

دوارڪا پرساد شرما

Printed by
Mr. Bhagwandas Mulchand
at the TAJMAHAL' (Elec.) Printing Work
Shahi Bazar, Hyderabad Sind
and published by
Dwarkaparsad Rochiram Sharma
Market, Hyderabad Sind

# گيتا رهسيه

## يا

## ڪرم يوگ شاستر

## ڀومڪا



ڀومڪا لکي شري ڪرشڻ ڀڳوان جي گيتا ۽ اُتي لوڪمانيه تلڪ جي ڪيل ٽيڪا کان پڙهندڙن کي واقف ڪرائڻ، سورج کي ڏيئي سان ڏيکارڻ ٿيندو. پر ”ڀومڪا“ رستي هن گيتا گرنٿ جي لکڻ جي سببن ڏيکارڻ ۽ الپ آبل وشيه جي، موليءَ ريته چند ڇاڻ ڪرڻ، مونکي ضروري سمجهڻ ۾ اچي ٿو.

شانتيءَ سان هن جيون لي ويچار ڪندڙ منش اڳيان سياويڪ اهي سوال ايندا ته، جنهن سنسار ۾ مان ڄائو آهيان سو ڇا آهي، ۽ جو مون سان ڪيتري وقت کان سنبنڌ رهندو، مان ڇا آهيان، هن سنسار جو روپ ڪهڙو آهي، مونکي هن سنسار ۾ جيڪي نظر اچي ٿو سو ست آهي يا اسّت، منهنجو سنسار ۾ پيدا ٿيڻ ڪهڙو اديش يا مطلب ٿو رکي، ۽ ان اديش کي پوري ڪرڻ لاءِ مونکي ڪهڙي واٽ وٺڻ گهرجي وغيره وغيره. اهي سوال جيتوڻيڪ ڏسڻ ۾ ننڍا، پر گهڻن ودوانن جون ۽ وايون بتال ڪندڙ آهن. شري ڪرشڻ ڀڳوان پڻ گيتا جي چوٿين اڌياءَ جي سورهين شلوڪ ۾ چيو آهي ته ”ڪرم ڇا آهي ۽ اڪرم ڇا آهي، اهيءَ سوال وڏن ڪوين (ودوانن) کي ۽ موهه ۾ وجهي ڇڏيو آهي.“

اڄ تائين دنيا جي وڏن وڏن ودوانن ۽ منڪرن مٿين سوالن کي
ٻن پاسن ۾ ورهايو آهي، انهن لئي جدا جدا ٻن نمونن جا رايا ڏنا آهن.
ڪي چون ٿا ته، هيءُ سنسار ڪيول هڪ ڪوڙو ناٽڪ آهي.
جيتوڻيڪ انجي بنياد ۽ اندرئين تهه ۾ ڪم آيل شيءِ سچ آهي
پر اُن سچ شيءِ جي مٿان جيڪو پردو آيل آهي ۽ جهڪي اسين
جدا جدا نالن ۽ روپن جي شڪل ۾ ڏسون ٿا سو اسچ يعني
ڪوڙ آهي؛ تنهنڪري اسان کي جڳائي ته انهيءَ اسچ جي ڦندي
مان پاڻ ڪڍي، انهي اندروني سچ شيءِ تائين پهچون؛ ۽ انهيءَ
ڪم ڪندي اسان کي هن سنسار کي، جو انهن اسچ وستن
سان ڀرپور آهي، تنهن سان پنهنجو سنبنڌ ڪري ڇڏڻ گهرجي.
ودوانن جي انهيءَ مت کي ”نورتي مارگ“ (Quietism) چئجي
ٿو. وري ٻين ودوانن جو رايو آهي ته، جيتوڻيڪ هيءُ ظاهري
سنسار ڪوڙو ڪچ آهي، پر انهيءَ ڪري ان سان پنهنجو ناتو
ڇڏڻ واجب نه آهي. ڇاڪاڻ ته جيستائين هن شرير ۾ ساهه آهي،
تيستائين اسين هن سنسار کان، يا انجي وهنوار ۽ ڌنڌي کان پاڻ
ڇڏائي نٿا سگهون؛ تنهن ڪري اسانکي گهرجي ته هن سنسار سان
سنبنڌ ٽوڙڻ جي ويچار کي پاسي ڪري، پنهنجي اڌڪار موجب
بلڪ ۾ ڦل ڪرمن کي شاسترن جي آڳيا پٽاندڙ اهڙيءَ ريت ڪندا
رهون جنهن مان ڦل يعني نتيجي روپ ۾ الهان پيدا ٿيندڙ دک
يا سک، اسانکي ڇهي نه سگهي. انهيءَ مت کي ”پرورتي مارگ“
(Energism) چئبو آهي. ڪن ودوانن مٿي پيدا ٿيل سوال جا
ٻيا نرالا جواب به ڏنا آهن؛ پر اهي جواب مٿي
ڏيکاريل ”نورتي مارگ“ ۽ ”پرورتي مارگ“ جي مت سان گهڻي
ڀاڱي ٺڪي اچن ٿا، انهيءَ ڪري انهن کي جدا لکڻ ۽ انهن
[illegible] واجب نه ليکيو.

والگر ڪڏهن لورليءَ جي الگ کان نيڪ الجي هينان ۽ سامهون
ٻئل ٻورليءَ جي الگ ڏالهن، ڪڏهن ٻورليءَ جي الگ کان
نيڪ الجي مٿان ٻئل لورليءَ جي الگ ڏالهن، ۽ ڪڏهن نه ٻنهي مکيه
الگن جي وچ ۾ ٻڌواچي وڃي. ڪنهن وقت گرڪ جالي، جنهنکي
ٻيءَ سيپنا جوگرو سمجهيو وڃي ٿو ٻورليءَ جي الگ لي ٻئل
هئي. (ٻڌ هندڙن کي ڏيان ۾ رکڻ گهرجي ته مان هن هند ٻورلٽيءَ
شبد کي دنيا جي يوڳ ولاس ۾ ٻڌڻ جي ارٿ سان ڪم آڻيان
ٿو) ٻرڪرليءَ جو هيءَ هڪ اٽل نيم آهي ته جا جالي سنسار
جي سک يوڳ ۾ ٻلڪل ٻڌي وينديي آهي، سا وري ٿوري وقت
۾ الکان ڪٽي ٿي ويراڳ ڏالهن رخ رکندي آهي. انهي نيم موجب
گرڪ جالي، جا اُنوقت ٻورليءَ جي بلڪل ٿي اوچي چوٽيءَ
لي وڃي پهتي هئي، سا ڪجهه وقت گذرڻ بعد ليث پٿيگورا
جي ڏينهن ۾ لورليءَ جي الگ ڏالهن وڌڻ لڳي. پٿيگورا جا
ٻوٽلگ ماس ۽ شراب ڪر آڻڻ نه پاپ سمجهندا هوا، ۽ ڪين وهانءَ
کان نه ٻچان لڳندي هئي. اهو نه ٻرڪرتيءَ جو هڪ نيم آهي ته
جا جالي لورليءَ جي آخرين چوٽيءَ لي وڃي رسندي آهي، سا
نه ليث ٻيوڪو چارو نه ڏسي گهڙيال جي ڪانٽي والگر ٻورلي
ڏالهن وڌڻ لڳندي آهي. انهيءَ نيم موجب گرڪ جاليءَ جو
سياويڪ لاڙو وري ٻورليءَ ڏالهن ٿيڻ لڳو. انهيءَ لاڙي ڦيرڻ
۾ اپيڪيورس مکيه پالگو ورتو. هنجو چوڻ هو ته، سداچار سان
ٻرڪرليءَ کلن ملڻل سک يوڳڻ، منش کي پنهنجي جيوت جو
مطلب سڌ ڪرڻ گهرجي. انهيءَ مت نه ليث پنهنجي واجبي حد
کان ٻاهر لڪري ٻورليءَ جي آخرين چوٽيءَ لي چڙهڻ شروع
ڪيو. هيءَ ڳالهه نه ڏيان ۾ رکڻ گهرجي ته انهيءَ هلچل جو ٻرچار
ڪرڪن جي ٻاڙيسري رومن جاليءَ لي ٿڻ ٻيو. ٻورليءَ جي
آخرين چوٽيءَ لي ٻهچي گرڪ ۽ رومن جالي ٻاڪي سنسار جي
يوڳ ولاس ۾ غرق ڪرڻ لي هئي ته اينري ۾ ٻرڪرليءَ جي

ته پرڪرتيءَ جو ڪو نيم ڪيئن ته منش سماج کي هڪ رستي
کان ٻئي رستي ڏي گهلي آڻي ٿو. انهيءَ بيان مان هيءَ ڳالهه پڻ
ڄاڻي ٿي ته منش سماج پاڻکي هڪڙيءَ ويچار يا هڪڙيءَ
حد ۾ ڪٿي رکي سگهي. منش، جاتيءَ جو هڪ ننڍڙو الڳ آهي،
اهي ننڍا ننڍا الڳ گڏجي جاتيءَ روپي شرير ٺهن ٿا. انهيءَ
مان سڌ آهي ته جيڪڏهن هر هڪ الڳ پنهنجي جهڪاءَ
يا ويچار کي هڪ حد ۾ رکي وهنوار ڪندو رهندو ته سڄي جاتيءَ
روپي شرير بلڪل چڱيءَ ريت پيو هلندو. پر انهيءَ نيم کي
اوراڪهي جڏهن منش روپي جاتيءَ جو الڳ پاڻکي الڳن جي
زبردست وهڪري ۾ ڇڏي ٿو ڏئي، تڏهن هو، ان وهڪري
جي آخر ۾ جا خرابي يا جو ڏک آهي، تنهنکي وڃي ٿو رسي.
پڙهندڙ ائين نه سمجهن ته پرڪرتيءَ جو مٿيون نيم ڪيول پورائي
جاتين ڏي پنهنجو ڪم ڪريٿو، پر اهو نيم سنسار جي هر هڪ شيءِ
ڏي پنهنجو پورو پرڀاءُ ڄمائي ٿو جا ڳالهه پارتواسين جي اتهاس مان
چڱيءَ پر ثابت آهي.

پراچين آرين جو مالڪ جهڪاءُ ڪهڙيءَ ڏس ڏي هو، سا ڳالهه رگويد
جي ڪيترين رچنائن جي پڙهڻ مان معلوم ٿي سگهندي. اهي
رگويد جي زماني جا آريه ڏٺين شڪتيءَ ۽ ڏئين امنگه سان ڀريل
تازا توانا سورويرا ۽ سنسار جي سک ڀوڳ جا چاهڪ هوا. هو اندر،
ورڻ وغيره ۾ ديوتائن (يعني ايشور) کي پنهنجي سنساري سک جي
وڌائڻ لاءِ پرارٿنا ڪندا هوا. انهن آرين جي جيون جو آدرش
(آخرين درجو) سرڳ هو، جو اهڙي لوڪ جي ڀوڳن سان ڀرپور
آهي. مطلب ته بنيادي آريه پرورتيءَ جي رستي ڏي هلندڙ واٽهڙو
هوا. پر مان ائين چوڻ لاءِ بلڪل تيار نه آهيان ته انهن ۾ نورتيءَ
جو ويچار ئي نه هو؛ ڇا ڪاڻ ته ڪيترن رگويد جي رچنائن ۾ انهن جون
نورتي جي ويچارن سان ڀرپور پرارٿنائون پڻ ڏسڻ ۾ اچن ٿيون.

انهن آرين جي ڀارت ۾ اچڻ کان ڪجهه وقت پوءِ اهو پرورتيءَ
سان گڏ نورتيءَ جو لاڏو به، گنگا ۽ سرسوتي ندين جي
وچولي ميدان ۾ وڌي وڻ جي روپ ۾ آيو، اپنشدن جي املهه
ويچارن جا بلڪل سوادي ۽ مٺا ميوا ڏيڻ لڳو. جنهن ڪالپوءِ آرين
نه ڪيول پنهنجي ديهه، بلڪ سنسار ۽ سرڳ جي سک کي ربن جو
سپنو سمجهڻ لڳا، ۽ سنسار سان ناتي ٽوڙ ڪري، جنهن ۾ وجي لپسا
رستي آتمڪ شڪتيءَ کي وڌائڻ جو منجهن خوب چاهه پيدا ٿيو.
الوقعه ڪن پنهنجي جيوت جو آدرش (منزل) نه سرڳ بلڪ موکيه
يعني مڪتي سمجهڻ ۾ آيو، ۽ انهيءَ آدرش کي پهچڻ لاءِ هو
ڪرمن جو سنياس (تياڳ) ۽ سنساري شين جو اپاڳ ئي مکيه رستو
سمجهڻ لڳا. مطلب ته هو نورتيءَ جي زبردست ليم اڳيان سر
جهڪائي پرورتيءَ جي حد مان نڪري نورتيءَ جي حد ۾ اچي
ويا. پرهتي پڙهندڙن کي ايترو ٻڌائڻ واجب ٿيندو ته اسانجي
آرين جي الوقعه پرورتي يا نورتي آخرين درجي جي نه هئي،
جا ڳالهه سندن چئن آشرمن جي سرشتي مان چڱيءَ ۾ پرکهت
ٿئي ٿي. انهن چئن آشرمن مان پهريان ٻه آشرم (برهمچريه ۽ گرهستھ)
پرورتيءَ جا، ۽ پويان ٻه آشرم (وان پرستھ ۽ سنياس) نورتي مارڳ
جا آهن. انهن آرين جي حوالي وچولي درجي جي پوڄا ولاس
۾ گذرندي هئي، جنهنکي اڄ واجبي طور چئي سگهجي؛ ۽ پدايو
مدن جي رهڻ رهڻيءَ ۾ گذرندو هو. آخر رگويدڪ زماني جي
پڇاڙيءَ تي پرورتيءَ جو زور آخرين حد تي اچڻ لڳو. يگيه ۽
هوم وغيره ڪرم خفي ۽ خرچ وارا ٿي پيا. برهمڻ ۽ کتري وڏا
وڏا يگيه ڪري سرڳ حاصل ڪرڻ پنهنجي جيوت جو آخرين
آدرش سمجهڻ لڳا. انهيءَ اپنشدن جي گنڀير ۽ سولتر ويچارن
پرکهت ٿيڻ شروع ڪيو. جنهنجو نتيجو اهو نڪتو جو اپنشدن
جي اڀياسي ويدانتين کي سنساري سک کان الڳ سک وڌيڪ لاڀ
دائڪ سمجهڻ ۾ آيو. سڀني لمولن جي آشائن ۽ ترشنائن کان ٻچي

جهنگل وسائي، برهم وچار ۾ جيوت گذارڻ جو وچار ماڻهن ۾ پڪو ٿيڻ لڳو. ايئن اها اورتي به ڏيري ڏيري پنهنجي آخرين درجي تي اچڻ لڳي. انوقت اورتيءَ جي زور ٿيڻ تي اهڙو اند ڏاند مچي ويو جو جنهنکي ٿي آيو، تنهن کنهن به حالت ۾ سنياس وٺي برهم گيان هٿ ڪرڻ جو يتن ٿي ڪيو؛ جنهن تي شري ڪرشن ڀڳوان هندو سماج کي پنهنجي سوير پرڪاش اپديش سان نيڪ پرورتي ۽ نورتيءَ جي وچ آڻڻ جي ڪوشش ڪئي. شري ڪرشن جو اهو چوڻ نه هو ته تپ نه ڪريو يا سنياس نه وٺو. تپ ارٿات تپسيا جي مهه کان شري ڪرشن ڀڳوان چڱيءَ پر جاڻو هو. شريو جو ليجه ۽ آتمڪ ليجه ٻئي تپسيا جو نتيجو آهن پر ڪيول تپسيا کي ئي پنهنجي جيوت جو آدرش سمجهي پنهنجي تن کي اجائي تسي ڏيڻ ۾ ڪو لاڀ نه آهي. جيڪڏهن ڪنهن کي سنياس ئي وٺڻو آهي ته ٻوءِ من جي گهڙيءَ واري جوش يا مساڻي گيان جي قيدي ۾ ڦاسي يعني ٻل کن ۾ برباد ٿيندڙ ڪچي ويراڳ جي وسير اي وچي جهنگ وسائڻ مان ڪو به فائدو نه ٿيندو بلڪ اهڙي نمولي جو سنياس جهنگلن کي شهر، ۽ شهرن کي جهنگل ڪري ڇڏيندو؛ ۽ الهان آخر اهڙو پڪو روڳ وڌندو جو جاتيءَ کي وچار ۽ بد علتن جي روپ ۾ اچي ڪائيندو. انهشدن جي زماني ۾ اسانجي ديش اندر اجائي ۽ بي حد نورتيءَ جو واڌارو ٿيو، جنهنکي شري ڪرشڻ ڀڳوان پنهنجي سندر اپديش سان پرورتيءَ ۽ نورتيءَ جي پوريءَ حد ۾ ڇڪي آندو. جن ماڻهن ويدانت، سانکيه ۽ يوگ جي پرم پرتل ڪلپنائن سبب (جي سنياس جي حامين پيدا ڪيون هيون) پنهنجي جيوت جو آدرش ڪيول سنسار جو تياڳ ئي ڪري تي سمجهو، تنکي ڀڳوان شري ڪرشڻ متي ڏيکاريل واجبي پرورتيءَ جي حد ۾ آندو. گهر ٻار ڇڏي بنواس پوڻ مان سنسار کان ڇٽو ڇٽي سگهجي، ۽ نه ڪي نورتيءَ جي آخرين حد تي اچي سنسار ۾ بلڪل ڦاسي وڃڻ

ماڻي -جو سک ملي سگهي ٿو. هر هڪ شيءِ کي پنهنجي واجبي حد ٿئي ٿي، جنهنجي اندر رهڻ سان اها شيءِ لاڀدائڪ ٿئي ٿي. هڪ طرف شرير جي ڌرم (ڪرم) کي بلڪل ڇڏي ڏيڻ نالائقي آهي، ٻئي طرف وري پوڳي اندرين جي زبردست وڪري ۾ ڦاٿل ٿيو ڪرڻ ڪاهي رسائيندڙ آهي. جو سنياسي ڪرم جي ٿل سبب پيدا ٿيندڙ موهه کي ڇڏي ٿو ڇڏي، سوئي پنهنجي آدرش کي پهچڻ جو اڌڪاري آهي، ٻوءِ ڀوڳي مَن ۾ رهي يا شاهي محلارين جي وچ ۾.

شري ڪرشڻ جي انهيءَ اپديش کي، جنهن پرورتي ۽ نورتي جي ٻاڻ کي سمان رکيو ويو هو، ماڻهو پنهنجي ئي لعام اندرين جي حوس ۾ اچي پرورتيءَ جي آخرين حد ٿي ڪڍايو آيا يعني سو ورهين جي مدت تاءِ شري ڪرشڻ جي اپديش لسي ڇلندي، پرڪرتيءَ جي زبردست لهر آخر پرورتيءَ طرف وڌندڙ هندو سماج کي، پرورتيءَ جي آخرين چوٽيءَ تي کڻي آئي. شري ڪرشڻ کان پوءِ يعني اٽڪل هزار ورهين جي وچ ۾ هندو سماج ۾ پرورتيءَ جو اهڙو ته زور وڌي ويو جو ماڻهو ڪرشڻ ڀڳتيءَ ۽ ڀاڳوت ڌرم ۽ کي پوڳ ولاس جو رستو سمجهڻ لڳا. جنهنجي ڪ ... ۽ مهاوير جين مت جي باني رهيندڙ) وغيره ڌرمي ... سماج کي ٻئي طرف يعني نورتيءَ ڏانهن ڌڪيلي آندو.

... ۽ جين مت جي نورتي ۽ گوري وقت کان پوءِ پنهنجي ... لي پهچي. وڏڪ لبمن کي ٽڪ لي وڃي جو ته ۽ ... مت جي پوئلڳن، سنياسين کي مٺن (مڙهين) جي گادين ... لکي وري منڊن مصر وغيره ڪمترن وڏڪ ... ٿان لاهي، ڪلجڳ ۾ سنياس ترڪ ڪرڻ

---

- ... شري ڪرشڻ جي هٿان ممه کي چوو ٿو
... الي ساڻ پڻ منڊيو وڃي ٿو

جي ئي بنهه منهه ڪري ڇڏي. پر ڌرم جي ٻيهودي نورتي مارڳ
جي زور وٺڻ سبب، انوقت ڪوٺن ٻڌولڪين ۽ ڪجهن سنياسين
۽ سنياسڻين جي اهڙي بري حالت اچي ٿي هئي جو سنياسيءَ
جي ڪيول نالي وٺڻ سان ئي مدن مصر لپي لال ٿي ويندو هو.
وري پرورتيءَ به پنهنجو رخ آخرين حد ڏانهن ڪيو؛ جنهنڪري
شري شنڪر آچاريه هندو سماج کي پرورتيءَ مان ڪڍي نورتيءَ
جي حد ۾ آندو. جنهن کانپوءِ شري رامانج آچاريه، مادو آچاريه
۽ گرو نانڪ وغيره ڌرمي آچارين هندو سماج کي نورتيءَ جي
آخرين حد تي آڻي ڇڏيو ڪيو؛ جنهنجي زبردست ڌڪ وهڪري ۾
اڄ ڀارت جي هندو سماج لڙهي رهي آهي. اهو ٿيو اسانجي پرورتي
۽ نورتي جي ڦيري جو مختصر بيان.

پڙهندڙ مٿئين بيان مان چڱيءَ پر ڄاڻي سگهندا ته ڪيئن نه
اڳاٽي زماني کان سنسار جون ڄاتيون سيپتا جي گهڙيال پر ڪانٽي
والگر ڪڏهن پرورتيءَ جي الگ کان نورتيءَ جي الگ ڏي ۽
ڪڏهن نورتيءَ جي الگ کان پرورتيءَ جي الگ ڏي ويندون
وڌن. هاڻي سوال آهي ته ڪهڙي اپاءَ وٺڻ سان ڪنهن به سماج
کي هڪ حد مان ٻيءَ حد ۾ آڻي سگهجي ٿو؟ يا مٿئين بيان
کي سامهون رکي اهو سوال ڪري سگهجي ٿو ته، ڪهڙيءَ ريت
ڌرمي آچارين ۽ ليڊرن وقت بوقت سنسار جي سماجن کي پرورتيءَ
مان نورتيءَ، ۽ نورتيءَ مان پرورتيءَ ۾ پٽي آندو آهي؟ انهيءَ سوال
جو جواب هن ريت آهي؛ ڪنهن به ڌرمي هل چل پيدا ڪرڻ يا
چالو ڌرمي وهڪري جي منهن ڦيرڻ لاءِ تلواري شڪتيءَ کان
زباني يا ليکڻ شڪتي پنهنجو وڌيڪ گهرو پرڀاءُ پيدا ڪري ٿي.
سنسار جي ڌارمڪ اتهاس جي ابياس ڪرڻ سان به معلوم ٿيندو
ته ڌرمي ڦير ڦار ڪرڻ لاءِ جيترو سداچار سان گڏيل زباني يا
ليکڻ جو اپديش ڪارائتو ٿيو آهي اهڙو ٻيو ڪو به رستو ڪارگر
سڌ نه ٿيو آهي. مولڪي هن هند ٻن ڌرمن کي ڇڏي فقط هندو

ڌرم سمجهه ڏيکاريو آهي ته اهيءَ ڌرم ۾ ڪهڙيءَ ريت وقت بوقت پيدا ٿيل آچارين ڦير ڦار پئي ڪئي.

اسانجا مول گرنٿ چار ويد آهن، جنکي ئي هندو ڌرم جو بنياد چئجي ٿو. انهن جي پيدا ٿيڻ جي زماني کان پوءِ جنهن وقت پرورتيءَ هندو سماج ۾ بلڪل زور ورتو، تنهن وقت اسانجن رشين پنهنجن اپنشدن جي اوج ۽ گمڀير ڀاون سان هندو سماج کي نورتيءَ ڏانهن لاڙي ڇڏيو. وري هندو سماج يوروپ جي رومن سماج وانگر نورتيءَ جو واجبي ليکو لنگهي، بي حد نورتيءَ جي اوراهه ۾ وڃي پئي؛ جنهنڪري شري ڪرشن ڀڳوان هندو سماج کي پرورتي ۽ نورتيءَ جي ٺيڪ وچ ۾ آڻي بيهاريو. اهيءَ وچ اپنشدن جي جدا جدا ويچارن کي هڪ ڪرڻ لاءِ بادرائڻ چاريه ”ويدانت سوتر“ تيار ڪيا. اهيءَ ڪري شري ڪرشڻ جي زماني تاءِ هندن جا مکيه ڌرمي گرنٿ نه ڪيول ويد، بلڪ اپنشد، ويدانت سوتر ۽ گيتا به مڃيل ۾ آيا. بنياد ۾ هندو سماج جي سڀيتا جو هڪ وڏو سلسلو انهن گرنٿن کان ئي آرنڀ ٿيو. انهن ڌرمي گرنٿن مان ويدن کان سواءِ، باقي ٽن گرنٿن (ويدانت سوتر، اپنشد ۽ گيتا) ۾ منش جي جيون، انجي پرڪرتي (قدرت) ۽ پرميشور سان لاڳاپي، انجي آدرش ۽ آچار وهنوار سميت ڳوڙهن سدانتن جي ڇنڊ ڇاڻ ڪيل آهي. هندو ڌرم يا انجي سڀيتا جي گيان حاصل ڪرڻ لاءِ انهن ٽنهي گرنٿن جو ابياس ڪرڻ ضروري آهي. اهوئي سبب آهي جو هندو سماج کي پرورتيءَ مان نورتيءَ ڏي، ۽ نورتيءَ مان پرورتيءَ ڏي ڇڪي آڻڻ لاءِ شري ڪرشڻ کان پوءِ جيڪي به مت متانتر پيدا ٿيا، تن جي باني وڏن آچارين مٿين ٽن گرنٿن جي مدد سان ئي پنهنجي ڪم ۾ فتحيابي پاتي. انهن آچارين، اپنشدن، ويدانت سوترن ۽ گيتا جي لوڪي ارٿ کي پنهنجي سدانت ڏي ڇڪي تاڻي هندو سماج (انهن ڏيکارڻ جو يتن ڪيو ته اهي مکيه گرنٿ به سندن مت

جا ھامي آھن. اھي ٽنھي گرنٿن کي بلڪل عزت سان ڏسڻ ڪري ھندو
سماج سياوڪ مٿين گرنٿن جي آچارين ۽ ودوانن ڪيبل ارٿ ڏانھن
جھڪڻ لڳي. ان پوئين زماني ۾ اپنشدن ۽ ويدانت سوترن کان
به گيتا کي وڌيڪ درجو ڏيڻ ۾ آيو؛ جنھن ڪري پوين آچارين
۽ ودوانن گيتا جي ارٿ جي اٿل پٿل ڪري يعني پنھنجي مت
جي سڌانتن موجب گيتا جو رنگ ڏيکاري عام لوڪن کي پنھنجي
مت ڏانھن آڻڻ جي ڪوشش ڪئي. ھيءَ ھڪ رواجي نيم آھي
ته جنھن منش ھڪ ڀيرو پنھنجي ويچارن کي سوڙھي ۽ مقرر
ڪيل حد ۾ بند ڪري رکيو، سو وري ان حد کان ٻاھر نڪرڻ
ھڪڙو اگرو پاپ پيو سمجھندو. اھڙيءَ محدود ۽ تنگ ويچارن
جي چشمي لڳائڻ سبب اُنکي ھرھڪ شيءِ ان چشمي جي رنگ
موجب ٿي ڏسڻ ۾ ايندي. ساڳيءَ ريت گيتا تي ڀاشيه ۽ ٽيڪا
ڪندڙ آچارين پھريائين پنھنجو مت نشچت ڪري پوءِ گيتا جي
ارٿ تي درشٽي وڌي؛ جنھڪري سياوڪ اھي جيئن گيتا
تي ڀل ٽيڪائون ھڪ طرفيون ۽ تنگ ٿي پيئون. اھي ٽيڪائن
لکندي ڪو آچاريه چوڻ لڳو ته گيتا سنياس جو ئي اپديش
ڪري ٿي ته وري ڪنھن اھو سر آلاپيو ته گيتا ڀڳتيءَ جي رس
سان ڀرپور آھي. وڌيڪ ڇا، ڪن آچارين ته ايئن به لکيو ته گيتا
عرداني چمڙي والڪر گيان، ڪرم ۽ ڀڳتي اھي ٽنھي سڌانتن جو
ميلن ڪري ٿي. مطلب ته جنھن سائيءَ جي بيماريءَ ۾ ڦاٿل
منش کي ھرھڪ شيءِ ساوي نظر ايندي آھي، تيئن مٿين ودوانن
۾ به پنھنجن مت موجب گيتا جو سروپ ڏسڻ ۾ آيو. جنھنجو
نتيجو اھو نڪتو جو عام لوڪ گيتا جي سچي سروپ ڄاڻڻ کان
مي ٿي ويا. ھرھڪ سويڪار ڪندو ته ھندو سماج گيتا کي
ڪل پوڄ درشٽيءَ سان ڏسي ٿي؛ اھڙيءَ ڪري سياوڪ عام لوڪ
ن آچارين ۽ ودوانن جي ڪھڙي به ڪيبل ارٿ ڏانھن جھڪندا
۽ ڇاڪاڻ ته اساجي سماج ۾ اھڙا ماڻھو بلڪل ٿورا ملندا جن

مول گيتا کي پڙهي ۽ سمجهي سگهون ٿا. اهي ڪري اهو ماڻهن کي لاچار بڻائي ٿي. جي نيڪائن لئي ٿي ٻاڏو ٻوري ٿو. اهي جو لڳو لڳيو آهي لڪتو جنهن جو مان مٺي ورتن ڪري آيو آهيان. بس اهي پرم ڪان هندو سماج کي بچائڻ لاءِ، يعني آچارن ۽ ڪن ودوان دوارن گيتا جي اٿي ڪجل ارٿ کي سچن ڪرڻ لاءِ ٿي پرسد ڪرم ڀوڳي لوڪمانيہ تلڪ هن گيتا لئي ٿمن سر ٽيڪا ڪرڻ جو پاڻ لئي ڪشٽ ڪيو. لوڪمانيہ جو چوڻ آهي ته گيتا ائين بلڪل اٿي جوڳي ته سنسار جي ڪرمن يعني وهنوارن کي ڇڏي، ۽ شاسترن جي لڇمڻ حد کي اورانگهي، سنسار جي سماج جي هڪ ڪمي ۽ وڏي ائگه کي پيڪار ڪري ڇڏيو. پر گيتا ته صاف لفظن ۾ ڍولڪو هڻي چوي ٿي ته، ”توهان هن سنسار ۾ ٿي رهي ۽ دوسي شاسترن حسي آگيا پٽاندڙ ڪرمن ۽ وهنوارن ڪسي ڪندا رهو....... پر انهن ڪرمن جي ڦل لسبب پيدا ٿيندڙ موهه کي پاڻ وٽ اچڻ ا ڏيو...... “ مٿين اپناڙ مان پڙهندڙ لوڪمانيہ جي هن گيتا رهسيہ لکڻ جي مراد ۽ انجي گيتا لسبب ڪاپل ارٿ ڪان چڱيءَ پر واقف ٿي ويندا.

لوڪمانيہ هيءَ گيتا رهسيہ پهرين پنهنجي ڇهن سالن جي سزا ڀوڳيندي منڊالي جي جيل ۾ لکيو هو. هنجي ظاهر ٿيڻ لئي مولڪي ويچار پيدا ٿيو ته ڪهڙو ته چڱو ٿئي جيڪڏهن اسانجي سنڌي ۾ هيڙي گرنٿ رتن جي سروپ ڪان ڄاڻو ٿئي. ايتري ۾ ٿي مول موهتي ڪمتا رهسيہ جو هندي الٿو ۾ لکوي ترار ٿيو. اهيءَ ڪان پوءِ ۾ ڪيتريءَ مدت تاءِ مان واچهالينڊو رهيس ته من ڪو ودوان هسن ڏس ڌيان ڏئي ۽ پر مولڪي دڪ سان ظاهر ڪرڻو ٿو پوي ته منهنجي آس پوري ٿي نه سگهي. ايتري ۾ مهاتما گانڌيءَ جي هلايل اسهيوگ هل چل ايتري قدر زور ورتي جو هندستان جي چئني طرفن ۾ هزارين ديش سيوڪ جيلن اندر داخل ٿيڻ لڳا. پاڻان مولڪي ۾ سرڪاري سڏ

ٿيو. سڪو جي جيل مان موڪلي رتناگري جيل ڏانهن بدلي ڪيو
ويو، جتي مون ويچار ڪيو ته هڙيءَ ايڪانت ۾ جيڪڏهن ڪو
پستڪ لکان ته بهتر؛ وري سرڪار ته، موڪلي پنهنجي خرچ لئي
لکڻ جي سامان وٺڻ ۽ خاص ڪري لوڪمانيه جي هن گيتا رهسيه
لکڻ جي موڪل ڏني. لاچار پاتنجلي اسمرت ۽ ايوگ سمجهي ته
مون پرم پتا جگديشور تي آسرو رکي رهسيه جو سنڌيءَ ۾ الٿو
ڪرڻ آرنڀ ڪيو، جو پنهنجي پريم جي شرڌا ڀڳتيءَ سان گڏ
ڪٽي مان اڄ سنڌي پاٺڪن اڳيان حاضر ٿيو آهيان. هنيءَ الٿو
ڪيتري قدر واڪاڻ يا نندا ڪرڻ جوڳو آهي، تنهن نسبت ته موڪلي
بلڪ انهي پاٺڪن کي مٿن پرکهت ڪرڻ جو اڌڪار آهي. مان
سمجهان ٿو ته هن گرنٿ جي الٿي ڪندي موڪلان ڪٿين ڀلون
ٿيون هونديون. هنيءَ گرنٿ کو رواجي ڪهاڻين سان ڀرپل نه
آهي؛ بلڪ هنن انهن گوڙهن ۽ گنڀير تتون تي ويچار ڪيو ويو
آهي، جن سنسار جي وڏن ودوانن جون ته وايون بتال ڪري
ڇڏيون آهن. انهيءَ اوستا ۾ مون جهڙي هڪ اڌ اکر ڄاڻندڙ
کان ڪيترن ئي ڀلن جو ٿيڻ اڻ ٽر آهي. پڙهندڙن کي سمجهڻ
گهرجي ته الٿي ڪندڙ اڳيان ڪٿين ڏکيائون اچن ٿيون. هڪ ته
الڪي انهيءَ تي حد الدر گهمڻو پوي ٿو جيڪا مول گرنٿ جي
ليکڪ مقرر ڪري ڇڏي آهي، ٻيو ته هنڪي پنهنجي ڀاشا ۾ مول
ليکڪ جي ويچارن کي انهيءَ ريت ورتن ڪرڻو پوي ٿو، جو
اهي ويچار هو بهو بلڪل پوريءَ طرح چترت (تصوير جي شڪل
۾) ٿي سگهن. انهيءَ لاءِ موڪلي آشا آهي ته پڙهندڙ منهنجي ڏکيائي
محسوس ڪري منهنجي ڀلن تي ڌيان نه ڏيئي هنس وانگر،
پاڻيءَ گڏيل کير مان کير ڇهي وٺندا. پڇاڙيءَ ۾ مان انهن

مترن کي ڏيراد ڏيڻ ندا رهي لئو سگهان جن مولکي هي گيتا جي لکڻ لاء تيار ڪيو ؛ وتمه بوتمه التجي شڌ ڪرڻ ۾ مدد ڏني. اهڙن مترن مان خاص ڪري ديش ڀڳت پرستر ساورکر هو مان سب کان وڌيڪ لورالئو آهيان.

دوارڪا پرساد روچيرام شرما { سنڌ وساهتيہ منڊل آفيس
هيرآباد حيدرآباد سنڌ



# گيتا رهسيه
## يا
# ڪرم يوگ شاستر



## اڌياءِ پهريون



## گيتا جو منڍ



ڀڳوان جو ڳايل گيت يعني ڀڳوت گيتا اسانجي ڌرمي گرنٿن ۾ هڪ امت ۽ امولڪ هيرو آهي. پنڊ (سرير) ۽ برهمانڊ (جڳت) جي گيان؛ آتم وديا جي ڳوڙهن ۽ پوتر سڌانتن کي ٿوري ۾ صاف ۽ پنهنجي سان سمجهائڻ وارو، ۽ انهن سڌانتن جي آڌار تي منش جاتيءَ جي پرشارٿ (آدرش) يعني آتما جي سچيءَ اوستا کان سڃاڻپ ڪرائڻ وارو، ڀڳتيءَ ۽ گيان جي ايڪي ڪرڻ وارو ۽ انهيءَ رستي سنسار جي ڏکن ۾ ٻڏل ماڻهن کي شانت ڪرائي انهن کي نشڪام ڪرم جي اتم مارگ تي هلائڻ وارو ههڙو سولو گرنٿ، سنسڪرت ۾ ته ڇا، سڄي سنسار جي ساهتيه ۾ ڪو ڳوليو لهندو. ڪوتا (نثر) جي درشٽيءَ سان هيءُ گرنٿ هڪ وچتر ڪاويه ڏسڻ ۾ ايندو ۽ ڇاڪاڻ ته هن گرنٿ ۾ وڏا ڳوڙها ۽ گنڀير سوال اهڙيءَ سهڻيءَ ۽ ساديءَ ٻوليءَ ۾ حل ڪيا ويا آهن جو ننڍي ٻار کان هڪ پڙهي اڻپڙهي منش تائين، هرڪو انهن کي سولائيءَ سان ۽ جلدي سمجهي سگهي ٿو. جنهن گرنٿ ۾ سڄي ويدڪ ڌرم جو سار ڀرپور شري ڪرشن ڀڳوان جي واڻيءَ سان گڏ ڪيو ويو آهي، انجي خوبيءَ ۽ مهت جو پار پائڻ محال آهي. مهاڀارت جي

لڙائيءَ جي پوري ٿيڻ کان پوءِ هڪ ڀيرو شري ڪرشن ۽ ارجن گهمڻ لاءِ ٻاهر نڪري ويا. ڳالهيون ڪندي ارجن کي دل ۾ آيو ته شري ڪرشڻ جي مکان مان وري هڪ ڀيرو گيتا اپديش ٻڌان ته بهتر. هڪدم همٿ ٻڌي پرارٿنا ڪيائين ”مهاراج! لڙائيءَ ويل جو توهان مونکي اپديش ڏنو هو سو مونکان وسري ويو آهي، هاڻي مهربان ڪري وري ساڳي اپديش کان هن داس کي واقف ڪرڻ جي تڪليف وٺو.“ ڀڳوان ارجن جي جواب ۾ چيو ته ”ارجن! مون الوقت يوگ ۾ رهي تو سان اپديش ڪيو هو، پر هاڻي ساڳيءَ طرح اپديش ڪرڻ مون لاءِ نه ڪيول ڪٺن بلڪ ناممڪن آهي.“ اها ڪٿا مهاڀارت جي اشومیڌ پرو ۾ آيل آهي. جيتوڻيڪ شري ڪرشن جڏهن ڇڏي ويا پوءِ ۽ پرميشور جي اوتار اڳيان اها ڳالهه سولي هئي، پر هن هاڻي ورتي ساڳيءَ گيتا اپديش ڏيڻ نه چيو آهي تنهن مان گيتا جي خوبي ۽ لياقت هڪاري وڏيڪ سڌ پئي ٿي. هيءَ گرنٿ، هر هڪ ويدڪ ڌرمي شاخا يعني پنٿ ۾، انڪل اڍائي هزارن ورهين کان ويدن جي برابر پورو سمجهيو ويو آهي؛ جنهن مان پڻ هن گرنٿ جو مان ۽ درجو چڱيءَ پر سڌ پئي ٿو. گيتا جي ڌيان ۾ لکيل آهي ته ”سڀ اپنشد هڪ ڳانءِ مثل آهن ۽ شري ڪرشن ڀڳوان الهي اپنشدن جي ڳانءِ کي ڏهندڙ، ارجن الهيءَ ڳانءِ جي کير کي کائڻ ۾ ڇڪي آڻيندڙ ۽ پوکيندڙ وڇڙو، ۽ هيءَ گيتا جو امرت، ان ڳانءِ جو ڏڌل کير آهي.“ هن امت ۽ ٻين بها گرنٿ جو ڀارت جي گهڻو ڪري سڀني ڀاشائن ۾ الٿو ڪيو ويو آهي؛ ۽ جڏهن وقت کان يورپ جي گيتو گياڻين ۽ ودوانن کي سنسڪرت جو ڄاڻ کيائن لڳڻ لڳو آهي، الوقت کان اڄ تائين هن گرنٿ جا گريڪ، لٽن، جرمن، فرينچ ۽ انگريزي وغيره ڀاشائن ۾ پڻ الٿا ٿيڻ لڳا آهن. مطلب ته هن وقت هيءَ گرنٿ پهچيءَ لڏيءَ سڄاڻيءَ سان ... پرڪاش ڪري سنسار جي لٽل دلين لي شانتيءَ جو ڇڏيو ... هو آهي.

## ٻين گيتائن جو ورڻن.

ڀر ياد ڪرڻ گهرجي تہ هن سمت سو شلوڪن جي گيتا کي ئي گيتا لقو چيو وڃي. ٻين ڪيترن گيان لسبت لکيل گرنٿن کي پڻ گيتا جي نالي سان سڏيو ويو آهي. جهڙن تہ، مهاڀارت جي شانتي پرو ۾ آيل موکيہ جي بيان کي پنگل گيتا، منڪ گيتا، بوڌيہ گيتا، وچکيہ گيتا، هاريت گيتا، ورتر گيتا، پراشر گيتا، ۽ هنس گيتا جي نالن سان سڏيو ٿو وڃي. اشوميڌ پرو جي هڪ ڀاڱي کي براهمڻ گيتا چيو ٿو وڃي. انهن کان سواء اوڌوت گيتا، اشٽاوڪر گيتا، ايشور گيتا، اتر گيتا، ڪپل گيتا، ديوي گيتا، پانڊو گيتا، برهم گيتا، ڀڪشو گيتا، يم گيتا، رام گيتا، وياس گيتا، شو گيتا، سوت گيتا ۽ سوريہ گيتا نالي ٻيون بہ گهڻيون ئي گيتائون آهن، جن مان ڪي تہ جدا ۽ سوتنتر لکيون ويون آهن، ۽ ڪي وري پاڻ ڪرڻ لاء پراڻن مان ڪڍيون ويئون آهن.

گڻيش پراڻ جي انت ۾ ١٣٨ کان ١٤٧ اڌياء تاء گڻيش گيتا ڏني ويئي آهي، جنهنکي جيڪر ڀڳوت گيتا جو نقل چئجي تہ بہ ٺهي. ڪورم پراڻ مان ايشور گيتا ڪڍي ويئي آهي؛ جنهن کان پوء وري وياس گيتا شروع ٿي ٿئي. اسڪند پراڻ ۾ يگيہ ڀاڱي جي ١ کان ١٢ اڌياء تاء سوت گيتا جو بيان ڏنل آهي. رام گيتا وري اڌياتم راماين مان ڪڍي وئي آهي. هڪ ٻي رام گيتا "گرو گيان وسشت تتو سارائڻ" نالي گرنٿ مان ليئي ٿي، جنهن ۾ ويدانت جي ڪرم، اپاسنا ۽ گيان لسبت ويچار ڪيو ويو آهي. شو گيتا پدم پراڻ مان ڪڍي وئي آهي. ڀاڳوت پراڻ جي ٻارهين اسڪند جي تيرهين اڌياء ۾ هنس گيتا آيل آهي، تہ وري ساڳئي اسڪند جي ٽيويهين اڌياء ۾ ڀڪشو گيتا اچي ٿي وڃي. ڪپل گيتا ڪنهن مان بہ نہ ڪڍي وئي آهي؛ هن گيتا ۾ هٺ يوگ ٻي ويچار ڪيو ويو آهي، ۽ سنجهس جين، جنگم ۽ صوفين جو ورڻن

ڏنل آهي، جنهن مان سمجهجي ٿو ته هيءَ گيتا شايد مسلمانن جي
راڄ ۾ لکي آهي. ڀاڳوت جي ستين اسڪند (بيان) يعني ۳۱ کان
۴۰ ادبائن تائين ديوي گيتا جو بيان اچي ٿو. اهڙيءَ طرح گرو
وسشٽ، شري رامچندر کي جو اپديش ڏنو آهي، تنهنکي "يوگ
وسشٽ" جي نالي سان سڏيو ٿو وڃي. برهم کرنت جي پڇاڙي
۾ "ارجن اپاکيان" ۾ شامل آهي، جنهن ۾ ڀڳوت گيتا جو مختصر
بيان اچي ٿو وڃي؛ ۽ ان گيتا جا ڪي شلوڪ منجهس ڏنا ويا
آهن، جنهن مان سمجهجي ٿو ته "يوگ وسشٽ" گيتا کان پوءِ
لکيو آهي. انهيءَ کان سواءِ شو پراڻ، وايو پراڻ، پدم پراڻ ۽ واراه
پراڻ ۾ ڪيترن هندو گيتا جو مهاتم ۽ ذڪر اچي ٿو. گيتا جي
آرلمب ۾ جو "ڌيان" ڏنل آهي، سو ڪنهن نه پراڻ ۾ لڌو لڀي.
"اُرپکر" نالي ڪاويه ۾ جو سنسڪرت جي مشهور ياس
ڪويءَ جو ناهيل آهي؛ ۽ جنهن ڪويءَ کي، ڪوي ڪاليداس
کان به اڳ جاول سمجهيو ٿو وڃي؛ تنهن ۾ گيتا جو "ڌيان" ٿوريءَ
ڦير ڦار سان مليو ٿو. جنهن مان ثابت آهي ته گيتا جو "ڌيان" گيتا
جي لکڻ کان بلڪل گهڻو پوءِ گيتا ۾ شامل ڪيو ويو.

مٿين بيان مان چٽو ٿي ويو ته گيتا جا ڪيترا نقل، ٿوريءَ
ڦير گهير سان ڪمل النا ۽ مهاتم ڪيترن پراڻن مان ملن ٿا. باقي
اوڌوت گيتا ۽ اشٽاوڪر وغيره ٻن ٽن گيتائن جو بلڪل پتو
لڳو پوي ته اهي ڪهڙن پراڻن مان کنيون ويون آهن، يا انهن
کي ڪهڙي زماني ۾ ڪنهن نروان لکيو. پر انهن جي پڙهڻ
۽ ٻڌڻ کان معلوم ٿو ٿئي ته اهي سڀ ڀڳوت گيتا جي
پرسد ٿيڻ کان پوءِ لکيون آهن. انهن گيتائن لاءِ انهن چوڻ ۾
واجب نه ليکبو ته اهي سڀ گيتائون ڀڳوت گيتا متن ۽ ٻڌڻ
جي پيرائي ڪرڻ لاءِ تيار ڪيون ويون آهن. شو گيتا، ديوي
گيتا ۽ گڻيش گيتا ۾ به، جهڙيءَ طرح شري ڪرشن ڀڳوان ڀڳوت
۾ پڪاري ارجن کي اپديش ڏنو آهي، اهڙيءَ طرح

ايد يش ڏنو ويو آهي. شو گيتا ۽ ايشور گيتا ۾ نه ڀڳوت گيتا مان
ڪيترائي شلوڪ اکر به اکر کڻي رکيا ويا آهن. گيان جي درشٽيءَ
سان ڏسڻ لي اهي گيتائون ڀڳوت گيتا اڳيان شرمسار معلوم ٿينديون.
هن ڀڳوت گيتا ۾ جو اڌياتم گيان ۽ ڪرم کي ملائڻ جو عجيب
رستو اختيار ڪيو ويو آهي، سو ٻيءَ ڪنهن به گيتا ۾ ملي نٿو
سگهي. ڀڳوت گيتا ۾ پتنجل يوگ، هٺ يوگ ۽ سنياس جو ورڻن
ٿيل نه ڏسي، ڪنهن وري پنهنجان "انو گيتا" جي نالي سان هڪ
گيتا تيار ڪئي. اوڌوت ۽ اشٽاوڪر گيتا، جنهن رچيندڙ جو به
پتو نٿو پوي، هڪ طرفي آهن. انهن ۾ فقط سنياس جوئي سر
آلاپيو ويو آهي. يالد و ۽ يم گيتا فقط ڀڳتيءَ جي پراڻن سان
پريون پيئون آهن. شو، گڻيش ۽ سوريه گيتا ۾ گيان ۽ ڪرم لسبعه
ورڻن ٿيل آهي، پر ٻي ڪا نئين ڳالهه منجهن آيل نه آهي. انهيءَ
ڪري ڀڳوت گيتا جي گنڀير ۽ چوڌس ڀڪڙيل ليبم اڳيان ڪا به
پراڻن جي گيتا اڪ لڻي ڪٽي سگهي؛ بلڪ انهيءَ ڪري ئي هن
جي عزت هيڪاري وڌي ويئي آهي؛ ۽ اهوئي سبب آهي جو
ڀڳوت گيتا لي، ئي عام طور گيتا نالو پئجي ويو. انهيءَ ۾ ڪو شڪ
نه آهي ته يوگ وسشٽ ۽ اڌياتم راماين به وڏا گرنٿ آهن، پر
اهي گيتا ڪاليوڳ ئي ٺهيا آهن، جا ڳالهه سندن رنگ ڍنگ ۽ ياشا
مان چڱيءَ پر ثابت ٿئي ٿي. اهڙيءَ طرح "سوريه گيتا" ۽ "گرو
گيان وسشٽ لتو سارائڻ" نالي گرانٿ به ڪن الهاس جي جاٽن جي
ڇڪي موجب جهونا آهن؛ پر اسالڪي انهيءَ راني تي ڀڪو وشواس
نه آهي؛ ڇاڪاڻ ته سوريه گيتا ۾ وششٽا دوئيت مت جو ورڻن
ٿيل آهي ۽ "گرو گيان لتو سارائڻ" ۾ هڪ سو اٺن اپنشدن جو نالو
ملي ٿو، جي گيتا کان گهڻو پوءِ ٺهيا آهن.

## گرنٿ جي پريکيا جا به رستا.

گهڻن گيتائن هٿڻ لي به ڀڳوت گيتا جو مان گهٽجي نٿو، الٽو
وڌيو ٿو. اها ڳالهه مٿي سڌ ٿي چڪي. اهوئي سبب آهي جو

وڏڪ ڌرمي وڏن وڏن پنڊتن هن گيتا لاءِ ٽي گهڻو ويچار ڪرڻ
۽ لکڻ واجب سمجهيو. ڪنهن به گرنٿ جي پرڪيا ٻن ڳڻتين سان
ٿي سگهي ٿي. هڪ اندرين ۽ ٻي ٻاهرين. سڄي گرنٿ کي پڙهي
انجي مرم، مطلب ۽ گجهه گرهي ڪڍڻ کي اندرين پرڪيا
چئبو آهي؛ ۽ ان گرنٿ کي ڪنهن، ڪهڙي وقت ۾ لکيو، انجي
ڀاشا سولي آهي يا ڏکي، ڪاويه جي درشٽيءَ سان مٺي آهي
يا، ان ڀاشا ۾ وياڪرڻ کي ڪيتري قدر چڱيءَ طرح ڪم آندو
ويو آهي؛ گرنٿ جي وشيه مان الوقت جي سماج جي حالت جو
پتو پوي ٿو يا، ان ڪهڙن سڌانتن، ماڻهن ۽ مڪانن جو بيان ٿيل
آهي، گرنٿ جا واڪ چورايل آهن يا نه، جي چورايل آهن ته ڪٿان
۽ ڪيڏا، وغيره وغيره ڳالهين تي ويچار ڪرڻ کي ٻاهرين پرڪيا
چئبو آهي. هن ديش جي پراچين ڪال جي جن پنڊتن گيتا تي
ٽيڪائون لکي سمجهاڻيون ڏنيون آهن، تن ٻاهرين پرڪيا تي اترو
ڌيان نه ڏنو آهي. شايد انهن گيتا جهڙي گرنٿ جي پرڪيا ڪندي
انجي ٻاهرين پرڪيا کي اهڙو ئي اجايو ٿي سمجهيو، جيئن ڪو شخص
هڪ سهڻي ۽ سڳنڌ سان ڀريل گل کي ڪٽي، سندس روپ ۽
سڳنڌ تي ڌيان نه ڏيئي فقط انجي پنن کي ڳڻيندو رهي؛ يا ڪو
ماکيءَ سان ڀريل مانارن کي ڪم نه آڻي فقط ان مانارن جا خانا
ڳڻيندو رهي. پر هاڻي يورپي ودوانن جي سنگت ۾ اچي هتي
جا پنڊت به گرنٿ جي ٻاهرين پرڪيا ڪرڻ لڳا آهن. گيتا جي
جهوني بناوت ۽ ڀاشا ڏسي ڪن ماڻهن راءِ ڏنو آهي ته هيءُ گرنٿ
عيسيٰ کان ڪيترائي صديون اڳ لکيو ويو آهي، تنهنڪري جن
ماڻهن جو چوڻ آهي ته گيتا جو ڀڳتي مارگ ڪرستاني مذهب مان

---

* گرنٿ شبد جي معنيٰ "ڪتاب" سمجهڻ گهرجي. هن گيتا
رهسيه ۾ "گرنٿ" شبد، ڪتاب جي ارٿ سان ئي ڪم ۾ آندو
ويو آهي. ان مان ڪنهن خاص ڌرمي پستڪ جو انومان نه
ڪڍڻ گهرجي.

ورتل آهي سي سراسر ٻليل آهن. گيتا جي سورهين اڌياءَ ۾ ناستڪ
مت جو بيان ڏسي وري ڪن پنڊتن اهو رايو ڏنو آهي ته گيتا
ٻڌ ڌرم کان پوءِ ٺهي آهي. ٽين جو رايو آهي ته گيتا جي
تيرهين اڌياءَ ۾ جو ”برهم سوتر“ جو شبد اچي ٿو، تنهن مان
ثابت آهي ته گيتا ”برهم سوتر“ کان پوءِ ٺهي آهي. وري اهڙي
ورتڪن پنڊتن جو چوڻ آهي ته ”برهم سوتر“ جي ويدانتي
گرنٿ ۾ ڪيترن هنڌ گيتا جو نالو اچي ٿو، تنهن مان ظاهر آهي
ته گيتا، برهم سوتر کان اڳ ٺهي آهي. ڪن جو چوڻ آهي ته ستر
سو شلوڪن جي گيتا اپديش ٻڌائڻ لاءِ شري ڪرشن کي
لڙائيءَ جي وچ ۾ ڪيئن وقت ملي سگهيو هوندو، هان ويهن يا
پنجويهن شلوڪن ٻڌائڻ جيترو وقت ضرور ملي سگهي ٿو، جنکي
وري، سنجيه ڌرتراشٽر کي، وياس پنهنجي پٽ شڪديو کي،
ويشمپائن رشيءَ، جنميجيه راجا کي، ۽ سوت رشيءَ، شونڪ کي،
وڌائي خلاصو ڪري ٻڌايو هوندو؛ ۽ ممڪن آهي ته مهاڀارت جي
رچيندڙ به ڪٺي وڌائي لکيو هجي. اهڙيءَ ريت گيتا جي بناوت
نسبت گهڻا رايا ڏسي، ڪن گيتا جي سمنڌ ۾ ٽيهي هٺي فقط ست
ڪن اناويهه، ڪن چئيهه ته ڪن هڪ سو شلوڪ ڳولي ڪڍيا
آهن. ڪن جو چوڻ آهي ته لڙائيءَ وقت ارجن کي گيتا
جي برهم گيان ٻڌائڻ جي ضرورت ئي ڪهڙي پئي هئي؛ شايد
ويدانت جو هيءُ ننڍو گرنٿ مهاڀارت ۾ پوءِ گڏيو ويو آهي *.
ماڻي ائين هرگز نه چئي سگهبو ته ٻاهرينءَ پرکيا جون مٿيون
ڳالهيون اجايون يا واهيات آهن. گل ۽ مالاري جي ٿي مثال کي
ڏنو. بوٽين وغيره کي الڳ الڳ درجن ۾ ورهائڻ وٻل گلن جي
رنگن ۽ پکڙين جو به ويچار ڪيو ويندو آهي. ساڳيءَ ريت حسابن
سان ڏنو ويو آهي ته مکين جي مالاري ۾ جي خانا يا تنگه تين

* ياد رکڻ گهرجي ته گيتا ڪو نيارو سوتنتر گرنٿ نه آهي،
بلڪ مهاڀارت مان ڪڍيو ويو آهي. دوارڪا پرساد.

تہ انهن جي بيهڪ ۽ شڪل اهڙي ليندي آهي، جنهنڪري انهن
مان ماکي بلڪل گهٽ نہ لي سگهي، پر انهن جي باهرئين پردي
سيهي ليئي ڪري موم جي پيدائش گهٽ ليندي وڃي. انهن
ڳالهين تي ويچار ڪري اسان تہ هن گيتا جي باهرين جاچ ڪئي
آهي. پر جن گيان جي پياسين کي گيتا جي ڪجهہ يا مرم جو لي
پتو لهڻو آهي، تنکي گيتا جي باهرين پرڪيا جي جهڳڙي ۾ پوڻ
جي ڪا ضرورت نہ آهي. ود يا ديويءَ جي ڪجهہ جاڻندڙن ۽
اڳين مڃين روپ ڏيکي نظر ڪندڙن جي وچ جو وڏو ڀيد
آهي، تنهنکي سنسڪرت جي مراريءَ ناني هڪ مشهور ڪويءَ
ڏاڍيءَ سهڻيءَ ۽ سوليءَ ڀاشا ۾ ظاهر ڪيو آهي. هو چوي ٿو
تہ ”سمنڊ جي گهرائي جو گيان حاصل ڪرڻ لاءِ ڪنهن کان ڏس
پتو پڇجي؟ انهيءَ ۾ ڪو شڪ نہ آهي تہ رام ۽ راوڻ جي لڙائيءَ
وقت ڪيترين بانڊر هڪ ٽپي پٺيان سمنڊ کي ٽپي پار لي ويا،
پر انهن مان ڪيترن کي سمنڊ جي گهرائيءَ جو پتو پيو؟ يعني
هڪ کي بہ نہ، پر سمنڊ کي ولوڙڻ وقت ديوتائن ۽ دئتن
جنهن مندراچل پهاڙ کي ماڌاڻي بڻائي سمنڊ جي ولوڙڻ جو ڪم
شروع ڪيو، ۽ جڏهن پهاڙ الوقت سمنڊ جو تر وڃي ورتو هو، انکي
تہ سمنڊ جي سچيءَ گهرائيءَ جي ڪل هوندي.“ ساڳيءَ طرح
گيتا جي سچي اونهائيءَ، يعني مرم جاڻڻ لاءِ اسانکي انهن پنڊتن
۽ آچارين جي گرنٿن تي ڌيان ڏيڻ کپي، جن اُوائلي
وقت گيتا جي سمنڊ کي ولوڙيو ۽ اندر تر ورتو هئي. انهن
پنڊتن مان مول مهاڀارت جو رچيندڙ، (يعني ويد وياس) مک
آهي. وڏيڪ جا اڄ ڪالهہ جا گيتا هندو پنهنجي پراڻن کان بہ
پياري سمجهي وٺيا آهن، تنهنجو لکندڙ بہ ويد وياس ئي
ٿي سگهي ٿو. تنهنڪري اسين سڀ کان اڳ پڙهندڙن
اڳيان تہ لبسيءَ ذيل هڪو مضمون پيش ڪريون ٿا.

## گيتا تي جدا جدا ودوانن جا رايا

"ڀڳوت گيتا" يعني "ڀڳوان جو ڳايل گيت (اپنشد)" الهيءَ
لاءِ مان ٿي پڌرو آهي ته گيتا ۾ ارجن کي جو اپديش ڏنو ويو
آهي سو گهڻو ڪري ڀاڳوت ڌرم يعني ڀڳوان جي هلايل ڌرم
نسبت ئي هوندو. ڇاڪاڻ ته شري ڪرشن کي ڀاڳوت ڌرم ۾ ٿي
"شري ڀڳوان" ڪري چيو ويو آهي. اهو اپديش ڪو لڙڻ سر
گهڙي ته ڏنو ويو هو. خود گيتا جي چوٿين ادياءَ ۾ چيو ويو آهي
ته اڳئين وقت ۾ ڀڳوان، وِوسوان کي؛ وِوسوان، منو مهراج کي؛
۽ منو، اِکشواڪ کي اهوئي اپديش ڏنو." ساڳئي نموني جو ورڻن
مهاڀارت جي شانتي پرو جي انت ۾ پڻ آيل آهي. اتي چيو ويو
آهي ته "برهما جي هلندڙ جنم جي ترينا يگ ۾ وِوسوان کان پوءِ
منوءَ ۽ اکشواڪ ڀاڳوت ڌرم جو پرچار ڪيو." مطلب ته مهاڀارت
جو ڀاڳوت ڌرم نسبت متئون اِتهاسڪ (تواريخي) سلسلو، گيتا جي
متئين ڏنل سلسلي سان پورو ٺهڪي ٿو اچي. ان جدا جدا ڌرمن
جو سلسلو ڪڍڻ ۽ هڪ جهڙو اتولي سگهجي، تنهنڪري مهاڀارت
۽ گيتا جي ڀاڳوت ڌرم نسبت ڏنل سلسلي ڏسڻ سان چٽيءَ
ريت پڌرو ٿو ٿئي ته گيتا ڌرم ۽ ڀاڳوت ڌرم، ٻئي هڪ آهن.
پر ياد رکڻ گهرجي ته فقط انومان جي پيڙهه تي اسان متيون رايو
مقرر ته ڪيو آهي؛ الهيءَ راءِ کي ٻڌي ڪندڙ ٻيا به گهڻائي پرمان
ڏيئي سگهجن ٿا. جهڙيءَ ته نارائڻي يعني ڀاڳوت ڌرم نسبت ورڻن
ڪندي، مهاڀارت ۾ رشي وشمپائن، جنميجيه کي چيو آهي ته
"هي راجا! اهوئي الم ڀاڳوت ڌرم بلڪل چٽيءَ ۽ سنکيپ طرح
"هري گيتا" يعني ڀڳوت گيتا ۾ توکي پڌايو ويو آهي." وري
ساڳئي مهاڀارت ۾ ٻئي هنڌ الهيءَ ڀاڳوت ڌرم نسبت هن ريت
چيو ويو آهي ته "لڙائيءَ جي پرسنگ تي گهبرائجي ويل ارجن کي،
ڀڳوان اپديش ڪيو." هنن متي ورڻن ڪيل "هري گيتا" جي
معنيٰ ڀڳوت گيتا سمجهڻ گهرجي؛ ۽ نارائڻي ڌرم شبد مان ڀاڳوت

ڌرم سمجهڻ گهرجي. انهيءَ ڀاڳوت ڌرم کي ”ايڪانتڪ“ يا
”سالوت ڌرم“ به چيو ويو آهي. مهاڀارت ۾ هڪ هنڌ چيل آهي
ته ”جتو ڳوٺ ناراڻي ڌرم پرورتيءَ جو آهي، ۽ ٻيو جنم جي
چڪر کان ڇڏائڻ وارو يعني مڪتي ڏيندڙ آهي.“ پرورتي مارڳ
جي معني آهي، سنياس جي جڳهه ۾ ته ٻئي شمرتين جي آکيا
پٽاندڙ، پنهنجي ڀاڱي ۾ آيل ڪرمن کي نشڪام ٿيڻ سان ڪرڻ.
انهيءَ مان پڌر اها ڳالهه سڌ ٿئي ٿي ته گيتا ۾ ارجن کي جنهن
ڌرم جو اپديش ڏنو ويو آهي سو ڀاڳوت ڌرم ئي آهي؛ جنهنکي
خود مهاڀارت جو رچيندڙ ”پرورتي مارڳ“ جي نالي سان سڏي
ٿو. ۽ جڏهن اهڙن به چيو وڃي ته، گيتا ۾ نورتي مارڳ نسبت
به ورڻن ڪيو ويو آهي، ته به غير واجبي نه ليکبو. ڇاڪاڻ ته
ونشمپائن رشي وري جنمجيه کي چوي ٿو ته ”هي راجا! پهرين
يعني سنياسين جو نورتي مارڳ به توکي اڳئي ڀڳوت گيتا ۾ ڀاڳوت
ڌرم سان گڏ ٻڌايو ويو آهي.“ جيتوڻيڪ گيتا ۾ پرورتي
مارڳ سان گڏ نورتي مارڳ جو به ورڻن ڪيو ويو آهي، ۽ ڀاڳوت
ڌرم جي الهامڪ (ٽوارينخي) سلسلي جو بيان ڪندي گيتا ۾ جو منو،
۽ اڪشواڪ وغيره جا نالا ڏنل آهن نسبت چيو ويو آهي ته اهي،
انهيءَ (پرورتي) مارڳ جو هڪ ٻئي پٺيان پرچار ڪيو، سو نورتي
مارڳ سان سنبنڌ نٿو رکي؛ بلڪ اهو سلسلو ڀاڳوت ڌرم سان ئي
لاڳاپو رکي ٿو. يعني متين شبدن مان مهاڀارت جي رچيندڙ جو
مطلب فقط اهو ئي آهي ته، گيتا ۾ ارجن کي جو اپديش ڏنو ويو
آهي، سو گهٽي پاڳي، وو-وان منوءَ جو اڪشواڪ کي ڏنل پرورتي
مارڳ نسبت اپديش آهي؛ ۽ انهيءَ وچ جا نورتي مارڳ نسبت
ٿوري سمجهاڻي ڏني وئي آهي سا پرورتيءَ جي پوراڻي ڪرڻ
لاءِ ئي مناسب طور آيل آهي. مهاڀارت ۾ ڏنل پرٿو، پرهلاد ۽
ٻيا ورت وغيره جي ڪٿائن، ۽ ڀاڳوت ۾ نشڪام ڪرم جي
بيان مان سڌ ٿي ٿي ته مهاڀارت جو ناراڻي ۽ ڀاڳوت جو ڀاڳوت

ڌرم آڏ پرهڪ هوا. پريا ڀڳوت پراڻ ۾ ڪيول اشڪام ڪرم جوئي
ورڻن ڪرڻو نہ هوءِ الهيءَ وشيہ نسبت مهاڀارت ۽ گيتا ۾ گهڻو
لکيو ويو آهي؛ ۽ مهاڀارت ۽ گيتا لکندي ويد وياس، ڀڳوان
ڀڳتيءَ جو ورڻن ڪرڻ ڀلجي ويو؛ جنهن ڪري الهيءَ گهٽتائيءَ
کي پوري ڪرڻ لاءِ کيس لئي سر ڀاڳوت پراڻ لکڻو پيو. هن پراڻ
۾ ويد وياس، ايشور ڀڳتيءَ کي بلڪل ساراهيو آهي، ۽ ڪيترائي
درشٽانت ڏيئي سڌ ڪيو اٿس تہ ڀڳتيءَ بنان ڪرم يوگ (پروزتي
مارگ) ۾ اجايو آهي. بس اهوئي سبب آهي جو ڀاڳوت پراڻ،
ڀاڳوت ڌرمي گولت ٿي ۽، ڀاڳوت ڌرم لاءِ اهڙو ڪارائتو نہ ٿي
سگهيو، جهڙو گيتا سان گڏ مهاڀارت. ڇاڪاڻ تہ ڀاڳوت سچو
ڀڳتي مارگ جي بيان سان ٺي پريو پيو آهي. هان، جيڪڏهن انکي
ڪنهن وقت ڪٿي ڪم ۾ آڻجي، تہ ان مهل سندس ۽ مهاڀارت
جي ارت ۽ ٺهڻ جي وقت جي ڀيد کي، ڌيان ۾ رکڻ ضروري
آهي. نورتيءَ جي ڀتي يعني، سنياس ڌرم، ۽ پروزتيءَ جي ڀاڳوت
ڌرم جيو سچو سروپ ڪهڙو آهي، انهن ۾ ڀيد ڇو پيو ۽
اصلوڪو ڀاڳوس ڌرم هن وقت ڪهڙيءَ صورت ۾ موجود آهي،
وغيره سوالن نسبت اڳتي هلي ويچار ڪيو ويندو.

مهاڀارت جي رچيندڙ (جنهن هيءَ گيتا ٺاهي لکي آهي) جو گيتا
جي مرم نسبت ڪهڙو رايو آهي، سو پڙهندڙ مٿئين بيان مان
چڱيءَ ۾ معلوم ڪري سگهندا. هاڻي اڳتي وڌي ڏسڻو آهي تہ
ٻين آچارين ۽ پنڊتن جو گيتا جي مرم نسبت ڪهڙو رايو آهي.
هن وقت سڀ کان جهونو، شري شنڪر آچاريہ جو گيتا ڀاشيہ
ملي ٿو. شايد شري شنڪر آچاريہ کان اڳ ۾ ڪن ودوانن گيتا
تي ڀاشيہ يا ٽيڪائون ڪري الجي سمجهاڻي ڏني هجي. پر هن
وقت اسانکي اهڙي ڪا ثابتي لڀي ملي، جنهن مان پتو پوي تہ
مهاڀارت جي رچيندڙ ۽ شري شنڪر آچاريہ جي وچولي سمي جا،
ودوان گيتا مان ڪهڙو مطلب ڪڍندا هوا. هان، شري شنڪر

آلدو ۽ انهن جي مَن طرف ڪنهن منش ڌيان لئي ڏنو. انهيءَ انڪري ڪرلوس جو لڪيل اهو لڪتو گيتا جي مس جا من گهڙيا مطلب ليڻ لڳا ۽ عام خاص ماڻهو انهن ٽيڪا ڪندڙن ودوانن جي جنهن ۾ قاسي گيتا جي سچي مطلب کان اڻ ڄاڻ رهجي ويا. انهن سيڌي متن يا پنهن مان.

## جگت گرو شري شنڪر آچاريہ

جو معه بلڪل پراڻو آهي ۽ لڪتو گيان جي درشٽيءَ سان سچي هندستان ۾ ان سيڌي متن کان وڌيڪ چڪو آهي. شري شنڪر آچاريہ جو جنم سنبت ۸۴۵ ۾ ٿيو. اسانجي ڪٿ موجب شري شنڪر آچاريہ انهيءَ وقت کان ۱۰۰ ورهيه اڳ ڄائو هو، ۽ ٻرابر ٽيهن ورهين جي ڄمار ۾ ديهه ڇڏيائين. شري شنڪر آچاريہ ڄهڙو ودوان سنسار ۾ ڪو ٿورو ليندو. هن پنهنجي امت ودياجي بل ۽ ترڪ شڪتيءَ سان، ان وقت سچي هندستان ۾ پکڙيل جين ۽ ٻڌ ڌرم جو اهڙيءَ ريت کنڊن ڪيو، جو ٿوري وقت ۾ انهن جو هندستان مان نالو نشان گم ٿي ويو. هن شرتين ۽ سمرتين جي رکيا لاءِ، هندستان جي چئني ڪنڊن ۾ چار مٺ کولي، ڪلجگ ۾ ورتي ويدڪ سنياس ڌرم جو پرچار ڪيو.

سنسار جي هرهڪ ڌرم جي سڌانتن کي ٻن ڀاڱن ۾ ورهايو ويو آهي. (۱) لڪتو گيان (۲) آچار. پهرين ڀاڱي الد ڀائڊ سڌانتن ۾ پنڊ (سوڀو) ۽ برهمانڊ (جڳت) جي سنبنڌ، ايشور جي روپ ۽ منش جي آدرش جي سوکم چند ڄاڻ ڪئي ويندي آهي، ۽ ٻئي ڀاڱي جي سڌانتن ۾، مٿي ڏيکاريل منش جي آدرش کي لڀڻ ڪرڻ ڪاڻ، ان لاءِ ڀڃڻ جو رستو (يعني آچار) ٻڌايو ويندو آهي. انهن مان پهرين ڀاڱي يعني لڪتو گيان لسبت شري شنڪر آچاريہ جو چوڻ آهي تہ، (۱) مون، تون ۽ هندي ڏسڻ ۾ ايندڙ هيءَ سنسار، ۽ انجا اپار پدارٿ، سڀ ناسوان ۽ انهيءَ اسٿ آهن. انهن اسٿ پدارٿن جي تهہ ۾ هڪ ڀار برهم ئي ستو آهي، جنهنجي ڪُل يا مايا سان ئي منش کي جڳت

جي ٻڌارڻ جي گهٽي سنڪيا، ۽ انهن جي هڪ ٻئي کان جدا
ٻئي ڏسڻ ۾ اچي؛ (٢) منش جي آتما ۽ واستو ۾ پر برهم رو
آهي؛ ۽ پربرهم جي اهيءَ بنيادي ايڪي کي ڄاڻڻ کانسواءِ منش
جو مُڪت ٿيڻ ناٿٽي آهي. شنڪر آچاريه جي تتو گيان نسبت
انهن سڌانتن کي "آدوئيت مت" چيو وڃي ٿو، جنهن مت ۾
ٿوري ۾ سار هن ريت ٻڌائي سگهجي ٿو ته، پربرهم کان سواءِ
جڳت جو ڪو به ٻاهريون سوتنتر يا بنيادي نه آهي. پر ايتري
۾ ئي شري شنڪرآچاريه جو مت پورو نه ٿي ويو. هنجو ڌرمي
سڌانتن جي ٻئي پاسي يعني آچار نسبت به اهڙوئي اڪاٽ
آتوٽ مت آهي، جهڙو تتو گيان نسبت "ادوئيت مت." هو
"آچار" نسبت يا منش جي آدرش تائين پهچڻ جي رستي نسبت
يعني منش جي آدرش تائين پهچڻ جي رستي نسبت چوي ٿو ته،
جيتوڻيڪ شرتين ۽ سمرتين ۾ من کي شُڌ ڪرڻ لاءِ گرهست آشرم
۾ گهڙڻ هڪ ضروري نيم چيو ويو آهي، تو اهيءَ هوندي به
هميشه ڪرم ڪندو رهڻ بي واجب آهي. ڇاڪاڻ ته ڪرمن مان
جند ڇڏائڻ بنا، مُڪتيءَ جو ملڻ يا گيان جو الپنن ٿيڻ نا ٿٽي
آهي. پنهنجي اهيءَ مت کي سد ڪرڻ لاءِ هو چوي ٿو ته، ڪرم
۽ گيان جو پاڻ ۾ اونده ۽ سوجهري جهڙو وروڌ آهي؛ اهيءَ ڪري
سڀني سنساري ڪرمن ۽ واسنائن کي ڇڏڻ بنا برهم گيان جو الپن
ٿيڻ محال آهي. "آچار" نسبت اهيءَ سڌانت کي "نورتي مارگ"
چيو وڃي ٿو؛ ۽ سڀني سنساري ڪرمن کي ڇڏي سنياس وٺڻ
کي "سنياس نشٺا" يا "گيان نشٺا" ڪري چئجي ٿو. اهڙيءَ ريت
اپنشدن ۽ برهم سوترن تي ڀاشيه لکندي شري شنڪر آچاريه
چيو آهي ته، اهي گرنٿ به سنياس مارگ جا حامي آهن. گيتا
تي ڀاشيه لکندي هو چوي ٿو ته، هيءَ جو گيتا جي چوٿين اڌياءَ
جي سنتهين شلوڪ ۾ چيو ويو آهي ته، "گيان جي اگنيءَ ۾ سڀ
ڪرم سڙي ڀسم ٿي ٿا وڃن،" ۽ وري ساڳئي اڌياءَ جي ٽيٽهين

شلوڪ ۾ چيو ويو آهي ته، ”سڀني ڪرمن جو ڇوڙ گيان ۾ اچي لٿي ٿو“ انهيءَ مان سڌ آهي ته گيتا ۾ ڪرمن جي سنياس ڪي ئي ڪو ٿي ڏئي. مطلب ته شري شنڪر آچاريه پنهنجي سنياس سمپرديه سڌانتن کي پورڻ سڌ ڪرڻ لاءِ گيتا جي ارٿ ڪي خوب مروڙي ان مان ڪم ورتو، يعني ڪانوس اڳ جنهن گيتا کي پرورتي مارڳ جي سڌانت جو منڍ ڪنڊ سمجهيو ويندو هو، تنهن گيتا کي الٽي ارٿ جي ٻئي داهه ۾ ڇڪ تاڻ ڪري شنڪر آچاريه نورتيءَ جي روپ ۾ ڏيکاريو. شنڪر آچاريه کان اڳ ۾ شايد ڪن ودوانن گيتا جو سندس نورتيءَ موجب ارٿ ڪڍيو هجي؛ پر هن وقت تائين انهن جو ڪو به پتو نه پيو آهي. شنڪر آچاريه کان پوءِ سندس پوئلڳن، جهڙوڪ مڌسودن وغيره ودوانن، پنهنجون ٽيڪائون ڪيون؛ پر اهي سڀ شنڪر آچاريه جي ڀاشيه سان ٺهڪي اچن ٿيون؛ انهيءَ ڪري انهن لئي جدا خلاصيءَ طرح لکڻ يا ويچار ڪرڻ اجايو ٿيندو. شنڪر آچاريه جي ڀاشيه کان سواءِ، گيتا لئي هڪ ”پشاچ“ ڀاشيه پڻ آهي؛ جنهن جو رچيندڙ پنڊت هنومان آهي. ڪي ماڻهو انهيءَ پنڊت کي شري رامچندر جي ڪال جو هنومان سمجهن ٿا، پر اهڙي نه آهي. انهيءَ ڀاشيه ۾ پڻ شنڪر آچاريه وانگيان گيتا جو نورتيءَ جي رنگ ۾ رنگيل روپ ڏيکاريو ويو آهي. پروفيسر ميڪسمولر جي ڇپايل ”پوربي بولر اسڪن عي ماليا“ ۾، پنڊت ڪاشي ناٿ تيلنگ جيڪو گيتا جو انگريزي الٿو ڪيو آهي، تنهن ۾ هن ڏيکاريو آهي ته، مٿي ٻڌايل ”پشاچ“ ڀاشيه ۾ ڪيترن هنڌ شنڪر ڀاشيه جا اکر ب اکر لکيا ڏنا ويا آهن.

اتريءَ ڀرت جلدهن گيتا ۾ پرستان ٿريءَ جي ٻين گرنٿن (اپنشدن ۽ برهم سوترن) لئي شري شنڪر آچاريه پنهنجن سڌانتن موجب ڀاشيه ٺهرايا هندو سماج کي ڀاڱ ڏالهن ڇڪڻ آرنڀ ڪيو، تڏهن ٻين ڀاشيه ڪار آچارين ۽ پرچارڪن پڻ هندو سماج لئي پنهنجن مت

جي ڇاپ هڻڻ لاءِ انهن گرنٿن ۾ پنهنجن ويچارن جو رنگ لڳائي
نوان نوان ڀاشيه ڪري ٺاهيا. سنياس مارگ، مايا واد، ۽
ادوئيت مت جي باني وجهندڙ شري شنڪر-آچاريه کان اٽڪل
اڍائي سو ورهيه پوءِ.

## شري رامانج آچاريه

(جنم سنبت ١٠٧٣) وششٽا دوئيت مت جو پرچار ڪيو ۽
انهيءَ پرچار ۾ هن آچاريه به شنڪر آچاريه وانگر گيتا ۽ اپنشدن
وغيره پرستان ترئيءَ جي ٽنهي گرنٿن جي ارٿ ڪري پنهنجن
سدانتن موجب مروڙي سروڙي هندو سماج کي پنهنجي مت
ڏانهن ڇڪي آڻڻ جو يتن ڪيو. هن آچاريه جو چوڻ آهي ته
شنڪر آچاريه جو مايا وادي ۽ ادوئيتي سدانت اڻ پورو آهي.
جيتوڻيڪ جيو، جڳت ۽ ايشور جدا جدا آهن، ته به جيو (چت)
۽ جڳت (اچت) هڪ ئي ايشور جو شرير آهن؛ انهيءَ ڪري چت
اچت شامل ايشور هڪ ئي آهي؛ ۽ ايشور جي انهيءَ سوکم چت،
اچت مان ئي پوءِ استول چت، ارٿات جيو، ۽ اچت، ارٿات جڳت
تيار ٿين ٿا. تتو گيان جي درشٽيءَ سان شري رامانج آچاريه جو
چوڻ آهي ته اهوئي مت (جنهنجو مٿي ورڻن ڪيو ويو) گيتا،
اپنشد ۽ برهم سوترن ۾ ٻڌل بيان ڪيو ويو آهي. اهڙيءَ حالت
۾ جيڪڏهن ائين چئو وڃي ته اڄ ڀاڳوت ڌرم ۾ جو مٿيون
وششٽ ادوئيت مت ڏسڻ ۾ اچي ٿو سو انهن گرنٿن (اپنشدن،
برهم سوترن ۽ گيتا جي رامانجي ٽيڪا) گرنٿن سبب شامل ٿي
ويو آهي ته ڪو وڌاءُ نه ٿيندو. ڇاڪاڻ ته مهاڀارت ۽ گيتا، جي
رامانج آچاريه کان ڪيترين صديون اڳ ٿي چڪا هوا، تنهن ڪيول
ادوئيت سويڪار ڪيو ويو آهي. رامانج آچاريه ڀاڳوت ڌرمي
هو انهيءَ ڪري هنجو ڌيان سياويڪ پرورتي مارگ ڏانهن وڃڻ
گهربو هو؛ پر ان وقت تائين، ڀاڳوت ڌرم جو ڪرم يوگ (پرورتي)
مارگ بلڪل ناس ٿي ويو هو؛ ۽ انجي تتو گيان جي ڀانئي ۾

شلوڪ ۾ چيو ويو آهي ته، ”سڀني ڪرمن جو چوڙ گيان ۾ ئي
ٿئي ٿو.“ انهيءَ مان سڌ آهي ته گيتا ۾ ڪرمن جي سنياس کي
ٽيڪو ٿي ڏني. مطلب ته شري شنڪر آچاريه پنهنجي سنياس
لسبيع سڌانتن کي پورڻ سڌ ڪرڻ لاءِ گيتا جي ارٿ کي خوب
مروڙي ان مان ڪم ورتو، يعني ڪانولس اڳي جنهن گيتا کي پرورتي
مارگ جي سڌانت جو منڊن ڪندڙ سمجهيو ويندو هو، تنهن گيتا
کي انجي ارٿ جي ابج ڏاهر ۽ ڇڪ تاڻ ڪري شنڪر آچاريه
اورٿيءَ جي روپ ۾ ڏيکاريو. شنڪر آچاريه کان اڳ به شايد ڪن
ودوانن گيتا جو سنڌس اورٿيءَ موجب ارٿ ڪيو هجي؛ پر
هن وقت تائين انهن جو ڪو به پتو نه پيو آهي. شنڪر آچاريه کان
پوءِ سنڌس پوئلڳن، جهڙوڪ مڌسودن وغيره ودوانن، پڻ
به ٽيڪاون ڪيون؛ پر اهي سڀ شنڪر آچاريه جي ڀاشيه سان
ٺهڪي اچن ٿيون؛ انهيءَ ڪري انهن لاءِ جدا خلاصيءَ طرح لکڻ
يا ويچار ڪرڻ اجايو ٿيندو. شنڪر آچاريه جي ڀاشيه کان سواءِ،
گيتا لاءِ هڪ ”پئشاچ“ ڀاشيه پڻ آهي؛ جنهنجو رچيندڙ پنڊت
هنومان آهي. ڪي ماڻهو انهيءَ پنڊت کي شري رامچندر جي
ڪال جو هنومان سمجهن ٿا، پر ائين نه آهي. انهيءَ ڀاشيه ۾ پڻ
شنڪر آچاريه واڱيان گيتا جو اورٿيءَ جي رنگ ۾ رنگيل روپ
ڏيکاريو ويو آهي. پروفيسر ميڪسمولر جي ڇپايل ”پوربي بولر
پستڪن جي مالها“ ۾، پنڊت ڪاشي ناٿ تيلنگ جيڪو گيتا جو
انگريزي الٿو ڪيو آهي، تنهن ۾ هن ڏيکاريو آهي ته، مٿيان
”پئشاچ“ ڀاشيه ۾ ڪيترن هنڌ شنڪر ڀاشيه جا اکر به اکراکر
ڏنا ويا آهن.

اهڙيءَ ريت جڏهن گيتا ۽ پرستان ترئيءَ جي ٻن گرنٿن (اپنشدن
۽ برهم سوترن) تي شري شنڪر آچاريه پنهنجن سڌانتن جي
ٽيڪا ڪري هندو سماج کي پاڻ ڏانهن ڇڪڻ آرنڀ ڪيو، تڏهن
ٻين متن جي آچارين ۽ پرچارڪن پڻ هندو سماج تي پنهنجي متن

جي ڇاپ هيٺ لاءِ انهن گرنٿن تي پنهنجن ويچارن جو رنگ لڳا
نوان نوان ڀاشيہ ڪرڻ آرنڀ ڪيا. سنياس مارگ، مايا واد،
ادوئيت مت جي باني وجهندڙ شري شنڪر-آچاريہ کان اڳ
اڍائي سو ورهيہ ٿيو.

## شري رامانج آچاريہ

(جنم سنبت ١٠٧٣) وششٽا دوئيت مت جو پرچار ڪيو،
الهيءَ پرچار ۾ هن آچاريہ بہ شنڪر آچاريہ وانگر گيتا ۽ اپنشدن
وغيره پرستان ترئيءَ جي ٽنهي گرنٿن جي ارٿ ڪري پنهنجن
سڌانتن موجب مروڙي سروڙي هندو سماج کي پنهنجي مت
ڏانهن ڇڪي آڻڻ جو يتن ڪيو. هن آچاريہ جو چوڻ آهي تہ
شنڪر آچاريہ جو مايا وادي ۽ ادوئيتي سڌانت اڻ پورو آهي.
جيتوڻيڪ جيو، جڳت ۽ ايشور جدا جدا آهن، تہ بہ جيو (چت)
۽ جڳت (اچت) هڪ ئي ايشور جو شرير آهن؛ الهيءَ ڪري چت
اچت شامل ايشور هڪ ئي آهي؛ ۽ ايشور جي الهيءَ سوکم چت،
اچت مان ئي پوءِ استول چت، ارٿات جيو، ۽ اچت، ارٿات جڳت
تيار ٿين ٿا. تتو گيان جي درشٽيءَ سان شري رامانج آچاريہ جو
چوڻ آهي تہ اهوئي مت (جنهنجو مٿي ورڻن ڪيو ويو) گيتا،
اپنشد ۽ برهم سوترن ۾ پڻ بيان ڪيو ويو آهي. اهڙيءَ حالت
۾ جيڪڏهن ائين چيو وڃي تہ اڄ ڀاڳوت ڌرم ۾ جو مٿيون
وششٽ ادوئيت مت ڏسڻ ۾ اچي ٿو سو انهن گرنٿن (اپنشدن،
برهم سوترن ۽ گيتا جي رامانجي ٽيڪا) ڪري گرنٿن سبب شامل ٿي
ويو آهي تہ ڪو وڌاءُ نہ ٿيندو. ڇاڪاڻ تہ مهاڀارت ۽ گيتا، جي
رامانج آچاريہ کان ڪئين صديون اڳ ٿي چڪا هوا، تنهن ڪري ڪيول
ادوئيت سويڪار ڪيو ويو آهي. رامانج آچاريہ ڀاڳوت ڌرمي
هو الهيءَ ڪري هنجو ڌيان سياوڪ پرورتي مارگ ڏانهن وڃڻ
ضرور هو؛ پر ان وقت تائين، ڀاڳوت ڌرم جو ڪرم يوگ (پرورتي)
مارگ بلڪل ناس ٿي ويو هو؛ ۽ اهي تتو گيان جي ڀانگي ۾

وشِشٽ اَدوَيت ۽ آچار جي پالڳي ۾ ڀڳتي اُچي وئي هئي. اهن سڀن ڪري ئي رامانج آچاريه، جوي لوڪ، جيتوڻيڪ گيتا ۾، گيان، ڪرم ۽ ڀڳتي اهي ٽئي آيل آهن، تہ ان ۾ لتو گيان جي درشٽيءَ سان وشِشٽ اَدوَيت، ۽ آچار جي درشٽيءَ سان ڀڳتيءَ لي ئي زور ڏنو ويو آهي؛ باقي ڪرم لشتا (ڪرم يوگ) ڪا نرالي شيءِ نہ آهي، بلڪ هوءَ گيان همه ڪرڻ جو هڪ اُپاءُ آهي. اتڙيءَ ريت رامانج آچاريہ شنڪراچاريہ جي "ادوَيت مت" جي بدلي "وشِشٽ ادوَيت" ۽ "سنياس" جي بدلي "ڀڳتي" نہ رکي، پر انهيءَ ڪري سمرلين جو ڪرم يوگ لسبت سڏالت ڪجهه ڪمزور لي ٿيو، جنهن ڪري رامانج آچاريہ کي بہ اسين سنياس مارڳين ۾ ڳڻيندا سون. جاڪاڻ تہ سنڌ مِس چوڻ آهي تہ ڪرمن رستي مِن حب شڌ لي وڃڻ لي، سنسار کي طلاق ڏيئي ڪرشڻ (ڀڳوان) ڀڳتيءَ ۾ لڳي وڃجي. پس انهيءَ سبب ئي هن آچاريہ جي آچار وارو پالڪو بہ وري شنڪر آچاريہ جي سنياس مارڳ سان وڃي لو ملي. رامانج آچاريہ کان پوءِ هڪ نئون پنٿ لڪتو جنهن جو اهو مت هو تہ، پرابرهم ۽ جيو کي ڪن ڳالهين ۾ جدا ۽ ڪن ۾ گڏ سمجهڻ بہ واجب آهي. ٻنهين کي هڪ ٻئي کان ٻنهہ ليارو سمجهڻ گهرجي؛ ڇاڪاڻ تہ انهن جو ڪنهن بہ اوستا ۾ انڪو اٿو ئي سگهي. انهيءَ مت کي "دوئيت مت" ڪري چون ٿا. هن مت جي پالي وجهندڙ جو نالو آهي .

## شري ماڌو آچاريہ

ڪن جو چوڻ آهي تہ هيءَ آچاريہ سنبت ١٢٥٥ ۾ سرڳ لوڪ پڌاريو. پر ڊاڪٽر ڀانڊارڪر جو تازو "ويشنو شئو ۽ ٻيا پنٿ" نالي پستڪ لکيو آهي، لنهنبر هن، پترن لي آڪريل ليڪن حي لپاس ڪري سڌ ڪيو آهي تہ ماڌو آچاريہ جو وقت سنبت ١٢٥٤ کان ١٣٣٣ آهي. هن آچاريہ جو چوڻ آهي تہ، اپنشد، ويدانت سوتر، ۽ گيتا "دوئيت" مت ۾ آهن. هنجو گيتا لسبت اهو بہ

رايو آهي ته، گيتا ۾ نشڪام ڪرم لسبت ڪجهه بيان ٿيل برابر آهي؛ پر اهو ڪيول هڪ ساڌن طور ٻڌايو ويو آهي؛ باقي منش جو آخرين آدرش ڀڳتي ئي آهي. ڀڳتيءَ جي سڌ ليڻ لئي ڪرم ڪرڻ يا نه ڪرڻ ٻئي برابر آهن. گيتا ۾ جو هڪ هنڌ ائين چيو ويو آهي ته ”ڀڳتيءَ کان نشڪام ڪرم وڌيڪ لاڀ ڏيندڙ آهي؛“ تنهن لسبت هن آچاريه جو چوڻ آهي ته اهي واڪيه اکر به اکر سچا نه سمجهڻ گهرجن. هن آچاريه کانپوءِ

## شري والڀ آچاريه

(جنم سنبت ١٥٣٦) جو پنٿ شروع ٿيو. رامانج ۽ مادو آچاريه جيان هيءَ آچاريه پڻ ”وشنو پنٿ“ جو آهي؛ پر جيو، جڳت ۽ ايشور لسبت هن جو رايو ”وششٽ ادويت“ ۽ ”دويت“ مت کان ليارو هو. هن آچاريه جو چوڻ آهي ته، مايا کان ڇٽل جيو ۽ پربرهم هڪ آهن ٻه نه. اهيءَ سبب هن مت کي ”شد ادوئيت“ چيو ٿو وڃي. هن جو چوڻ آهي ته جيو باهه جي چڻنگ وانگر ايشور جو هڪ انش آهي. مايا سان ڇاليل سنسار ڪوڙ نه آهي. مايا، ايشور جي اڇا موجب جدا ٿيل هڪ شڪتي آهي، ۽ مايا جي چار ۾ اٽڪيل جيو، ايشور جي ڪرپا کان سواءِ مڪت ٿي نٿو سگهي. هن مت کي ”پشٽي مارگ“ به چيو ٿو وڃي. هن آچاريه جو چوڻ آهي ته شري ڪرشڻ، ارجن کي ٿورياڻي ڪرم يوگ ۽ سانکيه گيان جو اپديش ڪيو، پر ليڪ ڪيس ڀڳتيءَ جو امرت رس پياري، تاري ڇڏيو. هيءَ جو گيتا ۾ هڪ هنڌ چيو ويو آهي ته ”هي ارجن! سڀني ڌرمن (ڪمالن) کي ڇڏي، تون منهنجي شرڻ ۾ اچ“ اهيءَ مان مٿيون آچاريه، ڀڳتيءَ جو مطلب ٿو ڪڍي؛ ۽ اهيءَ سبب ئي هن گيتا جي ارٿ لسبت پنهنجو اهو رايو ڏنو آهي ته، گيتا، لوڪن جي ”پشٽي مارگ“ واريءَ ڀڳتيءَ جي سڌانت کي ٽيڪو ٿي ڏئي. اهيءَ پنٿ کانسواءِ.

## نمبارڪ آچاريہ

جو هلايل هڪ ٻيو بہ ونشنو پنٿ آهي، جنهن ۾ راڌا ڪرشن جي ڀڳتيءَ لاءِ خوب زور ڏنل ويو آهي. ڊاڪٽر ڀانڊارڪر جي چئي موجب هيءَ آچاريہ رامانج آچاريہ کان پوءِ ۽ مادو آچاريہ کان اڳ پيدا ٿيو هو. هن آچاريہ جو وري چوڻ آهي تہ جيو، جڳت ۽ ايشور جيتوڻيڪ الڳ الڳ آهن، پر جيو ۽ جڳت جي هلڻ چلڻ ۽ هستي، ايشور جي اڇا تي مدار آهي. ايشور ۾ ئي جيو ۽ جڳت جا سوکشم تتو موجود آهن. هن آچاريہ بہ پنهنجي گرنٿ کي سچي ۽ بنيادي سڌ ڪرڻ لاءِ برهم سوترن تي جدا ڀاشيہ لکندي ان جي ارٿ کي پنهنجي مت جي سدانتن سان پورو ظاهر ڪيو آهي. هن پنٿ جي هڪ پوئلڳ ڪشميري ڀٽاچاريہ گيتا تي "تتو پرڪاشڪا" نالي ٽيڪا لکي آهي، جنهن ۾ پنهنجي آچاريہ جي مت کي ٽيڪو ڏنو ٿي. هن مت کي "دويتا دويت" جي نالي سان سڏيو آهي. مٿين بيان مان سڌ آهي تہ اهي پنٿ شري شنڪر آچاريہ جي مايا وادي سدانت جي ورود ڪرڻ لاءِ پيدا ٿيا. انهن سڀني جو چوڻ آهي تہ سنسار ۾ جا شيءِ ظاهر ڏسڻ يا معلوم ڪرڻ ۾ اچي ٿي، سا شنڪر آچاريہ جي مت وانگر مايا يعني ڪوڙي نہ ٿي چئي سگهجي، جاڪاڻ تہ شنڪر آچاريہ جي سدانت مڃڻ سان تہ ظاهري ڪرشن ڀڳتي بہ ڪوڙي ٿي پوندي. پر ائين نہ آهي، جڳت کي شنڪر آچاريہ جي چئي موافق مايا سمجهڻ بہ ڀڳتي مارڳ لاءِ هلي سگهندي. تنهن جا ڳالهہ مهاراشٽري نہ، بلڪ ٻين ديشن جي بہ سادن ۽ سنتن جي جيونن ڏسڻ سان چڱيءَ پر معلوم ٿي سگهندي. انهيءَ کان سواءِ هيءَ ڳالهہ بہ سڌ ٿئي ٿي تہ ڀڳتي مارڳ شري شنڪر آچاريہ جي مت کان بہ جهونو آهي. هن مت جي پوئلڳن شنڪر آچاريہ جي ڪن سدانتن، جهڙوڪ ادويت واد، مايا جو ڪوڙو هجڻ ۽ ڪرم کي تياڳ ڪرڻ جي ضرورت وغيره کي بہ مڃيو آهي. انهيءَ ڀڳتيءَ

مارڳ جو اھو ، چوڻ آھي تہ موکہ حاصل ڪرڻ لاءِ ڀڳتي ئي ھڪ سولو اُپاءُ آھي. گيتا ۾ ڀڳوان، ارجن کي چيو آھي تہ، "اويڪت (اڻ ڏٺو) برھم ۾ من کي لڳائڻ ڏاڍو ڏکيو آھي،" وري اڳتي ھلي چيو اٿس تہ "منھنجا ڀڳت ئي مون کي پيارا آھن." انھيءَ ڪري مٿي ذڪر ڪيل ڀڳتي مارڳن جو چوڻ آھي تہ گيتا ۾ آدونيڪ ڪڏيل ڀڳتي مارڳ جو ئي بيان ٿيل آھي. مرھٽيءَ ڀاشا ۾ اڄ گيتا تي "گيانيشوري" ٽيڪا سڀ کان اهم سمجھي وڃي ٿي. انھيءَ ٽيڪا ۾ چيو ويو آھي تہ، گيتا جي ارڙھن ڇهن ادھيائن ۾ ڪرم، وچن ڇهن ۾ ڀڳتي، ۽ پوئين ڇهن ادھيائن ۾ گيان جو بيان ڪيو ويو آھي. جيتوڻيڪ ھن گيتا جي ٽيڪا ڪندڙ گيانيشور مھاراج پنھنجي گرنٿ جي آخر ۾ لکيو آھي تہ، مون شري شنڪر آچاريہ جي مٿي موجب ٽيڪا ڪئي آھي؛ پر اسانجي ويچار ۾ ھوءَ ھڪ سوتنتر ٽيڪا آھي. انھيءَ ٽيڪا ۾ سولن ۽ سھڻن مثالن سان گيتا جي معنيٰ جي اھڙي سمجھاڻي ڏنل ويئي آھي جو، ڪن ڪن ھنڌ تہ شنڪر آچاريہ جي ڀاشيہ کان بہ گھڻو ڪٿي ويئي آھي. پر ھيءَ ڳالھہ بہ وسارڻ نہ گھرجي تہ، گيانيشور مھاراج بہ گيتا جي ارٿ کي گھڻو تاڻڻ ۾ ڪا ڪسر نہ رکي آھي. ھو خود يوگي پرش ھو، تنھنڪري سڀاويڪ ھو جي ويچارن، پتنجل يوگ ڏانھن لاڙو ٿي ڪيو. گيانيشور مھاراج پنھنجي ٽيڪا ۾ لکي ٿو تہ، ھيءَ جو ١٦. ادھيائ جي ٣٦ شلوڪ ۾ شري ڪرشڻ، ارجن کي چيو آھي تہ "انھيءَ ڪري ھي ارجن! تون يوگي ٿيءُ" تنھن مان ظاھر آھي تہ گيتا يوگ ابياس تي ئي زور ڏني ٿي. ھن مھراج جو اھترو بہ چوڻ آھي تہ سڀني مارگن ۾ يوگ ابياس جو مارڳ ئي اهم آھي. انھيءَ ڪري ھن پنھنجي معنيٰ کي "پنٿ راج" نالو ڏنو آھي. مطلب تہ جدا جدا پنٿن جي آچارين، گيتا جي مرم کي، خوب پنھنجي پنھنجي رستي ئي گھليو آھي؛ ۽ ھر ھڪ پنٿ جو اھو ئي چوڻ آھي تہ گيتا جي مکيہ وشيہ، ڪرم يوگ نہ آھي. پر ڪرم يوگ

فقط گيان حاصل ڪرڻ جو هڪ رستو آهي، جنهنجو گيتا ۾ مختصر بيان ڏنل ويو آهي. گيتا ۾ اسانجي مت موافق ني ليتو گيان جو ورڻن ڪيو ويو آهي ۽ اساجي پنٿ جي نظر ۾ جو آچار، موکيہ جو ذاڪو سمجهيو ويو آهي، اهوني گيتا ۾ پرڻ ٻتايو ويو آهي. مطلب تہ هرهڪ ودوان، آچاري ۽ پنڊت پنهنجو ئي سر آلاپيو آهي. اهو نہ فقط اسانجو رايو آهي، پر مهاراشٽر جي مشهور ڪوي، وامن پنڊت بہ، پنهنجي گيتا جي "يٿارٿ ديپڪا" نالي ٽيڪا جي منڍ ۾ ئي لکيو آهي تہ "هي ڀڳوان! هن ڪلجگ ۾ جنهنکي جيڪي پيو سمجهہ ۾ اچي، سو ان موافق ئي پيو گيتا جو مطلب ڪڍي." وري اڳتي هلي ساڳيو پنڊت شڪايت طور لکي ٿو تہ "هي پرماتما! سڀني ماڻهن، ڪنهن نہ ڪنهن سبب، گيتا جو من موافق ئي ارٿ ڪڍيو آهي، پر الهن جو ڪڍيل مطلب مونکي پسند نہ آهي." اهڙيءَ ريت گيتا جون جدا جدا سمجهاڻيون ڏسي ڪن ماڻهن پنهنجو اهو رايو ڏنو آهي تہ، جيستاءِ سڀ پنٿ هڪ ٻئي جي ورڌ آهن، ۽ گيتا جو هڪ ارٿ نٿو ڪڍيو وڃي، ليستاءِ انهن ئي مڃيو ويندو تہ، الهن سڀني موکيہ جي مارگن جي (جهڙوڪ تہ ڪرم، گيان ۽ ڀڳتيءَ جي) الڳ الڳ سمجهاڻي ڏيئي، شري ڪرشن، ارجن کي لڙائي ڪرڻ جو اپديش ڏنو. ڪن جو رايو آهي تہ ڪرم، گيان ۽ ڀڳتيءَ جو الڳ الڳ بيان نہ ڪيو ويو آهي، پر الهن سڀني جو گيتا ۾ اڪو ڪيو ويو آهي. وري آخر ۾ ڪن ماڻهن جو چوڻ آهي تہ، گيتا ۾ بيان ڪيل برهم گيان جيتوڻيڪ ڏسڻ ۾ رواجي آهي، پر آهي ڪوڙهو، جو گروءَ جي سهائتا بنا نٿو سمجهي سگهجي.

متين بيان مان صاف ٿي ويو تہ گيتا جو هن وقت تائين ڪيترو ارٿ سمجهيو ويو آهي. خود مهاڀارت جي رچيندڙ، گيتا جو مطلب ڀاڳوت ڌرم موجب يعني پرورتي مارڳہ ڪڍيو آهي، پر وري ٻئي طرف ڪن آچارين، پنڊتن، يوگين ۽ ساڌن ڪي گيتا مان

نورتي مارگ جي پوڻ آئي آهي. انهن جدا جدا رائن ۽ جدا جدا
سمجهاڻين کي ڏسي، ڪو منش پڇي سگهي ٿو ته ڇا هڪ گيتا
مان ايترا مطلب نڪري سگهن ٿا؟ انهيءَ جو سبب ڇا؟ انهيءَ
۾ ته ڪو شڪ ڪونهي ته مٿي ورتل ڪيل پنٿن جا آچاريه ۽
پنڊت وڏا ودوان ۽ سشيل پڻ هوا؛ انهن مان شري سوامي شنڪر
آچاريه لنبعه جيڪڏهن ائين چئو وڃي ته هن جهڙو اڄ تائين سڄيءَ
دنيا ۾ ڪو مها تتو گياني پيدا نه ٿيو آهي، ته ڪو وڌاءُ نه ٿيندو.
پوءِ هن سوال آهي ته انهن ودوانن ۾ ايڏو وروڌ ڇو ٿيو؟ گيتا ڪو
اهڙو گرنٿ نه آهي جنهن مان من موافق جدا جدا مطلب نڪري
سگهي. مٿين پنٿن جي پيدا ٿيڻ جو جنهن وقت ڪنهن کي سپني
۾ به ويچار نه هو، الوقت ٿي گيتا پڙهڻ کي ويئي هئي. انهيءَ
ڪانسواءِ ڀڳوان ارجن کي پاري ڀرم مان ڪڍڻ لاءِ ٿي اهو اپديش
ڏنو هو، نه انهيءَ لاءِ ته انجو ڀرم وڌي وڃي. تنهن حالت ۾ ان
اپديش مان هڪ ئي نشچيه ارٿ نڪرڻ گهرجي، پوءِ هيڏي
گهمسان پيدا ٿيڻ جو ڪهڙو سبب آهي؟ جيتوڻيڪ اهو سوال
بلڪل ڏکيو آهي، پر انجو جواب ڏيڻ اهڙو ڏکيو نه آهي. جئن
ته ڪنهن سهڻي ۽ اُبر پڪوان کي ڏسي، ڪنهن چيو ته هو ڪڻڪ
جو ٺهيل آهي، ڪنهن چيو ته کنڊ جو ته وري ڪنهن چيو ته ائين
نه آهي، هو ڪڻڪ مان تيار ڪيو ويو آهي؛ اهڙيءَ حالت ۾
اسين ڪنهن کي اڻ پورو چئون؟ پنهنجي پنهنجي ويچار موجب
هو سڀ ٺيڪ هئا. پر ايتري هوندي به اڃان اها ڳالهه صاف نه
ڪئي ويئي، ته اهو خاص پڪوان ڪهڙيءَ شيءِ مان تيار ڪيو
ويو. ڪڻڪ کنڊ ۽ گيهه مان گهڻن ئي نمونن جا پڪوان ٺهن ٿا؛
پر مٿين حاضر پڪوان جو فيصلو ڪيول ايتري چوڻ مان نه ٿي
سگهندو ته، هو گهڻي گيهه، گهڻي کنڊ يا گهڻيءَ ڪڻڪ جي پاڻيءَ
مان تيار ڪيو ويو آهي. اهڙي ريت پراڻن ۾ هڪ ڪٿا آئي آهي،
ته ديوتائن ۽ ديتن جي گڏجي سمنڊ ولوڙڻ وقت، ڪنهن کي امرت

ڪنکي زهر، ڪنکي لڪشمي، ڪن کي هالي، ڪنکي مٽي
ڪنکي ٻار ٻچاسه جو ورکم، اهڙيءَ ريت جدا جدا شيون مليون
۽ اهيءَ هولدي ٻ، سمنڊ جي اصل روپ جو پتو لڳو ٻوي،
ساڳيءَ ريت، گيتا جي سمنڊ کي ٻکم ٻاسه جي لڳو سان ولوڙيندڙ
نيڪا ڪارن کي ٻ گيتا جي لڳو گهالي سمنڊ جو ٻورو پتو لڳو ٻڃي
سگهي. جنهن وبل شري ڪرشڻ، ٻهنجي مامي راجا ڪنس کي
مارڻلاءِ لڙائيءَ جي ميدان ۾ آيو، لنهن وبل هو حاضر ٻن کي، سندن
جدا جدا ڀاءِ هئڻ سبب، جدا جدا روپ ۾ ڏسڻ ۾ آيو. جئن
ڌ ٻهادرن کي وجر (هڪ خوفناڪ هٿيار) مثل، استرين کي ڪامديو
مثل، ۽ ٻهنجي ماءُ ٻيءَ کي ٻٽ مثل. اهڙيءَ ريت گيتا جي
هڪ روپ هولدي ٻ اها گيتا جدا جدا مسه وارن کي، سندن
مالڪ ڀاو موجب، جدا جدا روپ ۾ ڏسڻ ۾ آئي. ڪنهن ڌ
مسه کي ولي، ڏسڻ ۾ ايندو ڌ، الڪي رواجي طور ۾ ماڻڪ گرلڻ
جي ضرور ٻولواري ڪرڻي ٻوي ٿي؛ يعني اهيءَ مسه کي، الهن
۾ ماڻڪ گرلڻ جي آڪيا موافق ٿي هلڻو ٻوي ٿو. جن گرلڻ جو
عام ماڻهن جي دلين ٿي ڪنهن ٻ ريسه ۾ ڀاءُ وبٺل آهي. اهوئي
سبب آهي جو اسالجي ويدڪ ڌرم جي ڪيترين شاخائن هولدي
ٻ، ڪن خاص ڳالهين ڪالسواءِ (جئن ڌ جيو، جڳت ۽ ايشور جو
لاڳاپو) باقي سڀ ڳالهيون هر هڪ شاخ يعني پنٿ ۾ هڪ جهڙيون
مڃيون وڃن ٿيون؛ ۽ اهيءَ ڪري اسالجن ڌرمي گرلڻ ٿي
جي جدا جدا پنٿن جون ٽيڪائون لڀل آهن، لڻ ۾ اوب ٿي
صديءَ کان ٻ وڌيڪ شلوڪن جو ارت هڪ جهڙو ئي ڪيو ويو
آهي. جبڪلڊهن الهن باقي رهيل، يعني انڪل ڏهه ٿي صدي
شلوڪن جو سڌو ساڌو ارت ڪيو وڃي، ڌ اهو شايد سڀني پنٿن
جي فائدي ۾ ڌ وڃي. بس اهيءَ سبب ڪري ٿي، جدا جدا
پنٿن جا آچاريہ الهن باقي بچيل شلوڪن مان، پنهنجي
مطلب وارن شلوڪن کي مکيہ سمجهي؛

ورتَ شلوڪن جي ارٿ کي ڇڏي ڏاهي، عام ماڻهن کي، پنهنجي
طرف ڇڪڻ لاءِ انهن ڏيکارڻ گهرندا آهن ته اهي شلوڪ سندن مت
جي پٺڀرائي ڪن ٿا. پڙهندڙن کي هاڻي جلد ئي اها ڳالهه ڌيان
۾ اچي ويندي ته پکيہ پاٽ جي درشٽيءَ سان، ڪنهن گرنٿ
جي هڪ طرفي يا لنگڙي معني ڪيڻ، ۽ پڻ ڪنهن پنٿ جي
پکيہ پاٽ ڪئي، ڪنهن گرنٿ جي معني ڪيڻ، اهي
ٻئي جدا جدا چارا آهن.

## گيتا جي سچي ارٿ جي تپاس جا نيم

هاڻي سوال آهي ته، جيڪڏهن مٿين پنٿن جي ٽيڪائن يا
ڀاشين مان گيتا جي سچي ارٿ کان لتو واقف ٿي سگهجي ته پوءِ
پيو ڪهڙو اپاءُ آهي جنهن مان اسانکي گيتا جي سچي مرم جي
خبر پوي. انهيءَ سوال لسبت، جيڪڏهن اسين ميمانسڪن جي
بدايل نيمن سان، گيتا جي تپاس ڪنداسين، ته پوءِ گيتا جي سچي
مرم کان واقف ٿي سگهبو. انهن ميمانسڪن جو چوڻ آهي ته ڪنهن
۽ گرنٿ يا ليک جي سچي ارٿ سمجهڻ لاءِ، ست نيم مقرر ٿيل
آهن. پهريون گرنٿ جي منڍ جي جاچ ۽ ٻيون انهيءَ پڇاڙيءَ جي
جاچ. هر هڪ ليکڪ، اڳيئي پنهنجي من ۾ ڪو خاص مطلب رکي،
انتي گرنٿ لکڻ شروع ڪندو آهي؛ ۽ ان مطلب جي پوري
ٿيڻ تي هو اهو گرنٿ پورو ڪندو آهي. انهيءَ ڪري، جو مطلب
منڍ ۾ ظاهر هوندو آهي، سو پڇاڙيءَ ۾ ٻيڻ ڏسڻ ۾ ايندو آهي؛
تنهن لاءِ، ڪنهن ۽ گرنٿ جي مطلب سمجهڻ يا جاچڻ لاءِ، ان
گرنٿ جي منڍ ۽ پڇاڙيءَ تي نظر رکڻ ضروري آهي. جاميٽريءَ
۾ سڌيءَ ليک جي اها سمجهاڻي ڏني وئي آهي ته، جا ليک
هڪ مقرر ڪيل پڙيءَ کان، ٻيءَ پڙيءَ ڏاءِ سڌي وڃي، ۽ ڪنهن
طرف ڏنگي نه ٿئي انکي سڌي ليک ڪري چئبو. گرنٿ جي
مطلب ڪيڻ لاءِ ۽ انهيءَ مثال کي ڪم آڻڻ گهرجي. جو ارٿ،
گرنٿ جي منڍ ۽ پڇاڙيءَ ۾ جهلڪندو هجي، سوئي ان گرنٿ

جو سڏ ۽ سولو مطلب سمجھڻ گھرجي ۽ جيڪڏهن منڍ کان
پڄاڙيءَ تائين وڃڻ لاءِ ڪٿي ٻيو رستو نه هجي، ته به الڪي ڏکيو
رستو ئي سمجھڻ گھرجي. اهڙيءَ ريت، گرنٿ جي منڍ ۽ پڄاڙيءَ
جي لپاس بعد ڏسڻ گھرجي ته ان گرنٿ ۾ ڪهڙيءَ ڳالھ جو
گھڻو بيان ڪيو ويو آهي. انهيءَ ٻئين نمبر کي سنسڪرت ۾ "ابهاس"
چيو ٿو وڃي؛ ڇاڪاڻ ته گرنٿڪار کي جا ڳالھ سڌ ڪرڻي هوندي
آهي، تنهنڪري، ٻيا ٻيا پرماڻ ۽ ثابتيون ڏيئي وري وري بيان
ڪندو آهي ۽ انهن ڪندي هو اهڙي شبد ڏيئي ذري ذري ڪم
۾ آڻيندو آهي ته "انهيءَ ڪري فلاڻي ڳالھ سڌ ٿي" ۽ "انهيءَ
ڪري فلاڻو ڪم ڪرڻ واجب آهي" وغيره. گرنٿ جي ٽئين
سمجھڻ لاءِ چوٿون نمبر آهي "وشيشتا" (خاصيت)، يا "نئين ڳالھ"
۽ پنجون نمبر آهي "ڦل" يا نتيجو. ڪو به گرنٿڪار، جنهن ويل
ڪجھ لکڻ شروع ڪندو آهي، ان ويل ڪنهن نه ڪنهن نئينءَ
ڳالھ کي ظاهر ڪرڻ جي ئي سندس مراد هوندي آهي. اها ڳالھ
گھڻو ڪري انهيءَ سمي ۾ نظر ايندي هئي، جنهن سمي ۾ ڇاپخاني
جو رواج اڃان پيل نه هو. انهيءَ ڪري ڪنهن گرنٿ جي مطلب
مقرر ڪرڻ کان اڳ ڏسڻ گھرجي ته اهو ٻين گرنٿن کان ڪهڙي
وشيشتا (خاصيت) رکي. وٺي آهي، يا ان ۾ ڪهڙيءَ نئين ڳالھ
جو ورڻن ڪيو ويو آهي. انهيءَ کان سواءِ، ان گرنٿ يا ليک مان
پيدا ٿيندڙ نتيجي يا ڦل تي پڻ ڌيان ڏيڻ گھرجي. ڇاڪاڻ ته
ڪنهن نتيجي ڏيکارڻ لاءِ ئي اهو گرنٿ يا ليک لکيو ويندو آهي؛
جنهن ڪري ان نتيجي تي ڌيان ڏيڻ سان ئي گرنٿڪار جي من
جي مراد سمجھي سگھبي. اهڙيءَ ريت گرنٿ جي نتيجي ڪڍڻ
لاءِ ڇهون نمبر "ارٿ واد" ۽ ستون نمبر "اپپتي" آهي. ڪڏهن
ڪڏهن گرنٿڪار موقعي موافق ٻين ٻين ڳالهين جا پرماڻ ڏيئي
پنهنجيءَ ڳالھ کي صاف ۽ ثابت ڪندو آهي. يا پنهنجي وروڌ ڌر
جون چوڻيون ڏيکاري پنهنجو طرف مضبوط ڪندو آهي، انهيءَ

ڪي سنسڪرت ۾ ارٿ واد چيو آهي. باقي ستون ليکو ڏنو آهي.
وڌڪ دليلن کي ڏاهي، ۽ پنهنجي طرف جي دليلن کي لڙڪ رستي
سڌي سنئين ڪري ڏيکارڻ کي، اپپتي چئو ٿو وڃي.

## گيتا جو سچو مرم ظاهر ڪرڻ

هاڻي سوال آهي ته ڇا، جن جن پنٿ جي آچارين ۽ پنڊتن
گيتا وغيره تي ڀاشيه لکيا، سي انهن سڀني نيمن
کان اڻ ڄاڻ هوا؟ جيڪڏهن نه، ته پوءِ انهن جو ڪڍيل ارٿ
اڻ پورو ڪيئن چئي سگهبو؟ اهي سوال جي جواب ۾ ايترو ئي
چئي سگهجي ٿو ته، جنهن جي نظر هڪ پيرو تنگ ٿي ڪن مقرر
خيال ويچارن اندر محدود ٿي ويندي آهي، سو وري پنهنجي
نشچت (مقرر) ڪيل حد کان اڳري آزاد ٿيڻ پسند نه
ڪندو آهي؛ ۽ اهڙيءَ نيچ حالت ۾ هوائين ٿي نسد ڪرڻ گهرندو
آهي ته سڀ جهونا ڌرمي گرنٿ سندس سڌانتن جي پنيرائي
ڪن ٿا. اهڙيءَ ريت جڏهن هو ڪيول پنهنجي مت کي ئي سچو
سمجهڻ لڳي ٿو؛ بلڪ ڌرمي گرنٿن کي به پنهنجي مت پٺيان
گهلڻ جو يتن ڪري ٿو تڏهن متين نيمن اناڙڻ جي ڪيس ڪا
پرواهه نه ٿي رهي. ۾ ياد رکڻ گهرجي ته اها حالت ڪيول اسان جي
هندو ڌرم جي ئي نه آهي. ڪرستاني ڌرم جي مکيه گرنٿ
يعني بائيبل ۽ مسلمانن جي قرآن مان به، سندن ڌرم جي جدا جدا
متن وارن جدا جدا ارٿ ڪڍيا آهن. عيسائين جو جهوني بائيبل
نسبت اڪنل ارٿ، يهودين جي ڪڍيل ارٿ کان نرالي نموني
جو آهي. مطلب ته جيڪڏهن هڪ پيرو به، ڪنهن گرنٿ جو ارٿ
پنهنجي مت موافق سمجهڻ ۾ ايندو آهي ته پوءِ ان گرنٿ جي
معني بلڪل تنگ ٿي پوندي آهي. اڄ ڪلهه جا وڏا وڏا قاعدي
دان وڪيل ۽ جج، پرائين ئي پرمانڪ قانوني گرنٿن ۽ فيصلن
جي ارٿ ڪرڻ ۾ جا کيچ تاڻ ڪندا آهن، تنهن جو اندازو لڳائي
به اهو ٿي آهي. جيڪڏهن رواجي عام ڳالهين ۾ به اهڙيءَ ريت

جو سڌو ۽ سولو مطلب سمجهڻ گهرجي ۽ جڏهن مدي کان
ٻاهرين لاءِ وڃڻ لاءِ کٽي پيو رستو نه هجي، ته به الڪي ڏکيو
رستو سمجهڻ گهرجي. اهڙيءَ ريت، گرنٿ جي مدي ۽ ٻاهرين
جي ڀيٽ بعد ڏسڻ گهرجي ته، ان گرنٿ ۾ ڪهڙيءَ ڳالهه جو
ٺيٺو بيان ڪيو ويو آهي. اهڙيءَ نمونن کي سنسڪرت ۾ "ابياس"
چيو ويو آهي، چاڪاڻ ته گرنٿڪار کي جا ڳالهه سڌ ڪرڻي هوندي
آهي تنهنکي، ٻيا ٻيا پرمال ۽ ثابتيون ڏئي، وري وري بيان
ڪندو آهي؛ ۽ ائين ڪندي هو اهڙي شبد ڏري ڪم
۾ آڻيندو آهي ته، "اهڙيءَ ڪري فلاڻي ڳالهه سڌ ٿي" ۽ "اهڙيءَ
ڪري فلاڻو ڪم ڪرڻ واجب آهي" وغيره. گرنٿ جي مرم
سمجهڻ لاءِ چوٿون نمبر آهي "وشيشتا" (خاصيت)، يا "نئين ڳالهه"
۽ پنجون نمبر آهي "ڦل" يا نتيجو. ڪو به گرنٿڪار، جڏهن ڪوبه
ڪجهه لکڻ شروع ڪندو آهي، ان وقت ڪنهن نه ڪنهن نئينءَ
ڳالهه کي ظاهر ڪرڻ جي لئي سندس مراد هوندي آهي. اها ڳالهه
ٺيٺو ڪري اهڙيءَ سمي ۾ نظر ايندي هئي؛ جنهن سمي ۾ چاپخاني
جو رواج اجان پيل نه هو. اهڙيءَ ڪري ڪنهن گرنٿ جي مطلب
مقرر ڪرڻ کان اڳ ڏسڻ گهرجي ته اهو ٻين گرنٿن کان ڪهڙي
وشيشتا (خاصيت) رکي ويٺي آهي، يا ان ۾ ڪهڙيءَ نئين ڳالهه
جو ورڻن ڪيو ويو آهي. اهڙيءَ کان سواءِ، ان گرنٿ يا ليکڪ مان
پيدا ٿيندڙ نتيجي يا ڦل تي پڻ ڌيان ڏيڻ گهرجي. چاڪاڻ ته
ڪنهن نئين نتيجي ڏيکارڻ لاءِ ئي اهو گرنٿ يا ليکڪ لکيو ويندو آهي؛
جنهن ڪري ان نتيجي تي ڌيان ڏيڻ سان ئي گرنٿڪار جي من
جي مراد سمجهي سگهبي. اهڙيءَ ريت گرنٿ جي نتيجي ڪڍڻ
لاءِ ڇهون نمبر "ارٿه واد" ۽ ستون نمبر "اُپپتي" آهي. ڪڏهن
ڪڏهن گرنٿڪار موقعي موافق ٻين ٻين ڳالهين جا پرمال ڏيئي
پنهنجيءَ ڳالهه کي صاف ۽ ثابت ڪندو آهي. يا پنهنجي ورڻ ڌري
جون چڱن ڏيکاري پنهنجو طرف مضبوط ڪندو آهي. اهڙيءَ

ڪي سنسڪرت ۾ ارٿ واد چئبو آهي. باقي سڀئون لهر ليکو آهن.
وڌڻ دليلن کي ڏاهي، ۽ پنهنجي طرف جي دليلن کي ٽڪرا رستي
سچي سڌ ڪري ڏيکارڻ کي، اُپپتي چئو ٿو وڃي.

## گيتا جو سچو مرم ظاهر ٿيڻ

هاڻي سوال آهي ته ڇا، جن جن پنٿ جي آچارين ۽ پڻ ان گيتا وغيره تي ڀاشيه لکيا، سي الهن ستن ليمن کان اڻ ڄاڻ هوا؟ جيڪڏهن نه، ته پوءِ انهن جو ڪيل ارٿ اڻ پورو ڪيئن چئي سگهبو؟ اهي سوال جي جواب ۾ ايترو ئي چئي سگهجي ٿو ته، جنهن جي نظر هڪ پيرو ٽنگ يا ڪن مقرر ڪيل ويچارن اندر محدود ٿي ويندي آهي، سو وڏي پنهنجي لڇڻ (مقرر) ڪيل حد کان اڳتي آزاد ٿيڻ پسند نه ڪندو آهي؛ ۽ اهڙيءَ ليکي حالت ۾ هو انهن تي سڌ ڪرڻ گهرندو آهي ته، سڀ جهونا ڌرمي گرنٿ سندس سڌانت جي پٺڀرائي ڪن ٿا. اهڙيءَ ريت جڏهن هو ڪيول پنهنجي مت کي ئي سچو سمجهڻ لڳي ٿو؛ بلڪ ڌرمي گرنٿن کي به پنهنجي مت پٺيان گهلڻ جو يتن ڪري ٿو تڏهن متين ليمن اڻانڍڻ جي ڪيس ڪا پرواهه نه ٿي رهي. ۾ ياد رکڻ گهرجي ته اها حالت ڪيول اسانجي هندو ڌرم جي ئي نه آهي. ڪرستاني ڌرم جي مکيه گرنٿ يعني بائيبل ۽ مسلمانن جي قرآن مان به، سندن ڌرم جي جدا جدا مت وارن جدا جدا ارٿ ڪڍيا آهن. عيسائين جو جهوني بائيبل لسبع لڪتل ارٿ، يهودين جي ڪڍيل ارٿ کان نرالي نمولي جو آهي. مطلب ته جيڪڏهن هڪ پيرو به، ڪنهن گرنٿ جو ارٿ پنهنجي مت موافق سمجهڻ ۾ ايندو آهي ته پوءِ ان گرنٿ جي معني بلڪل ٽنگ ٿي پوندي آهي. اڄ ڪلهه جا وڏا وڏا قاعدي دان وڪيل ۽ جج، ڪهڙيا ڏين تي پرمانڪ قانوني گرنٿن ۽ فيصلن جي ارٿ ڪرڻ ۾ جا کيچ تاڻ ڪندا آهن، تنهنجو اندازو لڳائي به اهو ئي آهي. جيڪڏهن رواجي عام ڳالهين ۾ به اهڙيءَ ريت

اجمالي اسجالي مطلب ڪڍڻ ۾ اڳڙي ڇڪتاڻ ڪئي ٿي، ڇو ته
ڪو اهڙو نه آهي جو ڏرمي گرنٿن جي اونهي ڪڍڻ ۾ نه ڇڪتاڻ
ڪئي وئي هجي. پر ڇڪڏهن انهن پنٿن جي اختيار ڪيل انڪ
دليءَ کي ڇڏي، مٿين مهابڪن جي سيتن امن ڪان گيتا جي
اونهي سمجهڻ ۾ مدد وٺبي، ته پوءِ معلوم ٿيندو ته، جنهن ويل
ڪروڪشيتر جي ميدان ۾ ڪوروَن ۽ پانڊون جون فوجون لڙائي
ڪرڻ لاءِ بلڪل تيار ٿي ويئون، انوقت ارجن پاليءَ جي موهه ۾
ڦاسڻ سبب ڀرم گيان جون ڳالهيون ۽ ڏکيون ڳالهيون ڪرڻ لڳو،
۽ اهي متو اي سنياس وٺڻ لاءِ تيار ٿي ويو. انوقت ڪيس واجبي
رستي تي هلڻ لاءِ، شري ڪرشن، گيتا جو اپديش ڏنو. جنهن
وقت ارجن ڏٺو ته ڀيشم ۽ ٻي اسان درپوڌن طرفان مدهڪا مٿ
مالٽ جهڙوڪ گرو، ماما، ڪاڪا ۽ ٻيا مٽسان لڙڻ لاءِ تيار ٿيا
آهن تڏهن وقت ڪيس ويچار آيو ته ڇا، هڪ ٽڪي هستناپور جي راڄ
لاءِ مان پنهنجن بزرگ مالٽن ۽ گرن کي ماربان؟ ڇا، اهيءَ ٽڪي
مطلب پوري ڪرڻ لاءِ ني مان پنهنجي ڪٽنب جي ناس ڪرڻ لاءِ
سنڌرو ٻڌي بيٺو آهيان؟ مطلب ته اهيءَ مهاپاپ جي ڊپ کان
ارجن جو من ڏنو ۽ سست ٿي پيو. هڪ طرف کيس ڪتريه ڌرم
جتي رهيو هو ته ”لڙائي ڪر“ ته ورڪ ٻئي طرف مالر ڌرم، پتر ڌرم
۽ گرو ڌرم کيس ان ڌرم ڪان پٺتي ڪلهي رهيو هو. لڙائيءَ ڪرڻ
لي کيس پنهنجن مالٽن جي رت ڄان هٿ رڱڻا ٿي پيا، ته وري
ٻئي طرف لڙائيءَ نه ڪرڻ سبب کيس ڪتريه ڌرم کان هٿ ڪرڻو
ٿي پيو. هڪ طرف کوهه ته ٻئي طرف اونهي کاهي نظر ٿي آئي.
انوقت ارجن جي اهڙي حالت اچي ٿي جهڙي ڪنهن ٻي رسملي
ماڻهوءَ جي بن ٽاڏين جي وچ اچڻ سبب ٿئي. جيتوڻيڪ ارجن
ڪو رواجي جوڌو نه هو، پر انوقت جي ڌرم جي ڏکيائيءَ سبب
سندس منهن جو پيو لهي ويو، بدن جا وار ڪالداڙجي ويس،
ڌنش جهلڻ جي شڪتي ۽ ڪالوس موڪلائي وئي ۽ جهڪري،

ته گيتا جي الهيءَ منڍ ۾ ٻاهرينءَ لي ڏيان ڏيڻ ضروري لڳندو.
ياد رکڻ گهرجي ته ڀڳتيءَ سان مڪتي ڪملن ملندي، ترهم ڪيان
يا يوگ ابياس سان موڪيه ڪيئن ملي سگهندو وغيره. لوڪمنيءَ
ٻارڳه يا ڪرم جو لياڪ ڪري سنياس وٺڻ جو ان وقت مولڪ وارو
بيش ڪيل نه هو. شري ڪرشن جو اهو ارادو نه هو ته، ارجن
سنياس لي، بڙاڪي جي هلندو وڃي، يا لنگوٽ لڳائي وڻن جا
پن کائيندو هماليه ۾ يوگ ابياس ڪندو پراڻ لياڳ ڪري. ڀڳوان جو
اهو مطلب نه هو ته، ارجن ڏلش ۽ ڀاڳ لئو ڪري، بلڪ ۽
ڌال هٿ ۾ کڻي، ان لڙائيءَ جي ميدان ۾ بيهي ڪترين اڳيان، وڙي
وڙهڻ* حيان تاج ڪري ڏيکاري. الوقت ته سندس ڀرواس جا
ڏسڻ پورا لي بيکا هوا ۽ ڪمس هڪ ٻئي لموڙي جڙني
ڪيتري جوڌن اڳيان، تاج لچي ڏيکاريو هو. اليءَ ڪالسواءِ گيتا
جي اهڊيش ڏيندي ڀڳوان، ”ابياس“ طور ڪيترو هڪ اهيڙي
شبد ڪم آندا آهن ته ”اليءَ ڪري هي ارجن! لڙائي ڪر،“
اليءَ ڪري هي ڪنتيءَ جا پٽرا ارجن! تون لڙائيءَ جو پڪو
پهه ڪري اٿ“ ”اليءَ ڪري تون موهه ڇڏي پنهنجو ڪرتوبه
پال“، ”اليءَ ڪري تون ڪرمني ڪر“، ”اليءَ ڪري ٺولڪي
ياد ڪري لڙائي ڪر“، ”ڪرڻ وارو مان آهيان، تون ڪيول
لمس ڪارڻ آهين“، ”لنهن لاءِ لڙائي ڪري دشمن کي غالب

---

* جوا جي شرطن موجب پانڊون کي ٻارهن ورهيه ڪلهي طور
جهنگل ۾ ۽ هڪ ورهيه لڪي رهڻو هو. اليءَ ڪري ٻارهن
ورهين گذرڻ بعد ليرهين سال لاءِ پنهنجي پانڊو راجا دروپد وغيره
روپ بدلائي اوکر لي رهيا. ان وقت ارجن کي استريءَ جو
روپ ڌاري راجا دروپد جي اترا نالي ڌيءَ کي ناچ سيکارڻو پيو
هو. ۽ ان حالت ۾ ارجن پنهنجو نالو بدلائي پاڻ کي ”ورهنلا“ نالو
رکايو هو. لوڪمانيه، مٿيون شبد اليءَ ڪاڻ ڏاڍين ئي اشارو ڪري
ڪم آندو آهي.. د وارڪا پرساد

ٿو“، ”لوڪي شاسترن جي آگيا موجب ٿي هلڻ گهرجي“؛ ٻيهاڙيءَ
۾ ڀڳوان چوي ٿو ته ”اهي سڀئي ڪرمن کي اوس ڪرڻ گهرجي.“
الهيءَ اپديش ڪرڻ ڪارڻ ڀڳوان، ارجن کان سوال پڇيو ته ”هي
ارجن! اڄاڻ تنهنجو اگيان ۽ موهه ناس ٿيو آهي يا نه؟“، الهيءَ
تي ارجن جواب ڏنو ته ”هي اچت! مون کي پنهنجي ڪرتويه
يعني فرض نسبت جو موهه پيدا ٿيو هو، سو توهان جي اپديش
سبب ناس ٿي ويو، هينئر مان توهان جي آگيا موجب هر طرح
جي ڪرم ڪرڻ لاءِ تيار آهيان“ ارجن جو اهو جواب ڪيول واڻ
جو ڏاڍ جواب ٿي نه هو، پر سچ پچ ارجن الهيءَ لڙائيءَ ۾ ڀيشم،
ڪرڻ، ۽ جئدرٿ (سنڌ جي راجا ۽ پنهنجي ڀيڻويي) کي ماريو.
الهيءَ تي، ڪن ماڻهن جو چوڻ آهي ته ڀڳوان، ارجن کي نورتي
مارگ، يعني سنياس ڌرم جو ئي اپديش ڪيو، پر لڙائيءَ جي شروع
ٿي وڃڻ سبب، الڪي پوري ڪرڻ ۽ الهه فتحيابي حاصل ڪرڻ
لاءِ وچ وچ ۾ ڪيس ڪرم يوڳ جو اپديش ڏسو ويو. پر اهڙن
ڪمزور دليلن تي گيتا جي ارٿ جي اهڙه لٿي پڌي سگهجي.
لٿي (ڪوروکيتر جي ميدان ۾) ته انهيءَ ڳالهه جي سڌ ڪرڻ جي
ضرورت هئي ته ڪيڏين تڪليفن پيش اچڻ ٿي ۽ مرندي گهڙيءَ
ٿين پنهنجو ڪرتويه ڪندو رهڻ گهرجي. ڪن ماڻهن جي مٿين
ال دليل نسبت، شري ڪرشن ڪڏهن به اهڙي بي سري ڳالهه
ڪئي. جيڪڏهن ڪو اهڙو دليل ڏنو به ويو هجي ها، ته ارجن
ڙو ودوان، بنا سوال پڇڻ جي نه رهي سگهي ها. هنجي من ۾
رئي مڪيه سوال پيدا ٿيو هو ته، ڇا، ڪٽنب جي ستيا ناس
دي اکين سان ڏسي به لڙائي ڪريان؟ جيڪڏهن لڙائي ڪجي،
ڀو؟ ۽ ڏري جنهن ان لڙائيءَ مان پاپ به نه لڳي. اهڙي زبردست
ل جي جواب کي جنهن ته ”تون نشڪام ٿي يڌ ڪر“ يا
ڀوم ڪر“ اجايو لٿو چئي سگهجي. انهن ڪرڻ ٿيندو، جڳڪ
جي مالڪ کي مهمان سمجهڻ، اسانجو اهو به چوڻ نه آهي ته

گيتا ۾ ويدانت يا ڀڳتي وغيره لسبت ڪجهه به ورتل نه ڪيو ويو آهي. ۾ انهن لفظن ڳالهين جو مطلب، جو گيتا ۾ ڪيو ويو آهي، سو اعتراض ويتر مشڪل ڪبرهي، جنهن ۾ هڪ ٻئي جي ورد ڏڙمن ۾ قائل ۽ "مان جا ڪريان" چولڊ منش، پنهنجن شاسترن جي ڏرم کي لکي وجي. هن سچيءَ اپتار مان سڌ ليو نه گيتا ۾، پر وروليءَ لسمت تي مکيه ورتل ڪيو ويو آهي؛ ۽ ان وشه کان سواءِ باقي بين ڳالهين جو ورتل فقط پروروليءَ جي سدانت کي سڌ ڪرڻ لاءِ ئي ڪيو ويو آهي. پر هن ڳالهه جي مثالي ڪنهن به ٽيڪا ڪندڙ پلجي پر نه ڪئي آهي نه پروروليءَ مارڳ ڪو گيتا جو سچو مرم آهي، ۽ اهو ويدانت شاستر موجب ڪيئن سڌ ٿئي ٿو. جنهن ٽيڪا ڪندڙ کي ڏسو سو ٻيا منڌ ۽ پچاڙيءَ ٻي نظر ڪئي، انهيءَ ڳالهه کي ئي سڌ ڪرڻ ۾ مشغول لڳو پيو آهي نه، گيتا منهنجي مت جي ئي آهي. انهن ودوانن، گيان ۽ ڀڳتيءَ گڏيل ڪرم کي جڳت هڪ اگروپاپ نه، سمجهيو. اهائي ڳالهه هڪ ٽيڪا ڪندڙ جي نظر ۾ آئي هئي، جنهن لکيو هو نه، خود شري ڪرشن جي چولي کي نظر اڳيان رکي ڀڳونت گيتا جي ارٿ جي لپاس ڪجي * ڪاشيءَ جي مشهور ادوتيتي پرمهنس شري سوامي ڪرشنانند گيتا تي "گيتا پرامرش" نالي هڪ سنسڪرت ليک لکيو آهي؛ جنهن ۾ هو چوي ٿو نه، "گيتا نيتيءَ ۽ ڪرلوي لسبت هڪ ڌرمي شاستر آهي؛ جو پرهم ودا يان سڌ ڪيو ويو آهي."
اهائي ڳالهه جرمنيءَ جي بنديت پروفيسر دايسن پنهنجي "اپنشدن جو تتو گيان" نالي ڪرنٿ ۾ چيو آهي. انهيءَ ڪالسواءِ يورپن ۽ ديسي ودوانن جو ڪيترو ئي انداز انهيءَ ڳالهه جي پنيرائي ڪري وهيو آهي. پر انهن مان ڪنهن به سچي گيتا جي لپاس ڪري،

---

* انهيءَ ٽيڪا ڪار جي نالي ۽ ان جي ٽيڪا لسبت ڪي ثوت اسالڪي ڪنهن معاشه ڏباري موڪليا هواءِ ۾ گهرجي حالتن لئي سبب آهي سب ڪر لي ويا.

اها ڳالهه صاف ڪري ٻڌائڻ جي ڪوشش نه ڪئي آهي ته، ڪرم
جي درشٽيءَ سان گيتا جي سيني ليکن ۽ اڌيائن جو پاڻ ۾ ڪيئن
ميل آهي. بلڪ ڊائسن، پنهنجي ڪرلت ۾ چيو آهي ته * اهڙي
لوليءَ جي چند ڇاڻ يا صفائي ڪرڻ ڏکي آهي. انهيءَ لاءِ ساڻ
ڪرلت (گيتا رهسيه) جي ظاهر ڪرڻ جو مکيه مطلب اهو آهي ته
متين لوليءَ گيتا جي ارٿ جي پرڪاش ڪري، انجي وشين جي
چڱيءَ طرح ميل ڪري ڇڏجي. پر انهيءَ ڪم ڪرڻ کان اڳ
گيتا جي آرنڀ ۾، ان هڪ ٻئي جي، ورڌ ليکي ڌرمن جي ٻاڌ
۾ ٽڪرڻ سبب، ارجن لي جو سنڪٽ آيو هو، تنهنجو اصلي
سروپ ڏيکارڻ ٻڙ ضروري آهي؛ نه ته گيتا ۾ سمجهايل مرم کان
پڙهندڙ پوريءَ طرح واقف نه ٿي سگهندا. هاڻي انهيءَ ڳالهه ڄاڻڻ
لاءِ ته، ڪرم ۽ اڪرم جا جهڳڙا ڪهڙا ڳوڙها ۽ سوکم لين ٿا، ۽
ڪٿين پيا "هئين ڪيا يا هونءَ" انهي سوال کي حل نه ڪرڻ
سبب منش ڪٿين گهبرائجي وڃي ٿو، انهيءَ ڳالهه جو، جنهنجو
اساڻجي شاسترن ۾ به ورڻن اچي ٿو، وچار ڪيو ويندو.



* Prof. Deussen's Philosophy of the Upanishads, P. 362, (English Translation, 1906)

## اڌياءُ ٻيو.



### ڪرم جي پياس



ڪرم ڇا آهي ۽ اڪرم ڇا آهي، انهيءَ سوال لاءِ ويچار ڪندي وڏا وڏا ڪوي (پنڊت) به موهه ۾ ڦاسي ويا آهن.
گيتا اڌياءُ ۴ شلوڪ ۱۶.

پڪوس گيتا جي آرنڀ ۾ ارجن جو ٻن هڪ ٻئي جي ورڌ لتي ڌرمن ۾ ڦاسي پئي سمجهيءَ جي وهڪوي ۾ هلڻ وڃڻ ڪا لئن يا اڄوڄ ۾ وڃڻ ڏانهن ڳالهه نه آهي. انهن ڪالتن ۾ ڪيرل پيٽ جي پالڻ ڏن جي ڳالهه نرالي آهي، جي سنساري دکن کان ڪنبي، سنياس وٺي وڃي جهنگل وسائن، يا جي هٺاليءَ سبب هٿ هٿ لاءِ رکيو ويٺا سنسار جا سور سهن. پر سماج اندر رهي جن آدرش منش ڪيءَ، پنهنجي پوري ڌرم جي پوري پالنا ڪري پنهنجي آدرش کي پهچڻو آهي، تن مٿان ڪئين پيرا ارجن جهان ڌرمي سوکم موقعا اچن ٿا. جڏهن وقت پڌشتر پنهنجن مائٽن جو شراڌ ڪري رهيو هو، تڏهن وقت اڪي ٽڪ سالگي لوڪي جي موهه ارڪاند مولچاري ڏيکاري ڏني هئي، جنهنجي ڳالهه لاءِ مهاڀارت جو "شانتي پرو" ٽالي پرڪرڻ ڇپيو ويو. ڪرم اڪرم جي انهن ڪمترن دوشتالن کي ڳولي، (پوءِ اهي ڪٿي سچا هجن يا ساوڻي) ڪيترن ڪوين انهن لاءِ وڏا وڏا ڪاويه ۽ ناٽڪ رچيا آهن. يورپ جي پرسڌ ڪويءَ شيڪسپيئر جو "هيملٽ" ناٽڪ به اهڙي لوڪي جي هڪ گهٽنا جو چٽر آهي. ڊينمارڪ جي راجڪمار هيملٽ جي چاچي، لوڀ جي وس ٿي پنهنجي ڀاءُ جو ڏوهه سان گهاٽ ڪري انجي استريءَ سان وهانءُ ڪيو.

الهيءَ لئي لنڍڙي راجڪمار هيمليٽ کي من ۾ ويچار پيدا ٿيو ته
مان پنهنجي پيءُ جي گهاتڪ کي مٽيءَ ۾ ملائي پنهنجو پتر ڌرم
پالڻ ڪريان، يا پنهنجي ماتا جي پتيءَ، ۽ پنهنجي ديش جي راجا
کي دَيا ڪري ڇڏي ڏيان؟ الهيءَ ويچار ليڪ وڏي پنهنجو اهڙو
اگرو روپ ڌاريو جو آخر ان راجڪمار الهيءَ پور پڇتائيندي آپگهات
ڪري ڇڏيو. مها ڪوي شيڪسپيئر الهيءَ سوکم ڌارمڪ سوال
۽ ڪٺنا جو اهڙيءَ ته اُم ريت سان ورڻن ڪيو آهي جو پڙهندڙ
هڪ وار ويچارن جي گنڀير سمنڊ ۾ لين ٿيو وڃي. ساڳئي
نموني روم نگر ۾ ڪوريولينس نالي هڪ سوربير سردار رهندو
هو. شهرواسين ان سردار کي ڪنهن ڏوهه سبب ديش نيڪاليءَ
جي سکيا ڏني، الهيءَ تي هو سردار ڏمر جي پنهنجي ديش
جي ورڌ شترن سان وڃي مليو؛ ۽ کين انجام ڏنائين ته مرندي
گهڙيءَ تائين مان توهانجو ساٿ نه ڇڏيندس. ٿوريءَ مدت ڪانپوءِ
سوربير ڪوريولينس پاڻ سان هڪ وڏو ڪٽڪ وٺي پنهنجي
ديش تي چڙهائي ڪري آيو؛ ۽ پنهنجي شهر جي مکيه دروازي
تي اچي پهتو. الهيءَ تي شهر جي استرين، ان سردار جي ماءُ ۽
استريءَ کي اڳيان ڪري کيس ماتر-ڀوميءَ جي ڌرم پالڻ ڪرڻ-
جو پورو اپديش ڏنو. هاڻي ڪوريولينس اڳيان اهو نازڪ سوال
آيو ته مان پنهنجي ماتر ڀوميءَ تي ڪاهه ڪري پاڻکي ديش
دروهي چوايان، يا پنهنجي ديش جي شترن کي ڏنل وچن ڀنگ
ڪري پاڻکي ڪوڙو ۽ بي ايمان سڏايان. ليڪ گهڻي سوچ ۽ ويچار
ڪانپوءِ ڪوريولينس پاڻکي وچن ڀنگ ڪندڙ چوائي به ديس ڀڳتيءَ
جي پورن ڌرم اڳيان سر جهڪايو. ڪرم ۽ اڪرم جي موهه ۾ اهڙيءَ
ريت ڦاسندڙن ماڻهن جا سنسار جي اتهاس مان اسانکي ڪيترن
درشٽانت ملندا. پر اسانکي پري وڃڻ جي ڪا ضرورت نه آهي؛
اسانجو مهاڀارت ئي اهڙن درشٽانتن سان ڀرپور لڳو پيو آهي. ان
۾ ڪيول اتهاسڪ ورڻن، بلڪ ڌرم، ارٿ ۽ موکيه شاستر جي

گنير ۽ گوڙهن وشين جي پڻ چند جا ۽ اپٽاڙ ڪئي وئي آهي.
اهيءَ مهاڀارت لاءِ سچ اهو چيو ويو آهي ته، جيڪي هتي آهي،
سو ٻئي هنڌ به ملندو، پر جيڪي هتي نه آهي، سو ٻئي ڪنهن
به هنڌ نه ملي سگهندو.“ مطلب ته سنساري ۽ ڌارمڪ نازڪ سوالن
جي اڳيان اچڻ تي اسانجن وڏن ڪيترا رستا ورتا، اهيءَ
ڳالهه کي ظاهر ڪرڻ لاءِ ئي مهاڀارت تيار ڪيو ويو آهي.

## اهنسا ۽ انجي ورڌ مت.

ڪاٿي سوال آهي ته شري ڪرشن ۽ ارجن کي هڪ طرف رکو،
اسان ۽ توهانکي اهڙي گهوري پاڻيءَ ۾ نبي هلڻ جي ڪهڙي
ضرورت آهي؟ جنهن صورت ۾ اسانجن ڌرمي شاسترن صاف
صاف آکيا ڏئي ڇڏي آهي ته، سچ ڳالهايو، هنسا نه ڪريو،
چوريءَ کان پري رهو، گرن ۽ وڏن جو مان رکو، پنهنجن اندرين
کي وس ۾ رکو وغيره وغيره، انهن صورتن ۾ ورڌ ڌرم، اڌرم،
يا ڪرم، اڪرم جي جهڳڙي ۾ پوڻ مان ڪهڙو فائدو ٿيندو؟ پر
وري اهيءَ سوال جي ورڌ هيءَ سوال به پڇي سگهجي ٿو، ته
جيستائين سڀئي سنسار جا جيو مٿيان نيم پالين، تيستائين ڌرمي منش
کي ڇا ڪرڻ گهرجي؟ ڇا، اهي ڌرمي پرش پنهنجي سداچار
سبب پاڻکي نيچ ۽ ڪمينن جي چار ۾ ڦاسائي ڇڏين، يا پنهنجي
رکيا لاءِ ”جهڙن سان تهڙا“ ٿي هلن؟ ڪٿي شاسترن جا مٿي
ڏيکاريل نيم هميشه لاءِ سوڀڪار نه ڪين، پر ڪرم ڪندڙ يعني
ڪرتا اڳيان، سنساري وهنوار هلائيندي اهڙا ڪئين موقعا اچن
ٿا، جن ۾ مٿيان ٻڌايل شاستري نيم هڪ ٻئي جي ورڌ ٿيو پون؛
۽ پوءِ ماڻهو، ”مان ڪهڙو نيم پاليان،“ اهيءَ مونجهاري ۾ اچو
پوي. ارجن تي پڻ اهڙوئي سنڪٽ آيو هو، ۽ اڪثر ڪري
سنسار ۾ رهندڙ جيون اڳيان اهڙا ڌرمي جهڳڙا ڪئين ڀيرا اچي پيش
ٿين. اسين هن ڳالهه کي وڌيڪ چٽو ڪرڻ ضروري سمجهون ٿا.
جنو مهراج رواجي پنج نيم ٻڌايا آهن. (١) اهنسا، (٢) سچ، (٣)

چوري نه ڪرڻ، (٤) من جي شڌي ۽ (٥) الدريه نگره (يعني
الدرين کي وس ۾ رکڻ). هاڻي اسين الهن ليتيءَ جي پنجن ليمن
مان پهرين ليم جي صفائي ٿا ڪريون. ”اهنسا پرم ڌرم آهي“
اهو سدانت نه ڪيول هندو ڌرم، بلڪ ڪرستاني ۽ اسلام پڻ
سويڪار ڪيو آهي. ٻڌ ۽ عيسائي ڌرم ۾ نه اسانجي ڌرم وانگر
اهنسا کي پهريون درجو ڏنو ويو آهي. پر ياد رکڻ گهرجي ته،
ڪيول ڪنهن جي خون ڪرڻ، يا الڪي سخت مار ڪي ئي هنسا
نه چئبو؛ پر ڪنهن کي من يا واڻيءَ سان رنجائڻ به هنسا جي درجي
۾ اچي ٿو وڃي. اها نه هرهڪ جاڻوءَ کي پوجهه هوندي ته سنسار
۾ سڀني ڌرمن هڪ مت ٿي اهنسا کي وڏو درجو ڏنو آهي.
هاڻي سوال آهي ته، جيڪڏهن ڪو ويري، اسانکي مارڻ، اسانجي
ڌن چورائڻ، ماتا، ڀيڻ، استري يا ڌيءَ تي زبردستي ڪرڻ، يا
اسانجي گهر کي ساڙڻ جي مراد سان هٿيار کڻي اسان وٽ اچي
ٿو ۽ الوقت ساهمنا ڏيڻ لاءِ اسانجي ويجهو ڪو به منش نه آهي،
ته پوءِ اهڙي وقعت ۾ اسين ”اهنسا، اهنسا“ جو منتر جپيندا رهون،
يا جيڪڏهن اهو ويري سگهين رهت نه سمجهون ته، ڪيس تپي ٿا هي
ڇڏيون؟ منو مهاراج جو اهڙي موقعي لسمعت چوڻ آهي ته،
”جيڪڏهن گرو، ٻڌو، ٻار يا ودوان برهمڻ به کڻي دشت ٿئي،
ته الڪي به اوس سيکت ڏيڻ گهرجي.“ اسانجا شاستر چون ٿا ته،
اهڙي موقعي تي سيکت ڏيندي جيڪڏهن اهو دشت مري به
ٿو وڃي ته انجو پاپ سيکت ڏيندڙ کي نه لڳندو، بلڪ اهو دشت
ماڻهو پنهنجي ڪئي جو ڦل پوڳيل ٿي چيو ويندو. آتم رکيا (پنهنجي
بچاءَ) جو اهو اڌڪار، ڪنهن حد الدر اڄ ڪلهه جي فوجداري
قانون ۾ به سويڪار ڪيو ويو آهي؛ ۽ اهڙن وقتن ۾ آتم رکيا
جو اڌڪار اهنسا کان وڌيڪ رکيو ويو آهي. گرڀ کي ناس ڪرڻ
وڏو پاپ سمجهيو ويو آهي؛ پر جنهن وقت گرڀ الدر رهندڙ ٻالڪ
اڻتو ٿي پوي، يا انجو ٻاهر اڪرڻ ڏکيو ٿي پوي، جنهنڪري ماءُ

ڪي وڏيءَ ھاڃيءَ رسڻ جو امڪان ھجي، تہ ٻوءِ شاسترن جي آگيا آھي تہ ڀلي ان ٻالڪ کي ڪاٽي ٻاھر ڪڍيو وڃي. اھڙيءَ ريت ٻاٽيءَ، ميون يا گلن ۾ بہ اليڪ لمولن جا سنھا جيوڙا رھن ٿا، جنکي اسين روز واسہ يا لڪ جي رستي پيا کائون ۽ ماريون. مھاڀارت جي شانتي پرو ۾ ارجن چوڪ لوڪ لو تہ، ”ھن سنسار ۾ اھڙا سوکيم ۽ لنڍڙا جيو ۽ جنتو آھن، جنجي ھستي جيتوڻيڪ اکين يا بين الکن سان لٽي اليو ڪري سگھجي، پر لڪ ۽ الومان سان اوس سڌ ڪري سگھجي ٿي. اھي جيوڙا ايترا ۽ اھڙا سوکيم آھن، جو اکين جي چمڻڻ سان ئي' انھن جا پراڻ اڪويو وڃن. اھڙيءَ اوستا ۾ ڪيول مکہ سان اھنسا، اھنسا چوڻ اجايو ليندو.“ اھيءَ

ڪان سواءِ ساڳئي مھاڀارت جي آلشاسن پرو ۾ شڪار ڪرڻ جي پڻ موڪل ڏني ويئي آھي. مھاڀارت جي ون پرو ۾ ھڪ ڪٿا اندر چيو ويو آھي تہ، ڪنھن وپل ھڪ تپسوي براھمڻ ڪروڌ ۾ اچي ھڪ پتورتہ استريءَ کي سراپ ڏنو، پر ان براھمڻ جو سراپ ان پتورتا تي سندس پتورتہ سبب پڙي نہ سگھيو. انھيءَ تي ان براھمڻ پنھنجي ھار مڃي ان پتورتہ استريءَ کان ڌرم جي اپديش ٻڌڻ جي اچا ڪئي، جنھتي ان استريءَ کيس ڌرم جي اپديش ٻڌڻ لاءِ ھڪ قاصائيءَ وٽ روانو ڪيو. قاصائيءَ کي جيون جي ھيا ڪندو ڏسي اھو براھمڻ ليرس ۾ پئجي ويچار ڪرڻ لڳو تہ چا، ھيءَ قاصائي ٿي موکي ڌرم جو اپديش ڪندو؟ انھن آھي چا، تہ مون سان ڪا دغا يا ٺٺولي ڪئي ويئي آھي؟ ايتري ۾ ان قاصائيءَ براھمڻ کي چيو ”ديوتا! توھين منھنجي ھن ڪرت تي ڪو ليرس نہ کائو. ڀلا ھن حڪمت ۾ ڪير ڪنھنکي نہ لو ماري؟“ نيڪ ھر ھنڌ اھو ليم ڪنھن نہ ڪنھن روپ ۾ اوس ڏسڻ ۾ ايندو. جيڪڏھن سڀ ماڻھو ھنسا ڪرڻ ڇڏي، ڪيول اھنسا دوني. متو جيمدا رھن، تہ ٻوءِ ھن سنسار جي لڻتي ٿان ڪتري ڌرم جو ناتو نہ ميٽجي ويندو ۽ اھڙيءَ اوستا ۾ پرجا تي چئني طرفن

طرفن کان آئون اچي ڪڙڪات ڪندا ٻون. اسانجي مٿين اي
۽ ٻناڙ جو ڪنول اهوئي مطلب آهي ته ليڪيءَ جي ڪنول مٿي
رواجي ايمن سان سنسار جو ڪرم ٽٽو هلي سگهي؛ پر ليڪيءَ جي
اڳيءَ اهنسا جي لحر ۾ ڪرم، اڪرم، ۽ ڏرم، اڌرم جو ۽ ويچ
ڪرڻ ضروري آهي.

## ڪميا ۽ انجي ورڌ مت

اهنسا سان گڏ ڪميا ۽ شانتيءَ وغيره گڻن جو ۽ شاسترن ۾
ورڻن اچي ٿو. پر سدائين شانتيءَ مان ۽ ڪم ٽٽو هلي سگهي.
سدائين شانتيءَ ٿي ٻاڙي وهڻ مان ته پنهنجو ڇا، ٻارن ٻچن جو
۽ ۽ غير نه سمجهجي. شانتيءَ لسبت پرهلاد ڀڳت، راجا ٻليءَ کي
چيو آهي ته، "هي راجن! سدائين ڪميا ڪرڻ ۽ اجايو آهي. انهيءَ
ڪري پنڊتن ڪيترن هنڌ ڪميا جي ورڌ لکڻ ۾ گهٽايو نه آهي"
انهيءَ کان پوءِ پرهلاد اهڙن وقتن جو ورڻن ڪيو آهي جي ڪميا
ڪرڻ لاءِ پورا هجن. پر ياد رکڻ گهرجي ته ۽ ڪميا ڪرڻ جي وقت
جي پرک ڪرڻ لسبت پرهلاد هڪ ٻڙڪ ۽ ٻاهر نه ڪڍي آهي.
اهڙيءَ اوستا ۾ ڪميا جي وقتن جي پرک ڪرڻ کان سواءِ ڪميا،
يا ڪميا جي ورڌ ڪم ڪندي رهڻ مان خراب نتيجي پيدا ٿيڻ
جو امڪان آهي. انهيءَ مان پڻ سڌ پيو ته ڪميا جي رواجي ليم
لي سدائين هلندو رهڻ ۽ واجب نٿو چئي سگهجي، پران ۾ ڪرم،
اڪرم ۽ ڏرم، اڌرم جي سوکيم ويچارن لسي پڻ ڌيان ڏيڻ
ضروري آهي.

## سچ ۽ انهي ورڌ مت

ڪميا کان پوءِ سچ جو وارو ايندو. سچ جي ساراهه گهڻو ڪري
يني ڌرمن ۾ ٿيل آهي. ويدن ۾ ته سچ لسبت اتين ۽ چيو ويو
ي ته، "سچ مان ئي پرٿوي، آڪاس، وايو وغيره پنج مهاڀوت،
سنسار جو هرهڪ پدارٿ پيدا ٿيو آهي." سنسڪرت ۾ "ستير"
ارٿ آهي "استر" ارٿات جو سدائين استر رهي. اسانجي

شاسترن ۾ سچ کي مهاڌرم چيو ويو آهي، ورڌڪ چا، ڪنهن ڪنهن هنڌ تہ انکي ڀرڀرهو جو، درجو ڏنو ويو آهي. مهاڀارت جي شانتي پرو ۾ هڪ هنڌ چيو ويو آهي تہ، ”هزار اشومڌ يگيہ ۽ هڪ سچ جي برابري تتا ڪري سگهون.“ منو مهراج چيو آهي تہ ”منش جا سڀ وهنوار واڻيءَ سان ٿين ٿا. هڪ ماڻهوءَ جي ويچارن کي ٻئي ماڻهوءَ تائين پهچائڻ لاءِ شبد يعني واڻي ئي ساڌن يا آڌار آهي. اهو شبد ئي سڀني وهنوارن جي پيڙهہ، ۽ واڻيءَ جو بنياد آهي. انهيءَ ڪري جو ماڻهو انهيءَ شبد کي يا واڻيءَ کي ڪوڙو ڪري ٿو يا ان ۾ ڦيرو آڻي ٿو، سو ڄڻڪ سڄيءَ سنساري ملڪيت جي چوري ڪري ٿو.“ انهيءَ ڪان پوءِ منو مهراج چوي ٿو تہ، ”انهيءَ شبد يا واڻيءَ کي سچ جي ڇانئيءَ ۾ ڇاڻي ڪڍڻ هڪ مهاپرلو ڌرم آهي. اپنشدن ۾ بہ سچ جي واکاڻ ۽ امتا لي خوب گهڻيترو سان ويچار ڪيو ويو آهي. ٻڌ جي ميدان ۾ ڀاڻن جي سمجا ٿي پيل پيشر پتا مهہ، ٻڌشٽر کي اپديش ڏيندي ۽ سنساري ماڻهن ڏانهن اشارو ڪندي چيو تہ، ”سنسار جو هرهڪ وهنوار سچ سان هلائڻ، پرم ڌرم آهي.“ انهيءَ ڪالسواءِ ٻڌ ۽ ڪرستالي ڌرم ۾ بہ انهن ليمن جو ورڻن مليو ٿو.

ڇا، توهين سمجهي سگهو ٿا تہ انهيءَ سچ جي ورڌ بہ ڪن جو ممڪن ٿي سگهي ٿو؟ افسوس! ليڪن ۽ اوچ منش سان ڀراوري سنسار جو وهنوار بلڪل ڪوڙهو آهي. سمجهو تہ ڪو منش خونيءَ جي ڊپ کان ڀڄي توهان وٽ اچي پناه وٺي ٿو، ۽ انجن پنهان خواي. منش هٿ ۾ تلوار کڻي انکي ڳوليندو اچي ٿو توهان کان ان لڪل منش جو ڏس پڇيءَ؛ هاڻي توهين سچ ڳالهائي ان لڪل منش کي موت جي ڄار ۾ ڦاسائيندا، يا ڪوڙ ڳالهائي ان نردوش منش کي موت جي چنبي کان ڇڏائيندا؟ ڌرمي شاسترن ۾ نردوش منش کي خون ٿيڻ کان بچائڻ، سچ جهڙوئي پنڇ سمجهيو ويو آهي.

منو مهاراج اهڙي وقت لاءِ چوي ٿو ته: ”ڪنهن ڀي پڇڻ تي به ڪو جواب نه ڏيو، يا چرين جيان هوں، هون ڪري ڳالهه کي ٽالي ۽ ڇپائي ڇڏيو.“ هاڻي سوال آهي ته ڇا هون هون ڪرڻ يا ڳالهه کي ٽالي ڇڏڻ ڪوڙ نه آهي؟ مهاڀارت ۾ هڪ هنڌ چيو ويو آهي ته، ”ڌرم جو ڀالو ڪري من کي پرسن نه ڪرڻ گهرجي، ڇاڪاڻ ته توهين ڌرم کي لتا نٿي سگهو، بلڪ توهين خود نٿجي ويندا.“ پر، انهيءَ ڳالهه تي ڌيان ڏيڻ کانسواءِ هڪ ٻيو سوال اٿڻ پيدا ٿئي ٿو. اهو سوال آهي ته، جيڪڏهن هون هون ڪري ڳالهه ٽالڻ جو وقت ئي نه ملي ته پوءِ ڇا ڪيو وڃي؟ سمجهو ته ڪو ڌاڙيل هٿ ۾ هڪ مضبوط هٿيار کڻي، توهانجي ڇاتيءَ تي سوار ٿئي، توهان کان توهانجي ڌن جو پتو پڇي ٿو ۽ جواب نه ڏيڻ تي، يا هون هون ڪرڻ تي ڏڙ جي ڌار جو ڊپ آهي، پوءِ اهڙيءَ اوستا ۾ توهين ڪهڙو رستو وٺندا؟ گيان جي ڀنڊار شري ڪرشڻ ڀڳوان مهاڀارت جي ڪرڻ پرو ۾ ارجن کي ۽ شانتي پرو ۾ ڀيشم پتا مهه، راجا يڌشٽر کي اهڙن وقتن ڏانهن اشارو ڪري چيو آهي ته، ”ڳالهائڻ کان سوائي جيڪڏهن ڇوٽڪارو ٿي وڃي ته ان وقت هرگز ڳالهائڻ نه گهرجي، پر جيڪڏهن ڳالهائڻ ضروري هجي، يا ڳالهائڻ مان ٻري لتيجي پيدا ٿيڻ جو امڪان هجي ته پوءِ سچ کان ڪوڙ ڳالهائڻ بهتر ٿيندو.“ ڇاڪاڻ ته سچ جو ڌرم ڪيول شبدن تي ئي آڌار ٿو رکيءَ انهيءَ ڪري جيڪو آچار گهڻن کي لاڀ پهچائي، ۽ دشٽ کي سيکت ڏياري، پوءِ اهو ڀلي ظاهري شبدن ۾ ڪوڙ جي روپ ۾ هجي، خراب ٿي چئي سگهجي. جنهن مان گهڻن کي لاڀ ٿو رسي، تنهنکي نه سچ ۽ نه اهنسائي چئي سگهي ٿو. مهاڀارت جي شانتي پرو ۾ نارد منيءَ شڪديو کي چيو آهي ته، ”سچ ڳالهائڻ چڱو آهي، پر سچ کان به اهڙي ٺهوٺي جو ڳالهائڻ بهتر آهي، جنهن مان گهڻن کي لاڀ رسيءَ ڇاڪاڻ ته، جنهن مان سڀني يا گهڻن جيون کي فائدو ملي،

سوئي منهنجي مت ۾ سچ آهي." جيڪڏهن ڪي ماڻهو اهڙيءَ
رائي ڪي ڪوڙو يا اڻ پورو سمجهن ۽ انهن کي ياد رکڻ کپي ته،
اهڙي ڏولي جا هڪ يا ٻه ته، ٻاڪ ڪٿين وچن مهاڀارت سهڙي
پرماڻڪ ڌرمي گرنٿ ۾ آيل آهن. سچ جي ڪوڙي مهاراجا
يڌشٽر، گرو دروڻا چاريہ کي دلبو ڏيئي مارڻ جو يتن ڪيو هو،
اهڙيءَ ريت اهوئي پڇڻ پيل هو.

پر هيءَ ڳالهہ ڌيان ۾ رکڻ گهرجي ته اسانجن شاسترن ۾ ڪٿهن
به هند اهين نه چيو ويو آهي ته، ڏوهيءَ کي ، ڪوڙ ڳالهائي
بچايو وڃي. اهن شاسترن ۾ ته ڏوهي کي پوري سيکيا ڏيڻ
جي ئي آگيا ڪئي ويئي آهي. جو منش، ڏوهيءَ کي ڪوڙ
ڳالهائي بچائڻ جو يتن ڪري ٿو، تنهن لسپت شاستر چون ٿا ته
هو پنهنجن ڪتنبن سميت نرڪ ۾ واس ڪري ٿو. هاڻي سوال
آهي ته اسانجي سچ ڳالهائڻ سبب جيڪڏهن ڪنهن بي ڏوهيءَ
جي جان خطري ۾ پوي، ته پوءِ ڇا ڪيو وڃي؟ گرين نالي هڪ
انگريز ليکڪ پنهنجي "نيتي شاستر جو مدو" نالي گرنٿ ۾ لکي
ٿو ته، "اهڙن موقعن لي نيتي شاستر بلڪل گونگا ٿيو ٿا پون."
پر انهن نہ آهي، اسانجا منو ۽ ياڳيولڪ وغيره رشي اهڙن موقعن
لي ڳالهايل ڪوڙ کي سچ جي درجي ۾ ڳڻن ٿا، پر اهيءَ هوندي
به ان ڪوڙ لاءِ پرائشچت جو هڪ هلڪو ڏنڊ ڀرڻ رکيو ويو آهي.

## انگريزي نيتي شاسترن جو مٿو

ڪن وڏن انگريزي ليکڪن، هندو شاسترن جي مٿين
نيتڪ سمجهاڻيءَ لي حرف جٽرون ڪيون آهن، ۽ جٽرون ڪندي
انهن هندو شاسترن لي ڪوڙا سچا الزام ٻڌا ٿا آهن. اهيءَ
ڪري هن هند عيسائي گرنٿن جا سچ ۽ ڪميا وغيره نيتڪ ليکن
نسب ڏال رايا ڏيکاري، اهن جي، هندو شاسترن جي سمجهاڻي
۽ ڀني سان ڀيٽ ڪرڻ ضروري آهي.

ڪرانسٽ جي ٻال نالي هڪ شش بائبل ۾ هڪ هند چيو

آهي ته، ”جيڪڏهن منهنجي ڪوڙ ڳالهائڻ ڪري، ايشور جي سچ جو منهن مٿي آئي ٿو (يعني ڪرستاني مت جو پرچار ٿئي ٿو) ته پوءِ ان ڪوڙ ڳالهائڻ سبب مان پاپي ته ڪي سگهندس.“ عيسائي ڌرم جي الهامي ڪتاب ۾ مٿين لکيو آهي ته، اڳئين سمي ۾ عيسائي مت جا اپديشڪ ڪيترن موقعن تي ڪوڙ ڳالهائي به پنهنجي ڌرم جو پرچار ڪندا هوا. هان، اڄ ڪلهه جا نيتي شاستر جاڻو يا ليکڪ، ڪنهنکي ڪوڙ جي وسيلي پنهنجي ڌرم آڌارڻ جي ڪٽي پرو چون، نه به هو ايترو ته اوس سويڪار ڪندا ته سچ جي ڌرم يعني سچ کي به ڪي رڪاوٽون اوس آهن. مثال لاءِ سڄوڪ جي ليتيءَ لسبت گرلت ڪي ئي ولو، جو اڄ ڪلهه ڪاليجن ۾ پڙهايو وڃي. انهيءَ گرلت ۾ چيو ويو آهي ته، ڪنهن به ڳالهه جي اوٽيءَ ڪرڻ لاءِ ”گهٽڻ جي گهٽي لاپ“ جي سڌالت ڪان ڪم وٺڻ گهرجي. انهيءَ سڌالت جي اهڃاڻ ڪندي سڄوڪ صاحب جو چوڻ آهي ته، ننڍن ٻالڪن، چرين، بيمارن، (جيڪڏهن سچ ڳالهائڻ سان بيمار کي هاڃيءَ پهچڻ جو امڪان هجي ته) شترن، چورن، ليچ ماڻهن، يا زبردستيءَ جواب گهرندڙن سان يا وڪيلن کي پنهنجي ڌنڌي ۾ ڪوڙ ڳالهائڻ اي واجب ته آهي*. اهڙيءَ ريت مل صاحب پڻ پنهنجي نيتي شاستر ۾ سچ لسبت ساڳيو مت ڏنو آهي†. مٿين رائي ڪالسواءِ سڄوڪ صاحب وري چوي ٿو ته، ”جيتوڻيڪ چيو ويو آهي ته سپني کي سچ ڳالهائڻ گهرجي، پر جن راڄنيتڪ اڌڪارين کي پنهنجي ليتيءَ جو ڳجهه ظاهر ڪرڻو نه آهي لڪي، ۽ واپارين کي پنهنجي ڌنڌي ۾ ڪوڙ ڳالهائڻ جي ڇوٽ آهي¶. وري پڻ هند ساڳيو مهاشه چوي ٿو ته، ”اهائي

* Sidgwick's Methods of Ethics Book III. Chap. XI ¶6.

†Mill's Utilitarianism, Chap. II. P. P. 33-34 [15th Edition. Longmans 1907]

¶ Sidgwick's Methods of Ethics Book IV Chap. III ¶7. P. 454 [7th Ed.]; and Book II Chap. V ¶3 P. 16]

موڪل ٻاڌرين ۽ فوجي سپاهين کي ٻڌائڻ گهرجي." ليسلي
اسٽيفن ٿالي هڪ ٻيو گرنٿڪار پنهنجي نيتي شاستر ۾ چوي ٿو
ته، ”ٻيمارين کي ٻه ڪم جي ڳالهه ڏيان ڏکي، ٻيءَ ايترو
نيٺ لڪائڻ ڪرڻ گهرجي. جڏهن مونکي پڪ هجي ته ڪوڙ
ڳالهائڻ سبب مونکي فائدي ڪم ۾ لاڀ ٿيندو، ته ٻيءَ الوقت
مان سچ ڳالهائڻ لاءِ بلڪل تيار نه ٿيندس؛ يعني منهنجو الوقت
ڪوڙ ڳالهائڻ ئي ڌرم ٿيندو ‡" گرين صاحب پنهنجي نيتي شاستر
۾ لکيو آهي ته، اهڙن وقتن جي نازڪ سوالن جو نيتي شاستر ڪو
به جواب نٿا ڏئي سگهن. پڇاڙيءَ ۾ هن صاحب جو چوڻ آهي
ته، "نيتي شاستر اهين نٿو چوي ته، ڪنهن نيتيءَ جي رواجي
نيم موجب؛ ڪيول اهين سمجهي ته اهڙو نيم اٽل ٿيو آهي،
هميشه هلندي ڪرڻ ۾ ڪا خوبي نه آهي. ٻر نيتيءَ جي نيمن کي
ڪيول اهيءَ ڪري ٿي مقرر ڪيو ويندو آهي، جو "رواجي طور"
انهي پيروي ڪرڻ مان فائدو نڪتي ٿو، ڇاڪاڻ ته اهڙي وقت
اسين پنهنجي اوڀ جي الدرين کي وس ۾ رکڻ جو لائق ٿيون
ٿا *." نيتي شاستر تي گرنٿ لکندڙ ٻين ۽ ويول وغيره انگريزي
پنڊتن جو ٻيا اهوئي راءِ آهي. †

هاڻي جيڪڏهن ڏسجي، ته انگريزي ليکڪن جي نيتيءَ
لسمع ڏال مع سان، اساڻي شاسترن جي متن جي ڀيٽ ڪندا
ته ڪين معلوم ٿيندو ته اساڻا شاستر، انهن انگريزي گرنٿن جي
ڀيٽ ۾ سچ جا وڌيڪ حامي آهن. اهيءَ ۾ ڪو شڪ نه آهي
ته مهاڀارت ۾ هڪ هنڌ چيو ويو آهي ته، ”ڪل ۾، استرين سان،
وهانءَ ۾، جڏهن جان خطري ۾ هجي، ۽ ملڪيت جي رکيا

‡ Leslie Stephen's science of Ethics, Chap IX ¶ 29 P. 369 (2nd Ed).
"And the certainty might be of such a Kindas to make me think it a duty to lie

* Green's ,Prolegom ena to Ethics, ¶ 315 P. 379 [5th Cheaps Ed]
† Bain's Mental and Moral Science P 445 (Ed. 1875; and Whewell's Element of morality, Book II Chap XIII and XIV [4th Ed. 1664].

ڪندي ڪوڙ ڳالهائڻ پاپ نه آهي پر اهيءَ جي اها مراد نه آهي ته مٿين وقتن لي سدائين ڪوڙ ڳالهايو وڃي. انگريزي ليکڪن پولوڪ يا آلمڪ لاءِ ڪي ڪو به ڏيان نه ڏيئي، ڪوڙ ڳالهائڻ جي صاف موڪل ڏيئي ڇڏي آهي؛ نه ڪيول ايترو بلڪ پنهنجي شخصي فائدي لاءِ به اهن پنهنجن ڪرتن ۾ ڪوڙ ڳالهائڻ جي ڇڙواڳ ڏيئي ڇڏي آهي. پر اسانجن شاسترن جو اهو مت نه آهي. اهن ڪن ايڪڙ ٻڪڙ وقتن لي ڪوڙ ڳالهائڻ جي ڇوٽي ڏني آهي. پر ڌيان ۾ رهي ته اهيءَ وقت جيڪڏهن هر اُپڪار ۽ ڪيول شبدي (زباني) ڪوڙ ڳالهائڻ جو سوال اڳيان آيل هجي ته پوءِ اسانجن شاسترن اهوئي مت ڏنو آهي ته پر اُپڪار جي سدائين اڳيان ڪوڙ ڳالهائڻ جو پاپ لچ شيءِ آهي. اهڙي وقت کانسواءِ باقي ڪنهن به ويل ڪوڙ ڳالهائڻ کي اسانجن شاسترن بلڪل سخت شبدن ۾ ننديو آهي. اهيءَ کانسواءِ اسانجا شاستر پر اُپڪار ڪندي به ڪوڙ ڳالهائڻ کي ڪو اوچي درجي ۾ لتا ملائن؛ اهوئي سبب آهي جو اهن اهڙن وقتن لي لاچاري ڪوڙ ڳالهائڻ لاءِ به پرائشچت مقرر ڪيو آهي. اج ڪله جا پورٻي ودوان ڪٿي اسانجن شاسترن جي پرائشچت نسبت مقرر ڪيل نيم لي ڇڙوون ڪن، پر اهي پرائشچت جي سچي پروڙ انهن کي ني آهي، جي اهن ويچارن جا هامي آهن. مهاڀارت ۾ چيو ويو آهي ته، هڪ وقت سچ جي اوتار مهاراجا يدشٽر ڪوڙ ڳالهائي ورد پکيہ جي سينا نائڪ گرو دروڻاچاريه کي ماريو هو، اهيءَ لي سندس رٿ، جو پرٿويءَ کان ڪجهه مٿي هلندو هو، سو ان سان لڳي هلڻ لڳو، ۽ ڪنهن هڪ پل لاءِ نرڪ جو دک سهڻو پيو. اهيءَ کان سواءِ هڪ ٻيءَ ڪٿا ۾ ڏيکاريو ويو آهي ته، ارجن شڪنديءَ ٽالي هڪ ڪدڙي راجڪمار جي پٺيان لڪي ڀيشم پتا مهه لي تير هنيا هوا، جنهنڪري کيس پنهنجي پٽ ڀيرواهن کان هارائڻو پيو. اهن درشٽانتن ڏيڻ جو ڪيول اهو مطلب آهي ته، اسانجن شاسترن جو ڪنهن وقت

موڪل ڏاڍين ۽ فوجي سپاهين کي ٻڌ ڏاڻ گهرجي.‡ لسلي
اسٽيفن واري ڏسڪ ٻيو گرنٿڪار پنهنجي نيتي شاستر ۾ چوي ٿو
ته، "اهڙا مثال ڪيڻ ته ڪم جي ڀل لئي ڏيان ڏئي، ٻوءِ الٽو
نتيجو نڪرندڙ ڪرڻ گهرجي. جڏهن مولڪي ٻڪ هجي ته ڪوڙ
ڳالهائڻ سبب مولڪي فائدي ڪر ۾ لاڀ ٿيندو، ته پوءِ الوقت
مان سچ ڳالهائڻ لاءِ بلڪل تيار نه ٿيندس؛ يعني منهنجو الوقت
ڪوڙ ڳالهائڻ لئي ڌرم ٿيندو؛" گرين صاحب پنهنجي نيتي شاستر
۾ چيو آهي ته، اهڙن وقتن جي نازڪ سوالن جو نيتي شاستر ڪو
به جواب نٿو ڏئي سگهي. ٻڇاڙيءَ ۾ هن صاحب جو چوڻ آهي
ته، "نيتي شاستر اهو ٿو چوي ته، ڪنهن نيتيءَ جي رواجي
نمو ڪسب) ڪبول الهن سمجهڻ ته اهڙو نيم لاڳاپو ويو آهي،
هميشه عمل ڪرڻ ۾ ڪا ٿوڙي نه آهي. پر نيتيءَ جي نيمن کي
ڪبول الهيءَ ڪري لي مقرر ڪيو ويندو آهي، جو "رواجي طور"
انجي پيروي ڪرڻ مان فائدو ٿئي ٿو، جاڪاڻ ته اهڙي وقت
انهن پنهنجي لوڀ جي الدرين کي وس ۾ رکڻ جو لاڀ پرائون
ٿا." نيتي شاستر تي گرنٿ لکندڙ بين ۽ وهول وغيره انگريزي
پنڊتن جو ٻڌ اهڙو ئي رايو آهي.†

هاڻي جيڪڏهن ڏسندڙ، ته انگريزي ليکڪن جي نيتيءَ
لبعد ڏلل مثال مان، اساڻي شاسترن جي مت جي ڀيٽ ڪيترا
ته ڪين معلوم ٿيندو ته اساڻا شاستر، انهن انگريزي گرنٿن جي
ڀيٽ ۾ سچ جا وڌيڪ حامي آهن. الهيءَ ۾ ڪو شڪ نه آهي
ته ميالارسه ۾ هڪ هنڌ چيو ويو آهي ته، "کل ۾، استرين سان،
وڃڻ ۾، هلڻ جان خطري ۾ هجي، ۽ ملڪيت جي رکيا

‡ Leslie Stephen's science of Ethics. Chap IX ¶ 29 P. 369 (2nd Ed).
"And the certainty might be of such a Kludas to make me think it a duty to lie

* Green's Prolegomena to Ethics. ¶ 315 P. 379 [5th Cheaps Ed]
† Bain's Mental and Moral science P 445 (Ed. 1875; and Whewell's Element of morality, Book II Chap XIII and XIV [4th Ed. 1864].

ڪندي ڪوڙ ڳالهائڻ پاپ نه آهي پر انهيءَ جي اها مراد نه آهي ته ڪنهن به وقت تي سدا ڪوڙ ڳالهايو وڃي. انگريزي ليکڪ پولاڪ يا آلهڪ لاڀ تي ڪو ڌيان نه ڏيندي، ڪوڙ ڳالهائڻ جي صاف موڪل ڏيئي ڇڏي آهي؛ نه ڪيول ايترو بلڪ پنهنجي شخصي فائدي لاءِ به انهن پنهنجن گرنٿن ۾ ڪوڙ ڳالهائڻ جي ڇوٽ ڏيئي ڇڏي آهي. پر اسانجن شاسترن جو اهو مت نه آهي. انهن ڪن ايترن ٿورن وقتن تي ڪوڙ ڳالهائڻ جي ڇوٽ ڏني آهي. پر ڌيان ۾ رهي ته انهيءَ وقت جيڪڏهن هر اُپڪار ۽ ڪيول شبدي (زباني) ڪوڙ ڳالهائڻ جو سوال اڳيان آيل هجي ته ٻيءَ اسانجن شاسترن اهوئي مت ڏنو آهي ته پر اُپڪار جي سدالت اڳيان ڪوڙ ڳالهائڻ جو پاپ ننڍو شيءِ آهي. اهڙي وقت ڪانسواءِ باقي ڪنهن به ويل ڪوڙ ڳالهائڻ کي اسانجن شاسترن بلڪل سخت شبدن ۾ ننديو آهي. انهيءَ ڪانسواءِ اسانجا شاستر پر اُپڪار ڪندي به ڪوڙ ڳالهائڻ کي ڪو اوچي درجي ۾ ڪتا ملائن؛ اهوئي سبب آهي جو انهن اهڙن وقتن تي لاچاري ڪوڙ ڳالهائڻ لاءِ به پرائشچت مقرر ڪيو آهي. اڄ ڪلهه جا ٻورهي ودوان ڪٿي اسانجن شاسترن جي پرائشچت نسبت مقرر ڪيل نيم تي چٿرون ڪن، پر انهي پرائشچت جي سچي پروڙ انهن کي ني آهي، جي انهن وچارن جا حامي آهن. مهاڀارت ۾ چيو ويو آهي ته، هڪ وقت سچ جي اوتار مهاراجا يڌشٽر ڪوڙ ڳالهائي ورتو پڪيه جي سينا نائڪ گرو دروڻاچاريه کي ماريو هو، انهيءَ تي سندس رٿ، جو پرٿويءَ کان ڪجهه مٿي هلندو هو، سو ان سان لڳي هلڻ لڳو، ۽ ڪنهن هڪ پل ٿيءَ نرڪ جو دک سهڻو پيو. انهيءَ کان سواءِ هڪ ٻيءَ ڪتا ۾ ڏيکاريو ويو آهي ته، ارجن شڪنديءَ ٿالي هڪ ڪدڙي اڪمار جي ٻنيان لڪي ڀيشم پتا مهه تي تير هنيا هوا، جنهنڪري ڪيس پنهنجي پٽ ٻبرواهن کان هارائڻو پيو. انهن درشٽانتن ڏيڻ جو ڪيول اهو مطلب آهي ته، اسانجن شاسترن جو ڪنهن وقت

(سو نہ پر اپڪار ڪندي) ڪوڙ ڳالهائڻ جي موڪل ڏني هئي،
تنهنڪري اهي انگريزي ليکڪن وانگر پنهنجو اُل سڌائڻ اٿي ڪري
هڻو. اساڻن شاسترن جو نہ مقصد آهي جي شبدن ۾ اهوئي چوڻ هو
تہ ”جيڪي منش، سوارٿ، پر اُپڪار يا ٻئي ڪري بہ ڪوڙ ٿا
ڳالهائن تن کي سزا ملندو.“

## وچن جي پالنا ۽ انجي ورڌ مت

پنهنجي پرتگيا يعني وچن کي پورو ڪرڻ بہ ”سچ“ جي
درجي ۾ اچي ٿو وڃي. مهاڀارت ۾ ڀڳوان شري ڪرشڻ ۽ ڀيشم
پتامہ پنهنجي سچ جي ورت لاءِ چيو آهي تہ، ”هماليہ پهاڙ
پنهنجو استان ڇڏي سگهي ٿو، باه پنهنجي گرميءَ جو سڀاءُ ڇڏي
سگهي ٿي، پر اسانجو وچن ڪڏهن بہ ڪوڙو ٿي نہ سگهي.“
راجا ڀرتري ستپرش لاءِ سمجهاڻي ڏيندي چوي ٿو تہ،
”سچ ۽ نوجوان پرش پنهنجي شرير کي بہ سواها ڪري ڇڏيندا،
پر پنهنجي وچن تان ڪڏهن بہ ڪين هٽندا“ الهيءَ ڪالساءِ شري
رامچندر جي ”هڪ استري ۽ هڪ وچن“ ۽ هرشچندر جي پرتگيا
جي ڳالهہ نہ نہ ڪيول هندو سماج، بلڪ سنسار ۾ پرسڌ آهي.
اهو نہ ليو سچ لاءِ سر ڏيندڙن جو ورثو هاڻي ڏسڻ گهرجي تہ
الهيءَ سچ جي ورڌ بہ ڪن مهاپرشن جو سچ يا هلت آهي ڇا؟
ويدن ۾ هڪ هنڌ چيو ويو آهي تہ، اندر وغيره ديوتائن، ورتاس
ٽالي دنيا کي وچن ڏيڻ بہ انکي پوريءَ طرح نہ نباهيو
ڪيول ايترو بلڪ انکي ماري بہ ڇڏيو، اهڙيءَ ريت پراڻن
هرشچندر وغيره جا جهجهائي درشٽانت ملن ٿا، جن ۾ ديوتائن
پنهنجي وچن جي پوتواري نہ ڪئي آهي. اڄ ڪلهہ پڻ وهنوا
۾ ڪي اهڙا انجام اقرار ڪمل ڏين ٿا، جيڪي ڪورٽن ۾ ٿو مڃ
وڃي، بلڪ انن جي پيروي ڪرڻ ڪنهن وقت ڪن حالتن
قاعدي جي ورڌ ليو ٿي. مهاڀارت ۾ ارجن اسانجي لموٽ
جي هڪ ڪٿا آئل آهي. ارجن جو پرڻ ڪمل هو تہ جيڪڏهن

ڪو، مولڪي اٿس چولدو ته تون ڪائر ٿي ڏلش هلائڻ جوڳو نه
آهين، انهيءَ ڪري ڪٿي اهو اٿي کي سولپ، ته ان جو مان سر
ڌڙ کان ڌار ڪري ڇڏيندس. انهيءَ ڀرتگيا کي گهڻو وقت گذري
ويو. ليڪن مهاڀارت جي يڌ هلندي هڪ وقت راجا يڌشٽر ڪنهن ڳالهه
تان چڙي ارجن کي چيو ته، ”هي ارجن! جڏهن تون ڀاٽڪان
وڌيڪ سورويرن کي هيءَ ڌلش ڪٿي سولپين ته بهتر آهي.“
اهي شبد ٻڌي ارجن يڪدم مياڻ مان تلوار ڪڍي ڀاءُ يڌشٽر
ڏانهن وڌيو. ايتري ۾ شري ڪرشڻ، جو الوقت الي ڀلو هو،
ارجن جو هٿ روڪي چوڻ لڳو، ”هي سمجهه! توکي اڃان سوکم
ڌرم جي ٻوجهه نه آهي، انهيءَ لاءِ تون ڀاٽڪان وڏن ۾ اليوي
منشن کان ڪجهه ٻڌاءِ. جيڪڏهن هن ويل توکي پنهنجي ڀرتگيا
پوري ٿي ڪرڻي آهي ته ڪٿي وڏي ڀاءُ جو واٽيءَ سان اپمان
ڪر، ڇو ته مانيءَ پرش لاءِ اپمان موت سمان آهي.“ اهڙيءَ
ريت ڌرم جي سوکم ڀيد کان ارجن کي واقف ڪري، شري
ڪرشڻ کيس وڏي ڀاءُ جي خون ڪرڻ کان بچايو. هن درشٽانت
۾ ان مان لڪولڌڙ نتيجي تي هر هڪ کي ڌيان ڏيڻ گهرجي.
انهيءَ ۾ ڪو شڪ نه آهي ته اهڙن سوکم ۽ نازڪ وقتن جي ٻوجهه
ٻوڻ بلڪل مشڪل آهي. مٿي ورڻن ڪيل ڳالهه ۾ ڀرالري ڌرم
کي سچ کان وڏي درجي جو ليکيو ويو. ورڻي گيتا ۾ چيو ويو
آهي ته ڀرالري ڌرم کان ڪتري ڌرم جو درجو وڏو آهي.

## چوري نه ڪرڻ ۾ انجي ورڌ مت

جيڪڏهن اهنسا ۽ سچ لسبت ايڏو رولو مثل آهي ته ڪهڙو
شڪ آهي جو ليتيءَ جي ٽئين نيم يعني چوري نه ڪرڻ لسبت
۾ ساڳيوئي سر آلا ٿيو ويو هجي! ڪنهن نياءَ سان گڏ ڪيل ملڪيت
کي چوري ڏيڻ ڏيندي سماج جي رچنا ڀند ٿي ويندي. ۽ چوڌس
بي بندوبستيءَ جو راڄ ڪڙو ٿي ويندو. پر اينتيءَ جي انهي نيم
جي ورڌ ۾ مت ٿي سگهي ٿو. هاڻي سوال آهي ته جيڪڏهن

ڏڪر وقت ملھ ڏيڻ، مزوريءَ يا ٻئي سان ، اناج نه ملي سگهي
نه پوءِ اهڙي تنگ وقت چوري ڪري آڻي کيا جرڻ ۾ پاپ لڳندو؟
مهاڀارت جي شانتي پرو ۾ هڪ ڪٿا آيل آهي، جنهن ۾ چيو وي
آهي ته، هڪ وقت برابر ٻارهن ورهيه ڏڪر پيو؛ وشوامتر رشي
کي ڏاڍي بک آئي. اهڙي آپت ڪال ۾ هن رشيءَ هڪ چنڊال
جي گهران ڪتي جو ماس چوراڻي آڻي کيا ڪٽي. انهيءَ تي ان
چنڊال، رشيءَ کي هڙي ڪڪرم ڪرڻ کان روڪيو، ۽ سندس
ڏيان شاسترن جي ليکيءَ ڏاهو چڪايو. انهيءَ تي وشوامتر جيرو
۾ هن جو جواب لکيو، ”اي چنڊال! توکي منهنجي اڳيان ڌرم اپديش
ڪرڻ جو ڪو به اڌڪار نه آهي. جيئري رهڻ لاءِ ئي ڌرم جي
ڌرشٽيءَ سان مرڻ کان جيئرو رهڻ بهتر آهي.“ منو مهاراج پڻ
اهڙن وقتن جو ورڻن ڪري چيو آهي ته، آپت ڪال ۾ اشل
پدارٿ پڻ کائي سگهجي ٿو. هابس نالي هڪ انگريزي ليکڪ
لکي ٿو ته، ”ڏڪر وقت، پئسا يا ملھ سان به اناج جيڪڏهن نه مل
تي چوريءَ يا زوريءَ جو ڪم ڪري آڻي کيا ڪرڻ ڏوهه ن
چئبو“ * جان اسٽوئرٽ مل ته انهيءَ قدر لکڻ جي به همٿ
ڏيکاري آهي ته، ”اهڙي ڏکئي وقت چوري ڪرڻ هڪ
ڌرم آهي. † “

ڇا، هيءَ جو رشي وشوامتر چيو ته مرڻ کان جيئرو رهڻ بهتر
آهي، سا ڳالهه اکر به اکر سچي آهي؟ هرگز نه، هن جڳت ۾ ڪيول
جيئرو رهڻ ئي پرشارٿ (مقصد) نه آهي. ڪانو جي به وڏي عمر
ٿئي ٿي، انهيءَ ڪري انهن چئبو ڇا ته ڪانو انهنجي پرشارٿ
(مقصد) کي پهچي ويو؟ مهاڀارت ۾ هر سنڌ سرووپر استري ودلا
پهنجي پٽ کي اپديش ڏيندي چوي ٿي ته، ”استري تي ڪٿي

* Hobbes' Leviathan, Part. II, Chap. XXVII, P. 189 [Morley's Universal Library, Edition.]

† Mill's Utilitarianism Chap. V P. 95 [15th Ed.] "thus, to save a life, it may not only be allowable a duty to steal etc"

ٿي مرڻ، يا سؤ ورهين جي اجائي جيوت کان هڪ پل به همت
جو هلائي يُڌ جي ميدان ۾ مرڪي مرڻ بهتر آهي." اڄ نه سڀاڻ
موت جو شڪار ٿيڻو ئي پوندو، پوءِ موت کان ڊڄڻ جو ڪهڙو
سبب؟ اڌياتم شاستر جي سدانت موجب ته هيءُ آتما بلڪل مرڻ
جي نه آهي ۽ هوءَ اجر ۽ امر آهي. هان باقي هن شرير جو چولو
اوس بدلبو ٿو. هر هڪ ڄاڻي ٿو ته هيءُ شرير هڪ ڪچي گهڙي
جيان ڀڄندڙ ۽ ناس ٿيندڙ آهي. پر هن سنسار ۾ آتما جي ڪلياڻ
لاءِ ڪنهن ڪم ڪرڻ جو ساڌن هيءُ ديهه ئي آهي. بس انهيءَ
ڪري ئي منو مهراج چيو آهي ته، "استريءَ ۽ ڌن کان اڳ پنهنجي
سنڀال ڪرڻ گهرجي." هان، جيتوڻيڪ منش جي ديهه بلڪل
درلڀ آهي ۽ جلد ناس ٿيو وڃي، پر جڏهن آهن آتما جي ڪلياڻ
يا ڪنهن اهڙيءَ شيءِ جي همت ڪرڻ جو موقعو ايندو آهي،
تڏهن وڏا وڏا مهاتماڻون ۽ سنت پنهنجي ديهه جي به ڪا پرواهه
نه ڪندا آهن. پنهنجي گروءَ وششٽ جي ڳانءِ جي شينهن کان
وڪيا ڪندي راجا دليپ شينهن کي چيو ته، "هي جهنگل جا
راجا! مان انهيءَ ڳانءِ جي ماس بدلي پنهنجي ماس ڏيڻ لاءِ
تيار آهيان. مون جهڙن منشن کي، جس ۽ ناماچار اڳيان هن شرير
جي ڪا به پرواهه نه آهي." اهڙيءَ ريت مرڇڪٽڪ نالي هڪ
سنسڪرت ڪاويه ۾ چارودت چيو آهي ته، "... مان موت
کان نٿو ڊڄان، مونکي ڪيول اهوئي ڏک آهي جو منهنجو مان
متيءَ ۾ ملي ويو. جيڪڏهن منهنجو نالو شد ۽ نرمل رهي، ۽
انهي بدلي موت به هلندو اچي ته مان جيڪر انهي، پنهنجي پٽ
جي شاديءَ جيان آجيان ڪريان." انهيءَ ڪالسواءِ مهاڀارت ۾ پڻ
ڪيترا درشٽانت ملن ٿا، جن ۾ ڏيکاريو ويو آهي ته مهاتمائن ۽
مهاپرشن پراپڪار ۽ پنهنجي ٻالي کي پرسد ڪندي پنهنجي شرير
جي به ڪا پرواهه نه ڪئي آهي. هڪ وقت ۾ راجا باز جو روپ
ڌاري هڪ ڪبوتر جي پٺيان پيو. ويچارو ڪبوتر ساهه جي ڊپ

کان پڇي راجا شيءَ جي گود ۾ اچي ڪِريو. انهيءَ تي راجا شيءَ
پنهنجي ماس جي آڄ ڪري ۽ ڪبوتر کي مارڻ نه ڏنو. اهڙيءَ
ريت ورتاءُ ڏسي هڪ ڏينهن، ديوتائن کي اچي ستاڻ لڳو.
انهيءَ تي ديوتائن ان ڏينهن کي وڃي ڏسي هڪ هٿيار سان مارڻ
جو پهه ڪيو. پر ان هٿيار لاهڻ لاءِ هڪ جهڙي منش جي هڏن
جي گهرج هئي. ڪيتري سوچ ويچار کانپوءِ سڀ ديوتا گڏجي
انهن هڏن هٿ ڪرڻ لاءِ دڌيچ رشيءَ وٽ آيا جنهن ديوتائن
جي سوال تي پنهنجي ديهه تياڳي ۽ هڏا ڪڍي ڏنا. هڪ وقت
راجا اندر برهمڻ جو روپ ڌاري راجا ڪرڻ کان اچي سندس
زره ۽ ڪنڊل گهريا. انهيءَ تي سورج، اندر جي اچڻ کان اڳ ۾ ئي
ڪرڻ کي اچي چيو ته، "جيڪڏهن تون اندر کي پنهنجو زره
۽ ڪنڊل ڏيئي ڇڏيندين ته تنهنجو موت اوس جلد ٿيندو. انهي
۾ ڪو شڪ نه آهي ته تون مهاداني آهين، پر جيڪڏهن انهي
ڪري تون پنهنجو شرير ئي بلدان ڪري ڇڏيندين ته پوءِ تنهنجو
ڪو به فائدو نه ٿيندو. ڇاڪاڻ ته مرڻ کان پوءِ نالو ڪنهن به ڪم
جو نه آهي." انهيءَ تي راجا ڪرڻ سورج کي کلي جواب ڏنو
ته، "بيشڪ، پر مان شرير جي رکيا ڪرڻ کان، نالي ۽ جس جي
رکيا ڪرڻ کي پنهنجو مکيه ڌرم سمجهان ٿو." مهاڀارت کي ڇڏ
ڪجهه ويجهو اچو. شيواجيءَ جو گرو شري سمرٿ رامداس چئو
ٿو ته، "لاماچار ڏاڍن لهارڻ سان سک لٿو ملي؛ ۽ لڪي سک جو
لهارڻ سان ني نالو ملي ٿو. انهيءَ لاءِ هي جيو! اهڙو ڪو ڪم
ڪر، جنهن مان مرڻ کان پوءِ به تنهنجو نالو قائم رهي."

هن هنڌ سوال پيدا ٿي سگهي ٿو ته جيوٽڪ پرڪار وٽ
ڪرم ڪرڻ سان نالو پرسڌ ۽ قائم رهي ٿو، پر مرڻ کانپوءِ
جي پرسڌ رهڻ جي ڪهڙي ضرورت آهي؟ انهيءَ کانسواءِ ته
ماڻهن کي ڍڙهي ڪو منش اهو سوال به پڇي سگهي ٿو ته، ته
ساداري کي بي ماڻهي ليڻ کان مرڻ ۽ ويچاروان کي گهٽي ،

ڪان پوءِ انڪار ڪندي مرڻ بهتر ڇو ٿو لڳي؟ انهن سوالن جي
جواب ڏيڻ جي اسين هت ضرورت نٿا سمجهون؛ هان، البت
ايترو چوڻ واجب سمجهون ٿا ته، انهن سوالن جي جواب ڏيڻ
۾ اسان کي آلم ۽ الالم جي اونهي ويچار ۾ گهڙڻو پوندو، ۽ ان
سان ڪرم ۽ اڪرم جي شاستر تي ويچار ڪري انهن وقتن جي
ڄاڻڻ جو پتو ڪرڻو پوندو، جن وقتن تي ڪرم ڪندي پنهنجي
شرير جي به ڪا پرواهه نه ڪئي ويندي آهي. ڄاڻڻ ته اهڙن
وقتن جي پڇاڻڻ کان سواءِ هرڪنهن ڳالهه تي پنهنجو شرير به قربان
ڪري ڇڏڻ نه ڪيول اچي واجبي ٿيندو، بلڪ آپ گهات جو
پاپ پڻ متي تي لڳندو.

## آگيا پالڻ ۽ انجي ورڌ مت

ماتا، پتا ۽ گروءَ جي آگيا مڃڻ ۽ انهن جي سيوا ڪرڻ به ڌرم
جو هڪ مکيه انگ ۽ اينٽيءَ جو نيم ڄاتو ويو آهي. انهيءَ نيتڪ
نيم کي لتاڙڻ سان سماج جي پربند (انتظام) ۾ جو خلل پوندو،
تنهنکان هرهڪ ويچاروان واقف آهي. اڳين سمي ۾ جڏهن وديارٿي
پنهنجي وديا پوري ڪري پنهنجي گهر ڏانهن موٽندا هوا، تڏهن
سندن گرو کين سڀ کان اڳ وڏن جي آگيا پالڻ ۽ هلڻ جو ئي
اپديش ڪندا هوا. منو مهراج چوي ٿو ته ”ڏهن استادن برابر
هڪ آچاريه، سو آچارين برابر پتا، ۽ هزارن پتائن برابر ماتا آهي.“
پر انهيءَ نيم هوندي به رامائڻ ۾ ڄاتو ويو آهي ته پرسرام پنهنجي
پتا جي آگيا تي ماتا جو سر ڪپي ڇڏيو. مهاڀارت ۾ انهيءَ نيم
جي ڏاڍي سوکم ڇنڊ ڇاڻ ڪئي وئي آهي، جنهن مان معلوم
ٿئي ٿو ته ان سمي اهڙين سنهين ڳالهه جي به ڇنڊ ڇاڻ ڪرڻ جو
گهڻو رواج پيل هو. اڄ هندستان ۾ ڪو اهڙو ورلو اڀاڳو هوندو
جنهنکي پتا جي آگيا تي رامچندر جي ليرهن ورهيه بنواس ڀوڳڻ
جي خبر نه هجي. پر افسوس! اينٽيءَ جي انهيءَ رواجي نيم
تي به وقتن تي ورڌ مت ٿي سگهي ٿو. سمجهو ته ڪو سوروير

پنهنجي وڏڙن سان ڪنهن ڏينهن جو راڄ ڪئي ويو، ۽ سندس پيءُ ڪنهن ڏوهه ۾ اُن جي سنڌ ۾ اڱيار ڪيو آهي ويو هو، اهڙي وقت ۾ اهو راڄ ڪرڻ جي منتن لاءِ جو ڏيان ڪري پنهنجي ڏوهي پتا کي ڇڏي ڏئي؟ هرگز نه ۽ منو مهاراج چوي ٿو اهڙي وقت لاءِ جوڻ آهي ته، ”پتا، مائٽ، گرو، مترو، استري يا پرانهن ڪي ڪوڏهڻ ڌرم کي لتاڙي ڪو ڏوهه ڪري ته، راجا انکي اوس سيکت ڏئي.“ يعني اهڙي وقت پتر ڌرم کان راج ڌرم وڏو ڪ سمجهڻ گهرجي. انهيءَ لسبٺ مهاڀارت ۾ هڪ درشٽانت ڏيندي چيو ويو آهي ته، مها سوروڻ راجا ساگر پنهنجي پٽ کي، جو اڌرمي ٿي پيو هو، ديش نيڪالي ڏني. اهڙيءَ ريت منو سمرتيءَ ۾ اها هڪ ڪٿا آئل آهي جنهن ۾ چيو ويو آهي ته، آنگرس نالي هڪ رشي لنديءَ جمار ۾ ئي ودنا ابياس ڪري وڏو گيانِي ٿي ويو، جنهنڪري سندس ڪاڪا، ماما ۽ اهڙيءَ ريت ٻيا پيرسن مٽ مائٽ وٽس پڙهڻ لڳا. هڪ وقت ڪن ڳالهين تي واد وواد ڪندي ٻالڪ آنگرس کان ڪي اهڙا شبد لکري ويا جن سندس مائٽن کي ڪروڌ ڏياري ڇڏيو، ۽ انهن سمجهيو ته شايد آنگرس چريو ٿي پيو آهي. انهيءَ تي هو سڀ گڏ ٿي ديوتائن وٽ دانهين ويا، جن ڪيٽي سوچ ويچار ڪانهوءَ رشي آنگرس جي طرف فيصلو ڏنو ۽ چيو ته، ”سر جي سفيد وارن سبب ڪنهن کي وڏو يا ودوان نه چئي سگهجي، ديوتائون انکي ئي وڏو سمجهن ٿا جو گياني ۽ ودوان هجي، پوءِ ڀلي هو عمر ۾ ڪيڏو نه هجي.“ انهن نه سمجهڻ گهرجي ته اهو وابو ڪيول منو مهاراج يا ڪو لڪ رشيءَ جو آهي، بلڪ پڌ ڌرم جي ٻاني وجهندڙ شري گوتم ٻڌ ٻڌ انهيءَ سان ڪي ئي نيڪو ڏنو آهي. پڌ ڌرم جي ... ”ڌرم پد“ نالي گرنٿ ۾ چيو ويو آهي ته، ”ٻڌي ... ٿئيڻ جي حبوت کي اڄايو سمجهڻ گهرجي ۽ چاڪاڻ ... ۽ ودوان سڏائڻ لاءِ سچ ۽ اهنسا جو گڻ ضروري آهي.“

"چلوڳ." لاءِ هڪ ٻيو ٻڌ ڌرمي گرنٿ ۾ خود گوتم ٻڌ چوي
ٿو ته، "جيڪڏهن ڪنهن ڌرمي ٻيڪڙي لڀڻ لاءِ پروقت ڪو
ٻيو ڀڪشو (سنياسي) نه ملي سگهي، ته پوءِ هڪ اوجوان پروڊوان
منش (پوءِ ڪٿي هو ڀڪشو نه هجي) ان جي هٿ لي وٺي ٻيان ڀڪشو
کي به اپديش ڏيندي لڀيرو ڪري سگهي ٿو." پرهلاد ۽ سنڌس
پيءُ جي ڪٿا مان به اهائي ڳالهه سڌ لڳي ٿي. پر جيڪڏهن ڪو
ڇوڪرو هٺ يا ايمان سبب ٿي پنهنجن وڏن جي آڳيا اورالگهي
يا انهن جو اپمان ڪري ته انکي پوءِ سمجهڻ گهرجي. مهاڀارت
۾ هڪ هنڌ ڀيشم پتا مهه، راجا يڌشٽر کي چيو آهي ته، "گرو، ماتا
۽ پتا کان به وڏو آهي." ورِي ساڳئي گرنٿ ۾ چيو ويو آهي ته
هڪ مرت لاءِ راجا، پنهن جي لوڀي گروءَ جو اپمان ڪري ڪيس
گهر کان ٻيڪالي ڏئي ڇڏي ۽ چيو ته، "جيڪڏهن گرو، ڌرم
۽ اڌرم جو ويچار نه ڪري پنهنجي لنديءَ ۾ ٿي پورو هجي ته
انکي به سزا ڏيڻ گهرجي." انهيءَ کانسواءِ ڀيشم پنهنجي گرو پرسرام
سان، ۽ ارجن پنهنجي گرو دروڻا چاريه سان جيڪا لڙائي ڪئي
آهي تنهن مان پڻ متين ڳالهه سڌ لڳي ٿي. مها ابوي ۽ گياني
ڀيشم پتا مهه، شري ڪرشڻ کي چيو آهي ته، "جيتوڻيڪ گرو
پوڄيه آهي، پر انکي به نيتيءَ جي حد اندر هلڻ گهرجي؛ جيڪي
وڏا يا ننڍا نيتيءَ جو ليڪو لنگهي ڌرم يا سداچار تي ڪهاڙو
هڻن ٿا، انهن کي لڙائيءَ جي ميدان ۾ مارڻ ٿي ڪيترين جو ڌرم
آهي." انهيءَ رهس نيترايه اپنشد ۾ به چيو ويو آهي ته، "جيڪي
گروءَ جا گڻ هجن تن جي ئي پوڄاري ڪرڻو، پر ان جي
اوگڻن ڏانهن اک کڻي به نه نهارڻو." هن مان متين اپنشد جو اهو ئي
مطلب ڏسڻ ۾ اچي ٿو ته، ايشڪ گروءَ ۽ پتا وغيره کي مان
ڏيو، پر جيڪڏهن انهن ۾ شراب پيئڻ يا ڪوڙ ڳالهائڻ وغيره جو
اوگڻ هجي ته، انهيءَ حالت ۾ وديارٿين ۽ ٻين کي هنن جي
انهن اوگڻن جي پوڄاري نه ڪرڻ گهرجي. انهيءَ کانسواءِ منو

نه ٻري رهيون، بلڪ هو هڪ اهڙي اوراه ۾ وڃي ٿو پوي جنهن مان الجو وري نڪرڻ جيڪڏهن ناممڪن نه، ته ڏکيو ضرور ٿيو پوي. ڀاڳوت ۾ هڪ هنڌ چيو ويو آهي ته، "هن سنسار ۾ ڪنهنکي ٻه مٿن (استري ۽ پرش جي ميل) لاءِ اپديش لئو ڏلو وڃي، ڀر اها ڳالهه منش جي اندرين جو سڀاويڪ ڌرم يا گڻ آهي." ٻر ياد رکڻ گهرجي ته انهيءَ گڻ يا ڌرم کي ٻه حد اندر رکڻ مان لاڀ لئي ٿو، ۽ انوئي سبب آهي يعني انهيءَ ڪم جي گڻ يا ڌرم کي حد اندر رکڻ لاءِ ئي گرهست آشرم جو سرشتو جاري ڪيو ويو آهي.

ڪام سان گڏ ڪروڌ نسبت ڪرات ناتي هڪ سنسڪرت جي ڪاويه ۾ چيو ويو آهي ته، "جنهن منش کي پنهنجي اپمان لي ڪروڌ لئو اچي، انجي مترتا ۽ شترتا يعني دوستي ۽ دشمني هڪ سمان آهي." ڪيترين ڌرم جي سمجهاڻي ڏيندي مهاڀارت ۾ ودلا ديويءَ چيو آهي ته، "جنهن منش کي اپاءَ لي ڪروڌ لئو اچي، ۽ جو منش شانتيءَ سان اپمان سهندو رهي ٿو سو هڪ ڪدڙي جي آچار آهي." اسين متي چئي آيا آهيون ته هن سنسار ۾ نه سدائين ڪروڌ ۽ نه ڪميا ڪمائتي آهي. اهائي ڳالهه لوڀ نسبت ٻڻ چئي سگهجي ٿي، چاڪاڻ ته سنياسي ٻه نه موکيه جي لوڀ لي سنياس وٺي ٿو.

## ڌيرج ۽ انجي ورڌ مت

مهرشي ويد وياس مهاڀارت ۾ ڪيترن ئي درشٽانتن سان سڌ ڪري ڏيکاريو آهي ته، سوروبرتا، ڌيرج، ديا ۽ سمتا يعني برابري جهڙا چڱا گڻ ٻه ديش ۽ ڪال (يعني سمي) جي پابنديءَ ۾ آهن. انين نه سمجهڻ گهرجي ته هڪ ئي گڻ سدائين هڪ جهڙو لاڀدائڪ آهي. راجا ڀرٿريءَ چيو آهي ته، "دک ۾ ڌيرج، چڙهنديءَ ۾ ڪميا، سڀا ۾ ڳالهائڻ ۽ لڙائيءَ ۾ سوروبرتا سولهون ٿي." شانتيءَ ۾ بکواد ڪندڙ ماڻهن جو انداز ٿورو نه آهي، گهر ۾ ويهي پنهنجي

استريءَ جي لڄ مان لڄ ٻار ڪرڻ وارا جو 13 جوان ۽ ٻوڙا ته آهن، پر ٻڌ جي ميدان ۾ ۽ هڪ لڙي پڌهڻي سورويرتا جي ساک ڪيلنڊ آلي ۾ لوڻ جي برابر آهن. ڏير ج ۽ ڪميا وغيره ڪيا ڇڏي ورٿن ڪهل وقتن لي لي سولهن ٿا الڪ اهڙن موقعن ڪالشواء منش جي ڇڳن ڪئن جي ٻرڪ ۾ لڻي لڻي. ساڳيءَ ريت متر تا جي پرڪ ۾ ڏک جي موقعي ئي لڻي لي. سڪ ۾ سنگتي ته گهڻا، پر دک ۾ ڪو ورلو ئي همراه لڻي ٿو. اسالجي والي ۾ ڏک لي دوستيءَ جي پرک جي ڪسوٽي آهي. اسين مٿي ڇڏي آيا آهيون ته سڀئي "موقعن" لي ڪوا، ليتيءَ جو ڪڻ فائدو لڌو وڃائي سگهي. الهيءَ ڪري هن هنڌ "موقعي" شبد جي جڳهه جاڻ ۽ مثالي ڪرڻ ضروري آهي. اهو "موقعو" شبد جيتو ڻڪ ڏسڻ ۾ اڪيلو آهي گو پر ان جو ديش، ڪال ۽ پاترتا جو رهسه (ڳجهه) پڻ رکيل آهي. سمتا يعني هڪ جهڙي لطر جي ڳڻ ڪان شايد ڪو ڪو ڪڻ وڏ پڪ هجي. گيتا ۾ چيو ويو آهي ته، "جي، سڀني پراڻين کي سم درشٽيءَ يعني هڪ جهڙيءَ لطر سان ڏسن ٿا، سي ئي سچ پرش آهن." هر سوال آهي ته سمتا ڇا جي جاڪي؟ جمڪڏهن ڪو منش لائقيءَ ئي لطر ته رکي سم درشٽيءَ سان لائقن ۽ نالائقن کي دان ڏيندو وڃي، ته ڇا اڪي اسين سچ پرش چوندا سون؟ هرگز نه. الهيءَ سوال جي جواب ۾ گيتا چوي ٿي ته، "ديش، ڪال ۽ پاترتا کي ڏسي جو دان ڏنو وڃي ٿو، تنهنکي ساتڪي دان چئبو" هر ياد رکڻ گهرجي ته مٿي ورتل ڪيل ڪال جي پرڪ ڪيول هلندڙ سمي جي مد لطر ئي لڻي ڪري سگهجي. جڳن جڳن ٻمو ٻدلو وهي لو لڻن لڻن وهنوارڪ ڌرم ۾ ۽ ڦير ڦار ليندي وهي لي، الهيءَ ڪري جنهن وقت اڳئين سمي جي ڪنهن ڳالهه جي چڱائي يا برائي لڻيس ڪرڻي هجي، تڏهن وقت ان سمي جي ڌرم اڌرم ۽ ڪرم اڪرم لسبت وشواس لپي ۽ ضرور ڏيان ڏيڻ گهرجي. مثو مهراج ۽ ويد وياس الهيءَ لسبت چون ٿا ته

ڳن جي جدا جدا حالتن سبب، ست، تريتا، دواپر ۽ ڪلجڳ ۾ جدا
جدا ڌرم آهن. مهاڀارت ۾ هڪ هنڌ چيل آهي ته، بلڪل
ڳائي سمي ۾ هندستان اندر استرين ۾ وهانو جي رسم ڪا نه
ھوندي هئي، جنهنڪري هندو آريه سماج ۾ ڪيئن خرابيون وڌي
ويون. انهيءَ لاءِ شويتڪيتو نالي هڪ رشيءَ شاديءَ جي رسم
جاري ڪئي، ۽ دئتن جي گرو شڪر آچاريه منش کي شراب
پيئڻ جي منع ڪئي. مطلب ته جنهن وقت اهي نيم جاري نه هوا
انوقت جي ڌرم- اڌرم جو ۽ الڪان پوئين سمي جي ڌرم- اڌرم
جو نرڻيءَ، الڳ الڳ نظر ۽ نموني سان ڪرڻ گهرجي. انهيءَ
زماني چالو سمي جي مقرر ڪيل ڌرم ۾ جيڪڏهن اڳتي هلي
ڦيرڦار ڪئي ويندي ته پوءِ ان سان گڏ ايندڙ سمي جي ڌرم-
اڌرم جو ويچار به الڳ نموني سان ڪيو ويندو. ديش آچار، ڪل
آچار جو به ساڳئي نموني سان ويچار ڪرڻ گهرجي. چاڻاڪ ته
آچار ئي سڀني ڌرمن جو بنياد آهي. پر آچارن (يعني
وڏن جي رهڻيءَ) ۾ به وڏو ورلو مثل آهي. ڀيشم پتا مهه چوي
ٿو ته، اهڙو مقرر ٿيل آچار لڌو ملي جو هر هنڌ هميشه لاءِ ڪارائتو
هجي. جيڪڏهن ڪنهن هڪ آچار کي ورلو ٿو وڃي ته وري
ٻيو آچار الڪان چڱو ٿو ملي؛ جيڪڏهن ٻئين آچار کي ورلو ٿو
وڃي ته وري هو ڪنهن ٽئين آچار جو ورود ٿو ڪري." انهيءَ
موقعي لاءِ ڀيشم پتا مهه جو چوڻ آهي ته، پنهنجي سار- اسار (سچ
۽ ڪوڙ پرکيندڙ) درشٽيءَ کان ڪم ورتو وڃي.

## ڌرم- اڌرم جو نازڪ سوال، ۽ گيتا

جيڪڏهن هتي ڪرم- اڪرم يعني ڌرم- اڌرم جي سڀني
پالڪن لئي ويهي ويچار ڪبو ته پوءِ شايد هڪ ٻيو مهاڀارت لکڻو
پوي. مٿين وڏن نرڻي کان پوءِ پڙهندڙ سمجهي ويا هوندا ته
جنهن صورت ۾ نيتيءَ يا ڌرم جو ڪو به الڳ سدائين هڪجهڙو
لاپڊانڪ سڌ لڌو ٿئي، بلڪ منش جي جيون ۾ ڪيئن پيرا اهي

لکتيءَ يا ڌرم جا ليکڪ ھڪ ٻئي جو وروڌ ڪن ٿا، تڏھن صورت
اوڇن جو، ۽ لکتيءَ جي لکڻ (اکثري ڌرم ۽ اتر ڌرم) جي سامھون
اچڻ لاءِ منجھي پوم جي وس ۾ اچي پھچي، ڇڙي رستي تان
کسڪي وڃڻ ڪا نه يا اچرج ۾ وجھندڙ ڳالھ ڪان آھي. ھن
ڪرم ڪيتر ۾ ڪرتا اڳيان لکتي لکڻ جي مولڄھاري جو پيش ٿيڻ
اڻ ٽر آھي؛ ۽ انھن مولڄھارن جي پيش ٿيندي ڪڏھن اھنسا ۽
آتم رکيا جي وچ، ڪڏھن سچ ۽ پراپڪار جي وچ، ڪڏھن
پنھنجي شرير جي رکيا ۽ جس جي وچ، ۽ ڪڏھن جدا جدا
ڌرمن ۾ آيل ڌرمن جي وچ جھڳڙو ٿي پوندو آھي، پر اھڙن
وقتن لاءِ منوءَ مھاراج جا مٿي بيان ڪيل رواجي ڌارمڪ يعني
نيتڪ ليک ڪم نٿا ڏئي سگھن. انھيءَ سبب ڪري اھڙن مولڄھاري
ڳانڌڙ موقعن کي منھن ڏيڻ لاءِ، يعني ڌرم، اڌرم ۽ ڪرم، اڪرم
جي جھڳڙي کي صاف ڪرڻ لاءِ، وڏا وڏا گياني منش اھڙن ليکن
يا اپائن جي ڳولا ڪندا آھن جي سدائين لاءِ ھڪجھڙو فائدو ڏئي
سگھن. انھيءَ ۾ ڪو شڪ نه آھي ته ڏکي جھڙن موقعن لاءِ اسانجن
نيتڪ يا ڌارمڪ شاسترن ڪي سھولتون ڏنيون ڇڏيون آھن؛
مثلا براھمڻ لسبعه جو ويو آھي ته ھو الوقت ڪنھنجو نه ان ڪرھڻ
ڪري سگھي ٿو، پر اھڙي لمولي جي ڌارمڪ يعني نيتڪ مولڄھارن
۽ اڄ لاءِ آيل مولڄھاري جي وچ وڏو تفاوت آھي. ڏکو
جھڙي آپت ڪال ۾ شاسترن ۽ ڪانمندڙ پمعدڙ الدرين جي وچ
جھڳڙو پيدا ٿيندو آھي؛ الوقت اسانکي الدرين ھڪ طرف ۽
۽ ڌرم شاستر ٻئي طرف ڪھليندو آھي. انھن ۾ ڪي اھڙي لمولي
جون تڪليفون يا مولڄھارا ۾ آھن، جنھن الدرين ۽ ڌرم شاسترن
جو پاڻ ۾ بلڪل جھڳڙو نه پيدا ٿو ٿئي؛ ۽ اي ان وقت اھڙن بن ڌرمن
(يا ڇنجي نه ڌرمن جي بن لکڻ) جو پاڻ ۾ وروڌ ٿئي ٿو، جن
ٻنھن جي پوري ڪرڻ لاءِ اسانجا شاستر آڳيا ڏئي رھيا آھن.
اھڙي وقت اسانکي اھوئي سوڪر ويچار ڪرڻو پوندو آھي ته

انهن پيش لئي هڪ ٻئي جي ورڌ ۾ ڌرمي ايمن مان ڪهڙي
ڪم جي پونواري ڪئي وڃي. البت الوقت ڪي منش اهڙن
نازڪ موقعن لي وڏن جي ورتل رستي يا آچار لي درشٽي رکي
انهن سوالن کي حل ڪري سگهن ٿا؛ پر اهتري هوندي به ڪيئن
پيرا اهڙا موقعا اچو هيش ٿين جن لي وڏن ودوانن جون
وايون به بتال ٿيو وڃن؛ چاڪاڻ ته مٿين لمونن جي موابجهاري
لي جيئن جيئن نوان نوان ويچار ڪيا ويندا تيئن تيئن اهو موبجهارو
ويندو وڌندو، ايستائين جو انجو سمجهائڻ بلڪل ناممڪن ٿيو پوي؛
۽ ڪنهن وقت ته پوري نرڻيءَ نه هئڻ سبب ڌرم جي بدلي اڌرم
به ٿيو پوي.

ويچار ڪرڻ لي معلوم ٿيندو ته ڌرم اڌرم- يا ڪرم- اڪرم
جي نرڻيءَ ڪرڻ لاءِ هڪ جدا نيتي شاستر آهي جو ترڪ ۽ وياڪرڻ
شاستر کان به وڌيڪ ڏوڙهو آهي. جهونن سنسڪرت گرنٿن ۾
”نيتي شاستر“ جو شبد رڳو ”راڄنيتي شاستر“ لاءِ ڪم آندو ويو
آهي؛ ۽ ڪرم- اڪرم جي سڌانتن سان ڀريل شاستر کي ”ڌرم
شاستر“ جي نالي سان پڪاريو ويو آهي. پر انهن نه ٿيڻ گهرجي؛
چاڪاڻ ته خاص ڪري اڄ ڪلهه ”نيتي“ شبد ۾ ئي ڌرم ۽ سداچار
به اچي ٿو وڃي. انهيءَ ڪري اسان هن ڌرم- اڌرم يا ڪرم اڪرم
جي سڌانتن جي ڇنڊ ڇاڻ ۽ صفائي ڪندڙ گرنٿ کي نيتي شاستر
سڏيو آهي. نيتي، ڌرم- اڌرم يا ڪرم- اڪرم جو ويچار بلڪل
اولهو ۽ ڏوڙهو آهي. مهاڀارت ۾ پڻ چيو ويو آهي ته، ”ڌرم يا
وهنوارڪ نيتي ڌرم جو روپ بلڪل سوکيم آهي.“ پنجنين پانڊون
گڏجي هڪ ئي دروپديءَ سان شادي ڇو ڪئي؟ دروپدي، کي
اگهاڙي ڪرڻ وقت ڀيشم ۽ دروڻاچاريه وغيره مهاتما ڇو چپ
چاپ ٿي ويٺا؟ دريوڌن جي پاران پانڊون سان لڙائي ڪندي
جو مها گياني ڀيشم پتا مهه چيو آهي ته، ”منش ارٿ جو داس
آهي، نه ارٿ منش جو،“ ڇا اها ڳالهه سچي آهي؟ جيڪڏهن

ڪنھنجي نوڪري ڪرڻ لاءِ ڪم آھي ته ٻيءَ ڀيٽ ۾ ڌروڻ
آچاريه جھڙن مھاپرشن ڌرياڌن کي لاءِ جاڻي ٿو ته اھڙي نوڪري
ڇو ڪئي؟ اھڙيءَ ريت ڌرمي شاسترن جي اڀياس ڪرڻ سان
من ۾ گھڻائي سوال پيدا ٿين ٿا، جن جو نرڻيءَ ڪرڻ ڏاکي منش
لاءِ ته ڄڻ بلڪ ڪن ودوانن لاءِ به ڏکيو آھي. ڇاڪاڻ ته اھڙن
سوالن لاءِ وقت به وقت جدا جدا ودوانن ھڪ ٻئي جي ورڌ
رايا ڏنا آھن. پر ڪيول ڌرم جي بنيادي تتو کي ئي سوکم ته
سمجھڻ گھرجي. مھاڀارت ۾ چيو ويو آھي ته، "ان تتو مان ئي ٻيون
ڌ گھڻيون ئي شاخون نڪرن ٿيون، جن مان نڪرندڙ مطلب ته
جدا جدا ٿين ٿا." مھاڀارت ۾ ٻلاڌار ۽ جاجليءَ جي واد وواد
مان به اھوئي مطلب نڪري ٿو. ان ڪتاب ۾ چيو ويو آھي ته،
"ڌرم جو تتو بلڪل سوکم ۽ چڪر ۾ وجھندڙ آھي؛ انھيءَ ڪري
انجو سمجھڻ بلڪل مشڪل آھي." مھاڀارت کان اڳ شروتي ونڌ
وياس انھن سوکم ڳالھين کان چڱيءَ ريت واقف ھو، انھيءَ ڪري
ھن بلڪل چڱيءَ طرح درشٽانت ڏنا، اھڙن وقتن لاءِ ستن پرشن
جو اختيار ڪيل رستو ڏيکاريو آھي. پر ڌرم جي انھن سوکم تتون
کي چڱيءَ طرح شاسترن جي ريت سان سمجھائڻ جي پڻ ضرورت
ھئي؛ انھيءَ ڪري شروتي ونڌ وياس، شري ڪرشن ۽ ارجن جي
سنواد رستي انھيءَ ڳالھ جو پورالو ڪيو آھي؛ جنھنڪري ئي
گيتا مھاڀارت جو سار ۽ سرمور ٿي پئي، ۽ مھاڀارت، ان گيتا جي
سدانتن کي چٽي ڪرڻ لاءِ درشٽانتن سان ڀريل وياکيان ٿي پيو.
اسانجي انھيءَ مت ئي انھن ماڻھن کي ڏيان ڏيڻ گھرجي، جي
چون ٿا ته گيتا، مھاڀارت ۾ پوءِ گڏي وئي. اسانجي سمجھ موجب
جيڪڏھن گيتا ۾ ڪا کوٽ آھي ته اھائي آھي، جنھنجو ورڻن
مٿي ڪيو ويو. ڇاڪاڻ ته، جيتوڻيڪ ڪيول موکيہ شاستر يعني
ويدانت جي سمجھاڻي ڏيڻ وارا اپنشد وغيره، ۽ اھنسا، ستيہ وغيره
ڪيول سداچار جي ڪمن ٻڌائڻ وارا ڪيترائي سمرتيون ۽ ٻيا گرنٿ ته

# اڌياءُ ٽيون.



## ڪرم يوگ شاستر



اهيءَ ڪري هي ارجن! تون يوگ جو آسرو وٺ. ڪرم ڪرڻ
جي رِيت يا چالاڪيءَ کي ئي يوگ چئبو وجي ٿو.
گيتا اڌياءِ ٢ شلوڪ ٥٠

ڄسيتاءِ منش جي اندر ۾ گيان حاصل ڪرڻ يا شاستر جاڻڻ
جي پياس پيدا نه ٿي آهي، تيستاءِ هو گيان حاصل ڪرڻ جو
اڌڪاري ٿيو چوائي سگهي. اهڙي اڻ اڌڪاري منش کي گيان
ڏيڻ ٿيندو، ڪنهن چانئيءَ ۾ ڪير ڏهڻ، جنهن مان شش جو نه
ڪو لاڀ نه ٿيندو، بلڪ گروءَ جو املهه وقت برباد پيو ٿيندو.
جهڙيءَ ريت ممڪي (موڪش جي پياسيءَ) کي ئي برهم گيان جو
اپديش ڏنو ويندو آهي، تهڙيءَ ريت ڪرم يوگ جو اپديش به
اهڙي منش کي ڏنو وڃي جنهنکي سچ ڪرم ڪرڻ جي سچي
پياس هجي. اهوئي ڪارڻ آهي جنهنڪري اسان ڪرم يوگ جي
ڪٿير لکڻ کان اڳ اڳين اڌياءَ ۾ ڪرم جي پياس جو ورڻن
ڪيو. اهو هڪ رواجي نيم آهي ته جيستاءِ اهيءَ ڳالهه جو اڻيو
هڻ نه ڪيو ويو آهي ته ڦلاڻي ڪم ۾ ڦلاڻيون رڪاوٽون آڏو
اينديون، تيستاءِ انهن رڪاوٽن کان پار پوڻ جي سگها ڏيندڙ شاستر
جي وڌائي ڌيان ۾ نه ايندي. اهيءَ کان سواءِ ڪنهن به شاستر
جي مهتا يا وشيشتا (خاصيت) جاڻڻ کان سواءِ تنهن ڪمول الڪي
طرطي والڪر باد ڪرڻ مان ڪو به لاڀ حاصل نه ٿيندو. اهيءَ
سبب ئي سمه ڪرو پهريائين پنهنجي شش جي. پنهنجي اپديش وارن

جاچ ڪري ڏسندا آهن ته ان ۾ گيان پراپت جي ڪيتري پياس موجود آهي. انهيءَ جاچ ڪندي جيڪڏهن ڳرن کي پنهنجي شش اندر گيان جي پياس بلڪل نه يا ٿوري ڏسڻ ۾ ايندي آهي ته هو سڀ کان اڳ ان ۾ گيان جي پياس پيدا ڪرڻ جو يتن ڪندا آهن. ٺيڪ ساڳئي اصولي گيتا جي ڪرم يوڳ شاستر جو اپديش به آرمڀ ٿئي ٿو.

جنهن ويل جوڌن جي سرمور ارجن پنهنجن مٽن مائٽن سان لڙائي ڪرڻ اڌرم سمجهي ڪيتري ڌرم کان منهن موڙي سنياس وٺڻ لاءِ تيار ٿيو، الوقت ڀڳوان ڪيس چيو ته، ”هي ارجن! وقعت لي اڳيان آيل وهنوار يا ڪرم کي نه ڪرڻ وڏي لاداڻي ۽ ڪمزوري آهي، جنهن مان توکي سرڳ ته نه ملندو، الٽندو تنهنجي مٿان ڪارنهن جو ٽڪو ايندو.“ هڙن سخت شبدن چوڻ تي به جڏهن ارجن لڙائي ڪرڻ لاءِ تيار نه ٿيو، تڏهن ڀڳوان ڪيس وري چيو ته، ”ڪنتيءَ جا پٽ! جن ڳالهين لئي ڏک نه ڪرڻ گهرجي انهن لي ڏک ڪري، وري برهم گيان جون وڏيون ۽ لنبون ڳالهيون ڪرڻ ويٺو آهين.“ اهڙيءَ ريت شري ڪرشڻ، ارجن ۾ گيان جي پياس جاڳائڻ لاءِ اپديش سان گڏ چٿرون ڪرڻ شروع ڪيون. هر ياد رکڻ گهرجي ته ارجن جي من ۾ الوقت پيدا ٿيل سوال ڪو رواجي يا اجايو نه هو. اسين اڳتي اڌياءِ ۾ ٻڌائي آيا آهيون ته ڪيئن نه وڏن وڏوان کي به ڪنهن ڪنهن مهل ”ڇا ڪرڻ گهرجي“ اهو سوال مونجهاري ۾ وجهو ڇڏي. ڪرم-اڪرم جي ترڪيءَ يا ڇنڊ ڇاڻ ڪرڻ ۾ وڏيون وڏيون مشڪلاتون سامهون اچن ٿيون، پر انهيءَ ڪري ماڻهن ڪرم کي ڇڏي ڏيڻ بي واجب آهي. ويچاروان منش کي اهڙو رستو اختيار ”يوڳ“ وٺڻ گهرجي جنهن مان سنسار جي ڪرمن کي به ڇڏڻو نه پوي، ۽ ان سان گڏ انهن ڪرم ڪندي ڪرم ڪندڙ يعني ڪرتا، پاپ يا اڌرم جي ڏنڊ ۾ به ڦاسي نه وڃي. شري ڪرشڻ، ارجن کي

اهائي واٽ ڏيکاري ڇو ته، "هي ارجن! تون پڻ اهائي واٽ
وٺي هل." اهي ٻ "يوگ" شبد ۽ ٻي "ڪرم يوگ شاستر" اچي
ڳو و جي. اسين مٿي ٻڌائي آيا آهيون ته ارجن اڳيان آيل ڪرم
اڪرم جو مونجهارو ۽ هرڪنهن ڪرم ڪندڙ کي اچي سگهي ٿو،
۽ اهڙا مونجهارا گهڻو ڪري سنسار ۾ سڀني جي آڏو اچن ٿا، اهڙيءَ
حالت ۾ گيتا جي سمه ويڪياڻ کي جنهن ۾ اهڙي نموني جي
مونجهارن کي صاف سمجهايو ويو آهي، هرڪنهن کي ڏيان ۾ رکڻ
گهرجي، ۽ هرڪنهن لاءِ ان کان واقف ٿيڻ ضروري آهي.

هرڪنهن شاستر ۾، جنهن لاءِ گمان ياڪنهن اهڙيءَ ڳوڙهيءَ وشيه
لي ويچار ٿيل هوندو آهي، ڪي اهڙا مکيه شبد ضرور ڪم آيل
هوندا آهن، جن ۾ ان وشيه سان گهرو لاڳاپو رکندڙ ارٿ يا مطلب
ڀريل هوندو آهي. انهيءَ لاءِ شاستر اندر آيل ان ڳوڙهيءَ وشيه
کي چڱيءَ ۾ سمجهڻ لاءِ ضروري آهي ته پهريائين انهن شبدن
جي ارٿ کان واقف ٿجي. انهيءَ کانسواءِ ان شاستر جي سمجهاڻيءَ
جي ڍنگ يا نوع تي نظر وجهڻ به بلڪل ضروري آهي، نه ته ان
شاستر جو پورو ارٿ سمجهه ۾ اچي نه سگهندو. انهيءَ ڪري
اسين هن هنڌ هن ڪرم يوگ شاستر يعني گيتا رهسيه ۾ آيل
مکيه شبدن جي ارٿ کان پڙهندڙن کي واقف ڪرائڻ واسطي
سمجهون ٿا.

## ڪرم شبد جو ارٿ

سڀ کان پهريون ۽ مکيه شبد، ڪرم آهي جو هن گرنٿ ۾ گهڻو
ڪم آيل آهي. سنسڪرت ۾ "ڪرم" شبد "ڪر" ڌاتوءَ مان
نڪتو آهي، جنهنجي معني آهي "ڪرم (ڪر) ڪرڻ" يا "هل
چل". انهيءَ معني سان ئي اهو شبد هيٺ گيتا ۾ ڪم آيل
آهي. مثالڪري ۽ ٻين هنڌن "ڪرم" شبد جا ٻيا ارٿ به ٻڌايا
آهن، پر اهي بلڪل تنگ آهن؛ انهيءَ ڪري انهن ارٿن تي ڌيان
... ڪم جو.. هرڪنهن ڌرم ۾ ايشور پراپتي يا مڪش جي آدرش

ٿاءِ ٻڌڻ لاءِ ڪنهن نه ڪنهن "ڪرم" جو ڪرڻ ضروري ي
ويو آهي. اسانجي پراچين ويدڪ ڌرم ۾ ايشور کي ملڻ لاءِ ي
هوم وغيره ڪرم ڪرڻ ضروري سمجهيو ويو آهي. پر هن ڳ
کي وسارڻ نه گهرجي ته اسانجي پراچين ويدڪ گرنٿن ۾ الهي
يگيه هوم وغيره جي ڪرم جون جدا جدا واٽون ڏيکاريون ويئو
آهن. الهيءَ سبب ئي، يعني الهن جدا جدا واٽن کي هڪ ڪر
لاءِ جئمني رشيءَ پورو ميمانسا شاستر جي رچنا ڪئي. الهيءَ
جئمني رشيءَ جي مت موجب ويدڪ يگيه ڪرڻ ئي مکيه
؛ پراچين ڌرم آهي. هن جو اهو به چوڻ آهي ته منش سڀ ڪجهه
ڪيول يگيه لاءِ ئي ڪري ٿو؛ ڌن ۽ اناج يگيه لاءِ ئي گڏ ڪيو
جي ٿو؛ نه فقط ايترو بلڪ جنهن صورت ۾ خود ويد، يگين ڪرڻ
جي آگيا ڏيئي رهيا آهن، تنهن صورت ۾ الهن يگين لاءِ ڪو به ڪيل
ڪرم بنڌن ۾ وجهندڙ ٿي نٿو سگهي؛ ۽ اهو ڪرم يگيه لاءِ هڪ
ساڌن آهي، نه سوتنتر وشيه. الهيءَ ڪري يگيه مان جو ڦل ملي
ٿو، اهو ڪرم جو ڦل به اچي ٿو وڃي؛ ڇاڪاڻ ته يگيه ۾ ئي ڪرم
جي سمايل هئڻ سبب، يا يگيه کان ڪرم جي الڳ نه هئڻ سبب،
الهجو ڪو خاص الڳ ڦل يا نتيجو نٿو ملي. پر ٻڌندڙن لاءِ هيءَ
ڳالهه ڌيان ۾ وهارڻ ضروري آهي ته يگيه جا ڪرم، سرڳ کان
سواءِ ٻيو ڪو خاص ڦل نٿا ڏين؛ ۽ سرڳ ملڻ لاءِ ئي منش وڏي
چاهه سان يگيه جا ڪرم ڪري ٿو، الهيءَ ڪري خود يگيه جا ڪرم
منش جو- "پرشارٿ" (مقصد) سڏائين ٿا. جنهن شيءِ کي هٿ
ڪرڻ لاءِ ئي منش جا سڀ يتن ٿين ٿا تنهنکي ئي "پرشارٿ"
ي نالي سان سڏيو وڃي ٿو. وري اڳتي هلي ميمانسڪ (جئمني
يءَ جي پورو ميمانسا جا پوئلڳ) چون ٿا ته يگيه جي ڪرم کان
اءِ، ٻئي ڪنهن به ڪرم جي وسيلي سرڳ نٿو ملي سگهي؛ پوءِ ڪٿي
يگيه گيان سان يا اگيان سان ڪيو وڃي. جيتوڻيڪ اپنشدن ۾ يگيه جي آگيا
ڏني آهي، پر الي يگيه کي برهم گيان کان گهٽ درجي جو
و ويو آهي. الهن اپنشدن جو چوڻ آهي ته يگين ڪرڻ سان

سوڳه برابر ملي ٿو، پر موڪ لاءِ ڪيول برهم گيان جي ضرورت
آهي. يگيہ ڪرم بابت گيتا ۾ چيو ويو آهي تہ، "اهي برهم گيان
کان خالي يگيہ بہ ڪرم ئي آهن." وري ٽئين اڌياءَ ۾ هلي چيو
ويو آهي تہ، "يگيہ لاءِ ڪيل ڪرم بندن ۾ وجهندڙ نہ آهن، باقي
ٻيا ڪرم بندن ۾ ڦاسائين ٿا." انهن براهمڻ ويدڪ ڌرمي يگين
کان سواءِ، سمرتين ۾ چئن ورڻن (براهمڻ، کشتري، ويش ۽ شودر)
جي سرشتي موجب ٻيا پڻ يگيہ چيا ويا آهن؛ جيئن تہ کشتريہ لاءِ
يڌ ڪرڻ ۽ ويش لاءِ واپار ڪرڻ بہ هڪ لوڪسي جو يگيہ آهي.
انهن چئن ورڻن جو بيان سمرتين ۾ ئي ڪيو ويو آهي، انهيءَ ڪري
انهن کي "سمارت ڪرم" (سمرتين مڃيل ڪرم) يا "سمارت
يگيہ" بہ چيو وڃي ٿو.

انهن ويدڪ ۽ سمارت ڪرمن کان سواءِ ٻيا پڻ ڪرم آهن ۽ جئن
تہ اپواس ۽ ورت رکڻ وغيره. انهن ڪرمن جو خلاصو ورڻن پورانن
پراڻن ۾ ئي ڪيو ويو، جنهنڪري انهن کي "پراڻڪ ڪرم" جي
نالي سان سڏيو ٿو وڃي. انهن ٽنهي لوڪن جي ڪرمن جا وري
ٻيا ٽي ڀاڱا ڪيا ويا آهن. (۱) نتيہ (۲) نيمتڪ ۽ (۳) ڪاميہ.
سنان، سنڌيا، هوم وغيره ڪرمن کي "نتيہ (روزانا) ڪرم" چئبو
آهي. انهن ڪرمن جي ڪرڻ سان ڪو خاص ڦل ڪونہ ملي، پر نہ
ڪرڻ سبب دوش ضرور لڳي ٿو. "نيمتڪ ڪرم" انهن ڪرمن
کي چيو ويندو آهي، جي ڪنهن سبب، نمت يا ڪارڻ ڪري
ڪيا وڃن ٿا؛ جئن تہ گهاتڪ گرهن جي پوڄا ۽ پرائشچت وغيره.
جن سببن ڪري اسين گهاتڪ گرهن جي اپاءَ هٽائڻ لاءِ پوڄا ۽
پرائشچت ڪريون ٿا، اهي نمت ڪارڻ يا سبب جڏهن پيش
نہ اچن تہ پوءِ نيمتڪ ڪرمن جي ڪرڻ جي ڪا ضرورت نہ
آهي. بهاريءَ ۾ ڪنهن خاص اڇا يا مراد کي پوري ڪرڻ لاءِ،
شاسترن جي ٻڌايل وات موجب ڪم ڪرڻ کي "ڪاميہ ڪرم"
چئبو، جئن تہ برسات يا سنتان لاءِ يگيہ وغيره ڪرڻ.

نتيه، نيمتڪ ۽ ڪاميه ڪرمن کان سواءِ ٻيا به ڪرم آهن؛ جيئن
ماس يا شراب نه وڙائڻ وغيره ڪرم، جن جو ڪرڻ شاسترن
نشيڌ (منع) ڪيو آهي. انهن ڪرمن کي "نشيڌ ڪرم" جي نالي
سان سڏيو وڃي ٿو. اسانجي ڌرمي شاسترن ۾ انهن چئن نمونن
جهڙوڪ نتيه، نيمتڪ، ڪاميه ۽ نشيڌ ڪرمن لاءِ ٿي ڇنڊ ڇاڻ
۽ ورهاڱو ڪيو ويو آهي. انهيءَ ڪري جيڪڏهن ڪوبه ڪنهن
به ڌرم شاستريءَ کان پڇندا ته فلاڻو ڪرم پُڻ ڏيندڙ آهي يا
پاپ ڏيندڙ، ته هو يڪدم انهيءَ ڳالهه جي جاچ ڪري، ته شاستر
انهيءَ ڪرم کي پرشارٿ، نتيه، نيمتڪ، ڪاميه يا نشيڌ جي ڪهڙي
درجي ۾ ٿا رکن؛ پوءِ جواب ڏيندو ته اهو ڪرم پُڻ ڏيندڙ يا
پاپ ڏيندڙ آهي. پر ڀڳوت گيتا جو ڌارو گهڻو ويڪرو ۽ ڪشادو
آهي. سمجهو ته ڪو ڪرم، شاسترن ۾ نشيڌ نه ڪيو ويو آهي، يعني
شاستر ان ڪرم ڪرڻ جي منع نه ٿا ڪن بلڪ انجي ڪرڻ جي
آگيا ڏين ٿا يا اهو ڪرم شاسترن جي آگيا پالڻ آهي؛ (جيئن ڪنتريه
ڌرم موجب لڙائي ڪرڻ ارجن جو ڌرم هو) پوءِ به انتري ۾ ٿي
ثابت ٿيو ڇا ته اهو ڪرم هميشه ڪيو وڃي؟ يا ان ڪرم جو
ڪرڻ اسان لاءِ هميشه لاڀ دائڪ آهي؟ اسين اڳيئن اڌيائن ۾
لکي آيا آهيون ته ڪنهن ويل شاسترن جون آگيائون به
هڪ ٻئي جي ورڌ ٿيو پون. پوءِ ڀلا اهڙي وقت ڪهڙي واٽ
وٺي وڃي؟ انهيءَ واٽ مقرر ڪرڻ لاءِ ڪو هڪ نڪ اپاءُ آهي
ته ڪهڙو؟ بس! انهن گنڀير ۽ ڏکين سوالن جو حل ڪرڻ ئي گيتا
جي مکيه وشيه آهي. انهيءَ وشيه ۾ يعني گيتا جي ڪرم- اڪرم
يا ڌرم- اڌرم جي نشچه ڪرڻ ۾ مٿي ڏيکاريل شاسترن جي ڪرمن
ڏانهن نهارڻ جي ضرورت ئي ڪانه آهي. سمرتين يعني اسانجن
ڌرمي شاسترن جي چتر ورڻ ۽ پکيه وغيره جو، گيتا ۾ ٻڌايل
۽ سمجهايل ڪرم يوگ سان ٿورو گهڻو لاڳاپو اوس آهي، پر اهو ڪيتري
قدر آهي تنهنجي پڻ هند اپار ڪئي ويئي آهي؛ ۽ هن گيتا

رهسيہ جي آخرين اڌياءِ ۾ انهيءَ ڳالهہ جي پڻ ڇنڊ ڇاڻ ڪئي
ويئي آهي تہ برهم گيانيءَ کي اهي يگيہ جا ڪرم ڪرڻ گهرجن
يا نہ. گيتا ۾ انهيءَ "ڪرم" شبد کي مٿي ورتل، ڪيل ڌرمي
شاسترن واليان هڪ سوڙهي ارٿ جي ڪوٺيءَ ۾ بند نہ ڪيو
ويو آهي. انهيءَ ڪري گيتا ۾ آيل "ڪرم" شبد جو ارٿ سمرتين
يا ٻين ڌرمي شاسترن ۾ ٻڌايل ڪرم جي ارٿ جيترو نہ ڪيڻ
گهرجي. مطلب هن سنسار ۾ اسين لي جيڪي ڪم يا وهنوار ڪريون
ٿا، جهڙوڪ، کائڻ، پيئڻ، راند ڪرڻ، اٿڻ، ويهڻ، ساهہ کڻڻ، کلڻ،
روئڻ، سنگهڻ، ڏسڻ، ڳالهائڻ، ٻڌڻ، هلڻ، ڏيڻ، وٺڻ، سمهڻ، جاڳڻ،
مارڻ، وڙهڻ، منن ۽ ڌيان ڪرڻ، اڃا ڪرڻ، نشچو ڪرڻ، دان
ڏيڻ، يگيہ ڪرڻ، کيتي واپار ڪرڻ، آگيا موجب يا آئيا ورت
هلڻ، چپ رهڻ وغيره وغيره، اهي سڀ ڀڳوت گيتا جي مت
موجب ڪرم ئي آهن. وڌيڪ ڇا، جيئڻ يا مرڻ بہ ڪرم ئي
آهي؛ ۽ موقعي لي اهو بہ ويچار ڪرڻو پوي ٿو تہ "جيئڻ يا مرڻ"
انهن ٻنهين ڪرمن مان ڪهڙي پوتواري ڪئي وڃي. انهيءَ
ويچار جي اچڻ لئي ڪرم شبد جو ارٿ "ڪرتويہ ڪرم"
يا "فرضي ڪم" ٿيو پوي. انهن تہ سمجهڻ گهرجي تہ ڪمول جو (هلندڙ
يا چرندڙ) سرشٽيءَ جي وهنوار کي ڪرم چئجي ٿو، بس اڄ
(هڪ هند ٻمل) سرشٽيءَ بعدي ٿي حيو (ٻنا ساهہ) پدارٿن جي هل
جل کي بہ ڪرم چئبو ٿو وڃي. انهيءَ وشيہ جي اسين اڳتي هلي
ويچار ڪنداسون.

## "يوگ" شبد جي سمجهاڻي

ڪرم کان بہ "يوگ" شبد وڌيڪ ڏکيو ۽ مونجهاري ۾ وجهندڙ
آهي. اڄ ڪلهہ پوٽانجل جي وسيلي من کي هڪ جاءِ رکڻ، ۽
پتنجليءَ جي يوگ شاستر موجب سماڌي يا ڌيان لڳائڻ کي ئي
يوگ سمجهيو وڃي ٿو. اپنشدن ۾ بہ "يوگ" انهيءَ ارٿ سان ئي ڪم
آيل آهي. پر گيتا ۾ اهو "يوگ" شبد وڌيڪ ڪشادي ارٿ سان ۾

۽ انهيءَ ڪري شري ڪرشڻ کي گيتا ۾ "يوگيشور" چيو ويو
آهي. پر گيتا ۾ آيل يوگ شبد جو ڪيول اهوئي ارٿ نٿو لئي
سگهجي. انهيءَ ڪري يوگ شبد مان جو هڪڙو خاص چترائي،
چالاڪي، يڪتي، مرم، ساڌن يا اپاءَ جو ارٿ ڪڍجي ٿو، انکي
صاف ۽ چٽي ڪرڻ لاءِ خود گيتا جي ڇنڊ ڇاڻ ڪرڻ ضروري
آهي. گيتا جي ٻئين اڌياءَ ۾ چيو ويو آهي ته، "ڪرم ڪرڻ جي
خاص نموني، چترائيءَ ۽ اپاءَ کي يوگ چئجي ٿو." گيتا تي لکيل
شنڪر ڀاشيه ۾ يوگ شبد جو ارٿ، "ڪرم ۽ سڀاءَ کان ٿي موجود
رهيل بندن کي ٽوڙڻ" ڪيو ويو آهي. رواجي طور ڏسڻ يا ڄاڻڻ
سان معلوم ٿيندو ته هڪ ئي ڪرم ڪرڻ لاءِ ڪيئن يوگ يا اپاءَ ٿين
ٿا، پر انهن يوگن ۽ اپائن ۾ جي اهم يوگ ۽ اپاءَ آهن، انکي ئي
"يوگ" چيو وڃي ٿو. مثلا، ڌن ڪٺو ڪرڻ هڪ ڪرم آهي، پر
انهيءَ ڌن کي ڪٺو ڪرڻ جو هڪ اپاءُ، يوگ يا ساڌن نه آهي.
ڌن ڪٺو ڪرڻ جا ڪيئن اپاءَ يا رستا آهن؛ جيئن ته چوري ڪرڻ
جعل سازي، ڀيڪ، نوڪري ڪرڻ، قرض هضم ڪرڻ، يا محنت
مزوري ۽ وڻج واپار وغيره اپائن سان به ڌن ڪٺو ٿئي ٿو. جيتوڻيڪ
مٿين ارٿ موجب، ڌن ڪٺو ڪرڻ جي مٿين سڀني رستن
يا اپائن کي يوگ چئي سگهجي ٿو، پر درحقيقت ڌن ڪٺو ڪرڻ
جو يوگ ان اپاءَ کي ئي چيو ويندو جنهن سان اسين پنهنجي آزادگي
قائم رکي، محنت مزوري ڪري ڌن حاصل ڪري سگهون.

جنهن حالت ۾ خود ڀڳوان پنهنجي گيتا ۾ پنهنجيءَ واڻيءَ
سان "يوگ" شبد جو ارٿ "ڪرم ڪرڻ جو هڪ خاص نمونو يا
اپاءُ ڪيو آهي" تنهن صورت ۾ ان شبد جي ارٿ ۾ گهڻو مت ڀيد
نه هئڻ گهرجي. پر هيءَ جو ڀڳوان جي "يوگ" لفظ ٻڌايل ارٿ
ڏانهن ڌيان نه ڏيئي ودوان پنهنجي وچار موجب هڪ
"يوگ" شبد جا جدا جدا ارٿ ڪڍيا آهن، انهيءَ ڪري هن
شبد جي وڌيڪ اپٽاڙ ۽ ڇنڊ ڇاڻ ڪرڻ جي ضرورت آهي. هيءَ

الهي مان ڦل سروپ لڪرلڌ پاپ يا پنڀ نہ ڇهي سگهي، الهي
پنهنجن وسترن مان گيتا ۾ پرولين وسترن کي سنياس ۽ پڻي کي ڪرم
يوگ جي ٽالي سان سڏيو ويو آهي. سنياس جون لا لياڳ کي،
۽ يوگ جون لا ”ميل“ کي. يعني ڪرمن جو لياڳ (سنياس) ۽
ڪرمن سان ميل (ڪرم يوگ) اهيئي مقبان ۾ رستا آهن.
پڌيءَ کي اڏول وکڻ لاءِ گيتا جي ڇهين اڌياءِ ۾ پتنجل يوگ
جي ساڌنن جو ورنن ڪيل آهي. پر ڪنهن لاءِ؟ نہ ڪنهن لپسويءَ
لاءِ، پر ڪرم يوگي، يعني يوگ موجب ڪرم ڪندڙ ممش کي
کي ”سمتا“ يعني برابريءَ جي بوجهہ حاصل ڪرائڻ لاءِ. نہ نہ
هيءَ جو گيتا ۾ هڪ هنڌ چيو ويو آهي نہ، ”لپسيءَ کان يوگي
وڌيڪ آهي“ الهيءَ واڪ جو ڪو بہ اوت لٿو لڪري. ساڳئي
اڌياءِ ۾ وڌي شري ڪرشن ارجن کي چوي ٿو نہ، ”هي ارجن!
الهيءَ ڪري تون (ڪرم) يوگي ٿيءُ.“ الهيءَ الهديش مان اهو
مطلب لٿو لڪري نہ الهيءَ ڪري هي ارجن تون پتنجل يوگ جو
ابياس ڪر. ياد وکڻ گهرجي نہ الهي وچن چوڻ کان اڳ ٿي صاف
چيو ويو آهي نہ، ”يوگي پرش، ڪرم جي واٽ لي ٿي هلن ٿا.“
مهابارتہ ۾ ياگوسهہ ڌرم نسبت لکيو ويو آهي نہ، الهيءَ (ڪرم
يوگ) ڌرم جا ماڻهو ڪرمن کي نہ ڇڏي سمہ پڌيءَ سان ڪيل
ڪرمن جي رستي لي هلي ايشور ۾ ملي ويندا آهن. الهيءَ واڪ
مان پڌ سڌ ٿئي ٿو نہ، يوگيءَ، ۽ ڪرم يوگي پڻي شبد گيتا ۾
هڪ ٿي ارٿ سان ڪم آندا ويا آهن، ۽ ڪرم يوگ جي معني سمہ
پڌيءَ سان ڪرم ڪرڻ ڄڻي وئي آهي. ڪرم يوگ شبد جي
ڪجهہ وڏي هئڻ سبب گيتا ۾ الهيءَ شبد کي ٿورو ڪري ڪمول
يوگ شبد ٿي چيو ويو آهي. گيتا جي چوٿين اڌياءِ ۾ ڀڳوان،
ارجن کي چوي ٿو نہ، ”مون جيڪو يوگ لوکي پڌايو، سو اڳئين
سمي ۾ مون، وِوسوان کي، ۽ وِوسوان منوءَ کي پڌايو هو، پر ان
يوگ جي سکيا هاڻي الوپ ٿي وئي آهي، الهيءَ ڪري وري

مان ساڳيو "يوگ" لوڪي پڌايان ٿو." الهيءَ شلوڪ يا وچن ۾ جو
ٻيو پيرا يوگ شبد ڪم ۾ آندو ويو آهي، تنهنجو ارٿ پتنجل
يوگ نه پر "ڪرم ڪرڻ" آهي. الهيءَ ڪالسواءِ سنجيءَ، شري
ڪرشڻ ۽ ارجن جي ڳالهه ٻولهه کي گيتا ۾ "يوگ" چيو آهي.
شري شنڪر آچاريه جيتوڻيڪ سنياس ڌرمي هو ته به، هن پنهنجي
گيتا ڀاشيه جي شروعات ۾ ٻئي ڌرم جا ٻه رستا (١) پرورتي ۽
(٢) نورتي پڌايا ويا آهن؛ ۽ خود "يوگ" جي معني شري ڪرشن
جي چئي موجب ڪئي وئي آهي. مهاڀارت ۾ صاف چيو ويو آهي ته
"يوگ" جي معني ڪرم يوگ ۽ گيان جي معني سنياس يا نورتي
مارڳ آهي. شانتي پرو ۾ نه الهن ٻنهي رستن جو چڱو خلاصو بيان
ڪيو ويو آهي. اڳي ڏيکاريو ويو آهي ته، سرشٽيءَ جي رچنا
کان ٻئي اهي ٻه رستا پيدا ٿيا. الهيءَ هنڌ سانکيه ۽ يوگ شبد ٻه
گيتا وانگر ڪم ۾ آندو ويو آهي. اسان پهرئين ادڀاءِ ۾ ڪي
مهاڀارت جا وچن ڏنا آهن، انهن ۽ هن بيان جي پڙهڻ سان ثابت
ٿئي ٿو ته، اهو ئي ڀاڳوت ڌرم، گيتا جو ڌرم آهي. انهيءَ
ڪري قبول ڪرڻو پوندو ته، سانکيه ۽ يوگ شبد جنهن ارٿ سان
مهاڀارت ۾ ڪم آندو ويو آهي، تنهن ارٿ سان ئي گيتا ۾ پڻ
ڪم آندو ويو آهي. جڏهن ايتري هوندي به، اسانجي ڪيل
"يوگ" جي ارٿ ۾ ڪنهن کي شڪ پيدا ٿئي ته هو وري ٻه
گيتا ڪي جاچي سگهي ٿو. هيٺيون اها ڳالهه صاف لکي وئي ته
گيتا جو "يوگ" شبد، ڪرم يوگ يعني پرورتي مارڳ نسبت ڪم
آندو ويو آهي. سنبت ٣٣٥ ڌاري، "ملند پرشن" نالي هڪ پالي
ٻوليءَ ۾ لکيل ڪتاب ۾ "پب يوگ" شبد ڪم آيل آهي، ۽ ان
هنڌ الهيءَ شبد جي معني "پب ڪرم" (پورب ڪرم) ڪئي
وئي آهي. اهڙيءَ ريت، اشو گهوش نالي هڪ ڪويءَ، جو
شاليواهن جي شڪ جي اڳياڙيءَ ۾ پيدا ٿيو هو، تنهن پنهنجي
"بڌ چرتر" نالي سنسڪرت ڪاويه ۾ چيو آهي ته، "براهمڻ کي

يوگ جي سکيا ڏيڻ لاءِ، راجا جنڪ، هڪ آچاريہ ٿي ويو آهي؛
جنهن کان اڳ، اهو درجو ڪنهن کي بہ مليل نہ هو.“ انهيءَ هنڌ
يوگ جي سکيا جي معنيٰ، نشڪام ڪرم، سمجهڻ گهرجي. ڇاڪاڻ
تہ خود گيتا ۾، جنڪ نسبت بيان ڪندي چيو ويو آهي تہ هو
وڏو ڪرم يوگي هو. اشوگهوش ٻڌ، پنهنجي ٻڌ چرتر ۾ ”گرهسٿ
آشرم ۾ رهي موکش ڪيئن حاصل ڪجي“ انهيءَ سوال جي جواب
۾، جنڪ جو مثال ڏنو آهي. جنڪ جي ڏيکاريل رستي جو نالو
يوگ آهي، جا ڳالهہ ٻڌ ڌرمي گرنٿن جي اڀياس ڪرڻ سان بہ
معلوم ٿئي ٿي؛ انهيڪري گيتا جي يوگ شبد جي بہ ساڳي معني
سمجهڻ گهرجي؛ ڇاڪاڻ تہ گيتا ۾ بہ، جنڪ جي اختيار ڪيل
رستي جي پيروي ڪئي وئي آهي. باقي سانکيہ ۽ يوگ مارگ جو
اڳتي هلي ويچار ڪيو ويندو؛ هتي سوال آهي تہ، گيتا جي يوگ
شبد جي ڪهڙي معني ڪئي وڃي.

## گيتا ۾ ڪرم يوگ جوئي اپديش ڏنل آهي

جنهن صورت ۾ اها ڳالهہ ثابت ٿي وئي تہ، گيتا ۾ آيل يوگ
شبد جي معني ڪرم يوگ ۽ يوگيءَ جي معنيٰ ڪرم يوگي آهي،
تنهن صورت ۾، انهيءَ ڳالهہ جي ايتري ضرورت نہ آهي تہ گيتا
۾ ڪهڙيءَ مکيہ ڳالهہ تي ويچار ڪيو ويو آهي. خود ڀڳوان پنهنجي
اپديش کي، چوٿين ادڌياءَ ۾ يوگ چوي ٿو؛ بلڪ ڇهين ادڌياءَ ۾
ارجن ۽ آخرين ادڌياءَ ۾ سنجئہ بہ، انهيءَ اپديش کي يوگ جي
نالي سان سڏيو آهي. اهڙيءَ ريت گيتا جي هر هڪ ادڌياءَ جي
پڇاڙيءَ واري سنڪلپ ۾ بہ، گيتا جي مکيہ وشيہ (مضمون) کي
ڪرم يوگ شاستر چيو ويو آهي. پر ڏسڻ ۾ اچي ٿو تہ، انهيءَ
سنڪلپ طرف، ڪنهن ٽيڪا ڪندڙ جو ڌيان نہ ڇڪيو آهي.
انهيءَ سنڪلپ ۾ ”برهم وديايام، يوگ شاستري“ شبد ڪم
آيل آهن، جن جي معني آهي، برهم وديا جو يوگ شاستر، يعني
ڪرم يوگ شاستر، جنهن جي سمجهاڻي ڏيڻ لاءِ ٿي گيتا جي رچنا

ڪئي ويئي. برهم وديا ۽ برهم گيان، هڪ شيء آهن؛ جنهنجي حاصل ٿيڻ کان پوءِ، گياني لاءِ ٻه رستا کليل آهن. هڪ سانکيه يا سنياس مارگ. يعني جنهن رستي ۾ گيان ٿيڻ کانپوءِ ڪرم کي ترڪ ڪري ورڪت ٿي رهڻو پوي ٿو؛ ۽ ٻيو ڪرم يوگ. يعني گيان حاصل ٿيڻ کان پوءِ به، ڪرمن کي اهڙي نموني سان ڪندو رهڻ جي موکش حاصل ڪرڻ ۾ ڪرم ڪنهن به نموني جي رڪاوٽ نه وجهن. پهرئين مارگ کي گيان نشٺا به چوندا آهن. انهيءَ وشيه بابت ڪيترن رشين، اپنشدن ۾ خلاصو ويچار ڪيو آهي، پر برهم وديا جي ڪرم يوگ، يا يوگ شاستر جو ويچار ڀڳوت گيتا کان سواءِ ٻئي ڪنهن به گرنٿ ۾ نه ڪيو ويو آهي. اسين اڳيئي لکي چڪا آهيون ته، گيتا جي هر هڪ ادياءِ جي پڇاڙيءَ ۾ جو سنڪلپ ڏنو ويو آهي، سو سڀني گيتائن ۾ ملي ٿو. جنهن مان ثابت آهي ته، اهو سنڪلپ، گيتا جي ٽيڪائن کان اڳ لکيو آهي. هن سنڪلپ جي رچيندڙ جو ان ۾ ”برهم وديا جي يوگ شاستر“ اهي شبد گڏيا آهن، سي بي مطلب نه آهن. اهي سنڪلپ جا شبد، گيتا ۾ آيل مکيه وشيه ظاهر ڪندڙ آهن.

تنهنڪري اها ڳالهه پڻ سنهنجائيءَ سان سمجهه ۾ اچي وندي ته، گيتا تي پنهنجي الڳ سان ڀريل ٽيڪائن ٿيڻ کان اڳ، انجو ڪهڙو مطلب ڪيو ويو هوندو. اسان لاءِ وڏي فخر جو سبب آهي جو خود ايشور جي اوتار شري ڪرشن ٿي ڪرم يوگ جو اپديش ڪيو آهي، جو عام لوڪن جي فائدي لاءِ، پهريائين ارجن کي ٻڌايو ويو. جيتوڻيڪ گيتا ۾ ڏال يوگ ۽ يوگ شاستر کان، اسانجو ڏال، ڪرم يوگ ۽ ڪرم يوگ شاستر نالو وڌو ٿي ويو آهي؛ پر ايڏي ڳالهه رکڻ جي اها مراد آهي ته جئن عام ماڻهن کي گيتا جي سچي ارٿ سمجهڻ ۾ سهوليت ٿئي.

هڪ ٿي ڪرم جا جي گهڻائي يوگ، ساڌن يا رستا آهن، انهن مان سڀ کان وڏيڪ الم رستو ڪهڙو آهي، ۽ الموجب هلڻ

يوگ جي سکيا ڏيڻ لاءِ، راجا جنڪ، جهڙڪ آچاريہ ٿي ويو آهي؛ جنهن ڪان اڳ اهو درجو ڪنهن کي به مليل نہ هو." انهيءَ هنڌ يوگ جي سکيا جي معني، نشڪام ڪرم، سمجهڻ کپرجي. چاڪاڻ تہ خود گيتا ۾، جنڪ جيسمہ بيان ڪندي چيو ويو آهي تہ هو وڏو ڪرم يوگي هو. اشوگهوش پڻ، پنهنجي بڌ چرتر ۾ "گرهسٿ آشرم ۾ رهي موڪش ڪيئن حاصل ڪجي" انهيءَ سوال جي جواب ۾، جنڪ جو مثال ڏنو آهي. جنڪ جي ڏينهن ۾ رستي جو نالو يوگ آهي، جا ڳالهہ، پڌ ذرمي گرنٿن جي ابياس ڪرڻ سان بہ معلوم ٿئي ٿي؛ لنهنڪري ٿمتا جي يوگ شبد جي بہ ساڳي معني سمجهڻ کپرجي؛ چاڪاڻ تہ گيتا ۾ بہ، جنڪ جي اختيار ڪيل رستي جي بنيرائي ڪئي وئي آهي. باقي سانکيہ ۽ يوگ مارگ جو اڳتي تلي وچار ڪيو ويندو؛ هتي سوال آهي تہ، گيتا جي يوگ شبد جي ڪهڙي معني ڪئي وڃي.

## گيتا ۾ ڪرم يوگ جوئي اپديش ڏنل آهي

جنهن صورت ۾ اها ڳالهہ سڌ ٿي وئي تہ، گيتا ۾ آيل يوگ شبد جي معني ڪرم يوگ ۽ يوگيءَ جي معني ڪرم يوگي آهي، تنهن صورت ۾، انهيءَ بذاڻ جي ايتري ضرورت نہ آهي تہ گيتا ۾ ڪهڙيءَ مکيہ ڳالهہ تي وچار ڪيو ويو آهي. خود ڀڳوان پنهنجي اپديش کي، چوٿين اڌياءَ ۾ يوگ چوي ٿو؛ بلڪ ڇهين اڌياءَ ۾ ارجن ۽ آخرين اڌياءَ ۾ سنجئہ بہ، انهيءَ اپديش کي يوگ جي نالي سان سڏيو آهي. اهڙيءَ ريت گيتا جي هرهڪ اڌياءَ جي پڇاڙيءَ واري سنڪلپ ۾ بہ، گيتا جي مکيہ وشيہ (مضمون) کي ڪرم يوگ شاستر چيو ويو آهي. پر ڏسڻ ۾ اچي ٿو تہ، انهيءَ سنڪلپ طرف، ڪنهن ٽيڪا ڪندڙ جو ڌيان نہ ڇڪيو آهي. انهيءَ سنڪلپ ۾ "برهم وديا يام، يوگ شاستري" شبد ڪم آيل آهن، جن جي معني آهي، برهم وديا جو يوگ شاستر، يعني ڪرم يوگ شاستر، جنهن جي سمجهاڻي ڏيڻ لاءِ ٿي گيتا جي رچنا

ڪٿي ويئي. برهم وديا ۽ برهم گيان، هڪ شيءِ آهن؛ جنهنجي
حاصل ٿيڻ کان پوءِ، گيانيءَ لاءِ ٻه رستا کليل آهن. هڪ سانکيه
يا سنياس مارگ - يعني جنهن رستي ۾ گيان ٿيڻ سان ڪرم کي
ترڪ ڪري ورڪت ٿي رهڻو پوي ٿو؛ ۽ ٻيو ڪرم يوگ -
يعني گيان حاصل ٿيڻ کان پوءِ به، ڪرمن کي اڳي پيار سان
ڪندو رهڻ جئن موکيه حاصل ڪرڻ ۾ ڪرم ڪنهن به نموني
جي رڪاوٽ نه وجهن. ٻنهي مارگن کي گيان لشٽا به چوندا آهن.
انهيءَ وشيه اسچت ڪيترن رشين، انهن ۾ خلاصو وچار ڪيو
آهي، پر برهم وديا جي ڪرم يوگ، يا يوگ شاستر جو وچار
يڪوت گيتا کان سواءِ، ٻئي ڪنهن به گرنٿ ۾ نه ڪيو ويو آهي.
اسين اڳيئي لکي چڪا آهيون ته، گيتا جي هر هڪ ادياءِ جي
پڇاڙيءَ ۾ جو سنڪلپ ڏنو ويو آهي، سو سڀني گيتائن ۾ ملي
ٿو. جنهن مان ثابت آهي ته، اهو سنڪلپ، گيتا جي ٽيڪائن
کان اڳ ٺهيو آهي. هن سنڪلپ جي رچيندڙ جو ان ۾ "برهم
وديا جي يوگ شاستر" اهي شبد گڏيا آهن؛ سي بي مطلب نه آهن.
اهي سنڪلپ جا شبد، گيتا ۾ آيل مکيه وشيه ظاهر ڪندڙ آهن.
تنهنڪري اها ڳالهه پڻ سمجهائڻ سان سمجهه ۾ اچي ويندي ته،
گيتا تي هنتي الڌ سان پريل ٽيڪائن ٿيڻ کان اڳ، ان جو ڪهڙو
مطلب ڪڍيو ويو هوندو. اسان لاءِ وڏي فخر جو سبب آهي
جو خود ايشور جي اوتار شري ڪرشن ٿي ڪرم يوگ جو اپديش
ڪيو آهي، جو عام لوڪن جي فائدي لاءِ، پهريائين ارجن کي
ٻڌايو ويو. جيتوڻيڪ گيتا ۾ ڏال يوگ ۽ يوگ شاستر کان، اسانجو
ڏال، ڪرم يوگ ۽ ڪرم يوگ شاستر ٿالو وڏو لسي ويو آهي؛ پر
ڏي ٿالي رکڻ جي اها مراد آهي ته جئن عام ماڻهن کي گيتا جي
ارٿ سمجهڻ ۾ سهوليت ٿئي.

ڪٿي ڪرم جا جي گهڻائي يوگ، سادن يا رستا آهن، انهن
کان وڌيڪ ام رستو ڪهڙو آهي، ۽ الموجب هلڻ

ڪري سگهجي ٿي يا نہ، جهڙي طرح، ڪيترن ڏکيائن پيدا ٿينديون، ۽ ڇو؟ جنهن رستي کي اسان اگر سمجهو آهي، سو اگر ڇو آهي، ۽ جنهکي خراب سمجهون ٿا سو خراب ڇو آهي؛ خرابي چڱائي جي ڪهڙي آڌار تي مقرر ڪئي وڃي، يا ان خرابيءَ يا چڱائيءَ جو ڪجهہ ڇا آهي، وغيره ڳالهيون جي، جنهن شاستر ۾ چند چاڻ ڪئي ويئي هجي، تنهنکي "ڪرم يوگ شاستر" يا گيتا موجب "يوگ شاستر" چئبو. خراب يا چڱو، اهي بہ شبد رواجي آهن؛ پر ڪڏهن ڪڏهن انهن جاءِ شبھ–اشبھ، فائديمند–نقصان وارو، پاپ–پنھ ۽ ڌرم–اڌرم وغيره اوکا ۽ ڪرڻ ۾ اچن ٿا. ڪرتوبہ–اڪرتوبہ، ڪاريہ–اڪاريہ وغيره شبدن جو اوکو بہ اهڙي ئي دستور ڪيو ٿو وڃي. تنهن هوندي بہ، انهن شبدن جي ڪم آڻڻ وارن جي، سرشٽيءَ جي رچنا لسمعہ جدا جدا راين هئڻ سبب، "ڪرم يوگ شاستر" جي امان ڪرڻ يا سمجهائڻ جا بہ جدا جدا رستا ٿي پيا آهن.

## شاستر جي سمجهاڻيءَ جا ٽي نمونا يا رستا

هرهڪ شاستر جي وشہ جي سمجهاڻي يا ان تي، ٽن نمونن سان ويچار ٿيندو آهي. (۱) جن جڙ سرشٽيءَ جا پدارٿ (شيون) اهڙائي آهن، جهڙا اساڻي اندرين کي معلوم ٿين ٿا، ۽ منجهن ٻي ڪا ڪجهہ شيءِ يا شڪتي رکيل نہ آهي. اهڙيءَ نظر يا نموني سان ويچار ڪرڻ کي، "آڌ ڀوتڪ ويچن" (سمجهاڻي) چئبو آهي. مثلاً سج کي، ديوتائن ۾ فقط پهرين ڀوتن (پرٿوي، جل، اگني، وايو ۽ آڪاس) جو گولو سمجهڻ، ۽ سندس، تابش، روشني، ۽ ڪشش وغيره گڻن يا شڪتين جي ويچار کي، "آڌ ڀوتڪ ويچن" چئبو. وڻ جو مثال وٺو، پن جو ڦٽڻ، ۽ گلن ڦلن جو لڳڻ، ڪنهن شڪتيءَ (طاقت) تي منحصر نہ سمجهي، ان لسمعہ ڪيول انهيءَ ڳالهہ جي ويچار ڪرڻ کي نہ، جو ڇرڻ سان سلو پيدا ٿئي ٿي، جنهنجي اسرڻ تي پن، گل ۽ ميوا پيدا ٿين ٿا، آڌ ڀوتڪ

ورڇين" چئبو. اڄ ڪلهه جي نئين سائنس (وگيان) جهڙوڪ رساين
شاستر، پدارٿ وگيان شاستر ۽ بجلي شاستر وغيره جو ويچار، انهيءَ
آڌيڀوتڪ نموني سان ڪيو وڃي ٿو. آڌيڀوتڪ پنڊت ائين ٿا
سمجهن ته، مٿين ڍنگ سان، ڪنهن به پدارٿ جي، ٻاهرين
گڻن تي ويچار ڪرڻ سان ئي ڪم پورو ٿي ٿو وڃي، ۽ سرشٽيءَ
جي پدارٿن جي ٻاهرين گڻن کي ڇڏي، انهن جي اندرين ڳجهه
تي ويچار ڪرڻ اجايو آهي. (٢) جڏهن مٿين نظر کي ڇڏي،
انهيءَ ڳالهه جو ويچار ڪيو ويندو آهي ته، جڙ سرشٽيءَ جي پدارٿن
جي بنياد ۾ ڇا آهي؛ انهن پدارٿن جو واهنوار فقط انهن جي ٻاهرين
گڻن سبب ٿيندو رهي ٿو، يا ان لاءِ ڪنهن ٻئي تتو جي به ضرورت
آهي، تڏهن معلوم ٿيندو ته، مٿي ورتل ڪيل، آڌيڀوتڪ ورڇين
مان پورائو نه ٿي سگهندو؛ انهيءَ لاءِ ڪجهه اڳتي قدم وڌائڻ
جي ضرورت آهي. مثلا- جيڪڏهن اسين هن ويچار کي سمجهڻ
جو يتن ڪنداسين ته، پنجن تولن جي سج ااالي ديوتا جو به ڪو
"آڌار" هئڻ ضروري آهي، جنهنڪري انهيءَ اچيتن (بنا ساه
واري) گولي (سج) جو واهنوار، هميشه باقاعدي (جهڙوڪ لهڻ، چڙهڻ ۽
وسئي ڀڃائڻ) ٿيندو رهي ٿو، ته پوءِ انهيءَ ويچار کي "آڌيديوڪ
ورڇين" ڪري چئبو. انهيءَ ويچار موجب مڃڻو پوندو ته، وڻ،
پاڻي، هوا ۽ ٻين پدارٿن ۾ الڳ الڳ ديوتا آهن، جي انهن جڙ ۽ اچيتن
پدارٿن جو واهنوار يا لوڏڪ هلائيندا رهن ٿا. (٣) پر جڏهن اهو
ويچار ڪيو ويندو ته، جڙ سرشٽيءَ جي، جڙ پدارٿن ۾ جدا جدا
ديوتائون نه آهن، پر ٻاهرين سرشٽيءَ جي سڄي واهنوار کي
هلائيندڙ، منش جي ديهه ۾ آتما جي روپ ۾ رهندڙ، ۽ منش
سڄيءَ سرشٽيءَ جي گيان ڏيڻ واري، هڪ ئي چيت شڪتي
آهي؛ جا اندرين رستي سمجهڻ کان ٻاهر آهي؛ ۽ جنهنجي آڌار
هن جڳت جو سارو واهنوار هلي رهيو آهي؛ تڏهن انهيءَ ويچار
"اڌياتمڪ ورڇين" ڪري چئبو. اڌياتمڪ سڌانت وارن جو

ڪري سگهجي ٿي يا نه، جي ان نه، ڪهڙيون ڪاروائيون پيدا ٿينديون، ۽ ڇو؟ جنهن رستي کي اسان اثر سمجهو آهي، سو اثر ڇو آهي، ۽ جنهنکي خراب سمجهون ٿا سو خراب ڇو آهي؛ خرابي ڇڱائي جي ڪهڙي آڌار تي مقرر ڪئي وڃي، يا ان خرابيءَ يا ڇڱائيءَ جو ڳجهه ڇا آهي، وغيره ڳالهيون جي، جنهن شاستر ۾ چند چاڻ ڪئي وئي هجي، تنهنکي "ڪرم يوگ شاستر" يا گيتا موجب "يوگ شاستر" چئبو. خراب يا چڱو، اهي ٻئي شبد وراجي آهن؛ ۽ ڪڏهن ڪڏهن انهن جا شڀ - اشڀ، فائديمند - نقصان وارو، پاپ - پنيه ۽ ڌرم - اڌرم وغيره ارٿ به ڪري رهيا آهن ٿا. ڪرتوبه - اڪرتوبه، لياءِ - الياءِ وغيره شبدن جو ارٿ به اهڙيءَ ئي دستور ڪيو ٿو وڃي. انهن هولڊي به، انهن شبدن جي ڪم آڻڻ وارن جي، سرشٽيءَ جي رچنا لسمع جدا جدا راين هئڻ سبب، "ڪرم يوگ شاستر" جي بيان ڪرڻ يا سمجهائڻ جا به جدا جدا رستا ٿي پيا آهن.

## شاستر جي سمجهاڻيءَ جا ٽي نمونا يا رستا

هر هڪ شاستر جي وشيه جي سمجهاڻي يا ان ٿي، ٽن نمونن سان ويچار ٿيندو آهي. (١) جن ڌرتي سرشٽيءَ جا پدارٿ (شيون) اهڙائي آهن، جهڙا اساڻي اندرين کي معلوم ٿين ٿا، ۽ منجهن ٻي ڪا ڳجهي شيءِ يا شڪتي رکيل نه آهي، انهيءَ نظر يا نموني سان ويچار ڪرڻ کي، "آڌ ڀوتڪ ويچن" (سمجهاڻي) چئبو آهي. مثال سج کي، ديوتا نه فقط پنجن ڀوتن (ڀرٿوي، جل، اگني، وايو ۽ آڪاس) جو گولو سمجهڻ، ۽ سدس، تاپش، روشني، ۽ ڪشش وغيره گڻن يا شڪتين جي ويچار کي، "آڌ ڀوتڪ ويچن" چئبو. وڻ جو مثال وٺو، ٻج جو ڦٽڻ، ۽ گل ڦل جو لڳڻ، ڪنهن شڪتيءَ (طاقت) تي منحصر نه سمجهي، ان لسمع ڪيول انهيءَ ڳالهه جي ويچار ڪرڻ کي نه، ٻج ڦٽڻ سان سلو پيدا ٿئي ٿو، جنهنجي اسرڻ ٿي ان، گل ۽ ميوا پيدا ٿين ٿا، آڌ ڀوتڪ

وويچن" چئبو. اڄ ڪلهه جي لفظن ۾ سائنس (وگيان) جهڙوڪ رسائڻ
شاستر، پدارٿ وگيان شاستر ۽ بجلي شاستر وغيره جو ويچار، انهيءَ
آڌيڀوتڪ نموني سان ڪيو ويندو آهي. آڌيڀوتڪ پنڊت انهن بس
سمجهن ٿا ته، مٿين ڍنگ سان، ڪنهن به پدارٿ جي، ٻاهرين
گڻن تي ويچار ڪرڻ سان ئي ڪم پورو ٿي ٿو وڃي، ۽ سرشٽيءَ
جي پدارٿن جي ٻاهرين گڻن کي ڇڏي، انهن جي اندرين ڳجهه
تي ويچار ڪرڻ اجايو آهي. (۲) جڏهن مٿين نظر کي ڇڏي،
انهيءَ ڳالهه جو ويچار ڪيو ويندو آهي ته، جڙ سرشٽيءَ جي پدارٿن
جي بنياد ۾ ڇا آهي؛ انهن پدارٿن جو وهنوار فقط انهن جي ٻاهرين
گڻن سبب ٿيندو رهي ٿو، يا ان لاءِ ڪنهن ٻئي تتو جي به ضرورت
آهي، تڏهن معلوم ٿيندو ته، مٿي ورتل ڪيل، آڌيڀوتڪ وويچن
مان پورائو نه ٿي سگهندو؛ انهيءَ لاءِ ڪجهه اڳتي قدم وڌائڻ
جي ضرورت آهي. مثلاً جيڪڏهن اسين هن ويچار کي سمجهڻ
جو يتن ڪنداسين ته، پنجن تتن جي سڄي اليءِ ديوتا جو، ڪو
"آڌار" هئڻ ضروري آهي، جنهنڪري انهيءَ اچيتن (بنا ساهه
واري) گولي (سڄي) جو وهنوار، هميشه باقاعدي (جهڙوڪ لهڻ، چڙهڻ ۽
روشني ڦهلائڻ) ٿيندو رهي ٿو، ته پوءِ انهيءَ ويچار کي "آڌيديوڪ
وويچن" ڪري چئبو. انهيءَ ويچار موجب مينهن پوندو ته، وڻ،
پاڻي، هوا ۽ پين پدارٿن ۾ ايڪ ديوتا آهن، جي انهن جڙ ۽ اچيتن
پدارٿن جو وهنوار يا لوڪ هلائيندا رهن ٿا. (۳) پر جڏهن اهو
ويچار ڪيو ويندو ته، جڙ سرشٽيءَ جي، جڙ پدارٿن ۾ جدا جدا
ديوتائون نه آهن، پر ٻاهرينءَ سرشٽيءَ جي سڄي وهنوار کي
هلائيندڙ، منش جي ديهه ۾ آتما جي روپ ۾ رهندڙ، ۽ منش
کي سڄيءَ سرشٽيءَ جي گيان ڏيڻ واري، هڪ ئي چيت شڪتي
آهي؛ جا اندرين رستي سمجهڻ کان ٻاهر آهي؛ ۽ جنهنجي آڌار
تي هن جڳت جو سارو وهنوار هلي رهيو آهي؛ تڏهن انهيءَ ويچار
کي "آڌياتمڪ وويچن" ڪري چئبو. آڌياتمڪ سڌانت وارن جو

هاڻي سوال آهي تہ "چڱي" ۽ "خراب" شبد جي ٺيڪ ارٿ
ڪهڙي آهي ۽ انهن شبدن لاءِ جدا جدا ٻولين جا شبد ڇڻن نہ ڪاري،
اڪاريءَ ڌرم ۽ اڌرم جو ڪم آندا ويا؟ انهيءَ سوال جي جواب ۾ اتر
چوڻ ڪاڻي ٿيندو، جدا جدا مذهبن جدا جدا واءُ ۽ جدا جدا سمجهاڻي
ڏني آهي. ارجن جي سامهون اهو سوال آيل هو تہ جنهن ۾ ڀيشم
۽ درونڻ جهڙا پوجيہ گرو مارڻا پون، ڇا اهو پڻ ڌرم ۾ ڳڻائي
سگهجي ٿي؟ جڏهن ارجن انهيءَ سوال جو جواب ڪنهن آڌيوڪ
مت جي بنياد کان گهري ها تہ هو انهيءَ ڳالهہ تي ٿي وچار
ڪري ڪيس جواب ڏئي ها، ان ۾ مان ڪيترو فائدو يا نقصان ٿيندو
۽ سڄيءَ سماج تي انهيءَ ۾ جو ڪهڙو پرڀاءُ وهندو. بس فقط
اتري وچار ڪرڻ بعد ئي اهو آڌيوڪ مت يا وويچن جو حامي
بنياد ٻڌائي ها تہ اها ڳالهہ ڪرڻ "چڱي" آهي يا "خراب".
ڇاڪاڻ تہ ڪنهن ڪرم جي چڱائي يا برائيءَ جي پرک ڪندي
اهي آڌيوڪ بنياد اهوئي وچار ڪندا آهن تہ ان ڪرم جو
آڌيوڪ (ظاهري) اثر ڪهڙو ٿيندو، يعني ظاهري روپ
۾ ان ڪرم جو ڪهڙو نتيجو نڪرندو. اهي بنياد، ڪنهن بہ ڳالهہ
جي چڱائيءَ يا برائي جاچڻ لاءِ، آڌيوڪ وچار جي ڪسوٽيءَ
کان سواءِ، ٻي ڪنهن بہ ساڌن کي نہ مڃيندا آهن. پر اهڙي قسم
جي جواب ملڻ سان، ارجن جي دل جو مونجهارو نہ لهي سگهي
ها. هن جي نظر، انهيءَ تنگ نظر کان ڪشادي هئي؛ هنکي فقط
پنهنجي سنساري لاڀ جي لالچ نہ هئي، پر ڪمين دورانديش
ٿي پرلوڪ جي وچار سان اهو بہ ڏسڻو هو تہ، ان لڙائيءَ مان
سندس آتما کي ڪيترو فائدو رسي ٿي سگهي. ارجن کي انهيءَ
ڳالهہ جي بہ پرواهہ نہ هئي تہ ڀيشم ۽ درونڻ جهڙن کي مارڻ کان
پوءِ، جو مولڪي راڄ ملندو، تنهن مان موکي هن سنسار جو سک
ملندو ۽ منهنجي راڄ ڪري، پرجا، دريوڌن کان وڌيڪ چڱي
سمجهندي. هنکي اهوئي ڏسڻو هو تہ، جو ڪرم مان ڪري.

ھيو آھيان، سو ڌرم آھي يا اڌرم، پڇ آھي يا پاپ. گيتا اپديش
جي سمجهاڻي ۾ انھيءَ مد نظر ئي ڏني وئي آھي. ۽ فقط گيتا
۾، بلڪ مهاڀارت ۾ بہ، ڪيترن هنڌ ڪرم ۽ اڪرم جو سوکيم
ويچار ڪيو ويو آھي؛ اهو ويچار پرلوڪ يا اڌياتمڪ درشٽيءَ
سان ئي ڪيو ويو آھي؛ ۽ ان هنڌ، ڪنھن بہ ڪرم جي چڱائيءَ
برائيءَ ڏيکارڻ لاءِ، انھن ڪرمن کي ٻن درجن ۾، جن لہ،
ڌرم- اڌرم" ۾ ورهايو ويو آھي. ۾ "ڌرم" ۽ انجي ورڌ "اڌرم"
شبدن جي ڪشادي معني هئڻ سبب، انھن مان ڪئين لمولس
ٻون معنائون ڪڍيون وڃن ٿيون. انھيءَ لاءِ هن هنڌ انھن شبدن
جي ارٿ کي صاف ڪرڻ بلڪل ضروري آھي.

## ڌرم شبد جا ٻہ ارٿ

وهنوار ۾ "ڌرم" شبد "پرلوڪي سک جي رستي" جي معني
سان ڪم ۾ آڻيو آھي. جڏهن ڪنھن کان سوال پڇيو ويندو آھي
، تنھنجو ڪهڙو ڌرم آھي لڏهن، ان سوال جي پڇڻ جو اهو
طلب هوندو آھي تہ، پرلوڪي فائدي لاءِ تون ، ويدڪ، ٻڌ،
جيني، عيسائي، مسلماني يا پارسي، انھن مان ڪهڙي رستي تي
هلين ٿو. انھيءَ تي، جنھن کان سوال پڇيو ويو، سو اسانجي سوال
جو اهوئي جواب ڏيندو تہ مهنجو فلاڻو ڌرم يا مذهب
آھي. ۾ درحقيقت ڌرم جي اها تنگ معني ٿي نٿي سگهي.
مثال طور، راج ڌرم، پرجا ڌرم، ديش ڌرم، جاتي ڌرم، ڪل
ڌرم، متر ڌرم وغيره سنساري فرض کي بہ ڌرم چيو ويندو
آھي. ڌرم شبد جي ٻن ارٿن کي جيڪڏهن الڳ الڳ ڪري
ڏيکارڻو هجي تہ پوءِ، پرلوڪ جي ڌرم کي "موڪش ڌرم" وهنواري
ڌرم يا نيتيءَ کي، صرف "ڌرم" جي نالي سان چئي سگهبو.
جي انهن چوڻو پوندو تہ، شاسترن، ڌرم شبد ۾ سنسار جي ٻي
ويچار ليتي ڌرمن کي ڪٺي شامل ڪيو آھي؛ جنهنڪري اسين اڄ
جو لوڪ ڪرم (يعني فرضي ڪرم)، نيتي، نيتي ڌرم يا سداچار

چئون ٿا. پر ياد رکڻ کپي ته، براهمڻ سمي جي، سنسڪرت
گرنٿن ۾ نيتي يا نيتي شاستر شبد ڪيول واجبي لاءِ ئي ڪم
آندو ويو آهي. انهيءَ سبب آهي جو ان سمي ۾ ڪرتويہ ڪرم
(فرضي ڪم) يا سداچار جي وولڻ کي، نه نيتي وچن، بلڪ
ڌرم وچن چيو ويندو هو. پر سڀني سنسڪرت گرنٿن ۾ انهيءَ
هڪ سان نيتي ۽ ڌرم شبد ڪم آيل نه آهن؛ تنهنڪري اسان هن
گرنٿ ۾ نيتي، ڪرتويہ (فرض) ۽ ڌرم شبد جي هڪ ئي معني
ڪئي آهي ۽ هڪ ئي لمولي سان، تنهن شبدن کي ڪم ۾ آندو آهي.
پر جنهن هنڌ موکش جو ويچار ڪيو ويو آهي، اتي انهن شبدن لاءِ اڌيائم
۽ "ڀڳتي" شبد ڪم آندا ويا آهن. مهاڀارت ۾ ڌرم شبد ڪيترن
ئي اڃا ئي لسو. ائين جنهن هنڌ "ڪنهن لاءِ، ڪهڙو ڪرم ڪرڻ
واجبي آهي" انهيءَ ڳالهه جي اپٽاءَ ڪئي وئي آهي، اتي ڌرم
شبد مان، اولس جي ڪرتويہ شاستر يا سماج شاستر جي لمن
جي ئي معني لکڻي آهي؛ ۽ جنهن هنڌ پرلوڪ جي ڪلياڻ بداران
جو موقعو آيو آهي، اتي "موکش ڌرم" جو شبد ڪم آندو
ويو آهي. اهڙي رهيہ منو سمرتيءَ ۽ گيتا جي تيون، ۽ چولين
اڌياءِ ۾، چئن ورڻن جي ڀڌلن کي پڻ "ڌرم" جي ناليَ سان
سڏيو ويو آهي. براهمڻ سمي ۾ اساڻن رشين، ڪرم ڪنڊن جا
جي چار درجا ٺهرايا، سي سماج جي وهنوارن چڪر کي، ٺيڪ
ٺيڪ هلائڻ لاءِ ئي رچيا ويا هئا. ڪنهن خاص هڪ منش يا ورڻ
تي، سڄيءَ سماج جي جوابداريءَ جو بار وجهڻ سان، ڪم چڱيءَ
ريت نه هلي سگهندو. اڄ ڪله، جنهن ٺيڪ ورڻن جو فقط نالو وڃي
بچيو آهي، يعني چتر ٺيڪ براهمڻ، کتري، ولش ۽ شودر، پنهنجو
پنهنجو فرض ادا نٿا ڪن، پر انهيءَ ڪري چئن ورڻن جي الر
سرشتي تي ڌوڙ ئي وجهي سگهجي. انهيءَ ۾ ڪو شڪ نه آهي
ته، چتر ورڻ جو سرشتو، شروعات ۾، سماج کي ٺيڪ لمولي ۾
هلائڻ لاءِ ئي ٺاهيو ويو هو. جنهن ڪري هن چئن ورڻن مان، هڪ

ورڻ بلڪل ناس ٿي وڃي، ۽ اهڙي جڳهه وري نه پري وڃي نه
سماج منڊي ٿي ڌيري ڌيري بلڪل برباد ٿي ويندي. جيتوڻيڪ
يورپ ۾ ڪئين سماجون، اهڙن چئن ورڻن جي سرشتي کان سواءِ
ئي پنهنجي اُنتي ڪري رهيون آهن، پر ياد رکڻ گهرجي ته،
اهڙن ۾ ڪٿي چئن ورڻ جو سرشتو جاري نه هجي، پر اهڙن چئني
ورڻن جا ڌرم (فرض) ڪاٿي نه ڪاٿي روپ ۾ آهن، نه به ڪنهن روپ ۾
ضرور ملن ٿا. يعني اهڙن ۾ جيتوڻيڪ، براهمڻ، ڪتري، ويش ۽
شودر جي نالي جا ورڻ نه آهن، پر اُنهن تي نه سڀ قبول ڪندا ته
اهڙن ۾ مٿين ورڻن جي ڪمن جا جدا جدا درجا ضرور آهن.
جيئن ته پادري، فوجي سپاهي، مزور وغيره. مطلب ته جڏهن
اسين ڌرم شبد کي وهنوار ۾ ڪم ۾ آڻيون ٿا، تڏهن اسانکي
اهو ئي ڌيان ۾ اچي ٿو ته، سڄيءَ سماج جو ڌارڻ ۽ قائم ڪرڻ
ڪيئن ٿو ٿئي. شري ڪرشن ڀڳوان، مهاڀارت ۾ چيو ٿو ته،
"ڌرم شبد" "ڌر" ڌاتوءَ مان نڪتو آهي، ڌرم سان ئي سڄو
سنسار بڌل آهي، ۽ مقرر ڪيو ويو آهي، جنهن سان سڄي پرٿوي
جو ڌارڻ يا پالڻ ٿئي، سوئي ڌرم آهي." ڌرم جي نٽي وڃڻ
تي، سماج جا سڀ بندن نه ٽٽي ويل سمجهڻ گهرجن. سماج جي
سيني بندن جي ٽٽي وڃڻ سبب، جهڙيءَ ريت ڪشش جي
شڪتي برباد ٿيڻ تي سج ۽ گرهن جي حالت ٿئي، يا سمنڊ جي
لهرن ۾ ڦاٿل، هڪ جهاز تي وينل مسافرن جي حالت ٿئي، تهڙي
ئي سماج يا ديش جي حالت ٿئي ٿي. اهڙيءَ ڪري سماج کي
ان آفت کان بچائڻ لاءِ، مهاڀارت ۾ وياس چيو آهي ته، ڌن نه
ڌرم جي حد اندر رهي گڏ ڪجي، جيئن سماج جي رچنا ۾ ڪو
رولو نه مچي. ڪام وغيره جي اڇا کي نه ڌرم جي حد ۾ رکڻ
واجب آهي. مهاڀارت جي پڇاڙيءَ ۾ چيو ويو آهي ته، "مان
ٻانهن مٿي ڪري لوڪن کي خبردار ڪري رهيو آهيان ته، ڌرم
سان ئي ارٿ ۽ ڪام حاصل ٿئي ٿو (تنهنڪري) اهڙي ڌرم جي

جو ويچار ڪرڻ گهرجي. اڌياتم وديا ڪالسواءِ، ڪرم-اڪرم جي
ويچار ڪرڻ اجايو آهي. ڏسڻ ۾ ائين ٿو اچي ته، يورپ جي ڪيترن
پنڊتن ٻڌ ڪرم-اڪرم جي ٽوڙيءَ ڪرڻ لاءِ، اهڙيءَ اڌياتمڪ
رستي کي اختيار ڪيو آهي. مثلاً، جرمنيءَ جي مشهور تتوگياني،
ڪانٽ، پهريائين ”شد ٻڌيءَ جي ميمانسا“ نالي هڪ اڌياتمڪ
گرنٿ لکي، پوءِ انهيءَ رهيل وشيہ کي پوري ڪرڻ لاءِ ”ٻڌيءَ
جي ميمانسا“ نالي گرنٿ اهو لکيو * انگلنڊ ۾ ٻيا گرين صاحب
”نيتي شاسترن جي ڀومڪا“ نالي گرنٿ، سرشٽيءَ جي مول آتم
تتو کان ئي شروع ڪيو. پر اهڙن گرنٿن جي بدلي، جو اڄ ڪلهه
ڪاليجن ۾، فقط آڌي ڀولڪ مت جي پنڊتن جا لکيل گرنٿ پاڙهيا
وڃن ٿا، تنهنجو نتيجو اهو نڪتو آهي جو اڄ ڪلهه جا پڙهيل
نوجوان، گيتا جي ٻڌايل ڪرم-يوگ شاستر جي مول تتو کي بلڪل
نٿا سمجهي سگهن.

مٿين بيان مان معلوم ٿي ويندو ته، اسين وهنوارڪ نيتڪ
بندشن، يا سماج جي هستيءَ کي قائم ڪندڙ نيمن کي ”ڌرم“ ڇو
ٿا چئون. مهاڀارت، گيتا ۽ سنسڪرت جي ٻين گرنٿن ۾ ته وهنوارڪ
فرض يا نيم لاءِ ”ڌرم“ شبد ڪم آندو ويو آهي. مهاڀارت جي
لڙائيءَ ۾، هڪ وقت راجا ڪرڻ جي رٿ جو ڦيٿو رٿ ۾ پيل
زمين ۾ ڦاسي پيو. انکي ڪڍ کان ٻاهر ڪڍڻ لاءِ جنهن وقت
ڪرڻ رٿ کان هيٺ لٿو، انوقت ارجن کيس مارڻ لاءِ هٿ
۾ ٻاڻ کنيو. انهيءَ تي ڪرڻ، ارجن کي چوڻ لڳو ته، ٻنا هٿيار
واري کي لڙائيءَ ۾ مارڻ، ڌرم نه آهي، جنهنتي شري ڪرشن،

---

* ڪانٽ هڪ جرمن تتوگياني هو. هنکي اڄ ڪلهه جي تتو
گيان جو ٻاني رچيندڙ چيو ٿو وڃي. هنجا مٿي ڄاڻايل
Critique of Pure reason ۽ Critique of Practical reason
نالي ٻه گرنٿ اڄ ڪلهه ڏاڍا مشهور آهن. گرين جي گرنٿ جو
نالو Prolegomena to ethics آهي.

وڃي. اهڙيءَ حد ۾ اچڻ کان پوءِ هرهڪ منش اهڙيءَ حد اندر
رهي، سداچار موجب هلڻ شروع ڪندو آهي. جڏهن اهڙي
سداچار جي حد، ڪافي درجي کي پهچي ويندي آهي، تڏهن
انجي نيمن يا قاعدن جو هڪ شاستر لکي ويندو آهي. پراچين
سمي ۾ شاديءَ جي رسم نه هئي، جڏهن ڏٺو ويو ته، اهڙيءَ انڌ
ذلت سبب، سداچار ۾ خراب اثر پيدا ٿئي ٿو، تڏهن شويتڪيتو
رشيءَ شاديءَ جي رسم جاري ڪري ڪام جي اندرين کي حد
اندر رکيو. اهڙيءَ ريت شڪر آچاريه شراب پيئڻ جي منع ڪئي؛
جاڪاڻ ته، شراب جي پيئڻ جي حد وڌي سبب، سماج ۾ خرابيون
ٿيڻ لڳيون. انهن خرابين کي روڪڻ لاءِ مقرر آچاريه پنهنجي
زور سان، شراب نه پيئڻ جو، سماج لاءِ قاعدو ٻڌايو. اهڙيءَ مان
ٻڌندڙ سمجهي ويندا ته، اڪاري ۽ سداچاري مهاتمائن اوڙڪ
سمع پرشن جي آڏو ڪري به "ڌرم" جيئو لڳو وڃي. ڌرم پيدا
ٿيو، ليکڪ انگريزي ڪيترن منش کي انجي خوبي معلوم ٿي، جنهن
کان پوءِ انجو عام ماڻهن ۾ پرچار ٿيو. کاڻ، پيئڻ ۽ موج ڪرڻ جون
ڳالهيون، ڪنهن کي سبق سيکارڻ نه سيکاريون وينديون آهن؛ پر
اهي ڳالهيون، اندرين جو سڀاءُ آهن. پر ڇا اهڙيءَ ڪري ان سڀاءَ
کي ڇڪ ڇڏي ڏجي؟ هرگز نه. سماج جي فائدي لاءِ، ان سڀاءَ
کي ڪنهن واجب حد اندر رکڻ گهرجي؛ ۽ اهڙيءَ کي ئي "ڌرم"
چيو ٿو وڃي. مهاڀارت ۾ هڪ هنڌ چيو ويو آهي ته، "کاڌي
پيتي، الڪ، وهڻ، سمهڻ ۽ مڻتن ۾ منش ۽ پسوءَ جي وچ ڪو
ڀيد نه آهي. منش ۽ پسوءَ ۾ جيڪڏهن ڪا ڳالهه ڀيد وجهندڙ
آهي ته اهو ڌرم ئي آهي." جنهن منش ۾ اهو ڌرم نه آهي
سو پسوءَ جيان ئي سمجهڻ گهرجي. هتي، اندرين جي سڀاءَ،
جهڙوڪ ته کاڻي، پيئڻ، الڪ، وهڻ، سمهڻ ۽ مڻتن وغيره کي حد اندر
رکڻ کي ڌرم چيو ويو. اهڙي ڌرم لاءِ گيتا ۾ شري ڪرشڻ
ارجن کي چيو آهي ته، "هي ارجن! هرهڪ اندريءَ کي پنهنجي

سڀاءَ موجب يا سڀاءَ ۽ ابتديءَ ري ٻوالڌ شيءِ ري پريم، ۽ سڀاءَ
۽ ابتديءَ جي ورن شيءِ لاءِ نفرت يا ڌڪار ٿئي ٿي، اهو
پرڪرتيءَ جو هڪ اٽل اصول آهي. انهيءَ ڪري اندرين جي سڀاءَ
کي ماتحت غالب ٿيڻ نه ڏجي، ڇاڪاڻ ته ڪروڌ ۽ ڌڪار، جي
اندرين جو سڀاءَ آهن، منش جا وڏا ويري آهن." انهيءَ اپديش
مان هيءَ ڳالهه سڌ ٿئي ٿي ته خود ڀڳوان به اندرين کي حد ۽
وس ۾ رکڻ کي ڌرم چوي ٿو. منش کي سڌ مان اندريون پنهنجي
پنهنجي ورتن واسطي هلڻ لاءِ لاچار ڪنديون آهن، پر منش جو
واڪ، ڪيس ۾ (آتم) رستي تي هلڻ لاءِ چوندو آهي. انهيءَ
جهڳڙي جي اڳئيءَ ۾ جيڪو منش پنهنجي حوالي سڀاءَ کي سواها
ڪري ڇڏيندو آهي، تنهن لسمت ئي چئي سگهبو ته هن مهاڳيءَ
ڪيو.

ڌرم کي مهاتمائن جو آچار، سماج جي قائم رکڻ (ڌارڻ) جا
نيم، يا مهاتمائن جي آگيا سمجهو، يا انهو ڪو ٻيو ارٿ وٺو ۽
ڌرم- اڌرم جي نرڻيءَ ڪرڻ وقت جڏهن ڪو به سوال پيدا
ٿيندو تڏهن مٿي ٻڌايل ٽنهي رستن مان ڪو به ڪارگر نه ٿيندو.
ڌرم جي ٻاهرين رستي (يعني مهاتمائن جي آچار يا هلت) مان
ڪيول ڌرم جي روپ جو گيان ٿئي ٿو، اٿي رستي (يعني سماج
جي قائم رکندڙ نيم) مان ڌرم جو ٻاهريون ۽ ظاهري نتيجو
معلوم ٿئي ٿو ۽ ٽئين رستي (يعني مهاتمائن جي آگيا) مان ڪيول
اهڙي پروڙ پوندي ته ڌرم جي حد ڪنهن مقرر ڪئي.

## آچار جي رستي ۾ ڪي رڪاوٽون

اسين جو مٿي چئي آيا آهيون ته وڏن سنت پرشن جو آچار
يا هلت ئي اسان لاءِ پرم ڌرم آهي، تنهن لسمت هن هند هڪ
شڪ پيدا ٿئي ٿو؛ ڇاڪاڻ ته مهاتمائن جو آچار، پيو ته ڇا، آگياڻون
به جدا جدا نمونن جون ڏين ٿيون. تنهنڪري هن هند انهيءَ ڳالهه
جو نرڻيءَ ڪيو وڃي ته ڪهڙي آچار يا ڪهڙي سنت پرش جي

آکيا ڪئي ويلو وڃي. اِهي ڳالهه سمجهه مهاڀارت ۾ يڪشه جي جواب
۾ راجا يڌشٽر چوي ٿو ته: "ترڪ ۾ وڏو چنچل آهي، ڇاڪاڻ
ته ترڪ (منطق) جي ٻڌي جيتري ڪڪادي ۽ وڏي هولڏي
اوتري وڌيڪ لوان لوان شڪ ۽ وچار پيدا ٿيندا. ويدن جون
آکيالون ۾ هڪ جهڙيون نه آهن؛ سمرتين جا راجا ۽ ٻيو ۾ هڪ
ٻئي جي وڌ آهن، ۽ وهنوارڪ ڌرم جا ٻنيادي سڌالمن ۾ رواجي
لوڪن جي سمجهڻ کان ٻاهر آهن، انهيءَ ڪري، جنهن رستي
تي مهاپرش هليا هجن تنهن کي ئي اعتبار ڪيو وڃي." هتي
مهاپرش جي معني، گهڻا منش نه آهي. ڇاڪاڻ ته جيڪڏهن
گهڻن ماڻهن ڪنهن رستي کي اعتبار ڪيو، ته انهيءَ ڪري ان
رستي کي چڱو نه چئي سگهبو. اهڙي آچار يا وهنوار جي رستي
اعتبار ڪرڻ سان اها حالت اچي ٿيندي جهڙي ڪنهن انڌي
جي آڌار وٺڻ سان ڪنهن انڌي جي ٿئي. انهيءَ ڪري مهاپرش
جي معني "وڏو سداچاري پرش" سمجهڻ گهرجي. ۽ اهو فيصلو
۾ ڪافي نه آهي، ڇاڪاڻ ته جدا جدا مهاپرشن جا رستا ٻڻ جدا
جدا ٿين ٿا ۽ مثلاً نردوش رامچندر ۾ لوڪ نندا جي ڊپ کان
ڪان اڪيليءَ ماں شڌ ٿي ڪيتل سيتا کي ۾ ڇڏي ڏنو وري
ساڳئي ئي شري رامچندر، راجا سگريو جي وڏي ڀاءُ ٻاليءَ کي
ڪنهن ڏوه کان سواءِ ئي ڪمول سگريو سان متر ٿي ان جي ڀاڄ
لاءِ ماري ڇڏيو. وري ٻالدون ڏاڻهن ڏسو، پنجن ڀاڻرن
هڪ استريءَ سان شادي ڪئي! سورڳ جي ديوتائن جي هلت
ئي نظر وجهو ته ڪو ڪهڙو ڪم ڪوئي رهيو آهي ته وري ڪو
ڪهڙو!! الڪڙ يڻيءَ ۾ شيطان جي انهاس لکندڙ هڪ الڪريو لکيو
آهي ته، "شيطان ۽ فرشتن جي لڙائيءَ ڏسڻ سان معلوم ٿيندو ته،
ڪڏهن ڀرا. فرشتن، شيطان کي لڳيءَ ۽ ڏولاب سان ڦاسايو آهي.
اهڙيءَ ريت ڪوشيتڪي اپنشد ۾ هڪ هنڌ لکيل آهي ته، "اندر
۽ ٻرتردن جي وات وات ۾ هڪ وقت واٽ اندر، ٻرتردن ڪئي

چيو ته، ”مون وڏن کي، جيتوڻيڪ هو براهمڻ هو، ماري وڌو؛
سنياسين کي ٽڪر ٽڪر ڪري بگهڙن کي ڏنم؛ پنهنجن وچنن
کي ٽوڙيي، مون ڪئين ڀيرا پرهلاد جي مائٽن کي ماريو؛ ايترو
ڪندي به، منهنجو ڪو وار ولڱو نه ٿيو.“ اِهي لي جيڪڏهن
ڪو انهن چوي ته، انهن مهاپرشن جي چڱن ڪمن جي پيروي
ڪريو، پر انهن جي اوگڻن تي ڌيان نه ڏيو، ته پوءِ وري دل ۾
سوال پيدا ٿئي ٿو ته، چڱن ۽ مندن ڪمن جي جاچ لاءِ ڪهڙي
ڪسوٽي آهي؟ راجا اندر وري چوي ٿو ته، ”گيانيءَ کي ماتا،
پتا يا گرو جي به هتيا ڪرڻ جو پاپ لڳي نٿو سگهي. اِهيءَ
ڳجهه جي سمجهڻ بعد تون، آتم گيان حاصل ڪر، جنهن ڪاڻ پوءِ تون
خود به پنهنجن سوالن جا جواب ڏيئي سگهندين.“ سمجهائيءَ
کان پوءِ، اندر، پرتردن کي آتم گيان جو اپديش ڏنو. مطلب
ته، مهاپرشن جي اختيار ڪيل رستي تي هلڻ عام ماڻهن کي ڪٺي
سهنجو لڳي، پر سڀ هنڌ اهو رستو فائديمند ٿي نٿو سگهي.
مهاپرشن جو اختيار ڪيل رستو ڪهڙو به، ڳوڙهو يا سوکم هجي،
پر آخر آتم گيان ۾ ئي هٺي، پنهنجو رستو ڪيڏو پري ٿو.

## ڪرم-اڪرم جي نرڻيءَ جو ٻيو رستو

اِهيءَ کان سواءِ، ڪرم-اڪرم جي نرڻيءَ ڪرڻ لاءِ وري
ڪن ماڻهن ٻيو رستو ٻڌايو آهي. انهن جو چوڻ آهي ته ڪمن کي
هميشه حد ٿيندي آهي، تنهنڪري انهن کي ان حد کان ٻاهر نه
ڪيڻ گهرجي، ته اهي گڻ پنهنجي حد کي ڇڏڻ سبب اوگڻن
جي روپ ۾ اچي ويندا. مثلاً- دان ڪرڻ هڪ اعلى ڪرم ۽ گڻ
آهي، پر گهڻي دان سبب، راجا بلي ٻه آفت ۾ اڙجي ويو.
مشهور يوناني پنڊت ارسطو جو ٻڻ اهوئي مت آهي. هو چوي
ٿو ته، ڪنهن به گڻ کي هڪدم وڌائي ڇڏڻ سان، اهو خراب ٿيو
پوي. پرسد ڪوي ڪاليداس پنهنجي رگهوونش ۾ لکيو آهي ته،

”گهڻي شڪتي، هنسا واري شڪتين جو سڀاءُ آهي، ۽ لڄ ليتي
۽ ڪاتر آهي؛... اهي، ڪري اٿي ٿالي راڄا للوار ۽ ليتيءَ
ڀوءِ سان راڄ ڪندو هو“ اهڙيءَ ريت راجا ڀرتري چوي ٿو
ته، ”گهڻي ڳالهائڻ کي ڪواد ۽ ٿوري ڳالهائڻ کي ڄڀ سبڻ چئبو،
گهڻي خرچ ڪرڻ سان مفت هٿڙ ۽ ٿوري خرچ ڪرڻ سان
ڪنجوس چوائيندو، حد کان وڌيڪ وڌڻ کي اجائي همت ۽
ٿورڙي همٿ کي ڪاتر، گهڻي خوشامد کي ليچا ۽ ام حهلڻ کي
وڏي گهمنڊ جو ونيدو.“ هو ويچار ڪرڻ کان پوءِ معلوم ٿيندو
ته، ڪرم- اڪرم جي حاج جو مضمون رستو به پورو نه آهي. اڃا
حد جو به نه. ٿڙيءَ ليتڻ گهرجي، انجو فيصلو ڪيئن ٿئي ۽ ڪير
ڪري؟ جاڪاڻ ته جا ڳالهه هڪ موقعي تي گهڻي ۽ ٻي حد ٿي
ڏسڻ اچي، سا وري ڪنهن ٻئي موقعي تي ٿوري نظر ايندي.

## ڪرم- اڪرم جي پرکڻ جو ٽيون رستو

اهڙيءَ ريت ڪرم- اڪرم جي پرکڻ ڪرڻ لاءِ وري راجا
شبيءَ ٽيون اپاءُ ٻڌايو آهي، هو چوي ٿو ته، ”هڪ ٻئي جي
ورق ٻن ڌرمن جي لئه وڏائيءَ تي نظر رکي، هر هڪ موقعي تي
پنهنجي ورهڪ سان، ڪرم- اڪرم جو پرکڻ ڪرڻ گهرجي.“
پر اهيءَ تي ته سوال پيدا ٿئي ٿو ته، اهڙو پرکڻ ڪهڙي جدا
جدا وڏوالن جا پنهنجي پنهنجي ورهڪ موجب جدا جدا رايا ٿي
سگهن ٿا، اهڙيءَ حالت ۾ ڪرم- اڪرم جو هڪ نڪ پرکڻ
ٿيڻ ڏکيو آهي.

هاڻي سوال آهي ته، ڌرم- اڌرم، يعني ڪرم- اڪرم جي
پرکڻ ڪرڻ لاءِ ڪو هڪ علاج آهي ته، يا نه؟ جي آهي ته ڪهڙو؟
جي ڪهڙا آهن ته، انهن مان سڀ کان سٺو ڪهڙو آهي؟ بس اهيءَ
ڳوڙهي ڳالهه کي سمجهائڻ تي شاستر جو ڪم آهي؛ ۽ شاستر الڪي
ڪي چئي سگهبو جو اهڙن سوالن ۽ اعتراض پيدا ٿيڻ ٿي، سڀ
کان اڳ انهن ڳالهين کي صاف ڪري، جيڪي سمجهڻ مشڪل

آهي ۽ ٻيو ته انهن جي ارٿ کي سولو ڪري، ۽ جيڪي ڳالهيون
اکين سان ڏٺيون ٻڌي سگهجن، انهن ۽ آئينده ٿيندڙ ڳالهين کي
سمجهائي. ٻر سوالن جي گورک ڌنڌي کي سمجهائڻ کان اڳ، انهن
سوالن جي سروپ کي چڱيءَ ٻر سمجهڻ گهرجي. انهيءَ ڪري،
اڳيان ٿوڙي هاڻوڪا ليکڪ ڪنهن به شاستر جي وشيه ٻڌائڻ کان
اڳ، ان وشيه نسبت جيڪي جدا جدا رايا ۽ سوال اٿاريا ويا هوندا
آهن، تنجي خوبي ۽ گهٽتائي ڏيکاريندا آهن. ساڳيءَ طرح اسين
به هن هنڌ گيتا ۽ ٻين جدا جدا متن ٿوڙي طرفن جي ڇنڊ ڇاڻ
يعني خوبي ۽ خرابي ڏيکارڻ واجب ٿا سمجهون. جيتوڻيڪ اها
ڳالهه سچي آهي ته، اڄ ڪلهه جيڪي ڌرمي ڳالهين يا هن گيتا
لي اعتراض پيش ٿيل آهن، انهن جو اسان ٻر اڳ ايترو ٻرچار
نه هو؛ اهي جدا جدا اعتراض ۽ سوال پڇمي پنڊتن اٿاريا آهن؛
پر اهو به اسان جو مطلب نه آهي ته انهيءَ ڪري انهن تي ويچارئي
نه ڪيو وڃي. انهيءَ ڇنڊ ڇاڻ مان، ڌرم جي سڌانت نسبت
اٿاريل، يورپ جي ودوانن جا نه فقط دليل يا اعتراض معلوم ٿيندا،
پاڪ گيتا جي اڌياتمڪ ڪرم يوڳ جي خوبي پڻ ظاهر ٿيندي.



# اڌيائ چوٿون



## آڌيوتڪ سک واد



سک جي چاهنا ته هرڪو ڪري ٿو ڏک کان هرڪو ٿو ڊڄي.
مهاڀارت شانتي پرو ١٣٩-٦١

مدو مهاراج وغيره شاستر ڪارن، جو "اهنسا، سچ، اڌريه لڳره" وغيره ڌرم جا رواجي نيم ٺاهيا آهن تن جو ڪهڙو سبب آهي، اهي نتيه (دائمي) آهن يا انتيه، انهن جي پکڙ يا بنياد ڪٿي آهي، انهن جو مول تتو ڪهڙو آهي، جڏهن انهن ڌرمي نيمن مان ڪي هڪ ٻئي جي ورڌ ۾ نيم هڪ ئي وقت اچي پيش پين ته انهن مان ڪهڙي ڪم وٺجي، وغيره سوالن يا مونجهارن کي ڪيول "مهاپرش جنهن رستي تان هليا هجن اهي هلڻ" جي جواب سان نٿو سمجهائي سگهجي. انهيءَ ڪري هاڻي ڏسڻو آهي ته انهن سوالن جو واجبي نوعءَ ڪيئن لهي سگهجي ۽ لاڀدائڪ رستي مقرر ڪرڻ لاءِ ڀرم کان خالي سڌانت ڪهڙو آهي؛ يعني اهو جاچڻ گهرجي ته هڪ ٻئي جي ورڌ ڌرمن جي گهٽ وڌائي يا گهٽ وڌ مهتا (خاصيت) ڪهڙيءَ دريشٽيءَ سان مقرر ڪري سگهجي ٿي. هن شاسترن وارن ڪرم-اڪرم يا ڌرم اڌرم نشچيه ڪرڻ لاءِ ٽي رستا آهن؛ جن ته آڌيوتڪ، آڌديوڪ ۽ آڌياتمڪ. انهن جي ڀيد جو بيان اسين پوئين اڌياءَ ۾ ڪري آيا آهيون. اسانجن شاسترن انهن ٽنهي رستن مان آڌياتمڪ رستي کي ٽئي سڀني کان اتم سڌيو آهي. پر آڌياتمڪ مارڳ جي مهتا (خوبي) سمجهڻ لاءِ ٻين ٻن مارڳن لئي ٻڌي دريشٽي وجهڻ گهرجي؛ انهيءَ ڪري پهريائين هن پرڪرڻ ۾ ڪرم-اڪرم پرکيا

جي آڌيوتڪ مول لتون جي ڇنڊ ڇاڻ ڪئي ويئي آهي. اڄ ڪلهه
جن آڌيوتڪ شاسترن جي خوب زور شور سان اُٿتي ٿي رهي
آهي، انهن ۾ ظاهري پدارٿن جي ٻاهرين گُڻن جوئي خاص ويچار ڪيو
وڃي ٿو، انهيءَ ڪري جن ماڻهن آڌيوتڪ شاسترن جي اڀياس
۾ ئي پنهنجي عمر گذاري آهي، ۽ جنکي انهن شاسترن جي
سدالتن، انهن جي ويچار يا ڇنڊ ڇاڻ ڪرڻ جي اصولن جو ايمان
آهي، انهن کي هرهڪ پدارٿ جي ٻاهرين لتڻجي ئي ٿي درشٽي
وجهڻ يا ويچار ڪرڻ جي چٽڪ هڪ عادت پئجي ٿي وڃي ۽
جنهنجو نتيجو اهو ٿو نڪري جو انهن جي لتوگيان جي نگاه ٿوري
گهٽي تنگ ٿيو وڃي، ۽ ڪنهن ۽ ڳالهه تي ويچار ڪندي وقت
اهي ماڻهو اڌيا ٽمڪ، پارلوڪڪ، ڳجهن يا ظاهري طرح ڏسڻ ۾
نه ايندڙ سببن يا ڪارڻن کي ڪا خاص وڏائي نه ڏيندا. پر ڪٿي
اهي ماڻهو مٿين سبب ڪري اڌياتمڪ يا پارلوڪڪ درشٽيءَ
تي ڪو به ڌيان نه ڏين، ته به ڪين اُلٽو نه ضرور مٺو پولدو
منش جي سنساري وهنوارن کي سوليءَ طرح هلائڻ يا لوڪ سنگره
يعني لوڪن جي فائدي ڪرڻ لاءِ ليتيءَ جي نيمن جي بلڪل
ضرورت آهي. انهيءَ ڪري اسين ڏسون وينا ته انهن ودوانن
کي به، (جي پارلوڪڪ وشين تي وشواس نتا رکن يا جي اڌياتم
گيان (بلڪ ايشور) ۾ به وشواس نتا رکن) ڪرم يوگ شاستر جي
ضرورت ۽ کوليءَ جو پورو پتو آهي. يورپ جي انهن پنڊتن ئي
ڪيول آڌيوتڪ شاستر يا سدالتن جي درشٽيءَ سان ڪرم يوگ
شاستر يعني ڪرم- اڪرم جي ترٽيءَ ڪندڙ شاستر جو مرم ٻڌائي
سگهجي ٿو يا، انهيءَ ڳالهه تي خوب ويچار ۽ غور ڪيو آهي،
۽ اڄ ڪلهه پڻ ڪيو وڃي ٿو. انهيءَ ڳالهه جي اپٽاڙ ڪندي ا
ماڻهن جو چوڻ آهي ته ليتي شاستر تي ويچار ڪرڻ لاءِ اڌيا
شاستر جي ڪا ضرورت نه آهي؛ انهن ماڻهن جو اهو پڻ
آهي ته، ڪنهن ڪرم کي ڀلي يا بري چوڻ لاءِ، ان

ٻاهرين يعني ظاهري لڇڻن لي نگاهه وجهڻ گهرجي ۽ چاڪاڻ ته
منش جو ڪجهه ڪري ٿو سوڪمول ڏک ٽارڻ ۽ سک هٿ ڪرڻ
جو يتن آهي: وڏيڪ جا، سڀني پراڻين جو سک تي هن سنسار جو
پرم اديش يعني آدرش آهي؛ ۽ جيڪڏهن سڀني ڪرمن جو
آخرين ظاهري ڦل انهن جي رهڻ تي مقرر ڪمل آهي ته پوءِ انهن
جي لوڪن جو لوٽي‌ءُ ۽ ڪيول سک ڏک جي گهٽ وڌائيءَ ڪي
ڏسي ڪرڻ گهرجي؛ يعني جنهن ڪرم مان ٻاهرين وڌيڪ سک
ملي ۽ دک ٿوري وجي انکي ني نيتيءَ جو ڪم چئو وڃي. جنهن
صورت ۾ وڌيڪ ڪنهن شيءِ جي چڱائي يا برائي ڪيول
انهي لڇڻ کي ڏسي مقرر ڪئي ويندي آهي؛ جڏهن ته ڪنهن
لڇڻ سکن واريءَ ۽ سڌي سادي سياڻ هوندي ته وڌيڪ ڪيو
ڏيندڙ گمان ڪسي چڱو چئو ويندو آهي ؛ انڪري جنهن
ڪرم مان سک جي پرايتي ٿئي يا دک ٿوري وڃڻ جو ٻاهريون لڇڻ يا
ڦل وڌيڪ ملندو هجي لڌهڪي نيتيءَ جي نگاهه سان ته لاڀدائڪ
سمجهڻ گهرجي. جيڪڏهن اسانکي ٻاهرين ۽ ظاهري لڇڻن جي
گهٽ وڌائي ڏسي، نيتيءَ جي نرڻي ڪرڻ جو سوکو اپاءُ ملي
وڃي، ته پوءِ آتم ۽ اناتم جي ڏونگي ۾ پوڻ جي ڪهڙي ضرورت
آهي؟ جيڪڏهن ٻر ٻني ماکي ملي وڃي ته پوءِ اڪاءِ جهنگ
جهاڳڻ جي ڪهڙي ضرورت؟. ڪنهن به ڪرم جي ٻاهرين لڇڻن
کي ڏسي نيتيءَ يا انيتيءَ جي نرڻي ڪندڙ متن کي اسان
"آڌيوتڪ سک واد" نالو ڏنو آهي. چاڪاڻ ته انهيءَ مت موجب
نيتيءَ جي نرڻي ڪرڻ لاءِ جن ڏکن سکن تي نظر رکي وڃي
ٿي، سي سڀ ٻاهرين يا ظاهري پدارٿن جي اثر سان لاڳاپي
هئڻ ڪري پيدا ٿين ٿا؛ يعني آڌيوتڪ (ظاهري) آهن. هن مت جا
حامي ۽ پرچارڪ اهي ودوان آهن جي سڄي سنسار کي آڌيوتڪ
يعني ٻاهريون درشٽيءَ سان ڏسن ٿا. انهيءَ مت جو هتي هنڌ
سلاسلو ورڻن ڪرڻ ناممڪن آهي؛ مختصر ورڻن

۽ هن هنڌ بلڪل ڏکيو آهي، يا الله ڪو جدا ڳرنٿ لکيو و
ٻر ڪيتا جي ڪرم يوگ جي مهتا ڏيکارڻ لاءِ، ليڪن شاستر
آڌ ڀوتڪ درشٽيءَ سان ڇنڊ ڇاڻ ڪندڙ هن آڌ ڀوتڪ مت
چٽي ڪرڻ جي جيتري گهرج آهي، اوتري هن هنڌ چٽائي ج
اسين واجب سمجهون ٿا. هن مت جي سڌانتن نسبت جيڪ
ڪنهنکي وڌيڪ واقفيت هٿ ڪرڻ جي ضرورت هجي ته
يورپ جي ودوانن جا الهيءَ مت نسبت لکيل مول ڳرنٿ پڙ
سگهي ٿو. اسين مٿي چٽي آيا آهيون ته آڌ ڀوتڪ مت جا پيد
پارلوڪڪ يا اڌياتمڪ ويچار کان انهن پيدا آهن جيئن ڪار
نهي ڪاريءَ کان؛ پر الهيءَ ڪري الهن ڪي اڌري يا ايڇ ل
چٽي سگهجي. هو اڌياتمڪ ويچار ڪن يا نه ڪن، پر الهن ج
ڪرلوله يعني منش جي فرض نسبت اهوئي چوڻ آهي ته منش
ڪي پنهنجي درشٽي ڪشادي ڪري سڄي سنسار جي لاڀ جي
مد نظر ۾ ئي ڪرم ڪرڻ گهرجي. اهڙن الراهد يمڪن يا ڳرنٿڪارن
مان ڪونت، مل، اسپينسر وغيره بلڪل ساڪي سياءِ وارن پنڊتن
آڌ ڀوتڪ مت جي بلڪل ڳوڙهن ۽ گنڀير نتون لي ڪنئين ڳرنٿ
رچيا آهن؛ جي سڀ ابياس ڪرڻ جوڳا آهن. جيتوڻيڪ ڪرم
يوگ شاستر جا نرالا نرالا پنٿ آهن، ته به جيستائين الهن مان "سنسار
جو ڪلياڻ" يعني "لوڪ سنگره" اهو ظاهري ۽ ٻاهريون اديش
چٽي نٿو وڃي، تيستائين نيتي شاستر جي نرالي رٿ ڇنڊ ڇاڻ
ڪندڙ ڪنهن به مت کي گهٽ وڌ نٿو ڳالهائي سگهجي. پر هيءَ
ڳالهه ڌيان ۾ رکڻ گهرجي ته آڌ ڀوتڪ مت جي ودوانن ۾ به هن
ڳالهه لي ڦيٽارو پيل آهي ته، ڪرم-اڪرم جي نرڻيءَ ڪرڻ ۾،
جنهن ظاهري ڏسڻ ۾ ايندڙ سک لي ڌيان ڏيڻو ٿو پوي، سو سک
ڪنهنجو آهي؛ پنهنجو يا پين جو؟ هاڻي اسانکي ڏسڻو آهي ته
الهي آڌ ڀوتڪ مت جا ڪهڙا پنٿ آهن، ۽ اهي پنٿ
ڪيتري قدر پورا ۽ بنيادي آهن.

## آڌيڀوتڪ مت جو ٻيو پلو

آڌيڀوتڪ مت ۾ ٻيو ڀت ڪمزور لچ سوارٿين جو آهي.
هن ڀت جي حامين جو چوڻ آهي ته، پرلوڪ ۽ پرماتما جو
جهڳڙو ۽ وچار اجايو آهي. آڌيڀوتڪ شاستر کي نقط چالاڪ ماڻهن
پنهنجي ڀت پرڻ لاءِ ٺاهيو آهي. هن سنسار ۾ سوارٿ کان سواءِ
ٻيو سڀ ڪوڙ آهي. جنهن ڪرم مان سوارٿ پورو ٿئي يعني
پاڻکي سک ملي، اهڙي ئي ايتي سمجهڻ گهرجي وغيره. اساڻجي
ديش (هندستان) ۾ به اڳيان يا پاڻان چارواڪ نالي هڪ ودوان
پيدا ٿيو، جنهن خوب زور شور سان آڌيڀوتڪ مت جي هن لچ
سوارٿي ڀت جو پرچار ڪيو. اهي ڪان سواءِ جا پالي رشيءَ ٻڌ
رامائڻ ۾ شري رامچندر کي اهي ڀت جي سڌانتن جي سمجهاڻي
ڏني آهي. چارواڪ جو چوڻ آهي ته پنجن ڀوتن، جهڙوڪ پرٿوي
آڪاش وغيره جي ميلاپ سان آتما نالي هڪ گڻ يا پدارٿ پيدا
ٿئي ٿو، جو ديهه (جا انهن پنجن ڀوتن مان تيار ٿي آهي) جي
ناس ٿيڻ تي ازخود ناس ٿي ٿو وڃي. انهيءَ ڪري ڏورانديش
منش جو ڪم آهي ته، آتما وغيره جي ڏولي ۾ نه پئي، سنسار
جي شين کي خوب ڀوڳي، مطلب ته گهر ٻاري به ڏٻاري ڏيکاري
قرض کڻي به گيهه جا ٻڪ ڀري. وچارو چارواڪ هندستان ۾
پيدا ٿيو هو جنهنڪري گيهه جي ٻڪ کي ئي هن وڏي نعمت
يا سک ڪري ٿي سمجهيو. جيڪڏهن سندس جڳهه تي ڪو يورپي
ديش جو متوالو هجي ها ته، شراب جي ٻوتل تي سنڌس مغز جا
خيال پري چڙهي ها. ڇا جو ڌرم! ڇاجو ايشور يا اپڪار!!! هن
جڳت ۾ جيڪي پدارٿ ايشور، رام- رام ايشور وري ڪهڙي بلا!
هن جڳت ۾ جيڪي پدارٿ موجود آهن سي سڀ اساڻجي ڀوڳ
لاءِ ئي پيدا ڪيا ويا آهن. مان ڪنهن تو ڏانيا ۾ مٿي، تنهنڪري
جيترو ٿي سگهي اوترو جلد ڪامناؤن کي پورو ڪرڻ گهرجي.
دان ڌرم سڀ پنهنجي ٻالي ڪڍڻ لاءِ ڪٿي ئي يگيه وغيره ڇڏ

پنهنجي شڪتي کي وڌائڻ لاءِ ئي ڪرڻ گهرجن. هر هڪ پدارٿ
پنهنجو ئي سمجهجي. مطلب ته هن سنسار ۾ "مان" ئي مک آهي.
سڀني ليکي شاستن جو ڪجهه "مان" ۽ "منهنجو" ئي آهي، ٻاقي
سڀ ڪوڙ. اهڙي آسري اگياني مت وارن لسبت گيتا چوي ٿي
ته، "اهڙي مت وارا ٻاڻ کي ايشور، يوگي، ٻلوان، سکي وغيره
سڀ ڪجهه سمجهن ٿا." جيڪڏهن مهاڀارت ۾ ارجن اگيان شري
ڪرشن جي جڳهه تي جا ٻالي يا چارواڪ جهڙو عجيب مت هجي
ها ته جيڪر ارجن جو ڪن پڪڙي کيس انهن ئي چوي ها ته،
"اڙي! بيوقوف ته ته ڇو آهين؟ لڙائيءَ ۾ سڀني کي ڌاهي،
راڄ هٿ ڪري، هر طرح جي سک ملڻ واري موقعي کي اڃا
ڏسي ۽ مان ڇا ڪريان وغيره بڪواد پيو ڪرين! اهڙو سولو
وجهه وري نه ملندو. ڇا جي آتما ۽ ڇا جو ڌرم؟ اٿ! ڪڙو
ليءِ! سڀني دشمن کي ليهي لاڻي ٻي ڏي ۽ وڃي هستناپور جو
راڄ ماڻ. انهيءَ ۾ ئي تنهنجو فائدو آهي. پنهنجي سک کان سواءِ
ٻاقي سنسار ۾ رکيو ڇا آهي؟" پر ارجن، انهيءَ ڌڪار جوڳي
سوارٿ سان ڀريل آسري اپديش ٻڌڻ جو رستو نه ڏنو. هن اڳيئي
شري ڪرشن کي چئي ڏنو ته، "هن لوڪ جو ڇا، هي ڀڳوان!
جيڪڏهن ٽنهي لوڪن جو ۽ مولڪي راڄ ملندو هجي ته ٻ مان
ڪورون کي هرگز نه ماريندس؛ ڀلي هو منهنجي سسي ڌڙ کان
ڌار ڪري ڇڏين." ارجن خود نسي انهيءَ آڌيولڪ مت جي
پرلين پنجاڪي، مٿيان شبد چئي، لس هٽي ڦٽو ڪيو. پن جي
فائدي نقصان جو ويچار نه ڪري، پنهنجي وشء يوڳ سک کي ئي
پرم پرشارٿ (مقصد) سمجهي، ليڪيءَ ۽ ڌرم کي ناس ڪندڙ انهيءَ
آڌيولڪ جي پرلين پنٿ کي، نه ڪيول ڪرم يوگ شاستر بلڪ
پين مت وارن پڻ ڌڪار ۽ ڪراهت جوڳو ٺهرايو آهي. وڌيڪ ڇا
انهيءَ مت کي، ليتي شاستر جو مت چوڻ ئي ني واجب ڪيندو.
ڪنهنڪري انهيءَ ليڪ ۽ ڪراهت جوڳي مت کي ڇڏي آڌيولڪ
مت جي ٻئي پنٿ ڏانهن وڌڻ گهرجي.

ڪي سک ڏيڻ لاءِ ضروري آهن، اهي سڀ، جيڪڏهن الهن جو
مول سروپ ڏٺو وڃي ته پنهنجي ئي ڏک ٽارڻ لاءِ آهن. اسين
ڪنهنجي مدد ڇو ٿا ڪريون؟ فقط الهيءَ لاءِ ته هو به اوکيءَ ويل
ڪم اچي. اسين ٻين کي الهيءَ لاءِ ئي پيار ڪريون ٿا ته هو به
اسان کي پيار ڪن، وڌيڪ ڪجهه ته ته به گهٽ ۾ پنهنجي
لاچار وڌائڻ جو ويچار ته من ۾ اوس هوندو. پراڪار ۽ پرارٿ
ٻئي شبد ڪيول ڀرم ڏيندڙ آهن. جيڪڏهن ڪجهه سچ آهي ته
ڪيول سوارٿ ۽ سوارٿ جو وڃي ته، پنهنجي ڏک کي ٽارڻ
۽ سک پراپت ڪرڻ کي. ماءُ پٽ کي ڇو پياري لڳي، ته الهيءَ
لاءِ ته ڪو هوءَ ٻار کي پيار ڪري، پر الهيءَ لاءِ جو الها ٽڻ گهٽيءَ
ٽيج جي گڏ ليڻ سبب ڪيس ڏکي ٿا ڪن، يا آئينده جو ويچار
ڪري ته هيءَ ٻار وڏو ٿي مونکي پيار ڪندو ۽ سک ڏيندو.
بس الهيءَ سوارٿ جي مطلب کي سڌ ڪرڻ لاءِ ئي ماءُ، پٽ کي
ٽيج پياري لڳي. مطلب ته آڌيوتڪ مت جي هن ٽئين پنٿ جي
پوئلڳن جو اهوئي چوڻ آهي ته ڪٽي پنهنجي سک لاءِ، پر آئينده
لي دورشٽي رکي، اهڙي ليتي ڌرم يا نيم لي هلجي جنهن مان
ٻين کي به سک ملي، يا ٻين جي سک ۾ رڪاوٽ نه پوي؛ بس
اهوئي هن پنٿ جي مت ۽ چارواڪ جي مت ۾ ڀيد آهي. پر
هيءَ ڳالهه ڌيان ۾ رکڻ گهرجي ته هن پنٿ جا حامي ۽ چارواڪ
وانگر، منش کي وشين جي ڀوڳ واري سالڇي مان لڪثل، ۽
سوارٿ جي رنگ ۾ رنگيل پتلو سمجهن ٿا. انگلنڊ ۾ هابس، ۽
فرانس ۾ هالويشز، الهيءَ مت جا پرچارڪ ٿي ويا آهن. پر الهيءَ
مت جا پوئلڳ اڄ نه انگلنڊ ۾ ۽ نه ٻين هندستي ايترا مان ٿا.
هابس جي ليتيءَ لسمه الهيءَ سڌالته پيدا ٿيڻ لي، بٽلر * جهڙن

* هابس جي مت جا سڌاليه سندس Leviathan گرنٿ ۾
پرٻل آهن، ۽ بٽلر جو مت سندس Sermons on Human Nature
رسالي ليک ۾ آهي. هالويشز جي گرنٿ جو مختصر
احوال، مارلي پنهنجي Diderat نالي گرنٿ (Vol.II.Chap. V)
۾ ڏنو آهي.

## اڏ پولڪ سک واد

والن، ان سڌالس کي ڪندن ڪري، الهيءَ ڳالهه کي سڌ ڪو
ي منش جو سياءُ ڪمول سوارٿ سان ڀريل نه آهي پر "سوارٿ)
ڪرائي البر ڄالي جم ڪان دپا، سخا، پرير وغيره ڇڱن ڪٽن جو
خاصو حصو رهي ٿو. لهيڪري ڪيهنجي نه وهنوار يا ڪرم
ي، لمتيءَ جي درشٽيءَ سان ويچار ڪرڻ وٺل، فقط سوارٿ يا
آڏ پولڪ مسه جي پمف جي د وواالد ٻهيءَ سان ڪيل سوارٿ لي
ڏيان نه ڏنئي، منش جي ٻهمن سپاويڪ ڪٽن (سوارٿ ۽ پراڪار
لي ني ويچار ڪرڻ بهتر آهي- جنهن صورت ۾ اسمن ڏ سون وينا
نه شمنهن ۽ ڇمتي جهڙا ڪون جا پاسي جالور هلڻ پهنجن اڃن
هي رکيا ڪندي پهنجن پراڻن جي ۽ پرواه نٿا رکن، لٿهن صورت
۾ الين للڪل نه ڇٽي سکهو نه، سبب ڪان وڏي شرف واري
منش ۾ پرير ۽ اپڪار جهڙا گڻ فقط سوارٿ سبڀان پيدا ٿيندا هوندا.
الهيءَ مان سڌ لو لٽي نه، ڏرم- اڏرم جي حاج فقط د وواالد ٻهيءَ
سان ڪيل، پر سوارٿ ڪرم سان نه نه لي سکهندي. الهيءَ ڳالهه
ڪان اسالپا اڳيان پيدس ڇگيءَ پر واقف هوا نه جو منش سدالمن
سنسار جي ڏسڻ ۾ گهو پيو آهي لٿهندي پڌي صاف لي
لٽي سکهيو ۽ اهڙو شخص پراڪار ڪندي جهڪو ڪم ڪري:
لو، سو سڀ سوارٿ جي پوري ڪرڻ لاءِ ڪري لو. مهاراشٽر
هو لڪارام لالي پرسڌ ڀڳت ۽ ڪوي ڇوي لو نه، «ٿيون، ڏ ٻڪاءِ
لاءِ نه سس جي فائدي لاءِ رزلدي آهي، پر سندس من ۾ لي
مراد حالي مڇ پپا ٻرلدا آهن.» ڪي ڪي منش ڏ ڪالو پڪر ڪان
۽ وڏي وپا آهن؛ جن لڇمڻ شري شنڪر آچاريه جي برهم سوا
لي لکيل نمڪا لي پهنجو رابو ڏيندي، الله ڪري ڇوي
لو نه، اهڙن منشن جو چوڻ آهي نه، اساڃي من ۾ جو دپا وءِ
بهن لاءِ دکر جو دود دکي ٿو، ٿهيڪي لارڻ لاءِ لي اسمن ذار
لي دپا يا اپڪار جا مينکهه وسانمندا آهون.» سنياس مار
ڪرڻ ۾ لکيل آهي نه، سنسار جا سڀ وهنوار يا ڪرم، سوار

لاءِ آهن، لهنڪري اهن سان لاڳاپو لاهي ڇڏڻ گهرجي. پرهدارڻمڪ
اپنشد ۾ لکيل آهي تہ، هڪ وقت يا گيولڪ رشيءَ کان سندس
استريءَ پڇو تہ، "مان اجر ۽ امر ڪيئن ٿي سگهندس" اهيءَ
تي يا گيولڪ وراڻي ڏني تہ، "استري پنهنجي پتيءَ کي، پتي
هجڻ سبب نہ ٿي پيار ڪري، الڪ پنهنجي سک لاءِ ٿي ڪمس
گهري ٿي. اهڙيءَ طرح، اسين پٽ سان بہ الجي فائدي لاءِ پيار
لتا ڪريون ۽ ان پنهنجي سوارت پوري ڪرڻ لاءِ ٿي پيو لڳ.
ڪريون ٿا * ڌن مال وغيره سان بہ اهوئي لياءُ لاڳو آهي. پنهنجي
آلما جي پريہ (پيار) لاءِ ٿي اسالڪي سڀ شيون پياريون لڳن
ٿيون ۽ اهڙيءَ ريت جيڪڏهن سچو پيار پنهنجي آلما واسطي
ٿي آهي تہ پوءِ ان آلما کي (پاڻکي) سڃاڻڻ ضروري نہ آهي؟
سڀ کان اڳ جاچ ڪريو تہ آلما ڇا آهي؟ ۽ پوءِ ان لسبت پڌو ۽
منن (ويچار) ڪريو." اهيءَ اپديش موجب آلما جي سڃاڻڻ بعد،
سچو سنسار آلم ميءَ ٿي ويندو ۽ اهڙيءَ حالت ۾ سوارٿ ۽
پرارٿ جو پيد خود بہ خود لڪري ويندو. يا گيولڪ جو اپديش
تہ ظاهري هاس جهڙو پيو لڳي، پر سيڪو سمجهي سگهندو تہ،
پنهن جي راہن ۽ ويچارن جو آخرين لتيجو الڪہ الڪہ لڪري ٿو.
يعني هاس جي راہ جو لتيجو، دوراللديشيءَ سان ڪيل سوارٿ
۽ يا گيولڪ جي اپديش جو لتيجو، آخر ۾ سچي سنسار کي پاڻ
جهڙو سمجهڻ لڪري ٿو. يا گيولڪ پهرپائين سوارٿ شبد ڪم

---

* "What say of Natural affection? Is that also a species of self-love? Yes; All is self love. Your children are loved only because they are Yours. Your Friends for a like reason And Your country engages you only so for as it has a connection with Your-self."

Of the Dignity or Meanness of Human nature

هيوم، بہ اهڙي دليل جوتي پنهنجي ليک ۾ ورڻن ڪيو آهي، پر
خود هيوم جو منشا اهيءَ کان الٽو آهي.

آهي، آخر سوارٿ ۽ پرارٿ جي وچ جو ڀيد آهي، تنهنکي بيان
ڪان ٿي ٻئي ڪڍيو آهي. يا ڳولڪ جي متمتين راه، ۽ سياسي مارگ
ٻي، اڳئي هلي ويچار ڪيو ويندو، هتي فقط ايترو ٿي ڏسڻو آهي
ته ”عام ماڻهن جي مراد، فقط سوارٿ پوري ڪرڻ لاءِ
هوندي آهي“ اهيءَ، آڌيوتڪ مت جي ٽين پنٿ وارن جي
ويچار ڪي، ڪجهه وڏيڪ ڪشادو ڪري، اسانجن رشين، ڪيئن
۽ منشن کي آلم گيان جي راه تي چڪي آندو.

## آڌيوتڪ مت جو ٽيون پنٿ

جنهن صورت ۾ هيءَ ڳالهه صاف ٿي وئي ته منش جو سڀاءُ
ڪيول سوارٿي يعني لموڪلي يا راڪسي تو لئي، جنن انگريزي
گرانٽ ڪار هابس ۽ فرينچ پنڊت هالويشس جوڳي ٿو، ته انهي
جمط سان گڏ سوارٿ ۽ پرارٿ جي سالڪي ٻڌي ٻڻ پيدا ٿئي
ٿي، تنهن صورت ۾ اها ڳالهه از خود سڌ ٿي چڪي ته پراپڪار،
دوراانديشيءَ سان پريل سوارٿ (آڌيوتڪ مت جي ٻئي پنٿ جي
چئي موجب) ته آهي، ۽ سوارٿ سان گڏ پرارٿ تي به درشٽي
رکي ڪرم- اڪرم يا ڌرم-ادرم جو نرڻيءَ ڪرڻ گهرجي. اهوئي
واٽو آڌيوتڪ مت جي ٽئين پنٿ جو آهي. هن پنٿ ۾ به اهوئي
آڌيوتڪ سڌانت ميو وجي ٿو ته سوارٿ ۽ پرارٿ ٻئي سنساري
سک کان الڳ ٻي ڪا ڳالهه نه آهن، جن تي منش سدائين پنهنجي
درشٽي رکندو رهي. هن پنٿ ۽ مٿي اسان ڪمل
مت جي ٻئي پنٿ جي وچ ڪيول اهوئي ڀيد آهي
جو هن پنٿ جا حامي چون ٿا ته ليڪيءَ جي رستي ملئيمس ڪرڻ
لاءِ نه ڪيول سوارٿ پر ان سان گڏ پرارٿ جو ويچار ڪرڻ گهرجي.
رواجي طور سوارٿ ۽ پرارٿ ۾ ڪو وروڌ نه آهي تنهنڪري
منش جو ڪجهه ڪري ٿو تنهن مان سماج جو فائدو ٿئي ٿو،
جاڪاڻ ته منش، جاليءَ يا سماج جو هڪ ڀاڱو آهي، ۽ جيڪڏهن
اهيءَ سماج جو هر هڪ ڀاڱو (ماڻهو) پنهنجي سک يا لاڀ هٿ
ڪندي ٻين جي هاڃي نه ڪري ته هوند اهان سڄيءَ سماج جو

لاڀ لئي. اهڙيءَ ڪري هن پنٿ جي حامين جو چوڻ آهي
اهڙيءَ حالت ۾ جيڪڏهن ڪو منش پنهنجي سک کي بي پرواهي
سان نه ڏسي ٻين لوڪن جو ڀلو ڪري سگهي ته اهو اڻجو ڪرتو
سمجهو ويندو. پر هن پنٿ جا پوئلڳ ڪيول پرارٿ جي سر ڀشٽ
سويڪار لئا ڪن. انهن جو چوڻ آهي ته سدائين پنهنجي ٻڌيءَ
آهر پرارٿ ۽ سوارٿ جي ڪوبيءَ جي ڳڻ ڳوٿ ڪري ڪر
ڪندا رهو. اهڙي سدائين سبب اهڙا ماڻهو سوارٿ ۽ پرارٿ جي
جهڳڙي پيدا ٿيڻ وقت گهڻو ڪري سوارٿ طرف ئي جهڪندا
آهن ۽ انوقت ڪين اهونئي ويچار منجهائيندو رهندو آهي ته ٻين
جي سک لاءِ اسين پنهنجي سک کي ڪيتري انداز ۾ ترڪ ڪريون
مثلاً جيڪڏهن سوارٿ ۽ پرارٿ کي هڪ جهڙو ئي پيل سمجهو
رهي، پر هن پنٿ جي مت سان هن ڳالهه جو ۾ پورو نرڻيءَ لئو
ڪي سگهي ته سچ لاءِ ڏن جي هاڃي سهڻ گهرجي يا نه. جيڪڏهن
ڪو آدار چمت منش پرارٿ ۾ پراڻ ڏيئي ڇڏي ته هن پنٿ وارا
شايد اڻجي ساراه ڪن، پر جنهن ويل اهو موقعو مٿن ايندو، تنهن
ويل سوارٿ ۽ پرارٿ ٻنهين جو آسرو وٺندڙ اهي ماڻهو سوارٿ
طرف ئي وڌيڪ جهڪندا. هن پنٿ جا پوئلڳ جيتوڻيڪ هابس
الگر پرارٿ کي دورانديشيءَ سان ڪيل سوارٿ لئا سمجهن، پر
و سمجهن ٿا ته اسين سوارٿ ۽ پرارٿ کي ناراضيءَ ۾ توري،
هن جي گهٽ وڌائيءَ تي ويچار ڪري، وڏيءَ چالاڪيءَ ۽
سمجهه سان پنهنجي سوارٿ جو فيصلو ڪندا آهيون. اهڙيءَ پنٿ
منش پنهنجي رستي کي "اُداتت" يا "اوچ" (پر درحقيقت
ي سوارٿ) سوارٿ چوندا آهن. * پر ڏسو ته راڄا پرٿري جا

---

* انگريزيءَ ۾ اهي شبدلاءِ Enlightened Self - interest
ڪم آندو ويو آهي. اسان Enlightened لاءِ "اُداتت" يا
چ" لفظ ڪم آندو آهي.

ٿو چوي * جي پنهنجي لاءِ يعني فائدي جو خيال نه رکي ٻين
جو فائدو ڪرڻ ٿا، سي ئي اتم پرش آهن، سوارٿ کي ڇڏي
۽ جي منش ٻين جي فائدي جو اولو رکن ٿا سي ٻي درجي
جا منش ڄاڻا وڃن ٿا؛ ۽ جيڪي ٻين جي فائدي کي پنهنجي
سوارٿ جي لئي ۾ لتاڙين ٿا سي نيچ - نه نه، انسان ئي نه آهن،
انهن کي منش جي شڪل ۾ راڪشس سمجهڻ گهرجي، پر ڪي لمولي
جا ٻيا ٻڻ لوڪ ليڻ ٿا جي ٻي فائدي ٻين لاءِ ڪيڏون ڪونيندا ٿا
رهن، معلوم نه آهي ته اهي ڪهڙي نالي سان پڪاريا وڃن.*
ٻرڪريءَ ۽ ٻين اهڙن مهاتمائن، انهيءَ ڳالهه جي ڄاڻڻ جي پرواه
ئي ڪئي نه، سوارٿ ۽ پرارٿ، ٻنهي کي اختيار ڪري، انهن
جي گهٽ وڌائي جو اندازو ڏسي ڌرم- اڌرم يا ڪرم- اڪرم جو
فيصلو ڪيڻ گهرجي. انهيءَ سبب آهي جو ٻرڪريءَ، پرارٿ
لاءِ سوارٿ قربان ڪندڙن کي اوچي درجي جو ليکيو آهي؛ ۽
جا ڳالهه ليکيءَ جي نقط نظر سان ٻڻ بلڪل پوري آهي. انهيءَ راهه
لي، مٺين پڻ جي هامين جو چوڻ آهي ته، * جيتوڻيڪ نتو
جي درشٽيءَ سان پرارٿ اتم آهي، ته به انهيءَ جي حد صاف ليکيءَ
لي ٻتر و ڏيان نه ڏني، فقط اها ڳالهه مقرر ڪرڻ گهرجي ته رواجي
وهنوار ۾ رواجي منشن کي ڪهڙو رستو اختيار ڪرڻ واجب آهي؛
پس انهيءَ سبب ئي اسان جو، "اداس" يا "اوچ" سوارٿ کي
وڏو درجو ڏنو آهي، سو وهنوارڪ نقط نظر سان بلڪل پورو آهي.
* اسانجي راءِ موجب اهو رستو ٻڻ اڃايو ۽ اڻپورو آهي.
ٻاراڻين ۾ جيڪي ٿور ڪا وت رکيل آهن، تنهن ٿورو گهڻو نتاوس
ضرور رهي ٿو؛ پس انهيءَ ڳالهه جو ڀالو ڏني جيڪڏهن

* Sidgwick, Methods of Ethics, Book II Chap. II &e, PP 18-29, also Book IV chap. IV & 3 P. 474

اهو يعني، سورڪ جو هلايل نه آهي. ۾ رواجي ٻڌ مل الڪرتي،
انهيءَ فرقي جا ٻوتلڪ آهن. هن کي Common Sence morality
چون ٿا.

سرڪاري وٽن ۾ ، قيد رکيو وڃي. ته ڇا اهڙا سرڪاري عملدار ڏوهي نه ڇيا ويندا؟ اهڙيءَ مثال ڪان ڪرم يوڳ شاستر جي لڙائيءَ ڪرڻ ۾ واهر ورتي سگهجي ٿي. ليڪي ڌرم جي پوري صاف ۽ دائمي روپ جي فيصلي ڪرڻ لاءِ ٿي، ليڪي شاستر جي رچنا ڪئي ويئي آهي؛ ۽ جڏهن اهو ليڪي شاستر، مٿينءَ ڳالهه جي فيصلي ڪرڻ ۾ ڪو ، ڪم نه ڏيندو ته هو لڪمو سمجهو ويندو. سڙوڪ جو ڇوڻ پورو آهي ته، ”اوچ سوارٿ، رواجي منش جي هلڻ جو رستو آهي.“ ۽ جڏهن ڏٺو وڃي ته، اهن رواجي منش جو ليڪيءَ جي ضرورت ۽ ڇڱائيءَ لسبت، ڪهڙو رايو آهي ته پوءِ سڙوڪ جا مٿيان شبد بلڪل اڻ پورا ڏسڻ ۾ ايندا؛ ڇاڪاڻ ته خود رواجي منش جو اڻ ڇوڻ آهي ته صاف ليڪي يا سڀ ٻرشن جي هلت لاءِ، اهو ڪم پلائو رستو فائديمند نه آهي.

## آڌيوتڪ مت جو چوٿون پنٿ

هيلنائين اسان آڌيوتڪ مت جي ٽن پنٿن جو ورڻن ڪيو ١- لپ سوارٿي ٢- دورانديش سوارٿي ٣- سوارٿي ۽ پرارٿي يا اوچ سوارٿي. اهن ٽنهين جا ڳڻ ۽ اوڳڻ ، ٻڌايا ويا. ۽ انتري ۾ ٿي آڌيوتڪ مت جي حد پوري نه ٿي. مٿين ٽن پنٿن کانسواءِ، هڪ چوٿون پنٿ ، آهي جو اهن سڀني ۾ اتم آهي ۽ جنهنکي سداچاري ۽ سالڪي ڳڻ وارن چالو ڪيو آهي. اهڙيءَ پنٿ جي هلائيندڙن جو چوڻ آهي، ”نه فقط هڪ منش، ۽ عام لوڪن جي سک دک جي ڪهت و ڌانيءَ لي لظر رکي، ليڪيءَ جا نيم ڪهڙا وڃن، يعني منش جو ڌرم مقرر ڪجي. ڇاڪاڻ ته هڪ ٿي ڪرسان، هڪ ٿي وقت، سڄي سماج يا سنسار جو ڀلو ٿئو ٿي سگهي. جا هڪ ڳالهه ڪنهن هڪ منش کي سک ڏيندڙ ڏسڻ ۾ اچي ٿي، سا ٻئي کي دک ڏيندڙ ليو ٿئي.“ الوءَ کي روشنيءَ جي نه ٻسند هڻڻ سبب، ڪو، روشنيءَ کي ٻرو نه چئي سگهندو. ٿهڙيءَ طرح، جڏهن

ڪيترن منش يا ڪن منشن جي مجموعي ڪري، ڪا ڳالهه مراد
لڳي ٿي، خود ڪرم يوگ شاستر ۾ اُن ڳالهه کي سڀني لاءِ مراد
نه ٿو ڄاڻي. ٿيندڪري، "عام ماڻهن جي سک" جي معني،
"گهڻن ماڻهن جو گهڻو سک" ليو ويو. * هن متي جو اهو سدانت
آهي ته، جيترن سان گهڻن ماڻهن جو گهڻو سک ٿئي، اُن ڳالهه کي
نيتي جي لحاظ کان چڱو سمجهيو وڃي ۽ اهڙيءَ سدانت
جي مدنظر اِي عمل ڪرڻ اِي سنسار جي منش جو فرض آهي.
هيءُ مت، اڌياتمڪ مت وارن اڳئين کولي ڪڍيو هو، ۽ هاڻي
آڌيڀوتڪ مت وارن، اُن کي نئين سر نئين پوشاڪ پهرائي ظاهر
ڪيو آهي. مهاراشٽر جي مشهور تڪارام مهاراج چيو آهي ته،
"سنت، سنسار کي سک ڏيڻ لاءِ ئي جنم وٺن ٿا ۽ اهي، پنهنجي
پراڻين جي اُپڪار لاءِ پنهنجو شرير به قربان ڪيو ڇڏين ٿا." آڌيڀوتڪ
مت جي اهڙيءَ ڄولين پنت جي سچائيءَ لسمجه ڪو ۾ شڪ پيدا
ٿئي ٿي سگهي. گيتا ۾ پڻ چيو ويو آهي ته، ڪرم يوگي ۽ گياني
پرش سڀني جي فائدي لاءِ ئي ڪم ڪندو آهي. خود مهاڀارت
۾ ڪيڪ هنڌ چيل آهي ته، ڌرم ۽ اڌرم يعني نيتيءَ ۽ انيتي
کي لاڳو ڪرڻ اسان جا شاستر ڪار، (مطلب آڌيڀوتڪ متي جي
ڄولين طرفي جي) مقتين سدانت تي نظر رکندا هئا. پر اهڙيءَ
سدانت کان، ڌرم ۽ اڌرم جي نرڻيءَ ڪرڻ لاءِ، ڪيترن خاص
موقعن تي ڪم وٺڻ هڪ ڳالهه آهي، ۽ ان سدانت کي بنياد مقرر
ڪري، اُنهي ڌرم ۽ اڌرم جي نرڻيءَ ڪرڻ جي عاليشان عمارت
ٺاهي ڪرڻ، ٻي ڳالهه آهي. آڌيڀوتڪ پنڊتن جو چوڻ آهي ته،
نيتيءَ- انيتيءَ يا ڪرم- اڪرم جي نرڻيءَ ڪرڻ لاءِ اڌياتم وديا
جي ڪا ضرورت نه آهي؛ ٿيندڪري هاڻي اسانکي ڏسڻو
آهي ته، اُنهن جو مضمون ڪيتري قدر سچو آهي. سک ۽
ڏک جي شبد ۾ وڏو ڀيد آهي، ۽ جيڪڏهن اهڙيءَ ڳالهه تي به

* بينٿم، مل وغيره پنڊتن اهڙيءَ مت جا اڳواڻ آهن.

ڏيان ۽ ڏيون؛ "سيني جي فائدي" جي معنيٰ "گهڻن جي
گهڻي سک" کي ولون، ۽ ڌرم ادڌرم جي ڀيٽ ڪرڻ لاءِ، اهيءَ
سدالت کي سوڀڪار ڪريون، ته ۾ صاف ڏسڻ ۾ اچي ٿو ته،
اهڙي سدالت کي اختيار ڪرڻ سان وڏيون وڏيون مشڪلاتون
پيش اينديون. سمجهو ته، اهيءَ متي جو ڪو پنڊت، ارجن کي
اپديش ڪري ٿو، ته هو ڪمس ڇا چوندو؟ ڇا پنهنجي سدالت
موجب هو ائين نه چوندو ته، جيڪڏهن هن لڙائيءَ مان گهڻن
کي گهڻو سک ملي نه ٿو، ڀيشم وغيره پوڄيه رشتيدارن کي ماري
لڙائي ڪرڻ تنهنجو ڌرم آهي؟. ڏسڻ ۾ ته مٿيون سدالت بلڪل
سهنجو ۽ سادو آهي، پر ڪجهه ويچار ڪرڻ بعد معلوم ٿيندو ته
اهو سدالت ۽ اڻ پورو آهي. هاڻي سوال آهي ته، گهڻي شبد
جي معنيٰ ڇا سمجهڻ گهرجي؟ پاندون جي فوج ڪورون کان
ٿوري هئي؛ * تنهنڪري جيڪڏهن ڪورون جي جيت ٿئي
ها ته بهتر هو. پر ڇا اهيءَ وڏي فوجي انداز، يا انداز جي گهٽائيءَ
سبب اسين پاندون تي ادرمي هڻڻ جو ڪلنڪ لڳائي سگهنداسون؟
مهاڀارت جي پد کي ڇڏي ڏيو، پيا ۽ اهڙا ڪئين موقعا اچن
ٿا جن تي فقط ماڻهن جي انداز جو ويچار رکي ڌرم- ادرم جو
نرڻيءَ ڪرڻ بي واجب ٿيندو. وهنوار ۾ ٿي بدڻ ۾ ايندو آهي
ته، لکن ليڪ منش کي سک ڏيڻ جي بدلي هڪ چڱي منش

---

* مهاڀارت جي لڙائيءَ ۾ پاندون طرف ست اکيوهڻي سينا
هئي ۽ ڪورون طرف يارهان. هڪ اکيوهڻي فوج جو تفصيل
هن ريت آهي:- ۲۱۸۷۰ هاٿي، ۲۱۸۷۰ رٿ يعني گاڏيون، ۶۵۶۱۰
گهوڙي سوار ۽ ۱۰۹۳۵۰ پيدل لشڪر. اهيءَ حساب موجب پاندون
وٽ ۱۵۳۰۹۰ هاٿي، ۱۵۳۰۹۰ رٿ، ۴۵۹۲۷۰ گهوڙي سوار ۽ ۷۶۵۴۵۰
پيدل فوج هئي. ۽ ڪورون وٽ ۲۴۰۵۷۰ هاٿي، ۲۴۰۵۷۰ رٿ
۷۲۱۷۱۰ گهوڙي سوار ۽ ۱۲۰۲۸۵۰ پيدل فوج هئي.

ڪي، مدد ڏيڻ بهتر آهي. جيڪڏهن اهڙيءَ عام چوڻيءَ کي سچ
سمجهو (جو درحقيقت اهڙي آهي به) ته، ”گهڻن ماڻهن جي
گهڻي سک“ وارو سڌانت ماڻهن لاءِ ٽريل ٿي ويندو. اهڙيءَ ڪري
اسانجو رايو آهي ته، ماڻهن جي سکيا سان، ڏوهه، انڌو جو سبب
ٽري سگهي. هيءَ ڳالهه وساري نه ڪهڙي ته، جا ڳالهه عام ماڻهن
جي لاءِ به اڻ ڏسي ئي ايندي آهي، سا ڪنهن وقت سمجهو ۽
دورانديش گيانيءَ کي، سينءَ لاءِ خراب ڏسڻ ۾ ايندي آهي.
مثلاً ساڪريٽس ۽ ڪرائسٽ پنهنجي سمي ۾، لاتعداد ماڻهن جو
سمجهه الٽو عام ماڻهن کي انديشو ڏنو ۽ اهو انديشو به وقت
گهڻن ماڻهن کي ته آڱريون ۽ چنهنجي مٿين پنهنجن حالن کي ڦاسيءَ
تي چاڙهيو ويو. ۽ اسين مٿين گهڻي انداز وارن ماڻهن جي ڏنل
ڦاسيءَ کي ڪو ليا ۽ چئي سگهنداسين. ڪٿي اسين آڏ پولڪ
سمي جي مٿين پنهنجي سڌانت (يعني گهڻن جي گهڻي سک)
کي سويڪار ڪرڻ، ته به سوال پيدا ٿئي ٿو ته، گهڻن ماڻهن
جو گهڻو سک ڪنهن ۾ آهي؟ ۽ اهڙيءَ ڳالهه جو ترتيبءَ ڪير ۽
ڪيئن ڪري؟ رواجي موقعن تي مٿين سوالن جو فيصلو اهڙن
منشن تي رکي سگهجي ٿو جن کي ڏک، سک جو اهڙو هجي ۽ ۽
رواجي موقعن تي اهڙيءَ تڪليف وٺڻ جي ڪا ضرورت نه آهي،
۽ جيڪڏهن اهڙي مونجهاري جو ڪو خاص موقعو اچي ٿو ته
عام رواجي منشن ۾ اتري سمجهه ٿي ڪان آئي، جنهن جي مدد
سان هو اهڙيءَ ڳالهه جو ترتيب ڪري سگهن ته، سڪ ڪهڙيءَ
ڳالهه ۾ آهي. اهڙيءَ حالت ۾ جيڪڏهن اهڙن ئي سمجهه رواجي
ماڻهن جي هٿ ”گهڻن جي گهڻي سک“ وارو آڏ پولڪ سمي جي
پيدا جو سڌانت اچي ويندو ته، اهان اهڙو ئي نتيجو نڪرندو،
جهڙو ڪنهن شيطان جي هٿ مشال ڏيڻ سان نڪري. جا ڳالهه
ساڪريٽس ۽ ڪرائسٽ جي ڏنل مثال مان چڱيءَ ۽ ثابت ٿئي
ٿي. اهڙيءَ ٿي جيڪڏهن هن پنهنجي آڏ پولڪ سمي جو ڪو

پنبڌ ۾ انهن چوڻ تي، ليکي ڏرڻ لاءِ سڀ اصالح مقرر ڪيل سد
صاف ۽ سچو آهي، پر جيڪڏهن ڪي ناسمجهه ماڻهو انکي چڱيءَ
ڪم نه آڻيندا ته ان اصالح کي ڏوهه نه آهي؛ ته، اهڙي ڏ
ڪي ٻي جان چيو ويندو؛ چاڪاڻ ته جيڪڏهن سدالس صاف
سچو آهي ته، انکي ڪم آڻڻ جو ڪير اڌڪاري آهي، انکي
ڪهڙيءَ طرح ۽ ڪڏهن ڪم آڻي سگهبو، وغيره ڳالهين جي
حد مقرر ڪري، ان سدالس کي صاف ڪرڻ ضروري آهي؛
ته، ممڪن آهي ته اهڙي سدالت ڪسي اختيار ڪرڻ سان اسير
نياءَ جي بدران انياءَ ڪري وهون.

فقط سنکيا جي مدنظر تي ليکيءَ جي ليکن جو پورو فيصلو ڪٿو
ڪري سگهجي؛ چاڪاڻ ته، "گهڻن ماڻهن جو گهڻو سک" ڪنهن ٻ
آهي، انهيءَ سوال کي حل ڪرڻ لاءِ ڪو پيو چارو ڪٿو ملي
سگهي. انهن ٻن اعتراضن کان سواءِ هڪ ٻيا پڻ اعتراض
اٿي سگهن ٿا. جهڙي ته، وچار ڪرڻ سان معلوم ٿيندو ته، ڪنهن
ٻه ڳالهه کي، انجي ظاهري يا ٻاهرين نتيجي تي نظر رکي، ڪيس
نياءَ يا انياءَ چوڻ ناممڪن آهي. اسين واچ کي، سندس پوري
يا اڻ پوري وقت ڏيکارڻ تي خراب يا چڱو چئي سگهون ٿا،
پر اها ليکي منش لاءِ ڪارگر نه آهي؛ چاڪاڻ ته منش، واچ وانگر
ڪو لڄيو (بي جان) پدارٿ نه آهي. انهيءَ ۾ ڪو شڪ نه آهي
ته سڀ پرش ٽي لوڪ جو ڪلياڻ ڪندا آهن، پر انهيءَ ڪري
انهن نه چئي سگهبو ته جي منش ٻين جي فائدي لاءِ ڪوشش
پيا ڪن سي سڀ سٺ پرش آهن. اهڙن منشن جي اندر ولي مراد تي
نظر ڏيڙائڻ ٻه ضروري آهي. مشين ۽ منش جي وچ ۾ جيڪڏهن
ڪو ڀيد آهي ته اهوئي آهي جو مشين کي من يا دل نه آهي ۽
منش من ۽ دل وارو آهي. اهوئي سبب آهي جو اڄ ڪلهه ٻي
بهريءَ يا اڳيان سڀان ڏوهه ڪندڙ تي وڏي سزا نه رکي ويندي
آهي. مطلب ته، ڪنهن ٻه ڳالهه جي چڱائي يا برائي. ليکڻ ٿا

الٽيءَ ۽ ڌرم يا اڌرم وغيره ڳالهين جي جاچ لاءِ، فقط ٻاهرين نتيجن يا "گهڻن جي گهڻي سک" واري سڌانت تي ڌيان ڏيڻ سان، ڪم پورو ٿي نٿو سگهي. ان سان گڏ ڪرم ڪندڙ جي مانسڪ ڀاو تي نظر رکڻ به ضروري آهي. امريڪا جهڙي هڪ وڏي نگر ۾ تمام لوڪن جي سک لاءِ ٽرام ڳاڏين جي اچڻ جي ضرورت هئي. پر سرڪاري عملدارن جي اجازت کان سواءِ ٽرام جو لڳڻ ناممڪن هو. سرڪاري منظوري ملڻ ۾ مشڪل ٿي پئي، انهيءَ ڪري ٽرام جي پرٻنڌ ڪندڙ، سرڪاري عملدارن کي رشوت ڏيئي ٽرام جاري ڪئي، جا ڳالهه ٿوري وقت کان پوءِ اچي کلي. انهيءَ تي ٽرام جاري ڪندڙ تي مقدمو داخل ڪيو ويو. پهرين جوريءَ جي ٻڪراءِ نه هئڻ سبب ٻي جوري مقرر ڪئي ويئي، جنهن ڪيس ڏوهي ٺهرائي سزا ڏني. هن مثال ۾ "گهڻن ماڻهن جي گهڻي سک" واري سڌانت مان ڪم هلي نٿو سگهي*. جاڪاڻ ته جيتوڻيڪ رشوت ڏيڻ ڪري، ٽرام جي جاري ٿيڻ سان ٻاهرين يا ظاهري نتيجو "گهڻن ماڻهن کي گهڻو سک" ڏيندڙ هو، پر انهيءَ ڪري رشوت ڏيڻ جو ڪم واجب ليکي نٿو سگهجي.
هڪ منش نشڪام ٿي دان ڪري ٿو ۽ ٻيو پنهنجي ناموس لاءِ دان ڪري ٿو؛ انهن ڏانهن ۾ ڪٿي ٻاهرين نتيجي جي هڪ هئڻ سبب، ظاهري ڪو ڀيد ڏسڻ ۾ نه اچي پر گيتا جي چئي موجب، پهرين دان کي ساتوڪي ۽ ٻئي کي راجسي چيو ويندو. گيتا ۾ ائين ٻڌايو ويو آهي ته، "ڪنگالن کي ڏنل دان، ٿورو جوڳو آهي." جڏهن ڪو ڪنگال ڪنهن ڌرمي ڪم لاءِ چار پئسا دان ڏئي ٿو ۽ ساڳئي ڪم لاءِ هڪ امير هڪ سؤ روپيا ڏئي ٿو، ته ٻه انهن ٻنهي جي ڀاونا يا دان هڪ درجي جوڳي چيو ويندو. پر جڏهن انهيءَ ڳالهه تي "گهڻن جي گهڻي فائدي"

* هيءَ مثال ڊاڪٽر پال ڪيرس جي Ethical problem مان ورتو ويو آهي.

اري سدالت سان ويچار ڪيو ويندو ته، اهي ٻئي دان ايڪ
ي نظر ۾ هڪ جهڙا نه ٿي سگهندا. آڌيوَلڪ مت جي الهه
تي جي سدالت ۾ جيڪڏهن ڪا گهٽتائي آهي ته اهائي آه
. انهر ڪم ڪندڙ جي اندرئين ڀاو ڏي ڪو ڌيان لئو ڏنو وڃ
اندرئين ڀاو ڏي نظر ڪرڻ سان ته "گهڻن ماڻهن جي گهڻي سک
واري سدالت جو بنياد ئي ٻڏجي ٿو وڃي. ٻئين سدالت جـ
پيروي ڪرڻ سان، قاعدن ۽ قانون ٺاهيندڙن سيائن جا سبـ
رهي ٿو ۽ الهيءَ سان گڏ، جي ماڻهو انهن سيائن ۾ گهڻن ماڻهن جو اندا
گهڙين ٿا، تنجي اندروني ڀاو يا مطلب ڏي ڌيان ڏيڻ جي ضرورت
ئي نه رهندي؛ ۽ اسانکي فقط الهيءَ ڳالهه، جوئي ويچار ڪرڻو
پوندو ته الهيءَ قانون سبب، گهڻن ماڻهن کي فائدو رسي سگهي
ٿو يا نه. ٻر ٻئين مثال مان سڌ ٿيندو ته، هرهنڌ اهو سدالت
هڪ جهڙو ڪمائتو ٿي نٿو سگهي. اسانجو اهو رايو ٻه نه آهي ته،
"گهڻن ماڻهن جي گهڻي سک" وارو سدالت بلڪل واهيات يا
اجايو آهي. فقط ظاهري نتيجي ڏي نظر رکي فيصلي ڪرڻ لاءِ،
الهيءَ سدالت کان وڌيڪ شايد ڪو ٻه سدالت ڪم نٿو ڏئي
سگهي. ٻر اسانجو چوڻ آهي ته جڏهن ليتيءَ جي لقط نظر سان
ڪنهن ڳالهه کي نياءَ يا انياءَ، ڌرم يا اڌرم جي درجي ۾ رکڻو
هوندو، تڏهن ان ڳالهه جي فقط ٻاهرئين نتيجي ڏي نظر رکڻ سان
ڪاورو ڪم نه هلي سگهندو؛ ٻر الله ڪن ٻين ڳالهين ڏي ٻڻ ويچار
ڪرڻ ضروري آهي. تنهنڪري ليتيءَ جي نرڻيه ڪرڻ لاءِ،
الهيءَ اڌ فائد ٻمعد سدالت کي ڇڏي، ڪو ٻيو سنئو ڳولي ڪڍڻ
ضروري آهي، جو دائما قائم رهـي. گيتا ۾ هڪ هنڌ چيو ويو
آهي ته، "ڪرم کان، بڌي سريشٽ آهي." الهيءَ گيتا جي واڪ
جو ڳوڙهو مطلب پريو ويو آهي، تنهن جو ٻئين ڳالهه تان گهڻو
ڳايو آهي. فقط ٻاهرئين ڪرمن ڏي ڌيان ڏيڻ سان، منش جي

هوم ۾ ٻنهي وچ جو امڪان آهي. سنان، سنڌيا، تلڪ ۽ مالها
پائڻ سان نہ، اندر ۾ ڪروڌ جي باہ ٻيهت ڪري سگهي ٿي.
اسالوڪ نہ فقط اڄ ڪلهہ بلڪ پراچين سمي ۾ بہ، سڌاما براهمڻ ۽
جي مٺ جيترن چانورن جو ملهہ، هزار مڻ اناج جي برابري ڪندڙ
سمجهو ٿي ويو. انهيءَ سبب ٿي جرمنيءَ جي مشهور اتو گوالي
ڪانٽ * ڪرم جي ٻاهرين ۽ ظاهري نتيجن جي ويچار کي گهٽ
درجي جو ٺهرايو آهي. هن نتو ڪياليءَ پنهنجي نيتي شاستر ۾،
ڪرم ڪندڙ جي ٻڌيءَ يا اندر جي صفائيءَ کي ئي زور ڏنو
آهي. انهن نہ سمجهڻ گهرجي تہ آڌيوتڪ مت جي اها گهٽتائي،
آڌيوتڪ مت جي ٻڌين جي نظر ۾ بلڪل آئي ئي نہ آهي. هيوم
صاف چيو آهي تہ، ”جنهن صورت ۾ منش جو ڪرم ئي، اندي
اندرين ڀاءَ جو ظاهر ڪندڙ آهي، تنهن صورت ۾، ڪرم
جي ڪيول ٻاهرين نتيجي تي ئي ويچار ڪري اندي خرابي يا
چڱائي ٺهرائڻ ناممڪن آهي.“ اها ڳالهہ مل صاحب بہ سويڪار
ڪئي آهي. هو چوي ٿو تہ، ”ڪنهن بہ اصول جي نيتي، ان
ڪرم ڪندڙ جي اندرين ڀاوني تي منحصر آهي.“ پر پنهنجي
پياري آڌيوتڪ مت کي سڌ ڪرڻ لاءِ مل صاحب اها پيڙي
انڪائي چڙي آهي تہ، ”جيستائين ٻاهرين ڪرمن ۾ ڪو ڀيد نٿو
ٿئي، تيستائين ڪرم جي نيتيءَ ۾ بہ ڀيد نٿو ٿئي، ڀوءِ ڪٿي ڪرم
ڪندڙ جي من ۾، ان ڪرم ڪرڻ جي اڇا، ڪهڙي بہ مطلب
سان پيدا ٿي هجي“. مل صاحب جي انهيءَ دليل ۾ اجايو هٺ
ڀريل آهي، ڇاڪاڻ تہ، ٻڌيءَ يا اندرين ڀاوَ ۾ وروڌ هئڻ سبب،
جيتوڻيڪ ٻہ ڪرم ظاهري هڪ جهڙا ڏسڻ ۾ ايندا، پر انهن جي
بنيادي خاصيت يا هڪ جهڙي ڪڏهن بہ نہ ٿي سگهندي. انهيءَ
ڪري ئي گرين صاحب، مل جي متئين دليل کي بي بنياد سڏيو آهي*.

---

* Green's Prolegomena to Ethics, 293 note. P. 348. 5th Cheaper Edition.

گيتا جو بہ اهوئي چوڻ آهي. گيتا ۾ چيو ويو آهي تہ، جيڪڏهن هڪ ئي ڌارمڪ ڪم لاءِ، بہ جدا جدا ماڻهو هڪ جيترو ڏن ڏين تہ بہ- يعني ٻنهي جي ٻاهرين نتيجي يا صورت هڪ هجڻ لئي بہ الدوئين ڀاو جي ورڌ هجڻ سبب هڪ جو دان ساتڪي ۽ ٻئي جو دان تامسي ٿي سگهي ٿو. انهيءَ ڳالهہ جي وڌيڪ اپٽاڙ اڳتي هلي ڪئي ويندي. هتي اسانکي فقط انهيءَ ڳالهہ لئي ويچار ڪرڻو آهي تہ، آڌيڀوتڪ مت جو آخرين اُنم پنٿ بہ ڪيتن تہ اڻ پورو ۽ ڪچو آهي.

## پراپڪار جو ڪرڻ گهرجي

”گهڻن ماڻهن جي گهڻي سک“ واري سڌانت ۾ سڀ کان وڏي گهٽتائي اها آهي جو اهو ڪرم ڪندڙ جي من جي ڀاو لئي ڪو ڌيان نٿو ڏئو وڃي. مل صاحب جي راءِ کي قبول ڪرڻ سان بہ ويچار ڪرڻ لئي معلوم ٿيندو تہ اهو سڌانت هرهنڌ هڪ جهڙو ڪم نٿو اچي سگهي؛ ڇاڪاڻ تہ انهيءَ سڌانت موجب، فقط ٻاهرين نتيجي تي نظر ڪرڻ سان ئي نيتيءَ جو نرڻيہ ڪرڻو پوندو؛ يعني انهيءَ سڌانت کي ڪنهن لنگهہ حد اندر ئي ڪم آڻي سگهجي ٿو، يا ائين چئجي تہ اهو سڌانت لنگهہ آهي. انهيءَ کان سواءِ انهيءَ سڌانت لئي ٻيا بہ اعتراض اٿي سگهن ٿا. ”سوارٿ کان پرارٿ کي وڏي درجي جو ڇو مڃيو وڃي؟“ انهيءَ سوال جي جواب ۾ آڌيڀوتڪ مت جا پنڊت ڪجهہ بہ نٿا چون؛ جنهن ڪري ”اُدارتہ يا اوچ سوارٿ“ وچ ۾ ڏينهون ڏينهن وڌندو. جيڪڏهن جنم کان ئي منش سان سوارٿ ۽ پرارٿ پيدا ٿئي ٿو، يا سوارٿ ۽ پرارٿ منش جو سڀاويڪ ڌرم آهي تہ پوءِ سوال اٿي ٿو تہ، مان سوارٿ کان ۽ ٻين لوڪن جي سک يا پرارٿ کي وڌيڪ اُتم ڇو سمجهان؟ انهيءَ سوال جي جواب ۾، ائين چوڻ بلڪل اڻ پورو ٿيندو تہ، ڇاڪاڻ تہ انهيءَ مان گهڻن ماڻهن جو گهڻو سک ٿئي ٿو. ڇاڪاڻ تہ بنياد ۾ سوال ئي اهو آهي تہ، مان

ڪهڙن ماڻهن جي ڪهڙي سک جي ڳڻتي جو ڪريان؟ انهيءَ ۾ ڪو
شڪ نه آهي ته اهڙي منش جي سک ۾ پنهنجي سک جو به ڪجهه
ڀاڱو رهي ٿو، جنهنڪري سڌائين متين لوڪن جو سوال پيدا ٿيو
ٿي سگهي. آڏيوڪ مت جي ٽنهي پنٿ ۾ اهائي ته خوبي
آهي جو جنهن وقت اوچ سوارٿ ۽ پرارٿ جي وچ ۾ جهيڙو
لڳندو آهي تنهن وقت هن پنٿ جا حامي پرارٿ جو ئي طرف
وٺندا آهن. هن پنٿ ۾ باقي رهيل گهٽتائيءَ طرف (يعني پرارٿ
کي سوارٿ کان وڏو ڪري سمجهڻ وجهي، انهيءَ سوال جي جواب
طرف) هڪ آڏيوڪ مت جي پنڊت جو ڌيان ڇڪجي ويو.
انهيءَ پنڊت هڪ ننڍي ڪيڙي کان، ماڻهوءَ تائين سڀني پراڻين
جي وهنوار جي خوب پڙتال ڪئي آهي؛ ۽ اهڙي جاچ ڪندي
آخر هو انهيءَ نتيجي تي آيو آهي ته، مرهڪ، ننڍي ڪيڙي
کان وڏي پراڻيءَ يعني منش ۾ اهو گڻ ڏسڻ ۾ اچي ٿو ته هي
ڪنهن آهي ته هو پنهنجي اولاد ۽ مٽن مائٽن جي ڀلائيءَ جي
ايتري تي سنڀال ڪري جيترو خود پنهنجي لاءِ ڪري ٿو.
جنهنڪري ڇڏي سگهجو ته سڄي (ساهه واري) سرشٽيءَ جي آڌار
يا وهنوار جو اهو ئي - يعني هڪ ٻئي جي مدد ڪرڻ - هڪڙو فرض
يا ڌرم آهي. سڄي سرشٽيءَ جو اهو ڌرم (يعني اولاد پيدا ڪرڻ
۽ انهي سنڀال ڪرڻ) ته ظاهران طور ڏسڻ ۾ ايندو آهي. اهڙا
ڪيترائي سوکم ڪيڙا، جن ۾ استريءَ يا پرش جو ڪو به ڀيد نه
آهي، ڏسڻ ۾ ايندا آهن، جن جي ديهه وڏي وڏي ٿانئي ٿيندي
آهي، ۽ ان مان ورڪ ٻيا ڪيڙا پيدا ٿيندا آهن- يعني انهن ٽي ڇوٽو
ٿيندو ته، سڌتان لاءِ- يعني انهن لاءِ- اهو ڪيڙو پنهنجو ساهه به ڏيو
ڇڏي. اهڙيءَ ريت ڪيڙي کان مٿين درجي وارن پراڻين کي
به، پنهنجي سنتان لاءِ، پنهنجي سوارٿ ڇڏيندي ٻئي خوشي
ٿيندي آهي. انهي ڪري ڏنلدي وڏلدي، جهنگلي ۽ اڻ سڌريل
منش ۾ به ڏسڻ ۾ ايندو آهي. اهي منش نه ڪيول پنهنجيءَ

ڪٽنب بلڪ پنهنجي جاتيءَ پاڻين لاءِ ڀڻ يتن ڪندا آهن
تنهنڪري منش جو سڀني پراڻين ۾ سريشٽ آهي، تنهنڪري گهرجي
ته سوارٿ سان گڏ پرارٿ ۾ ئي پنهنجو سک مڃي سرشٽيءَ جي
مٿين نيم ۾ اُنتي ڪندو رهي، ۽ سوارٿ ۽ پرارٿ جي جوڙي
کي بنياد ڪان ٿي ڏاهي چوڏي. اهوئي منش جو مکيه فرض آهي.*
اهو سدائين پورو آهي، پر ڪو ٿورو لڪتل نه آهي. پراپڪار جو
گڻ ڳولڳيءَ سرشٽيءَ (وڻ وغيره) ۾ به موجود آهي؛ تنهنڪري
اُنکي حد تاءِ ڪٽي وڃڻ، گهالي منش جو فرض آهي. مٿين مثال
۾ خوبي ڪيول اها آهي جو انجو ورڻن چڱن دليلن سان ڏنو ويو
آهي. اسانجن شاسترن ته انهيءَ نسبت حد ڪري ڇڏي آهي.
پراچين گرنٿن ۾ لکيو ويو آهي ته، "پراپڪار، هڪ وڏو پڄ
آهي ۽ ٻين کي ڏک ڏيڻ اگرو پاپ آهي." انهيءَ کان سواءِ پرڪري
چوڻي ٿو ته، "پرارٿ کي ئي جنهن سوارٿ سمجهو آهي سوئي
سڀني ۾ سريشٽ آهي." هڪ ننڍي ڪيڙي کان، منش تاءِ جو
ڏينهون ڏينهن اُنتي ٿيندي وڃي ٿي، تنهنڪي ڏسي سوال پيدا
ٿئي ٿو ته، ڇا منش ۾ فقط پراپڪار جي گڻ اُنتي ڪئي آهي
ڪين ان سان گڏ سوارٿ، ديا، سچ، دورانديشي، تدبر، ڪميا
۽ اندرين کي روڪڻ وغيره جي گڻ ۾ اُنتي ڪئي آهي؟ انهيءَ
سوال تي ويچار ڪرڻ سان معلوم ٿو ٿئي ته، ٻين ساه وارن پراڻين
کان منش انهن گڻن ۾ ڀڻ اُنتي ڪئي آهي، جن ساڳي گڻن
جي مجموعي کي ئي "منش پڻي" جو نالو ڏنو وڃي ٿو. هاڻي اها
ڳالهه ثابت ٿي چڪي ته، فقط پراپڪار جي گڻ کان "منش پڻي"
جو گڻ الم آهي؛ تنهنڪري انهيءَ حالت ۾ ڪنهن ڪرم جي

* انهيءَ ڳالهه جي سمجهاڻي اسپينسر جي Data of Ethics
گرنٿ ۾ ڏنل آهي.

PP, 57, Also see Bain,s Mentnl and moral Scieae PP.722 (Ed. 1873)

ڪڻ، اوڪڻ يا ليتي اليتيءَ جو ويچار فقط پراڪار جي لحاظ سان
نٿو ڪري سگهجي؛ پر ان ڪرم جي چڱائي يا برائي منش
جي ويچار سان ٿي، يعني منش ۾، جن پراڻن ڪان جي جي ڪڻ
وڏيڪ لين ٿا، تنڪي ڌيان ۾ رکي، جاچ ڪري سگهجي ٿي.

فقط پراڪار جو ڌيان رکي ڪڏهن ڳالهه جي ترٽيءَ ڪرڻ
بدلي، ماڻهن اڻين ٿي مٺو پولدو ل، جو ڪرم منش جي "منشٽي"
کي سولهين، يا جنهن ڪرم سان منش جو "منشٽو" اٿي ڪري
سوٽي ستڪرم ۾ لمنبي ڌرم آهي. اهڙيءَ حالتهه "گهڻن ماڻهن
جي گهٽي سک" وارو سڌالعه، مٿين سڌالعه جو هڪ جزو ٿي
پولدو؛ "گهڻن جي گهٽي سک" واري سڌالعه جي خوبي هلي
ويندي ۾ ڌرم. اڌرم جي ترٽيءَ ڪرڻ لاءِ "منش پڻي"
لي ٿي درشٽي رکڻي پوندي.

## شريٽه (فائديمند) ۽ پريٽه (پيارو)

مٿين بيان مان پڙهندڙ سمجهي ويندا ته، سوارٿ يعني خود
مطلبيءَ جي ليح درجي کان وڌندي وڌندي آڌيوڪ مع وارن
کي ۽ ڪمٽن ته پراڪار ۽ آخر "منشٽي" جي درجي لاءِ اچڻو
پوي ٿو. پر "منشٽي" نسبت ۾ آڌيوڪ مع وارن جي من ۾،
گهڻو ڪري سنهي منش جي ظاهري ۽ باهرين سک جو ٿي خيال
رهي ٿو؛ الهيءَ ڪري آڌيوڪ مع وارن جو آخرين درجو ۽
جنهن ۾ الدرٽين صفائيءَ ۽ الدرٽين سک جو ڪجهه ا، ويچار نٿو
ڪرڻو پوي، اسالجي اڌيامڪ مع جي شاسترن جي درشٽيءَ
۾، اڻ پورو آهي. جڪڏهن الهيءَ ڳالهه کي ميو وجي ته، منش
فقط پنهن جي سک حاصل ڪرڻ ۽ ڏک کي ٽارڻ لاءِ هرڪا ڪوشش
ڪري ٿو ته ۾، جيستاءِ الهيءَ ڳالهه جو ترٽيءَ ته ٿي ويو آهي ته،
سک ڪنهن ۾ آهي، آڌيوڪ يعني سنسارڪ ڀوڳن ۾، يا الڪان
پري ڪنهن ٻي ڳالهه ۾، تيستاءِ، آڌيوڪ مع اختيار نٿو ڪري
سگهجي. خود آڌيوڪ مع جا حامي به الهيءَ ڳالهه کي مڃڻ

لاء تيار آهن ته، شرير جي سک کان، من جو سک وڌيڪ
آهي. اسون کي جيترا سک پوڻ پرين ٿا، سي سڀ ڪنهن م
کي ڏيئي، الکان پڇو وڃي ته، ڪون اسون تيند بن؟، ته هو ه
اها ڳالهه سويڪار نه ڪندو. اهڙيءَ ريت ڪنهن گياني منش
الهيءَ ڳالهه بڌائڻ جي ضرورت نه آهي ته، لتو گيان جي گوڙ
۽ ڪنيير ويچارن سان جا روح کي راحت ملي ٿي، تنهنجو ڪو
سنساري پوڳ مقابلو لتو ڪري سگهي. عام ماڻهن جي رائي ڪ
ڏسڻ سان به معلوم ٿيندو ته، نيتيءَ کي، فقط عدد جي بدلن
لي ارٿيء لتو ڪري سگهجي. جو ڪجهه منش ڪن ٿا، سو ڪيول
آڌيوتڪ يعني باهرين سک لاء نه آهيءَ يعني اهي آڌيوتڪ سک
کي حاصل ڪرڻ ني پنهنجو آدرش لتا سمجهن. عام طور ائين ڏنو
ويو آهي ته ڪن ڪن موقعن تي منش پنهنجي جان جي به پرواه
نه ڪري ڌرم جا نيم پاليند و آهيءَ چاڪاڻ ته اهڙن موقعن تي
اڌ يالمڪ لظر موجب، جن سچ وغيره نيتي ڌرمن جي حوابي يا
ملهه پنهنجي جان کان به وڌيڪ آهي، لتني هلڻ بر ئي منش جو
منشپڻو آهي. ارجن جي اڳيان اهائي حالت پيش ٿيل هئيءَ هنجو
اهو سوال نه هو ته هن لڙائيءَ مان ڪنهنکي ڪيترو فائدو رسندوءَ
بلڪ ارجن، شري ڪرشن کان اهوئي سوال پڇيو ته "منهنجو،
يعني منهنجي آتما جو سک ڪنهن بر آهي، اهائي ڳالهه مان جاڻڻ
گهرالتو." آتما جو لتيه (دائمي) سک، آتما جي شانتيءَ بر ئي آهي.
الهيءَ ڪري تي برهدارڻيڪ اپنشد بر لکيو ويو آهي ته، "اڇا
موجب سنساري سک ملڻ تي به آتما کي سک يا شانتي لتي ملي
سگهي." اهڙيءَ ريت ڪٺو اپنشد بر هڪ ڪٿا آهي جنهنبر چيو
ويو آهي ته، هڪ وقت لچڪيتا، مرتيوءَ کان گيان سکڻ ويو،
الهيءَ تي مرتيوءَ (ڪال) کيس ڌن، مال، سنتان وغيره ڏيڻ جو
لوڀ ڏيکاريوءَ جنهنتي لچڪيتا چيو ته "مان گيان جو پياسي
آهيان نه مال ۽ ڌن جو" الهيءَ موقعي تي لچڪيتا ائين پڻ چيو

ته "جڏهن پوءِ (اندرين کي ٻاهرين لڳندڙ سنساري پوڳ) ۽ شريئه
(آلمڪ سکر) اهي ٻئي منش جي اڳيان ايندا آهن، تڏهن ڳيالي
منش پوءِ کان شريئه کي ئي وڌيڪ پسند ڪندو آهي؛ ۽ جو اڳيالي
آهي سو، شريئه کان سنساري سکر يعني پوءِ کي ئي پسند ڪندو
آهي." اهيءَ واڪيه مان ثابت ٿيو ته، اندرين جي ظاهري يعني
سنساري سکر کي حاصل ڪرڻ ئي، منش جو آدرش نه آهي؛ ۽
منش جيڪو يتن ڪري ٿو سو ڪيول آڌيونڪ سکر لاءِ يا ڏکر
کي ٽارڻ لاءِ ئي ٿو ڪري.

اندرين جي ظاهري سکر کان ٻئيءَ يا من جو اندروني سکر،
وڌي درجي جو آهي؛ نه فقط ايترو بلڪ اندرين جو سکر، دائمي
ٿي نه سگهي. اهوئي ليکي ڏسڻ سان به لڳي ٿو. هرڪ
منظور ڪندو ته، اشنان، سچ وغيره ڌرم، ٻاهرين آباڊين يعني
سکن ڏکن تي منحصر نه آهن، پر اهي هرقسم جڪبزاني ڪماتتا
آهن، جنهنڪري انهن کي دائمي يا نتيه جي درجي ۾ شامل
ڪري سگهبو. ٻاهرين ڳالهين تي غير منحصر رهندڙ نيتي ڌرمن
جي نيتا انهن ۾ ڪٿان ۽ ڪيئن آئي؛ ۽ اهيءَ نيتا جو ڪهڙو
سبب آهي، انهن سوالن جو جواب ڏيڻ آڌيونڪ مٿي وارن لاءِ
ناممڪن آهي. ڇاڪاڻ ته، جيڪڏهن سرشٽيءَ جي ٻاهرين نترڪ
يا ٻاهرين نتيجي تي نظر ڪبي، ڪي سڌائون مقرر ڪيا ويندا ته
انهيءَ نترڪ يا نتيجي جي نتيه يعني دائمي نه هئڻ سبب، انهن
جي آڌار تي ٻڌايل سڌائون پڻ نتيه يا دائمي نه ٿي سگهندا؛ ۽
انهيءَ حالت ۾ سنسار جي سکر، ڏکر جي ڪا به پرواه نه ڪري،
سچ وغيره نيتي ڌرم لاءِ پراڻ قربان ڪرڻ واري سڀ ڌرم جي
جا نيتا آهي، سا "نيڪي جي ڪيٺي سکر"، واري سڌائن سان
ثابت نه ٿي سگهندي. هاڻي سوال پيدا ٿو ٿئي ته، جڏهن دواجي
وغيره، سچ وغيره لاءِ جان کي قربان ڪرڻ جي مول ايندي
آهي، تڏهن چڱا ڳيالي منش به جو ڪوڙ ڳالهائڻ جو رستو اختيار

ڪندا آهن، ۽ شاستر ۾، اهڙن موقعن لي پنهنجن آڳيان جي زياده سختي
نه ڪندا آهن، نه پوءِ سچ وغيره نيتي ڌرمن جي نتيتا پري
ڪٿي رهي؟ اسان جي سمجهه ۾ اهو سوال پورو نه آهي؛ ڇاڪاڻ
ته، جي منش سچ لي جان ڏيڻ کان ڪهائين ٿا، سي ۾ پنهنجيءَ
زبان سان، نيتي ڌرم جي نتيتا سويڪار ڪن ٿا. مهاڀارت ۾ هڪ
هنڌ چيو ويو آهي، "سک ۽ ڏک دائمي يا نتيه نه آهن، پر نيتي
ڌرم هر هميشهه قائم آهي؛ تنهنڪري سک جي اڇا، ڀؤ يا، لوڀ
يا پراڻن جي ڀؤ وچان، ڌرم کي ڇڏي ڏيڻ چڱو نه آهي."
ائين اڪي، اڳتي هلي ويد وياس چوي ٿو ته، "جيڪڏهن سک
۽ ڏک نتيه نه آهن، نه پوءِ انهن سکن ۽ ڏکن لي نئين درشٽيءَ نه
اٽڪائي، نتيه جيو جو نتيه ڌرم سان نئين سنبنڌ رکڻ گهرجي."

وياس ديو جو مٿيون اپديش ڪيتري قدر سچو آهي انهيءَ
ڳالهه کي جاچڻ لاءِ، سک ۽ ڏک جو سچو روپ ڪهڙو آهي؛ ۽ نتيه
يعني دائمي سک ڇا کي چئجي ٿو، انهيءَ ڳالهه لي ويچار ڪرڻ
ضروري آهي.



# اڌياءِ پنجون



## سک ۽ ڏک جو وويڪ



جو ڪيول بڌيءَ سان گرهڻ ڪرڻ جوڳو هجي ۽ اندرين کان پري هجي، تنهنکي ئي اتيئنڪ (سچو يا آخرين درجي جو) سک چئجي ٿو.

گيتا ٦-٢١



اسانجا شاستر قبول ٿا ڪن ته هرهڪ پراڻي پنهنجي سک پراپت ڪرڻ ۽ ڏک کي ٽارڻ لاءِ ئي هرهميشه يتن ڪندو رهي ٿو. مهاڀارت جي شانتي پرو ۾ ڀرڳو رشيءَ، ڀاردواج رشي کي چيو آهي ته، "هن يا پرلوڪ ۾ هرهڪ يتن ڪيول سک حاصل ڪرڻ لاءِ ئي ڪيو ويندو آهي ۽ ڌرم ارٿ ٻڌڻ ڪام جو اڀياءَ (سک) کان سواءِ ٻيو ڪو به ڦل نه آهي." پر شاستر جو چوڻ آهي ته منش سچي سک کان اڻ ڄاڻ هئڻ سبب ڪوڙي بناوٽي سک پٺيان ئي پنهنجي جيون ناس ڪيو ڇڏي؛ ۽ هو اڻڀيءَ آس ۾ ته اڄ نه سڀاڻ ضرور سک ملندو پنهنجي جيون جو ڏاڍو ڪانئو ڇڏي؛ ابتري ۾ ئي اوچتو ڪال اچي منش کي ڪاٽ ڪري ۽ ڪيس هن سنسار کان اصل لاءِ موڪلائڻو پوي؛ پر افسوس اهو ئي آهي جو ماڻهو اڻڀيءَ اڻ ٽر ٽير کان واقف ٿي به الهان ڪا سکيا حاصل نه ڪن، الٽو اکين کي ٻئي ٻڌيو هڪ ٻئي جي پيا پوئواري ڪن. مطلب ته هيڏالهن سنسار جو چڪر ته پيو ئي روڪ ڇوطرف گهمي ۽ هوڏالهن ماڻهو ته پنهنجي لئه سک جو ڪو وچار نه ڪري نا ٻاروڻي سک جي چاهنا ۾ پنهنجي جيون ناس ڪن.

## سک-ڏک جا سروپ ۽ انجا ڀيد

هيءُ سنسار سک ميءِ يا ڏک ميءِ؟ انهيءَ ڳالھ نسبت هند ۽ يورپ جي
ودوانن جا جدا جدا رايا آهن، پر ڏک کان ڇٽڻ آجو ڪري سک جي
حد ڪرڻ نسبت سڀ ودوان ٻڪراءِ آهن. "سک" شبد لاءِ
گهڻو ڪري "هت" "شريءَ" (فائدو) ۽ "ڪلياڻ" شبد ڪم ۾
آندا ويندا آهن. انهن شبدن جو ڪهڙو ارٿ آهي، انهيءَ لئي
اڳتي هلي لکيو ويندو. جيڪڏهن ائين مڃيو وڃي ته "سک" شبد
۾ هر قسم جو سک اچي ٿو وڃي، ته پوءِ رواجي طور ائين ئي
چيو ويندو ته هرهڪ منش ڪيول سک حاصل ڪرڻ لاءِ ئي
هرهڪ يتن ڪري ٿو؛ ۽ انتريءَ حالت ۾ هيءُ جو مهاڀارت ۾
هڪ هنڌ چيو ويو آهي ته، جنهنکي اسين پنهنجي لاءِ ضروري
يا اشٽ سمجهون ٿا سو سک آهي، ۽ جيڪو اسان کي نٿو وڻي
يا جنهنجي اسانکي ضرورت نه آهي سو ڏک آهي" تنهن واڪيه
کي اسين خود شاسترن جي درشٽيءَ کان اڻ پورو چوندا سين؛
چاڪاڻ ته انهيءَ واڪيه موجب ته "ضرورت" شبد ۾ ضروري
پدارٿ کي ئي سک ٿي مڃڻو پوندو. مثلاً اڄ لکڻ لئي پاڻيءَ جي
ضرورت لڳي ٿي؛ پر انهيءَ ٻاهرئين پدارٿ "پاڻيءَ" کي سک
ته ڪين سگهبو. جيڪڏهن ائين هجي ته پوءِ هڪ درياهه ۾ ٻڏندڙ
منش نسبت ائين ئي چيو ويندو ته هو "سک" ۾ ٻڏي رهيو
آهي. پر ائين نه آهي؛ پاڻيءَ پيڻ سبب جو اندريون ترپت ٿين
ٿيون تنهنکي ئي سک چيو ويندو. انهيءَ ۾ ڪو شڪ نه آهي ته
منش اندرين کي ترپت ڪندي سکي ٿيڻ جي ئي اڇا ٿو ڪري؛
پر انهيءَ ڪري انسان اهو سدانت نٿو ڪڍي ته جنهنجي ضرورت
آهي سوئي سک آهي. اهوئي سبب آهي جو نيايڪن (منطق جي
حامين) سک-ڏک کي هڪ "ويدنا" ڪري چيو آهي. انهن جو
چوڻ آهي ته جا ويدنا پنهنجي اڇا موجب لڳي ٿي تنهنکي سک
چيو وڃي ٿو، ۽ جا ويدنا اڇا جي ورد لڳي ٿي تنهنکي ڏک
چيو وڃي ٿو. اهي ويدنائون جنم کان ئي پيدا ٿين ٿيون؛ ۽ انهن

تو. اهڙيءَ طرح اسان هن گرنٿ ۾، ويدانتي سڌانت موجب سکن ۽ ڏکن کي ٽن پاڳن ۾ نه، بلڪ ٻن پاڳن ۾ ورهايو آهي ۽ اهڙيءَ ورهاڱي موجب، شرير جي سڀني قسمن جي سکن- ڏکن کي "آڌ ڀوتڪ"، ۽ سڀني لوڪن جي مالڪ سکن- ڏکن کي "آڌ ياتمڪ" نالي سان سڏيو آهي. ويدانتي گرنٿن ۾ جن سکن ۽ ڏکن کي ٽن درجن ۾ ورهايو ويو آهي، تن اسان نه کنيو آهي. ڇاڪاڻ ته، اسانجي سمجهه موجب، سک- ڏک جي وشيہ تي ويچار ڪرڻ لاءِ، انهن کي ٻن پاڱن ۾ ورهائڻ بهتر ٿيندو. اسان، هيٺ جا سک- ڏک جي چند ڇاڻ ڪئي آهي، تنهنڪي پڙهندي وقت، پاٺڪن کي اها ڳالهه وسارڻ نه گهرجي ته، ويدانت ۽ اسانجي سک- ڏک جي ورڇ ۾ ڀيد آهي.

ڏک کي ٻن پاڱن ۾ ورهائجي يا ٽن ۾، پر اهڙيءَ ۾ ته ڪو شڪ نه آهي ته، ڪو به منش ڏک جي چاهنا نه ڪندو. اهڙيءَ طرح ويدانت ۽ سانکيہ شاسترن ۾ لکيو ويو آهي ته، "سڀني قسمن جي ڏکن کان ڇٽي، اليمت (آخرين حد واري) سک کي حاصل ڪرڻ ۾ ئي، منش جو پرشارٿ آهي." جڏهن اها ڳالهه صاف ٿي وئي ته اليمت سک کي حاصل ڪرڻ ئي منش جو پرشارٿ آهي، تڏهن سوال پيدا ٿئي ٿو ته، اليمت يا لتيہ سک ڇاکي چئجي؛ ۽ انکي حاصل ڪرڻ ممڪن آهي يا نه؟ جيڪڏهن ممڪن آهي ته ڪيئن؟ وغيره. جنهن وقت اسين انهن سوالن تي ويچار ڪرڻ لڳون ٿا، انهن وقت سڀ کان اڳ اهو ٿي سوال پيدا ٿئي ٿو ته ڇا، سک ۽ ڏک هڪ ٻئي کان جدا ويدنائون، آزمودا، يا پدارٿ آهن يا "جو سو جهرو نه آهي سو الدبرو آهي" جي نيم موجب هڪ ويدنا جي نابود ٿيڻ تي ٻي ويدنا خود بخود پيدا ٿيو پوي؟ پرڪرتيءَ جو چوڻ آهي ته، "اوساٽ سبب واسنا جي سکي وڃڻ تي انهيءَ ڏک ۽ تڪليف کان آجي ٿيڻ لاءِ اسين جل پيئندا آهيون، بک کان آلدين ۾ ولوڙ بوڻ تي اسين مناڻ وغيرهه سوادي

پوڄڻ ڪاڻي ٻالڪي ان تڪليف جي ڇنبي کان ڇڏائيندا آهيون؛
۽ جڏهن ڪام جي واسنا ٿيندي آهي تڏهن اسين الڪي استري
جي ميلاپ سان پورو ڪندا آهيون." اهڙو ڇڱي وري اڳتي
هلي هو چوي ٿو ته، "مٿيون رامد ڪڏهن به ڏک يا
تڪليف کان آجي ڪين ڪي، ڪي منش ڀلجي "سک" چوندا آهن."
يعني ڪن ماڻهن جو اهو رايو آهي ته ڏک جي نابود ٿيڻ کانسواءِ
"سک" ڪا بي جدا شيءِ نه آهي. انهن نه سمجهڻ گهرجي ته، مٿيون
سڌانت، ماڻهن جي ڪن اهن وهنوارن سان لاڳو ٿئي ٿو، جي
سوارٿ لاءِ ڪيا وڃن ٿا. اسين پوئين اڌياءِ ۾ ڏيکاري چڪا
آهيون ته، آنند گريءَ جي معنيٰ موجب اسين ٻئي جو اپڪار فقط
الهيءَ مراد سان ڪريون ٿا، جو اڳي تڪليف يا ڏک ڏسي
اسانجي دل ۾ جي دٻا جون لهرون پيدا ٿين ٿيون، تنهي زور
کي سهي نٿا سگهون؛ اس الهيءَ نه سهڻ جي تڪليف کان ڇٽڻ
لاءِ ئي اسين ٻين تي اپڪار ڪريون ٿا. آنند گريءَ جي الهيءَ
متي کي مٿي سان، اسانکي مهاڀارت جو هيڪون وچن به مٿيون
ٻولڊو، جنهن ۾ ڏيکاريو ويو آهي ته، "ترشنا (زبردست خواهش)
جي پيدا ٿيڻ سان، انجي پوري ٿيڻ
تي ڏک پيدا ٿيندو آهي، جنهن بعد وري سک پيدا ٿيندو آهي."
هن معنيٰ جو ٿوري ۾ اهو چوڻ آهي ته، منش جي من ۾ اهڙيائين
هڪ يا ٻئي، آشا، واسنا يا ترشنا پيدا ٿئي ٿي؛ ٻيءَ ان واسنا جي
پوري نه ٿيڻ سبب، جو ڏک ٿئي ٿو، تنهنجي ناڙ ڪي سک
چئجي ۽ ٻاقي سک ڪا الڳ ٽرالي چيز نه آهي. هن مٿي وارن جو
اهڙو ته چوڻ آهي ته، منش جا سڀ سنساري وهنوار فقط واسنائن
۽ ترشنائن سان ڀريل آهن. جيستائين ٻالڪي اهي وهنوار ڪان آجو
نه ڪيو ويو آهي، تيستائين انهن واسنائن ۽ ترشنائن جو بنياد ٽٽي
نٿو سگهي؛ ۽ جيستائين انهن واسنائن ۽ ترشنائن جو بنياد برباد نه
ٿيو آهي، تيستائين لعم يعني دائمي ۽ سچو سک ملڻ ناممڪن آهي.

هن متي جي هامين جي اها ٻڌ راءِ آهي ته، جنهنکي سچي ۽ نتيه سک جي لوڙ آهي، تنهنکي گهرجي ته يڪدم لوڪ سان لاڳاپا لاهي، وڃي سنياس جي ايش ٿئي. سمرتين ۾ جنهن چوٿين آشرم جو بيان اچي ٿو، ۽ شري شنڪر آچاريه جنهنجو وري ڪلجڳ ۾ پرچار ڪيو، سو ڪرم سنياس مارڳ، انهيءَ سڌانت تي ٻڌل هلايو ويو آهي. سچ آهي، جيڪڏهن سک ڪا جدا شيءِ نه آهي، ۽ جيڪي آهي سو سڀ ڏک ئي آهي، جو ترشنا مان ئي پيدا ٿئي ٿو، ته پوءِ انهن ترشنائن کي ئي بنياد کان ناس ڪري ڇڏڻ لئي، سک ۽ ڏک جو جهڳڙو خود بخود ڏبجي ويندو، ۽ انهيءَ حالت ۾، ٻاقي جنم کان ئي من ۾ جا مول سمرا وستا ۽ شانتي آهي، سا وڃي رهندي. انهيءَ مطلب سان ئي، مهاڀارت جي شانتي پرو ۾ چيو ويو آهي ته، "سنساري ڪام يعني واسنا جي پوري ڪرڻ لئي جو سک ملي ٿو ۽ جو سک سرڳ ۾ ملي ٿو، انهن ٻنهي سکن جو ملهه، ترشنا ناس ڪرڻ لئي، جو سک ملي ٿو، تنهنجي سورهين ڀاڱي جو به نه آهي." ويدڪ سنياس کي ڏسي ٻڌ ۽ جين ڌرم ۾ انهيءَ سڌانت جي پوئواري ڪئي. جنهنڪري انهن ٻنهين ڌرمن جي گرنٿن ۾ ترشنا جي خراب نتيجن، ۽ انهن کان پاڻ ڇڏائڻ لسبت جيڪو ورڻن ملي ٿو، سو ڪنهن حد ته سنياس مارڳ جي گرنٿن کان به گوءِ کڻي ويو آهي. تبت جي ٻڌ ڌرمي گرنٿن ۾ ته ايستائين به لکيو ويو آهي ته مهاڀارت جو مٿيون شلوڪ گوتم ٻڌ جي ئي پوتر مک مان نڪتل آهي *.

## مٿين سڌانت تي اعتراض

ترشنا جا جي خراب نتيجا مٿي ڏيکاريا ويا، سي گيتا کي به قبول آهن، پر گيتا جو اهو چوڻ نه آهي ته ترشنائن کان آجي ٿيڻ

* اهو شلوڪ "اُدان" نالي هڪ پالي ڀاشا جي گرنٿ ۾ ليئي...و. پر انهن ڪتين به نه چيو ويو آهي ته شلوڪ خود گوتم ٻڌ جي مک مان نڪتو آهي.

لاءِ ماڻهن ڪرمن ڪي ڇڏي ڏجي. انهيءَ ڪري اسين هن هنڌ
مٿي ڏنل سک ڏک جي ورڇ جي وڏيڪ ڇنڊ ڇاڻ ڪرڻ واجب
ٿا سمجهون. سڀاس جي ڪامن جو اهو چوڻ بلڪل اڻ پورو آهي
ته سڀ سک ڪبول ڪرشنا جي نابود ٿيڻ لي ئي ملي سگهندا.
هڪ پوري جي ٻئي پر آڌل (ڏٺل يا ٻڌل) ڳالهه لاءِ وري اڇا
ڪرڻ لي، ان اڇا کي ڪام يا واسنا چئبو آهي، پر ان واسنا موجب
شيءِ جي نه ملڻ لي جا واسنا زور ٿي وٺندي آهي ان واسنا کي
ترشنا جي ٽالي سان سڏيو ويندو آهي؛ ۽ جيڪڏهن اها ترشنا
نه پوري نه ٿيندي آهي نه پوءِ اسين من کي دکي سمجهندا آهيون.
پر مٿين ريت اڇا يا واسنا جي ترشنا روپ پر ادلجڻ کان اڳ
جيڪڏهن وچهر ئي اها اڇا يا واسنا پوري ٿي وڃي، نه پوءِ ان
ٿسمجهه اهين بلڪل ئي جٽي سگهبو نه اهو سک ترشنا جي ناس ٿيڻ
لي ئي مليو. مثلاً اسين روز مرهه ڪاڏو ڪالون ٿا، پر انهيءَ سڀ
اهين هرگز نه چئي سگهبو نه اسين ڪاڏي ملڻ کان اڳ، ان لسمجهه
جا ترشنا پيدا ٿيندي آهي، تنهنجي پوري نه ٿيڻ لي پيدا ٿيندڙ
ڏک ڏسندا هئون. هان، انهيءَ پر ڪو شڪ نه آهي نه مٿرو ويل
لي پوڄن نه ملڻ ڪري اسين ٿوري گهڻي تڪليف ضرور محسوس
ڪريون ٿا. پر جيڪڏهن اڇا ۽ ترشنا کي هڪ جهڙو نه ڪٺي
سمجهجي، نه نه اهين تو جٽي سگهجي نه سڀ سک، ترشنا جي
نابود ٿيڻ سبب ئي مين ٿا. مثلاً هڪ ننڍو ٻالڪ واٽ پر مصريءَ
جي هڪ ننڍڙيءَ ڳڙيءَ وٺڻ سبب سک جو انيو ڪري ٿو؛
ماڻهوءَ حالتن انهن جٽي سگهبو جا، نه مصريءَ کي چوسڻ سان
ا ـ ڪ عجيب سک کي محسوس ڪيو، سو سک ان مصريءَ لسمجهه
۽ ـ يدا ٿيل ترشنا جي ناس ٿيڻ لي مليو؟ هرگز نه. اهڙيءَ
نه ـ سپيو نه راهه وٺندي اڻ ٿڪي رستي پر هڪ من موهيندڙ
تو ـ ۽ اهي هڪ سٺي بکيءَ جو مٺو آواز ٻڌڻ پر اچي
ٿيو ـ سدو پر پکواه جي سد؛ مورلي ڏسڻ پر آئي، اهڙيءَ

حالتن اندر نه ڇٽي سگھبو نه انھيءَ سندر باغ ۾ آواز ٻڌڻ يا ايشور
جي مورتيءَ جي ڏسڻ جي اسانجي دل ۾ ڪا اُڪنٺا اڇا يا ترشنا
ھئي. حقيقت ۾ اسانجي بنا اڇا ڪئي ٿي، مٿيون سک مليو. انھن
ٻرماڻن مان پڌرو سمجھي ويندا ته سنياس مارگين جو سک
سبب مٿيون رايو سڌانت اڻ پورو آھي؛ ۽ اھا ڳالھ پڻ مڃڻي
پوندي ته، اندرين ۾ پنھنجيءَ اسريءَ شيءِ جي ڪم آڻڻ جي
سياويڪ ۽ قدرتي طاقت جي موجود ھئڻ سبب، جڏھن اھي
اندريون پنھنجو پنھنجو ڪم ڪن ٿيون، ۽ انھن کي سندن اڇا
موجب يا ورتي، شيون حاصل ٿين ٿيون، تڏھن اڇا، خواھش يا
ترشنا جي پھرائين پيدا ٿيڻ کان سواءِ ئي، اسانکي سک ڏک جو
انڀو ٿيڻ لڳي ٿو. انھيءَ ڳالھ تي نظر رکي گيتا ۾ چيو ويو آھي
ته، "ماترا اسپرش (ڇھڻ) ڪري ٿڌ، گرمي وغيره جي انڀو ٿيڻ
تي، سک ۽ ڏک پيدا ٿئي ٿو." سرشٽيءَ جي ٻاھرين ۽ ظاھري
شين کي "ماترا" چيو آھي. گيتا جي مٿين وچن جي چٽي
معني ھن ريت آھي ته:- ٻاھرين شين يا پدارٿن جي اندرين سان
ميلاپ ٿيڻ تي، سک ۽ ڏک جو انڀو ٿئي ٿو. اھو ئي ڪرم يوگ
شاستر جو سڌانت آھي. ڪن کي ڪڙو ۽ ٺڪو آواز خراب ڇو ٿو
لڳي؟ جيڀ کي مٺو رس ڇو ٿو لڳي؟ اکين کي چانڊوڪي پسند
ڇو ٿي پوي؟ انھن ڳالھين جو سبب ڪو به نٿو ٻڌائي سگھي.
اسانکي فقط ايتري ڪل آھي ته، جيڀ کي مٺو رس پسند ايندو
آھي. انھيءَ مان ظاھر آھي ته، آڌي ڀوتڪ (ٻاھريون) سک، فقط
اندرين جي وس آھي، انھيءَ ڪري انھن اندرين جي حرڪت
کي جاري رکڻ ۾ ئي ٻيو سک معلوم ٿيندو آھي؛ پوءِ ڪٿي انجو
نتيجو آئينده لاءِ ڪھڙو به نڪري. جيئن ته، من ۾ پيدا ٿيل ويچار
ڪڏھن ڪڏھن، واڻي مان شبدن رستي نڪري پوندو آھي.
اھي شبد انھيءَ مراد سان نه ڪڍيا ويندا آھن ته، انھن کي ڪو
ٻڌي وٺي؛ پر ڪڏھن ڪڏھن وقت انساني سڀاءَ جي زبردست

ڏک ليکيا ڪري، اسانجي من جي ڪجهه ڳالهه بہ ظاهر ٿيو پوي.
جنهنمان اسانکي انتو نقصان سهڻو پوندو آهي. لهذا بالڪ جنهن
وقت هلڻ سگهندا آهن، تنهن وقت کين هيڏاهان هوڏاهان ڦرڻ
۾ ڏيو مزو ايندو آهي. اهڙيءَ ڪري، اهين نتو چئي سگهجي تہ،
ڏک ٿيڻ پرئي سک آهي، بلڪ اهڙيءَ ڳالهہ کي قبول ڪرڻ گهرجي
تہ اندريون، ۽ انهن ۾ شبد ۽ ڇهڻ لمس جو پرپر يا ڏڪار پيدا
ٿئي ٿي، سي ٻئي، هڪ ٻئي کان جدا ۽ سوتنتر آهن. هاڻي
اسانکي اهڙيءَ ڳالهہ کان واقف ٿيڻو آهي تہ، اندريون جو وهنوار
آتما جي ڪلياڻ لاءِ ڪيئن ٿي سگهي ٿو. اهڙيءَ لسمه شري
ڪرشن ڀڳوان جو چوڻ آهي تہ، "اندريون ۽ من جي سياويڪ
هلچل يا ورتيءَ کي نابود ڪرڻ جي بدلي، انهنکي ٻنهي آتما
جي ڪلياڻ لاءِ، ٻڌيءَ وسہ رکڻ بهتر آهي؛ انهنکي سي تمام
چڱي ڏيڻ سان وڏين آفتن سان مقابلو ڪرڻو پوندو." ترشنا ۽
من جي ورتين کي انهہ نابود ڪرڻ جي اپديش ۽ شري ڪرشن
جي متئين اپديش ۾ زمين آسمان جو ڦيرو آهي. گيتا جو اهو
مطلب نہ آهي تہ، تہ سنسار جي هلچل بلڪل برباد ٿي وڃي.
گيتا جي ارڙهين ادياءَ ۾ تہ اهين بہ چيو ويو آهي تہ "ڪرم
ڪندڙ جي من ۾ سر پڌيءَ سان گڏ، ڏيرج ۽ اتساه وغيره گڻن
جي هئڻ ضرورت آهي." اهڙيءَ ڳالهہ جي وڌيڪ اپٽار اڳتي هلي
ڪئي ويندي. هتي اسانکي اهو ٿي ڏسڻو آهي تہ، سک ۽ ڏک،
ٻئي هڪ ٻئي کان الڳ آهن يا، هڪ جي پوري لهڻ سان ٿي
ٿو (يعني سک جي پوري ٿيڻ ٿي ڏک، ۽ ڏک جي پوري ٿيڻ
ٿي سک) پيدا ٿئي ٿو. اهڙيءَ لسمه پڙهندڙ، گيتا جي راءِ کان
واقف ٿي ويا هوندا. گيتا ۾ "گيتر شبد جي ارٿ سمجهائيندي،
سک ۽ ڏک کي هڪٻئي کان الڳ ڄاڻايو ويو آهي؛ بلڪ انترو
بہ چيو ويو آهي تہ، "سک" سٽي گڻ جو ۽ "ترشنا" رجو گڻ
جو لڪشڻ آهي، ۽ ستو گڻ کان بلڪل الڳ آهي. اهڙيءَ مان گيتا

جي معنيٰ جي صاف خبر پئجي وڃي ٿي ته، سک ۽ ڏک هڪٻئي کان الڳ الڳ ۽ هڪٻئي جي ورڌ ورڌيون آهن. گيتا ۾ هڪ هنڌ چيو ويو آهي ته، "ڪٿهن ۽ ڏک ڏيندڙ ڪرم جي تياڳ سان، تياڳ جو ڦل نٿو ملي سگهي؛ ملڪ اهڙو تياڳ راجس درجي جو چوائي ٿو." اهو شلوڪ ته سنياس مارڳمن جي معنيٰ ورڌ آهي جنهن ۾ چيو ويو آهي ته سک ترشنا جي ناس ٿيڻ تي ملي ٿو.

## سنسار، سک ۽ ڏک سان ڀريل آهي

جيڪڏهن اها ڳالهه قبول ڪئي وڃي ته، سک، ترشنا جي ابود ٿيڻ ۽ ڏکن جي ٽُٽي وڃڻ تي ملي ٿو، ۽ اها ڳالهه پڻ مڃي وڃي ته، سک ۽ ڏک ٻئي جدا جدا شيون آهن، ته ۽ وري ٻيو سوال پيدا ٿو ٿئي ته، جنهن منش کي ڪڏهن به ڏک جو الپو به ٿيو آهي، تنهنکي سک جي سواد جي خبر پئجي سگهي ٿي يا نه؟ ڪن ماڻهن جو چوڻ آهي ته، ڏک کان واقف ٿئي بنا، سک جي لذت جي خبر نٿي پوي. ٻين جو چوڻ آهي ته، ڏک جي الپو هئڻ ڪالسواءِ به سک جي سواد جي خبر پئجي سگهي ٿي؛ جئن ڏيوتائون سداءِ سرڳ ۾ رهن ٿا ۽ جنکي ڪڏهن سپني ۾ به ڏک ڏيکاري نٿو ڏئي؛ يا جهڙيءَ طرح ڪوڙيءَ يا ڪنهن شيءِ جي چکڻ ڪالسواءِ به، ماکي، کنڊ، ٻُرُ ۽ ڪيلي جو جدا جدا سواد معلوم ڪري سگهجي ٿو. اهڙيءَ طرح بنا ڏک جي الپو ڪئي به، جدا جدا طرح جي سکن جو الپو وٺڻ ممڪن آهي. پر سنساري وهنوارن تي نظر رکڻ سان متيون مثال اڻ ٺهڪندڙ ثابت ٿيندو. پراڻن ۾ ڪئين دفعا ڏيکاريو ويو آهي ته، ديوتائن تي به ڪيترائي ڀيرا آفتن ۽ تڪليفن جو حملو ٿيو آهي، ٻج جي گهٽ ٿيڻ تي سرڳ کان ڪرندڙن جا به اهي ڪيترائي مثال ڏنا ويا آهن، تنهنڪري سرڳ جو سوال پورو نه آهي. پر جيڪڏهن پورو نه هجي ته به، سرڳي سک، اسانکي ڪهڙي ڪم جو؟ جيڪڏهن مهاڀارت ۾ هڪ هنڌ اهين لکيل آهي ته، سرڳ ۾ سدائين سک آهي، ته وري ساڳئي

ٿي گولڻ ۾ ٻئي هڪ جهڙو ورهاڱو آهي ته، هن سنسار ۾ سک ۽ ڏک
ٻئي گڏ رهن ٿا. ڇترپتي شواجيءَ جو گرو رامداس اچي ٿو ته،
"هي ڪيئن! اهڙيءَ ڳالهه. ٿي ٿو ڇڳيءَ طرح ويچار ڪر ته سنسار
۾ ڇا سکي آهي؟" اهڙيءَ ڪان سواءِ ستي دروپدي، ستيه ڀاما
کي چيو ٿي ته، "سک سان سک نٿو ملي سگهي، پر ستي استريءَ
کي، سک حاصل ڪرڻ لاءِ، ڏک جو مقابلو ڪرڻو پوي ٿو." اصل
۾ اهو انديش سنساري انهن سان بلڪل لهڪي اچي ٿو. ڪنهن
جي وات ۾ جهون يا اڙڪي لولي جي ڪا مٺائي وڌي وڃي
ته ٻه، هيستائين اهو منش تڪليف ولي واس سان ان شيءِ کي نه
چباڙيندو، ليستائين ڪمس ان شيءِ جي سواد جي خبر نه پئجي
سگهندي. مطلب ته، اها ڳالهه پوريءَ طرح سچ آهي ته، ڏک جا
تڪليف کان سواءِ سکي ٿيل منش جي سک ۾، ۽ هر هميشهه سک
۾ پل منش جي سک ۾ وڏو ڀيد آهي. اهڙيءَ جو سبب اهو به
آهي ته هميشهه سک جي ڀوڳڻ سبب، ان سک کي ڀوڳيندڙ اندريون
ڪمزور ٿي ٿيون پون. مهاڀارت ۾ لکيل آهي، ته "شاهوڪارن
کي سوادي کاڌي هضم ڪرڻ جي به شڪتي نه آهي، پر ڪنگال
ڪاٺ جهڙيءَ شيءِ کي به هضم ڪيو ڇڏين." اهڙيءَ ڪري
جڏهن اسان کي، سنساري وهنوارن تي ويچار ڪرڻو آهي ته
پوءِ ڪو منش ڏک کان سواءِ سک جو سواد وٺي سگهي ٿو يا،
اهڙيءَ نسبت وڌيڪ اپٽار ڪرڻ جي ڪا ضرورت ٿي نه آهي.
هن سنسار ۾ سک پٺيان ڏک ۽ ڏک پٺيان سک لڳولڳ پيو آهي.
مشهور ڪوي ڪاليداس پنهنجي ميگهه دوت ناٽڪ ۾ چيو
آهي ته، "ڪنهن به منش جي سدائين سکي يا سدائين ڏکي حالت
نه ٿي رهي. سک ۽ ڏک جي حالت، سدائين ڦيٿي وانگر گردش
۾ ايندڙ آهي" پوءِ ڪٿي اهو ڏک اسان کي سک جو سواد ڪيئن
وٺائيندڙ هجي، يا ڪنهن ٻئي ڪم لاءِ اتري ڳالهه نه سڌ آهي
ته هن سنسار ۾ ڪوي ڪاليداس جي چئي موجب، سک ۽ ڏک

مسافري ۾ لکيل گرنٿ ۾، امريڪا جي اهڙن جهنگلي
ماڻهن جو بيان ڏنو آهي، جنجي حالت بلڪل اواره ڪي پهتل
آهي. هن صاحب لکيو آهي ته، اهي ماڻهو، سخت ٿڌ جي وقت
۾ به ڏاڍي سوڙا ولن اگهاڙا گهمندا. اناج گڏ ڪري رکڻ جي منجهن
رسم نه آهي ۽ انهيءَ ڪري ڪهن وقت نه وقت بک وگهي مرڻو
ٿو پوي؛ پر اتري هئڻ سان به انهن جهنگلين جو ڳاڻاٽو ڏينهون
ڏينهن وڌندڙ آهي. * هاڻي، جنهن صورت ۾ مٿي بيان ڪيل
جهنگلي آتم هتيا نه ٿا ڪن، تنهن صورت ۾ انهن جٽي سکيو
چا ته، اهي سڀ سکي آهن؟. اهي جهنگلي آتم هتيا ٿا ڪن،
انهيءَ ڳالهه تي ٿوري ويچار ڪرڻ بعد معلوم ٿي ويندو ته هر ڪو
ماڻهو ڪي. پوءِ ڪٿي هو سڌريل هجي يا اڻ سڌريل. ڪوول
انهيءَ ڳالهه جي تي خوشي رهي ٿي، ته، "مان پسون نه آهيان
بلڪ اوچ درجي جو پراڻي يا منش آهيان". انهيءَ ڪالسواءِ هو
منشپڻي جي سک کي اهڙو نه ڇڪو سمجهي ٿو جو، هن سنسار ۾
ڪٿي ڪمترا به ڏک يا سور هجن، ته به هو انهن جي پرواهه نه ڪري
منشپڻي کي ڦٽي ڪرڻ جي ڪڏهن به ڪوشش ڪانه ڪري. منش
جي ڳالهه نه پري رکو، بلڪ پسون به ڪڏهن آتم هتيا ٿا ڪن،.
انهيءَ ڪري اسين انهن جٽي سکيداسون چا، ته انهن جي جيوت
سک سان ڪٽي گذري ٿي؟ اصل ۾ ڳالهه نه هن ريت آهي ته، نقط
اچيتن يعني جڙ حالت مان چيتن جي حالت اچڻ تي ٿي اسالڪي
آنند ٿئي ٿو؛ الڪان ۽ وڌيڪ آنند، منشپڻي جي حاصل ٿيڻ
تي ٿئي ٿو. مهاڀارت ۾ چيل آهي ته، "اچيتن يعني ننا ساهه وارن
پدارٿن، سچيتن يعني ساهه وارو پراڻي سرشٽ آهي، ساهه وارن ۾
سمجهو، سمجهن ۾ منش، منشن ۾ براهمڻ، برهمڻن ۾ ودوان،
ودوانن ۾ استر ٻڌيءَ وارو، استر ٻڌيءَ وارن ۾ ڪرم ڪندڙ؛

---

* Darwin,s Naturalist,s Vayage round the World, Chap. X.

ڪرم ڪندڙن ۾، پرهم گياني سريشٽ آهي.“ ڌرمي شاسترن ۾ ڪيترن هنڌ اهڙو سلسلو ملي ٿو. انهن شاسترن ۾ چيو ويو آهي ته، ”چوراسي لک جوڻين ۾، منش ئي سڀ کان سريشٽ آهي؛ وري منشن ۾ ممکيو (گيان جو ابڀاسي) ۽ ممکين ۾، سڌ پرش (گياني) سريشٽ آهي.“ هيءَ جا عام چوڻي آهي ته، آپ گهاتي مهاپاپي“ تنهن پڻ اهوئي مرم ٻڌل آهي؛ ۽ اهوئي سبب آهي جو عام ماڻهو، آپ گهاتيءَ کي چورن جي قطار ۾ لکيندا آهن. ڌرم شاستر موجب ته آپ گهات هڪ وڏو پاپ آهي؛ سرڪاري قاعدي موجب به آپ گهاتي ڏوهاري ليکيو ويندو آهي. انهيءَ ويچار مان ثابت ٿيو ته، منش آتم گهات نٿو ڪري. انهيءَ ڪري دنيا کي سک سان ٻڌل سمجهڻ اڻ پورو آهي. اهڙيءَ حالت ۾ ”هيءُ سنسار سک ميءِ آهي يا ڏک ميءِ“ انهيءَ سوال کي حل ڪرڻ لاءِ، ڪرمن موجب ملندڙ ڏيهه جي ويچار کي ڇڏي، فقط ان ڪان پوءِ جي ڳالهه يعني سنسارڪ وهنوارن لئي ويچار ڪرڻ ضروري آهي. منش آتم هتيا نٿو ڪري، بلڪ جيئڻ جي ئي خواهش رکي ٿو، اها ته فقط سنسار جي پورولي آهي؛ الهان آڌ ٻولڪ مت جي پنڊتن جي چئي موجب، سنسار جي سک ميءِ هئڻ جي ثابتي نٿي ملي سگهي. اها ڳالهه هن ريت به چئي سگهجي ٿي ته، آتم هتيا کان پري رهڻ، هڪ قدرتي نيم يا سڀاءُ آهي، تو سنسار جي سک يا ڏک جي گهٽ وڌائيءَ مان پيدا نٿو ٿئي؛ انهيءَ ڪري آخر، انهيءَ دليل مان سنسار جو سک ميءِ هئڻ ثابت نٿو ٿئي.

## سک جي اڇا

منش جي جنم وٺڻ ۽ منش جي سنساري وهنوار يا ”جيون“ هڪ سمجهڻ ته گهرجي. منشيہ ۽ منش جو روزانو وهنوار سنساري جيون، ٻئي هڪ ٻئي کان الڳ آهن؛ انهيءَ ڳالهه کي ڌيان ۾ رکي، هاڻي جاچ ڪرڻي آهي ته، سڀني پراڻين کان

سرِشت لاءِ جي ڏنهن ڏاڍيندڙ منش واسطي، هن سنسار ۾ ڏک
جو پلڙو ڳرو آهي يا سک جو. انهيءَ سوال کي حل ڪرڻ لاءِ،
انهيءَ ڳالهه کي ڏسڻ گهرجي ته، ”هلندڙ وقت ۾، منش جي
خواهش يا واسنائن مان گهڻيون واسنائون پوريون ۽ گهڻيون اڻ
پوريون ٿيون. ”هلندڙ وقت“ چوڻ ۾ اهو مطلب آهي جو، جي
ڳالهيون، سڌريل ۽ سڀيه حالتن سبب منش کي حاصل ٿين ٿيون،
جيڪي ڪجهه ۾ اڳئين سان سک ملي ٿو، پوءِ انهن کي ڏسڻ کان لاهي
او چڻ جي، ۽ هن شيءِ کي حاصل ڪرڻ لاءِ، اهڙيون اڇائون پيدا
ٿين ٿيون، تنهن جيڪي پوريون ٿي سگهن ٿيون. فقط انهن جي
آڌار تي ئي اسين هن سنسار جي سک ۽ ڏک جو تورڻيءَ ڪرايون
ٿا. موڪلي هن وقت ڪيترا سک مليل آهن، سؤ ورهيه اڳ، انهن
مان ڪيترا سک مليل هوا ۽ اڄ مان سڀئي آهيان يا نه، انهن ٽنهي
ڳالهين ۾ وڏو ڀيد آهي. انهن ٽنهي ڳالهين کي سمجهڻ لاءِ مثال
وٺو. انهيءَ ۾ ڪو شڪ نه آهي ته، اڳين سمي جي ڏيڏي گاڏين
کان اڄ ڪلهه جي ريل گاڏيءَ جي مسافري وڌيڪ سهوليت
واري آهي؛ پر هينئر اسين انهيءَ ريل گاڏيءَ مان ملندڙ سک
کي ڪي ڪجهه وساري ويٺا آهيون؛ جهڙيءَ طرح اهو لکتو
آهي جو، جيڪڏهن ڪنهن وقت اسانکي ٽپال ڏير سان ملي ٿي
ته، اسانکي چنتا اچي وڃي، ۽ ڏک به ٿيو پوي. انهيءَ ڪري
منش جي ”هلندڙ وقت“ جي سک- ڏک جو ويچار، انهن سڀني
تي لاڳو ڪري سگهجي، جي ملي چڪا آهن، بلڪ اهو ويچار،
منش جي ايش لئه ضروري اڇائن ۽ واسنائن تي ئي ڪيو وڃي
ٿو ۽ جڏهن اسين انهن اڇائن ۽ واسنائن تي ويچار ڪرڻ لڳون
ٿا، تڏهن معلوم ٿئي ٿو ته، انهن اڇائن ۽ واسنائن جو ڪو ڇيڙو
نه آهي، اهي بيشمار ۽ بي حد آهن، هڪ اڇا جي پوري ٿيڻ تي،
ان جي جڳهه تي ٻي اڇا پيدا ٿيو پوي، ۽ ان وقت من ۾
ٻي ويچار ڊهندو آهي ته ڪڏهن اها اڇا يا خواهش به پوري

لڳي. جئن جئن اڇا پوري ٿيندي ويندي تئن تئن ان اڇا جو
قدر اگهٽجي وڃلدو ويندو؛ ۽ جنهن صورت ۾ اها ڳالهه صاف آهي
ته سڀ اڇائون پوريون ٿيون ٿي سگهن، انهن صورت ۾ منش
ڏکي ٿيڻ کان سواءِ رهي نٿو سگهي. هن هنڌ هيٺين ٻن ڳالهين تي
غور ڪرڻ ضروري آهي (١) سڀ سک، ترشنا جي ناس ٿيڻ
تي ملن ٿا (٢) منش کي ڪيترو به سک ملي، پر هو ان کان ڪڏهن
به ڍاپي نه سگهندو. انهن چوڻ هڪ ڳالهه آهي ته هر هڪ سک،
ڏک جو اپاءُ روپ نه آهي (يعني ڏک جي ناس ٿيڻ تي سک پيدا
نٿو ٿئي)، پر سک ۽ ڏک اندرين جون سوتنتر ويدنائون آهن؛ ۽
انهن چوڻ بلڪل ٻي ڳالهه آهي ته منش پراپت ٿيل سک کي وساري
وڌيڪ سک حاصل ڪرڻ لاءِ ترسندو رهي ٿو. انهن ٻنهي ڳالهين
مان پهرين ڳالهه سک جي سچي سروپ بابت آهي، ۽ ٻي ڳالهه
مان منش جو پراپت سک مان پيٽ نٿو ڍاپي الهيءَ ڳجهه جو پتو
پوي ٿو. وشيه جي واسنا يا اڇا ڏينهون ڏينهن وڌندڙ آهي،
الهيءَ ڪري جڏهن نوان نوان سک نه ملندا آهن تڏهن لاچار ٿي
اسين اڳين سکن کي ئي وري ڀوڳڻ جي اڇا ڪندا آهيون؛ ۽ الهيءَ
ڪري من جي اڇا پوري ٿي نٿي سگهي. وٽيليس نالي هڪ
رومن راجا هو؛ چون ٿا ته هو جيڀ جي سواد کاڻ ڀوڄن ڪرڻ
کان پوءِ دوا وٺي الٽي ڪري وري نئون سوادي ڀوڄن تيار
ڪرائي کائيندو هو. يياتي نالي هندو راجا جي ڳالهه الهيءَ کان
به وڌيڪ سکيا ڏيندڙ آهي. هو شڪر آچاريه سراپ ملڻ سبب
پيرو ٿي ويو، پر ساڳئي ئي آچاريه جي ڪرپا سان کيس اها سهوليت
به ملي هئي ته ڪنهن سان به پنهنجو پيرائپ بدلي ان جي عيوض
جواني وٺي سگهيو ٿي.

الهيءَ تي راجا پنهنجي پرو نالي پٽ کان جواني وٺي سؤ
نه پر بلڪ هزارين ورهيه، هر طرح جا سک ڀوڳيا. آخر کيس
اهو انڀو ٿيو ته، سڄي سنسار جا پدارٿ به ڪنهن هڪ منش جي

واسنا کي ڏٺي لتا سگهن. الوقعه راجا جي مک مان اهي شبد
لکيا ته، ”سکن جي ڀوڳڻ ۾، وشيه جي واسنا نه ڏائبي ٿي،
بلڪ وشيه واسنا، اڳنيءَ ۾ گيهه پوڻ ۾ جيئن اها اڳي وڌندي
ويندي آهي، تيئن وڌندي رهي ٿي.“ اهو شلوڪ منو سمرتيءَ
۾ به ڏنل آهي. مطلب ته سک جا سادن کٽي ڇڏيا ملن، پر انڌرن
جي واسنا ڏينهون ڏينهن وڌندڙ آهي. انهيءَ ڪري فقط سک
ڀوڳڻ مان ئي، سک جي واسنا ٿي ڏائبي سگهيءَ؟ پر انکي روڪڻ
يا ڏبائڻ لاءِ ڪنهن ٻئي رستي جي اختيار ڪرڻ جي ئي ضرورت
آهي. انهيءَ ڪري ئي اسانجن ڌرمي شاسترن جي آکيا آهي ته،
منش کي پنهنجي ڪام يا سک ڀوڳڻ جي حد ٻڌي ڇڏڻ گهرجي.
جي منش الئي چون ٿا ته، هن سنسار ۾ فقط سک ئي ڀوڳڻو آهي،
سي جيڪڏهن مٿين بيان تي ڪجهه ويچار ڪن ته، ڪين پنهنجي
جوڻيءَ جي سچائيءَ ۽ ڪوڙائيءَ جي ڪم پئجي وڃي. ويدڪ
ڌرم جو مٿيون سڌانت، ٻڌ ڌرم ۾ پڻ اختيار ڪيو ويو آهي.
راجا يياتيءَ واليڪر ماندالا راجا پڻ مرندي وقت چئي ويو آهي ته،
”جيڪڏهن سونن سڪن جي ڪٽي برسات پوي، ته به لوڀ جي
اڃا ٿي ڏائبي، ۽ سرڳ جي سک ملڻ تي به، منش جي ڪام واسنا
پوري ٿئي ٿي.“ انهيءَ سبب تي چيو ويو آهي ته، وشيه ڀوڳ
جي سک جو ڪو ڇوڙ ئي نه آهي؛ ۽ انهيءَ ڪري ئي منش
سدائين اهو سمجهي ته مان ”ڏکي آهيان“. منش جي اهڙي
حالت تي ويچار ڪرڻ سان، اسانکي اهو ئي سڌانت، مقرر ڪرڻو
پوندو، جنهن جو ذڪر مهاڀارت ۾ اچي ٿو، ۽ جنهن ۾ چيو ويو
آهي ته، ”هن جيون ۾ يعني سنسار ۾، سک کان ڏک جو ئي گهڻو
پاڳو آهي.“ انهيءَ مان جو پڻ اهو ئي راءِ آهي. گيتا ۾ چيو ويو
آهي ته، ”منش جو جنم، لوڪ ۾ ئي پهچڻ ۽ ”ڏکن جو گهر“
آهي.“ ڪنهن سمي ۾ اسمن جي ماڪ ۽ مسلمان جي ڪرمت

هئي- الي عبدالرحمان ٽئين * ٿالي هڪ سورويہ ۽ ناميارو باد شا
ٿي گذريو آهي. هن الهيءَ ڳالهہ جي جاچ لاءِ هڪ روزنامو (ڊائري)
رکيو تہ سندس جيوت ۾ ڪيترا ڏينهن سک ۾ گذرن ٿا. ان
روزنامي کي ڏسڻ سان معلوم ٿيو تہ، پنجاهہ ورهين جي راڄ ۾
هن باد شاهہ جا ڪيول چوڏهان ڏينهن سک ۾ گذريا! ڪنهن
منش حساب ڪري ٻڌايو آهي تہ، سڄيءَ دنيا جي گهڻو ڪري ۽
يوروپ جي اڳئين ۽ هاڻوڪن. تتو گيانين جي متن ڏسڻ سان
معلوم ٿئي ٿو تہ، الهن مان گهڻو ڪري اڌ جيترا، هن سنسار کي
ڏکن سان ڀريل سمجهن ٿا ۽ اڌ، سک سان ڀريل. يعني سنسار
کي سک مئي ۽ ڏک مئي چوندڙن جي ڳاڻاٽو گهڻو ڪري برابر
آهي ‡ جيڪڏهن الهيءَ برابر سنکيا ۾ ڀارت جي تتو گيانين جو
مت گڏيو تہ، سنسار کي ڏک سان ڀريل سمجهندڙن جي سنکيا
وڌي ويندي.

## سنياسن جو ترشنا تي اعتراض

مٿيون ورڻن پڙهي ڪو بہ سنياس مت جو حامي، سوال ڪري
سکهي ٿو تہ، جيتوڻيڪ توهين الهيءَ سدالس کي لتا مڃيو تہ ”سک
ڪو سچو ڀدارٿ نہ آهي ۽ ترشنا مان پيدا ٿيندڙن ڪرمن ڪ-ي
ر ڪ ڪئي پنان شانتي نہ ٿي ملي سگهي، پر خود توهانجي
ڇوڻ مان بہ نہ اهائي ڳالهہ ثابت ٿي تہ، ترشنا مان (انجي پوري
هئڻ سبب) اسنتوش، ۽ اسنتوش مان ڏک پيدا ٿئي ٿو؛ پوءِ
ٿڙيءَ حالت هيٺ، انين ڇوڻ ۾ ڪهڙو هرج ٿيندو تہ، منش
پ پنهنجن ترشنائن سان گڏ سڀني سنساري ڪرمن کي ٿي ڇڏي،
سن رهڻ گهرجي. الهيءَ ڪري توهانکي ويچار بہ نہ ڪرڻو
لدو تہ، توهانجا ڪرم سوارٿ لاءِ آهن يا ڀدارٿ لاءِ. مهاڀارت
ڻ چيو ويو آهي تہ، ”اسنتوش جو ڪو چوڙ نہ آهي، ۽ سنتوش

* Moors in Spain P. 128 Story Of The Natio
Series

‡ Macmillan,s Promotion of happiness. P. 26

۽ ولسن، ڏن- ان جي گهٽ ڪرڻ جي اڇا پيا
واسنا ڇڏي ڏين، ته پوءِ اها سماج جلد نابود ٿي ويندي.
اهڙيءَ نظر ٿي مهرشي ويد وياس ۽ يڌشٽر کي اُپديش ڏيندي
چيو آهي ته، "ٻيءَ، وديا، محنت ۽ شڪتي هٿ ڪرڻ ۾ ڪيترائي
لاءِ اسنتوش رکڻ ضروري آهي." اهڙيءَ طرح ديوي اودلا،
پنهنجي پٽ کي اُپديش ڏيندي چيو آهي ته، "سنتوش مان
شڪتي برباد ٿئي ٿي ۽ اسنتوش ئي شڪتيءَ جو بنياد آهي."
* جيتوڻيڪ براهمڻ ڌرم ۾ سنتوش هڪ گڻ مڃيو ويو آهي، پر
اُنهيءَ جي معني اها نه آهي ته، چئن ورڻن سرشٽي موجب براهمڻ
هن سنسار جي شڪتي ۽ ڌن لڀڻ ۾ اسنتوش رکي. جيڪڏهن
ڪو براهمڻ ائين چوي ته مون جيڪا وديا پرائي آهي سائي ڪافي
آهي، ته اُنهيءَ ۾ هو پاڻ کي هڪ طرح ناس ڪري ڇڏيندو ۽
اهڙيءَ ريت ويش ۽ شودر ، جيڪي ڪجهه حاصل ٿي چڪو
آهي، تنهن ئي سنتوش ڪندو ته پوءِ اُنهيءَ ۾ اهڙي ئي حالت
ٿيندي جهڙي مٿين براهمڻ جي. مطلب ته اسنتوش ئي آئينده
جي، اُنتيءَ ۽ موکش جو ٻج آهي. اسان کي اها ڳالهه ڌيان ۾ رکڻ
گهرجي ته، جيڪڏهن اسين اسنتوش کي بلڪل ناس ڪري
ڇڏينداسين ته پوءِ، هن لوڪ ۾ اسان جي درگتي ٿيندي. شري
ڪرشن جو اُپديش ٻڌي جڏهن ارجن چيو هو ته، "هي ڀڳوان!
توهانجي امرت واڻيءَ مان، مان ته ڍاپان ئي نٿو، تنهنڪري توهين
پنهنجي روپ جو وري ورڻن ڪريو" تڏهن ڀڳوان، وري پنهن
جي روپ جو ارجن کي اُپديش ڪيو. ڀڳوان، ارجن کي ائين
هرگز نه چيو ته تون پنهنجيءَ اڇا کي وس ۾ رک، اسنتوش چڱو
نه آهي. اُنهيءَ مان ثابت آهي ته، ڪلياڻ ڪندڙ ۽ چڱين ڳالهين
نسبت پورو اسنتوش رکڻ، خود ڀڳوان کي به منظور آهي. ڀرتري

* Cf. Unhappiness is the cause of progrees." Dr. Paul Curus, The Ethical problem, P. 251 (2nd Edition)

چوري لو ڏ اپا ۾ خواهش ضروري آهي، ۽ جس ۾ لالي
عادت جو هجڻ ضروري آهي، ۽ ودّيا جي، ته ٻين ڳالهين جي
ڪام ۾ ڪروڌ والڪر استتوش جو هجڻ به ضروري آهي، ۽ ال
بي حد وڌائڻ لڳندو ۽ ٻالڪي برباد ڪري. اهڙيءَ ڳالهه لي لي
رکي، فقط وشيه ڀوڳ جي ٻرم جي ترشنا لاءِ ٻيدڙن ۾ هڪ آ
مثان اِي آشا رکي، ستاري سکن پليان پتڪندڙن جي سمجهتي
(ملڪيت) کي، ڪمتا جي سورهين اڌياءَ ۾ "آسري سمجهتي
چور وڏو آهي. راس ڏيهن هاه هاه ڪندي رهڻ سان، مثل جو
سالڪي ڪڻ لاٻود لي لو وڃي، ان جي بلڪل خراب حالت لپو
ٻوي، ۽ ترشنا جي ٻوري نه لهڻ، يا ناممڪن هجڻ سبب، ڪام
ٻوڱ جي واسنا ڏيهون ڏيهن وڌندي پئي وڃي، ۽ اهو مثل
آخر اهڙيءَ حالت لي مرٻو وڃي. ٻر، ترشنا ۽ استتوش جي اهڙيءَ
خراب نتيجي کان ٻچڻ لاءِ سڀني ٻولن جي ترشنائن سان گڏ ڪرم
ڪي به هٿ جوڙي وهڻ کي، سالڪي رستو نـ چيو. اساڄي
مثتين ايان موجب ترشنا يا استتوش، آلبده جي آتيءَ جو ٻڄ
آهي؛ اهڙيءَ ڪري چور جي خوف کان ٻيه ٻالڪي ماري ڇڏڻ
جي اجالي ڪوشش ڪڏهن به نه ڪرڻ گهرجي. واجبي رستو نه
اهولي لڳندو جو اسين ٻهر ٻالمن وڃار ڪري ڏسون ته، ڪهڙو
استتوش يا ڪوڙي واسنا، ڏکه ڏيندڙ آهي؛ اهڙيءَ وڃار بعد،
سالڪي کهرجي نه ڏکه ڏيندڙ استتوش ۽ واسنا کي ترڪ ڪري
ڏيون. ٻر اهڙيءَ لاءِ، سڀني ڪرمن کي ٻي ڇڏي ڏيڻ اجايو لڳندو.
اڏکه ڏيندڙ آشائن کي ڇڏي ڏيڻ، ۽ انهيءَ ڏرم موجب ڪرم
ڻ جي اڪتيءَ (ٻولگ) يا ترتاليءَ لي ٻوڪ چيو آهي. ڪمتا
يءَ ڪرم ٻوڳ جولي ورڻن ڪيل آهي؛ ليهڪري هاڻي ڏسڻ
ي ته، ڪمتا ۾ ڪهڙي لمولي جي آشا کي ڏکه ڏيندڙ چيو

## اسنتوش ۽ ڏک کي هٽائڻ جو اُپاءُ

منش، ڪنن سان ٻڌي ٿو، چمڙيءَ سان ڇهي ٿو، اکين س
ڏسي ٿو، جڀ سان سواد وٺي ٿو ۽ نڪ سنگهي ٿو. اندرين ج
اها هل چل، جنهن انداز سان، اندرين کي موافق يا خراب لڳ
ٿي، ان انداز سان ئي، منش کي سک ۽ ڏک لڳي ٿو. سک ۽ ڏ
جي انهيءَ اصلوڪي روپ جو ورڻن اسين مٿي ڪري آيا آهيون
پر سک ۽ ڏک جو ويچار انهيءَ ورڻن مان ئي پورو نٿو ٿئي
آڌڀوتڪ سک ۽ ڏک لاءِ، جيتوڻيڪ ٻاهريائين ٻاهرين پدارٿن جو
اندرين سان ميلاپ ٿيڻ ضروري آهي، پر انهن سکن ۽ ڏکن جو
اثر منش کي ڪهڙيءَ ريت لڳي ٿو، تنهن نسبت ويچار ڪرڻ
بعد معلوم ٿيندو ته، اندرين جي سڀاويڪ هلچل يعني ڪم مان
پيدا ٿيندڙ سک ۽ ڏک کي سمجهڻ جو (يا انهن کي قبول يا ناقبول
ڪرڻ جو) هر هڪ منش پنهنجي من سان ئي ڪري ٿو. مهاڀارت
۾ چيو ويو آهي ته، ”ڏسڻ جو ڪم، فقط اکين کي ئي ڪرڻو نٿو
پوي، پر ان ۾ من جي مدد جي به ضرورت پوي ٿي. من جي
ڏکي هٽڻ يا ٻئي هنڌ لڳڻ سبب، ڪنهن شيءِ جي سامهون هئڻ
تي به اکيون ان شيءِ کي ڏسڻ لائق نه رهنديون.“ برهدارڻيڪ
اپنشد ۾ به اهڙي ئي نموني جو هڪ هنڌ ورڻن اچي ٿو ته ”منهنجو
من ٻئي طرف لڳل هو، انهيءَ ڪري مونکي ڏسڻ ۽ ٻڌڻ ۾
نه آيو.“ انهيءَ مان ثابت ٿئي ٿو ته، آڌڀوتڪ سک ۽ ڏک جو
اثر، آخر انسان جي من تي ئي منحصر آهي؛ ۽ جيڪڏهن اها ڳالهه
[ب]نيادي آهي ته هوءَ هيءَ به ظاهر ٿي ويو ته، من کي هٿ ڪرڻ
...الگر، سک ۽ ڏک جي اثر کي به پنهنجي هٿ ۾ رکڻ ناممڪن
... آهي. انهيءَ ڳالهه تي نظر رکي، منو مهاراج، سک ۽ ڏک جي
...سمجهاڻي نيائيڪن کان الڳ نموني جي ڏني آهي، ۽ چيو آهي،
...، ”جو ٻين جي (ٻاهرين شين جي) هٿ ۾ آهي، سو سڀ ڏک
...ي، ۽ جو پنهنجي (من جي) وس ۾ آهي، سو سڀ سک آهي.“

لي ڏيان ڏلي ايمان ڪرم ڪرڻ هڪ ڇرباڻي ٿيندي. اهي سـ
اڇانون، مطلب يا رسنا، نتيجي ۾ ڏک ڏيندڙ اٿا ٿين؛ ۽ گيتا
۽ اهو ڇوڙ ا. آهي ته، انهن کي ڇڏي ڏجي، پر ياد رکڻ گهرجـ
ته، جڏهن منش انهيءَ حد کان ٽپي، اڳتي قدم وڌائي ٿو، ۽ ه
۾ اهوني سوچ ٿو ڪري ته، ”مان جيڪو ڪرم ڪريان ٿو، تنهن
ڪرم جو موکي ڦلاڻو ڦل ضرور ملڻ گهرجي“. يعني جڏهن
ڪرم ڪندڙ جي من ۾ ممت، ايمان، هٺ يا واسنا پيدا ٿئي ٿي،
تڏهن انجو من ڏک ۾ مبتلا ٿي ٿو وڃي؛ ۽ جڏهن مرضيءَ موافق
ڦل ملڻ ۾ ڪا رڪاوٽ ٿيوي ٿي، تڏهن ڏکن جو زبردست سلسلو
شروع ٿئي ٿو. جيڪڏهن اها رڪاوٽ ڪنهن ديوتا جي حرڪت
سبب پيدا ٿئي ته ٿيوءِ، المان فقط نراسا پيدا ٿيو ٿئي؛ ۽ جيڪڏهن
ڪنهن شخص جي حرڪت سبب پيدا ٿئي ته ٿيوءِ، المان ڪروڌ
۽ حسد جي چڻگ لڳري اچو الڪي ساڙي، جنهنمان نتيجو اهو
لڳري جو اهو منش خراب ڪم ڪندي پاڻکي موت جو شڪار
ڪيو ڇڏي. ڪرم جي نتيجي اسبت جو موه يا ممت پيدا ٿئي
ٿو، تنهنکي ”ڦل جي آشا“ سنگ ۽ ”اهنڪار بڌي“ ٿا چوندا
آهن. سنسار جي ڏکن جو سلسلو انان ئي شروع ٿئي ٿو. انهيءَ
ڳي سمجهائي ڏيندي، گيتا جي ٻئين ادياءَ ۾ ڏيکاريو ويو آهي
ته، ”وشيه جي سنگ مان ڪام، ڪام مان ڪروڌ، ڪروڌ مان
موه پيدا ٿئي ٿو، ۽ آخر منش انهيءَ ڪند ۾ ناس ٿي ٿيو وڃي.“
ڄاڻي صاف ٿيو ته، جڙ سرشٽيءَ اڇيتن (بنا ساه) ڪرم، خود
ڏک جو بنيادي سبب نه آهن، پر منش انهن ۾ جا ڦل جي آشا
ڪاني رکي ٿو، سائي اصل ۾ ڏک جو بنياد آهي؛ تنهنڪري
ڙن ڏکن کان بچڻ جو جوڳو اپاءَ اهوئي آهي جو، فقط، وشيه
ي ڦل جي اڇا يا موه کي من جي ضابطي وسيلي، ڦٽي ڪري
ڏڻ گهرجي. سنياس مت جي هامين جي چئي موجب، اصلي
ندي لمولن جي ڪرمن ۽ اڇائن سان لاهي ڇڏڻ جي ڪا ضرورت

ته آهي. الهيءَ ڪري گيتا ۾ چيو ويو آهي ته، "جو مد
جي آشا کي ڇڏي، يعني لشڪام ٿي، حاصل ٿيل وشين کي ٻو
رهي ٿو، سو ئي استر ٻڌيءَ وارو يعني گياني آهي." سن
ڪرم يا وهنوار ڪڍهن ا ۽ روڪجي ٿا سگهن. منش هن س
رهي يا ته، ٻرڪرتيءَ جو گڻ، پنهنجي گڻ ڌرم موجب دمو
هيتو لحرڪ ۾ ڪرم هلائيندو ايندو. جڏ ٻرڪرتيءَ کي الهيـ
ڪ مان سکه ۽ ته ڏک ٿي ملي ٿو. منش اجائي ايمان جي قندي
۾ ناسي، ٻرڪرتيءَ جي وهنوارن ٿي موهت ٿيو ٻوي. جنهنڪري
لاچار ڪيس سکه ۽ ڏک جي چڪر ۾ اڇلو ٿو ٻوي. جمڪڏهن
منش الهيءَ موه کي ڇڏي، پنهنجا سڀ وهنوار الهيءَ ولچار سان
ني ڪندو رهي ته، ٻرڪرتيءَ جي گڻ ڌرم موجب ٿي سڀ
ڪجهه ٿي رهيو آهي ته ٻاوه جوڪر ڪيس ڪو ٻ ڏک ولڻائيندڙ
ته لئي. ٻرڪرتي ٻهنجو ڪرم ڪندي رهي ٿي، تنهنڪري سنسار
کي ڏک سان ٻرٻل سمجهي روئندي رهڻ، ۽ الڪي ٻلڪل ڇڏي
ڏيڻ جي ڪوشش ڪرڻ واهيات ليکدي. مهاڀارت ۾ ويد وياس،
ٻڌشتر کي اپديش ڏيندي چيو آهي ته، "سکه هجي يا ڏک،
وٺندڙ هجي يا نه وٺندڙ، جو ڪجهه جنهن وقت حاصل ٿئي،
الوقت من ۾ لراسا نه آڻي، ان شيءَ کي ڪم ۾ آڻڻ گهرجي."
الهيءَ اپديش جي پوري خوبي تڏهن ٿي معلوم ٿي سگهندي،
ڏهن اسين اها ڳالهه ڌيان ۾ رکنداسين ته، سنسار ۾ ڪيترا اهڙا
ص آهن، جي ڏک سهي ۾ ڪرڻا ٻون ٿا. گيتا ۾ ماستر ٻڌيءَ
ي گيانيءَ لمعسـ چيو ويو آهي ته، "جو منش، چڱي يا خراب
سمان نظر رکي، اٿي خوشي يا غم ٿئو ڪري، تنهنڪي نسي
ٻڌيءَ وارو چئبو" ووي ٻنهجين اڌياءَ ۾ چيو ويو آهي ته،
ملڻ ٿي خوش ۽ ڏک ملڻ لسي غمگين ٿيڻ نه گهرجي."
ڻ رهڻ ٻمهن اڌياءَ ۾ ـ شري ڪرشڻ، سکه ۽ ڏک کي
لي، هڪ سمان ڪري ڏيڻ جو اپديش ڪيو آهي. اهڙي

نمولن جي اُپديشن سان سڄي گيتا ڀري پئي آهي.

## ڦل جي آشا جو تياڳ

ڪرم ڪٿي کڻي ۽ نمولي جو هجي، پر ان ڪرم ڪرڻ جي
اڇا ۽ ممتا کي ڇڏڻ بنا، ڦل ملڻ جي موه کان پري رهي
(يعني نشڪام ٿي) ڪرم ڪندو رهڻ گهرجي؛ ۽ انهيءَ سان
گڏ اسان کي آئينده جي نتيجي مان ملندڙ سک ۽ ڏک کي ۽ برابر
نظر سان ڀوڳڻ لاءِ تيار رهڻ گهرجي. اهڙيءَ هلت سبب، اسين
بي حد ترشنائن ۽ اسنتوش وغيره مان پيدا ٿيندڙ خراب نتيجن
جي ڀوڳڻ کان نه بچنداسون؛ پر ان کان سواءِ ترشنا يا اسنتوش
سان گڏ ڪرمن کي ۽ ڇڏي ڏيڻ سبب، جو حياتيءَ جي برباد
ٿي وڃڻ جو امڪان آهي، تنهن کان بچي وينداسون؛ ۽ اسانجي
من جون ورتيون ۽ صاف ٿي، هرهڪ پراڻيءَ جي ڪلياڻ لاءِ
يتن ڪنديون. انهيءَ ۾ ڪو شڪ نه آهي ته، اهڙي نمولي
جي هلت ڪرڻ يعني پنهنجي من کي نشڪام ڪرڻ لاءِ، اسانکي
پنهنجي من کي ويراڳ رستي قابو ڪرڻو پوندو. پر ياد رکڻ گهرجي
ته، اندرين کي پنهنجي قبضي ۾ رکي، انهن کان نشڪام ڪرم
موجب ٻين جي ڪلياڻ ڪرائڻ لاءِ ڪائي ڪم وٺڻ، ۽ سنياس مارڳ
موجب ترشنا کي برباد ڪرڻ لاءِ، اندرين جي ڦهرڪ يعني ڪرمن
کي هٺ ۽ زبردستيءَ سان ٻاڙ کان پئي ڇڏڻ ۾ وڏو ڀيد آهي.
انهن ٻنهين ۾ زمين ۽ آسمان جو تفاوت آهي. گيتا ۾ جنهن ويراڳ
۽ اندريه نگره (اندرين جي وس ۾ رکڻ) جو اپديش ڪيو ويو آهي،
سو مکيه ٻاهرين نمولي (نشڪام ڪرم) جو آهي، نه پئي نمولي
جو. آلگيتا ۾ راجا جنڪ، براهمڻ جي روپ ۾ آيل ڌرم کي چيو
آهي ته، "جنهن (ويراڳ) ٻڌيءَ کي من ۾ ڌاري، مان سڀني وشين
کي ڪم ۾ آڻيان ٿو، تنهنجو احوال ٻڌ. نڪ کان مان "پنهنجي
لاءِ" سنگهڻ جو ڪم نٿو وٺان ۽ من کي ۽ مان پنهنجي آتما جي
فائدي واسطي ڪم ۾ نٿو آڻيان، انهيءَ ڪري منهنجو نڪ ۽ من

منهنجي وس ۾ آهن؛ يعني مون انهن کي ماري ماس ڪري ڇڏيو
آهي.“ گيتا ۾ به انهن کي چيو ويو آهي ته، جيڪو منش پنهنجن
اندرين کي روڪي ٿو، پر من سان وشين جو ٻيو ويچار ڪري،
سو پولڪي ۽ دغاباز آهي؛ جو منش من تي فتح پائي، ڪام کي
پنهنجي طابع ۾ رکي ٿو، ۽ پنهنجي من جي ورتين کسي، شام
لوڪن جي ڪلياڻ لاءِ، پنهنجو پنهنجو ڪرم ڪرڻ ڏئي ٿو، سوئي
سڀ کان سريشٽ ۽ اُتم آهي. باقي جيڪي ۽ اندرين جي ڪمن
کي اسان پيدا نه ڪيو آهي؛ پر اهي خود بخود پيدا ٿيا آهن.
اسالڪي ايو آهي ته، جڏهن ڪو سياسي ٻار جي ڇني ۾ اچي
ويندو آهي، تڏهن هو ڪٿي ڪيترو به پنهنجي اندرين کي قبضي
رکندڙ هجي، ته به کيس ٻار جي ناه وسائڻ لاءِ ضرور ٻکيا لاءِ
تيار ٿيڻو پوندو آهي؛ ۽ ساڳئي ڏک جيڪو ٿي وڃڻ سبب ڪيڪ
لي لاچار کيس الي ڪرو ٿيڻو پوندو آهي. مطلب ته ڪيترو به
اندرين کي روڪيو، پر انهن ۾ جو سڀاواڪ گڻ رکيل آهي، سو
ڪڏهن به انهن کان جدا ٿي نه سگهي. تنهنڪري انهيءَ ڪرمن
۽ سيدي لمولن جي خواهش يا اڇائن ۽ استوش کي ٿاپرد ڪرڻ
جي همت ۾ پوڻ نه کپي. من کي وس ۾ رکي، ڦل جي آشا
ڇڏي ۽ سک- ڏک کي برابر سمجهي، نشڪام ٻڌيءَ سان، عام
لوڪن جي ڀلائي لاءِ، شاسترن جي آگيا موجب، ڪرم ڪندو رهڻ ئي
سريشٽ ۽ اُتم مارڳ آهي. گيتا جي ٻين اڌيائن ۾ ڀڳوان، ارجن
کي چيو آهي ته، ”لوڪي ڪرم ڪرڻ جو ئي اڌڪار آهي، نه انهن
ڪرلدڙ ڦل جي اڇا ڪرڻ جو.“ انهيءَ مان ثابت آهي ته، منش
جو، ڪرم ڪرڻ ڪالسواءِ ٻئي ڪنهن ڳالهه تي اڌڪار نه آهي.
يعني ڪرم جو ڦل ڏيڻ يا نه ڏيڻ، منش جي طاقت ۾ نه آهي،
پر اهو ڪرم سرشٽيءَ جي ڪرمن يا ايشور جي هٿ آهي. ڀلا جيون
ڳالهه تي اساڄو ڪو اڌڪار نه آهي، ان لاءِ ڪيئن ٿوري جي
آشا رکڻ کي، اهو ٿوريءَ ڪالسواءِ ڀلو جا ڇڏي سگهبو؟ ڇاڪاڻ ته

گيتا جي مٿين شلوڪ ۾ صاف ٻڌايو آهي ته، ”الهيءَ ڪري هي
ارجن! تون ڪرم جي ڦل جي آشا رکي، ڪو ۽ ڪرم نه ڪر“
چاڪاڻ ته ڪرم جي سرشتي موجب لهنجي ڪرمن جو ڦل هوندو، لوڙو ضرور لڪندو، لهنجي اڇا سان الهر ڪا گهٽ وڌائي نه ٿيندي؛ يا الهو ڦل جلدي يا دير سان نه ملندو. پر جيڪڏهن تون اهڙي لمولڻ جي آشا رکندين يا همت ڪندين ته پوءِ الماڻ لوکي ڏک ٿي رسندو. الهيءَ لي ڪو سنياس مارڳ جو هامي سوال ڪري سگهي ٿو ته، ڇا، ڦل جي آشا ڇڏڻ واري گورک ڌلدي ۾ ڦاسڻ کان، اصل ڪرمن کان ئي آجو ٿي وڃڻ بهتر نه آهي؟ الهيءَ سوال لسبت خود ڀڳوان، لهنجو لشچت مت ظاهر ڪيو آهي ته، ”ڪرم نه ڪرڻ جي همت ۾ تون بلڪل نه وڃ، لهنجو جو اڌڪار آهي ان موجب، ڦل جي آشا ڇڏي ڪرم ڪندو رهه.“ ڪرم يوڳ جي لظر سان، مٿيون وچن اهڙو نه ٺوايءَ وارو آهي جو، جيڪڏهن اسين الکي گيتا جو لت ڇمون نه ڪو وڌاءُ نه ٿيندو.

## تن ۽ من جي سک جو ڀيد

اها ڳالهه نه ثابت ٿي ويئي ته، هن سنسار ۾ سک ۽ ڏک هميشه اري سان ملندا رهن ٿا، ۽ سکن کان ڏکن جو اندازو گهڻو آهي. ڏهن اهو سڌانت مقرر ڪيو ويو ته، سنساري ڪرمن کي ڇڏڻ فائدو آهي، ته ڏهن ڪن ماڻهن جي من ۾ اهو ويچار پيدا ٿي گهي ٿو ته، ڏک کان بلڪل آجو ٿي، آخرين درجي جي سک اصل ڪرڻ لاءِ، انسالي ڪوشش يا جفاڪشي اجائي آهي؛ ۽ آدپولڪ يعني اندرين کي معلوم ٿيندڙ باهرين وشيه پوڳن ڏسڻ سان معلوم ٿيندو ته، الهن ماڻهن جو مٿيون ويچار اڻ و به نه آهي. سچ آهي، جيڪڏهن ڪو ننڍڙو ٻالڪ، چنڊ کي ڙڻ جي ڪوشش ۾ مٿي هٿ وڌائي ته، جئن آسمان ۾ بيٺل الهي همت ۾ اڃي نه سگهندو، تئن سچي سک جي آشا لاءِ،

فقط آڌيوڪ ظاهري سکن جي ڀليان ڏوڙڻ سان ڪڏهن بہ
سک نہ ملي سگهندو. ٻہ ياد رکڻ گهرجي تہ، آڌيوڪ سک
سيني سکن جو ڀنڊار نہ آهي؛ ٿهڪري مٿين ٽڪليف هول
نہ ٿيہ يا آخرين درجي جو سک حاصل ڪري سگهبو. اسـ
ٿي ٻڌائي آيا آهيون تہ، سکن جا ٻہ ڀيد آهن. هڪ شاريرڪ
لـڪ يعني من جو. شرير يعني الدرين کان من کي لي وڏيڪ
مـ جي نظر سان ڏٺو وڃي ٿو. گيانـي منش جو چون ٿا تہ،
شاريرڪ سک کان مالڪ سک وڏي درجي جو آهي، لنهن ۾
ڪو وڏاءُ نہ آهي. آڌيوڪ مٿي جي مل صاحب بہ پهنجي
ڪرلٽ ۾ اها ڳالهہ صاف منظور ڪئي آهي تہ، مٿين سڏالھ ۾ ني
وڏي جواب آهي. ڪئي، سوئر ۽ ڏڳي ۾ نہ منش والکر الدرين
جو سک لئي لو. الهيءَ ڪري، جيڪڏهن ڪو منش، سـاري
سک پوڳ ڪي ني سچو سک سمجهندو هجي ٿا تہ، هو هولد پسون
ليڪ لاءِ ٿ. ليار لي وڃي ٿاءُ جڏهن ۾ الڪي اهڙي لمولي جا سک
آرادي‌ءَ سان ملي سگهنا. ٻہ پسونءَ جي سيني سکن ملڻ لي ٿه
منش ڪڏهن بہ پسون ليڪ منظور نہ ڪندو. جنهمان ثابت آهي
تہ، منش ۾ پسونءَ کان، ڪا وڏيڪ خاصيت ضرور رکيل آهي
الهيءَ خاصيت کي سمجهڻ لاءِ، ان آلما جي سروپ جو ويچار
ڪرڻو پوندو، جنهن کي من ۽ ٻڌيءَ جي رستي، پهنجو ۽ ٻاهرين
شيءِ جو گيان لئبو. الهيءَ ويچار مان معلوم ٿيندو تہ، پسونءَ
منش لاءِ وشيہ پوڳ سکہ هڪ جهڙائي آهن؛ ۽ من ۽ ٻڌيءَ جي
ٻڌيءَ ۽ (پاڪائيءَ) جو سک ني منش لاءِ سرنشت ۽ سچو سک
ي. اهو سک حاصل ڪرڻ پهنجي وس آهي، الجو حاصل ڪرڻ
جن ٻيءَ ٻاهرين شيءِ جي مدار لٽو رکي، ۽ الله ڪنهن ٻئي
سکہ ۾ اڪ وجهڻ جي ني ضرورت آهي. اهو سک پهنجي
تعالي شان ٻالڪي ني حاصل لئي لو؛ ۽ جٿي جٿي اساڻجي
لهدي وهدي لئن لئن ان سک جو سروپ ۾ وڏيڪ

۽ تول ڪيدو وڏو. پرلوڪ سچو چئو آهي ته ”من جي پرسن رهڻ لي اميري ۽ ڪنگاليٽو ٻئي سمان آهن.“ پليٽو ناليءَ مشهور يوناني اتو گيانيءَ به چيو آهي ته، شاڻيرڪ سک کان مانسڪ (من جو) سک سريشٽ آهي؛ پر من جي سک کان به بڌيءَ جو پرم سک بلڪل اوچي درجي جو آهي *. انهيءَ ڪري هاڻي جمڪڏهن اسين، موکھ جي وچار کي ڇڏي ڏينداسون، ته به اها ڳالهه ثابت ٿيندي ته، جا بڌي آتم ويچار ۾ ٻڌل هوندي، تنهنکي ئي انيتم يعني سچو سک ملي سگهندو. گيتا ۾ سک جا ٽي درجا لکيا ويا آهن. ١- سالڪ ٢- راجس ۽ ٣- تامس. انهيءَ هنڌ انهن ٽنهين درجن جو روپ پڻ ڏيکاريو ويو آهي. جيئن ته: آتم نشٺ بڌيءَ (يعني سڀني پراڻين کي هڪ سمان ڪري سمجهڻ) جي پرسنتا مان جو ادياتمڪ سک حاصل ٿئي ٿو سوئي سچو ۽ سالڪي سک آهي؛ جي آڌيڀوتڪ (ظاهري) سک اندرين يا اندرين جي وشيه ڀوڳن مان پيدا ٿين ٿا، سي ٻئي درجي يعني راجس درجي جا آهن؛ ۽ جن سکن مان من ۾ موه پيدا ٿئي ٿو يا جو سک سستيءَ مان پيدا ٿئي ٿو، سو تامسي يعني سڀني کان گهٽ درجي جو سک آهي. انهيءَ سان گڏ گيتا جي ڇهين ادياءَ ۾ انهن پڻ چئو ويو آهي ته، جنهن منش کي هڪ ڀيرو به پرم (ادياتمڪ) سک جو انڀو ٿئي ٿو، تنهنجو اهو سک وري ٽٽي نٿو سگهي؛ ڪٿي انتي سنسار جي خوفناڪ گردش يا ڌڪن جو ميٿهن وسي. اهو انيتم سک، سرڳ جي وشيه ڀوڳن مان به ٿئي نٿو ملي سگهي؛ انکي حاصل ڪرڻ لاءِ، پهريائين پنهنجي بڌيءَ لي پرسنتا جو راڄ قائم ڪرڻو پوي ٿو. جو منش بڌيءَ کي پرسن ڪرڻ لاءِ، بنا سوچ ۽ ويچار جي وشيه ڀوڳن ۾ مگن رهي ٿو، تنهنجو اهو سک فقط ٿوري وقت لاءِ ئي جتاءُ ڪري ٿو. انهيءَ جو سبب هيءُ آهي جو، اندرين جو سک، اڄ آهي ته سڀاڻي نه آهي، نه فقط ايترو، پر جا ڳالهه اڄ

* Republic, book IX

۽ مٿيون آتم آنند، جو ڪنهن ٻي به مدار تي رکي، سو سڀني
سکن ۾ سولو ۽ سرشٽ آهي. اهي آتم آنند کي گيتا ۾ اوار
۽ پرم شانتي چيو ويو آهي؛ ۽ اهوئي گياني منش جي برهم لين
ٿيڻ جو آخرين درجو آهي.

## اڌياتمڪ ۽ آڌيوتڪ سکن جي هڪ جهڙي گهرج

مٿي اها ڳالهه ثابت ٿي چڪي ته، آتما جي شانتي ۽ سک ئي
اصل يعني سچو سک آهي، ۽ ٻهنجي وسم هئڻ سبب سڀني
کي حاصل ٿي سگهي ٿو. اهي هوندي به، هيءَ ڳالهه عالم آشڪار
آهي ته، جيتوڻيڪ سون سڀني ڌاتن کان وڌيڪ ملهه وارو آهي،
پر لوه وغيره ڌاتن کان سواءِ فقط سون سان دنيا جو وهنوار ٿي
هلي سگهي. يعني جئن لوهه وغيره کان سواءِ، فقط کنڊ مان ئي
سدائين ڪم ٿي هلي سگهي، تئن آڌيوتڪ سک کان سواءِ فقط
اڌياتمڪ سک به پورو فائدو ٿي ڏئي سگهي. انهيءَ ڪري شانتي
سان گڏ شرير جي رکيا لاءِ سنساري شين جي به ضرورت آهي.
اهيءَ مراد سان ئي، ڪنهن کي آسيس ڏيڻ وقت، شاسترن ۾
جو سنڪلپ ڏنو ويو آهي، اهو هڻ چيو ويو آهي ته، "توکي شل
شانتيءَ سان شامل پشٽي (سنساري سک) ۽ تشٽي (سنتوش) حاصل
ٿئي." جيڪڏهن اسانجي شاسترن جو اهوئي رايو هجي ها ته،
فقط آتمڪ شانتي ئي ڪافي آهي، ته هوا آسيس جي متين
سنڪلپ ۾ ٻيا (مٿي ڏنل) شبد ڏين ئي نه ها. پر انهيءَ مان اهو
مطلب نه ڪڍڻ گهرجي ته، اسانکي سنساري سکن پٺيان رات
ڏينهن هاءِ هاءِ ڪندو رهڻ گهرجي. متين سنڪلپ جو مطلب
ئي اهو آهي ته، شانتي، پشٽي ۽ تشٽي واجبي انداز ۾ حاصل
ٿئي، ۽ انهن جي حاصل ڪرڻ لاءِ توهين هميشه يتن ڪندا رهو.
ڪٺو اپنشد ۾ به اهوئي مطلب ڏيکاريل آهي. نچيڪيتا جي مرڻ
لوڪ ۾ وڃڻ تي ڪين يمراج چيو ته، "تون گهوڙا به ٽي ور گهري
وٺ" انهيءَ تي نچيڪيتا يڪدم انهيءَ ور جي گهر ڪئي ته،

”مولتي ماتا پتا ڏمريل آهن، انهيءَ ڪري مولڪيءَ پوريائين
ور ڏلو وڃي، جنهمان مولتيءَ اهي ٻربن اين.“ الڪان ٻوءِ
ٻو اهو ور ڪوريو ۽، مولڪي اڳنيءَ جي. پهد يعني سسار جي
۽ شڪتيءَ هٿ ڪرڻ جو ڪيان لڳي.“ انهن ٻن وڏن ڪهرڻ ٻعـ
هن نيون اهو ور ڪهرايو ۽، ”مولڪي آتم وديا جو اپديش ڪريو
ٻو جڏهن ٻمراج چوڻ لڳو ۽، تڏهن ور جي بدلي. مان توکي ٻـ
۽ ڪرالو ڏيڻ لاءِ ايار آهيان، تڏهن لچيڪيتا، ”ٻري“ (الدرين کي
وٽيدڙ) جي حاصل ڪرڻ لاءِ ضروري يگيه ڪرمن حسي ڪيان
حاصل ڪرڻ بعد، انهن جي وڏيڪ اڃا ۽ رکي. انهيءَ ڳالهه لي
ني هٿ ڪيو ۽، هاڻي مولڪي ”شرئيه“ جي حاصل ڪرالڻ واري
ڪيان جي ني ضرورت آهي. مطلب ۽ اپنشد جي آخرين منتر
موجب، لچيڪيتا ”ٻرهم وديا“ سان شامل ”ٻوڳ وڌي“ (يعني
يگيه ۽ ڪرم وغيره) حاصل ڪري موکيه حاصل ڪيو. انهيءَ
لسبب الدر ديوتا جي ۽ هڪ ڪتا آيل آهي؛ ڪوشيڪي اپند
۾ جبل آهي ۽، الدر خود ٻرهم ڪيالي هو. هن ٻرترڏن ڪـي...
ٻرهم ڪيان ڏلو هو. انهيءَ هولدي ۽ جڏهن الدر جي ٽيهن لوڪن
جو راج ٻرهلاد کي مليو، تڏهن الدر، ديوتائن جي ڪروءِ ٻرهسپتيءَ
کان پڇيو ۽، ”منهنجو ”شريتر“ (فاندو) ڪنهن آهي؟ تڏهن
ٻرهسپتيءَ، راجائيءَ کان لئل الدر کي ٻرهم ڪيان جو اپديش ڏيڻي
ڇيو ۽، ”انهيءَ ۾ ني لنهنجو فاندو آهي.“ ٻو الدر کي اهو جواد
ل سان ۽ لڳو؛ انهيءَ لي وري ٻرهسپتيءَ کان سوال ڪيائين
ا ”انهيءَ کان ۽ ڪا ڳالهه وڌيڪ فاندامند آهي؟“ انهيءَ لي
سپتيءَ، الدر کي دلتن جي ڪروءِ شڪر آچار ۽ وٽ موڪليو؛
۽ وڇاري الدر جي ساڳي. حالت لئي، ٻر شڪر آچار ۽ ڪمس.
ٻرهلاد ڏي روالو ڪيو ۽ چيائين ۽، ”انهيءَ سوال جـي
۽ جو مرم، توکي ٻرهلاد مان ئي معلوم ٿي سگهندو.“ انهيءَ
دو، هڪ ٻرهمڻ جو روپ ڌاري، ٻرهلاد جو شش ٿـ

سندس سيوا ڪرڻ لڳو. هڪ ڏينهن پرهلاد، انهيءَ ڏيندي، اندر کي چيو ته شيل (سچ ۽ ڌرم جي رهڻي) تي تنهن لوڪن جي راڄ هٿ ڪرڻ جي ڪنجي آهي، ۽ ”شيل تي شريشٽ“ (فائدو ڏيندڙ) آهي. انهيءَ اپديش کانپوءِ پرهلاد، اندر کي چيو ته، مان تنهنجي امت سيوا تي بلڪل خوش ٿيو آهيان، انهيءَ لاءِ ڪو ور گهر. اهي شبد ٻڌي، براهمڻ جي روپ وارو اندر چوڻ لڳو ته، ”توهين پنهنجو شيل مونکي ڏيو.“ پرهلاد جي ”ائين ئي ٿيندو“ چوڻ تي، شيل سان گڏ ڌرم، ستيه، ورت، ڌن ۽ ايشوريه (طاقت وغيره) ديوتا، پرهلاد جي شرير مان نڪري اندر جي شرير ۾ لڳي ويا ۽ اندر وري ٽنهي لوڪن جو راڄ هٿ ڪيو. اها جهوني ڪٿا، ڀيشم، يڌشٽر کي مهاڀارت جي شانتي پرو ۾ ٻڌائي آهي. مٿين سکيا ڏيندڙ ڪٿا مان معلوم ٿئي ٿو ته، فقط ايشوريه (سنساري طاقت) کان جيتوڻيڪ برهم گيان اوچي درجي جو آهي، پر جنهنکي هن سنسار ۾ گذارڻو آهي، تنهنکي ٻين منش والگيان خود پنهنجي لاءِ ۽ پنهنجي ديس لاءِ، هن سنسار جي ايشوريه (سنساري طاقت) جي هٿ ڪرڻ جي نه بلڪل ضرورت آهي، ۽ انجو ان تي اڌڪار پڻ آهي. انهيءَ تي جيڪڏهن ڪو سوال پڇي ته، هن سنسار ۾ منش جو سڀ کان وڏو مقصد ۽ پرم اديش (وڏو مطلب) ڪهڙو آهي، ته اسانجي ڪرم يوگ شاستر جو انهيءَ سوال لسبت اهوئي آخرين نرڻيه ملندو ته، شانتيءَ سان گڏ پشٽي ۽ لشٽي، يعني ”شريئہ“ سان گڏ ”پريه“ کي هٿ ڪرڻ تي منش جو آخرين پرشارٿ آهي. وچار ڪرڻ جي ڳالهه آهي ته، جنهن ڀڳوان کان ڪنهنکي به وڏي درجي جو نٿو سمجهي سگهجي، ۽ جنهنجي بنائل رستي تي منش هلندا، ڇا، ان ڀڳوان تي خود ايشوريه ڪين ڇڏيو آهي؟ وشنو پراڻ ۾ هڪ هنڌ لکيل آهي ته، ”ايشوريه (دلوي طاقت) جس، ڌرم، ڌن، گيان ۽ ويراڳ انهن ڇهن ڳالهين کي ”ڀڳ“ چئبو آهي. جنهن وٽ اهي ڇهئي

خزانا موجود هجن، سو ئي ڀڳوان“ ٿي سگهي ٿو.” جنهن صورت ۾ خود ڀڳوان ٿي آڌ ڀوتڪ يعني ڌاري طاقت ضرور سمجهي ٿو، تنهن صورت ۾ اسان لاءِ به انجي پوڄاري ڪري، اڌياتمڪ شڪتيءَ يا سک سان گڏ آڌ ڀوتڪ شڪتي يا سک حاصل ڪرڻ ضروري آهي. ڪرم ڀوڳ شاستر جو اهو چوڻ نه آهي ته ڪوڙي آتم گيان جي ئي ماليا ڦيريندا رهو. اها ڳالهه ته سنياس مارڳن کي ئي منظور آهي، ۽ اهي ئي چون ٿا ته سنسار ڏک سان ڀرپور آهي، تنهنڪري ان سان يڪدم لاڳاپو لاهي ڇڏڻ گهرجي. جدا جدا مارڳن جي انهن سڌانت کي هڪ ڪري گيتا جي ارٿ جو انرٿ ڪرڻ واجب نه آهي. ياد رکڻ گهرجي ته، گيتا جو ئي اهو رايو آهي ته، ”گيان رهت اشورنه، آسوري سمپتي (ليڪتا جو خزانو) آهي.“ الهيءَ مان اسانکي اهو ئي اپديش ملي ٿو ته، گيان سان گڏ اشورنه، ۽ اشور سان گڏ گيان، يا شانتيءَ (آتم آنند) سان گڏ پشتي (سنساري آنند) جو هٿ ڪرڻ ضروري آهي. گيان سان اشورنه جي ضروري هئڻ ٿي، ڪرم جي ضرورت خود بخود پيدا ٿئي ٿي. منو مهاراج جو چوڻ آهي ته، ڪرم ڪندڙ منش ئي هن سنسار جي ڌن وغيره شڪتي حاصل ڪري سگهي ٿو.“ اليو مان به اها ڳالهه ثابت ٿئي آهي ۽ گيتا ۾ به اوجن کي اهڙو ئي اپديش ڏنو ويو آهي. الهيءَ ئي ڪن ماڻهن جو چوڻ آهي ته، موکه جي درشٽيءَ موجب ڪرمن جي ضرورت نه هئڻ سبب آخر. يعني گيان اوستا ۾ سڀني ڪرمن کي ڇڏي ڏيڻ گهرجي. ۽ هتي فقط سک ڏک جي مولڃهاري کي سمجهائڻو آهي؛ ۽ جنهن صورت ۾ اڃان موکه ۽ ڪرم جي روپ جي به جاچ نه ڪئي ويئي آهي، تنهن صورت ۾ مٿين ڪيل سوال جو جواب هن هنڌ ڏيئي نٿو سگهجي. ٻارهين اڌياءَ ۾ اسين ڏيکاريندا سين ته مضمون سوال ڪيئن نه اجايو آهي.

## سنساري سک منش جو آدرش نه آهي

۽ ڏک ۾ جدا ۽ سوتنتر شيون آهن؛ سک جي اڃا فقط

سک جي ڀوڳڻ سان پوري ٿئي ٿي سگهي؛ انهيءَ ڪري دنيا ۾ ڏک جو پلڙو گهڻو ڏسڻ ۾ اچي ٿو. پر انهيءَ ڏک کي ٽارڻ لاءِ ترشنا يا اسنتوش ۽ ڪرمن کي پاڙ کان ئي پٽي ڇڏڻ واجب نه آهي. واجب نه انهن ٿي آهي جو ڦل جي آشا کي ڇڏي سڀ ڪرم ڪندا رهجن. فقط وشيه ڀوڳ سک پورو ليکڻ وارو نه آهي. هو اڻپورو ۽ پسون ڌرم آهي؛ انهيءَ ڪري سنسار ۾ ڪماليءَ منش جو سچو آدرش، انهيءَ انتم ۽ پسونءَ ڌرم کان اوچي درجي جو هئڻ گهرجي. آتم بڌيءَ سان حاصل ڪيل شانتي سک (اڌيآتمڪ سک) ئي منش جو آدرش آهي؛ پر اهو اڌيآتمڪ سک ڪيترو نه اوچي درجي جو هجي، تہ بہ ان سان گڏ سنساري جيون ۾، هن دنيا جي ٻين ضروري شين جي بہ ضرورت آهي؛ ۽ انهيءَ ڪري سدائين نشڪام بڌيءَ سان ڪرم ڪرڻ گهرجي. اهي سڀ ڳالهيون ڪرم يوگ شاسترن موجب ثابت ٿي چڪيون. انهيءَ صورت ۾ سک جي فقط نظر سان ويچار ڪرڻ تي، انهيءَ ڳالهه ٻڌائڻ جي ضرورت نہ رهندي تہ، آڌيڀوتڪ (اندرين کي معلوم ٿيندڙ)، سکن کي پرم وستو (اتم شيءِ) سمجهي ڪرمن جي فقط سکن ۽ ڏکن جي ٻاهرين نتيجن جي تور تڪ سان نتيجي جو فيصلو ڪرڻ ئي واجبي آهي. ڇاڪاڻ تہ جا شيءِ پوريءَ حالت ۾ پهچي ٿي سگهي، تنهن کي پرم وستو چوڻ جڳ پرم وستوءَ شبد جي معني پليت ڪرڻي آهي. جنهن صورت اساڻي پرم وستو يا مقصد اڻ پورو ۽ انتم آهي، تنهن صورت اسان جي اميد ۾ رهي رهڻ مان انتم نتيجي ڪالسواءِ ٻيو ڪجهه بہ فائدو نہ ملي سگهندو. "گهڻن جي گهڻي سک" انهيءَ شبدن جي مجموعي ۾ جو "سک" شبد ڪم آيل آهي، تنهنجي مطلب نسبت خود آڌيڀوتڪ مت جي حامين جي راءِ ۾ ئي وروڌ آهي. اهڙن ماڻهن مان گهڻن جو چوڻ آهي تہ، گهڻو ڪري منش وشيه ڀوڳن کي لت هڻي فقط سچ ۽ ڌرم لاءِ جان ڏيڻ تي بہ تيار ٿي ويندو آهي؛ انهيءَ ڪري، منش جو

جي سڌانتن سان ٺهڪي ٿا اچن. اسانکي اها ڳالهه ڏسي ڏاڍو ارمان ٿو لڳي، ۽ ان سان گڏ ايمان نه پيدا ٿئي ٿو، ته اسانجن ساڻکي رشين آهي ويدانت جا امت مول سڌانت ۽ ٽالي ٽتو اوڪت ادرش کوجنا ڪري ڳولي ڪڍيا هوا، جنهن وقت اڄ ڪلهه وانگر آڏنبوڪ مت جي شاستر جو سنسار ۾ نالو نه ڪو ڄاڻ هو ۽ نڪي اڄ ڪلهه وانگر سرشٽيءَ جي باهرين کوجنا ڪرڻ لاءِ وٽن ڪو آڏنبوڪ ساڌن موجود هو.

---

* اسانجي ڪيترا اکيو ۽ ڪيترا ڪيترگيه جي سڌانتن ڪارڻ گرين صاحب واقف نه هو، تڏهن صاحب پنهنجي Prolegmena Eththics نالي ڪرلت جي منڍ ۾ جا اڏيالمڪ سڌانت جي سمجهاڻي ڏني آهي، ۽ الهيوريانين Spritual Principle in nature & Spritual Principle in man انهن ٻنهين تتون تي ويچار ڪيو آهي. ۽ وري ويدانت جي سڌانت وانگر انهن ٻنهين جو هڪٻئي سان ايڪو ڏيکاريو اٿس. ڪيترا ڪيترگيه ويچار ۾ Phychology وغيره مالس شاستر ۽ ڪيترا اکيو ويچار ۾ Physics Metaphysics' شاستر اچن ٿا. انهيءَ ڳالهه کي يورپ جا ودوان ٻڌ مڃين ٿا ته متين سڀني شاستر جي اڀياس ڪان پوءِ آتم سروپ جو نرڻيءَ ڪرڻو پوندو آهي.

# اڌياءُ ٻيون



## سانکيه شاستر



ڪرتي ۽ پُرش کي انادي سمجهو.
گيتا ١٣-١٩



پوئين اڌياءَ ۾ اسين پڙهي آيا آهيون ته، ديهه ۽ ديهه جي
مالڪ يا اڌ شناتا. ڪيترڪيه ويچار سان ڪڏ ظاهر سرشٽي ۽ انجو مول
تتو- کير- اکير جي- ويچار ڪرڻ بعد ئي آتما جي سروپ جو نرڻيءَ
ڪرڻو پوندو آهي. اهيءَ کير (ظاهر) ۽ اکير (غيبي) سرشٽيءَ جو
نيڪ ورڻن ڪندڙ ٻه شاستر آهن. هڪ آهي لوڪ شاستر، ۽ ٻيو
ڪپل جو سانکيه شاستر، ۽ انهن ٻنهي شاسترن جي سڌانتن کي
اڻ پورو سمجهي، پرم سروپ جي نرڻيءَ ڪرڻ لاءِ، ويدانت
شاستر ٽيون رستو کولي ڪڍيو آهي. اهيءَ ڪري ويدانت ئي
ويچار ڪرڻ کان اڳ، لوڪ ۽ سانکيه شاستر تي ويچار ڪرڻ
ضروري آهي. بادراڻا چاريه جي ويدانت سوترن ۾ به اهيءَ
طريقي کان ڪم ورتو ويو آهي؛ ۽ اتي لوڪ توڙي سانکيه جي
سڌانتن کي ڏانو پڻ ويو آهي. جيتوڻيڪ اسين هتي اهيءَ واد
وواد تفصيل خلاصو ورڻن نٿا ڪري سگهون، پر اسان انهن ڳالهين
کي، هلندڙ توڙي اڳئين اڌياءَ ۾ صاف ڪري ڇڏيو آهي جن
جي، گيتا جي مرم سمجهڻ ۾ ضرورت پوي ٿي. لوڪ جي مت
وارن کان سانکين جا سڌانت وڌيڪ مضبوط ۽ خوبيءَ وارا آهن؛
ڇاڪاڻ ته ڪڻاد رشيءَ جي لوڪ کي، ڪنهن به مکيه ويدانتيءَ
قبول نه ڪيو آهي، پر ڪپل جي سانکيه شاستر جي سڌانتن جو
ورڻن منو وغيره سمرتين ۽ گيتا ۾ به ليئي ٿو. اهيءَ ڪري

هي سڌانتن سان ايڪي ٿا اچن. انهن کي اها ڳالهه ڏسي لهرس
لو لڳي، ۽ ان سان گڏ ايمان به پيدا ٿئي ٿو، ته اسان جي ساڪي
رشين اهي ويدانت جا امت مول سڌانت ۽ لاثاني لتو الوقت
الدرين کوجنا ڪري ڳولي ڪڍيا هوا، جنهن وقت اڄ ڪلهه
وارا آڌيوڪ مت جي شاسترن جو سنسار ۾ ناٿو به ڪو نه هو؛
۽ لکي اڄ ڪلهه وارا سرشٽيءَ جي ٻاهرين کوجنا ڪرڻ لاءِ
وٽن ڪو آڌيوڪ ساڌن موجود هو.

---

* اسان جي ڪير- اڪير ۽ ڪيتر- ڪيترڪه جي سڌانتن کان گرين صاحب
واقف نه هو؛ نه ته هن صاحب پنهنجي Prolegmena Eththics ناٿي
ڪولڪ جي منڍ ۾ جا اڌيائمڪ سڌانت جي سمجهاڻي ڏني آهي، ۽ انهي بابت
Spritual Principle in nature & Spritual Principle in man
انهن پنهنجن لکتون لکي ويچار ڪيو آهي. ۽ ورڌي
ويدانت جي سڌانت وارن انهن پنهنجن جو پاڻ ۾
ايڪو ڏيکاريو اٿس. ڪير ڪيترڪه ويچار ۾ Phychology وغيره
ماٺس شاستر ۽ ڪير- اڪير ويچار ۾ Physics Metaphysics' شاستر
اچن ٿا. انهيءَ ڳالهه کي پورو ڄاڻ ودوان پڻ مڃين ٿا ته مٿين
سڀني شاسترن جي اڀياس کان پوءِ آتم سروپ جو لڳاءِ ڪرڻو
پوندو آهي.

# اڌياءُ ستون



## سانکيہ شاستر



ڪرڻي ۽ پرش کي الڳ سمجهو.

گيتا ۱۳-۱۹



پوئين اڌياءَ ۾ اسين ٻڌائي آيا آهيون تہ، ديهہ ۽ ديهہ جي
مالڪ يا اڌشٽاتا- کيترگيہ ويچار سان گڏ ظاهر سرشٽي ۽ انجو مول
تتو- ڪير- اڪير جي- ويچار ڪرڻ بعد تي آتما جي سروپ جو نرڻيءَ
ڪرڻو پوندو آهي. انهيءَ ڪير (ظاهر) ۽ اڪير (غيبي) سرشٽيءَ جو
ليک ورڻن ڪندڙ ٻہ شاستر آهن. هڪڙو لوڪ شاستر ۽ ٻيو
ڪپل جو سانکيہ شاستر، پر انهن ٻنهي شاسترن جي سڌانتن کي
اڻ پورو سمجهي، برهم سروپ جي نرڻيءَ ڪرڻ لاءِ، ويدانت
شاستر نئون رستو کولي ڪڍيو آهي. انهيءَ ڪري ويدانت تي
ويچار ڪرڻ کان اڳ، لوڪ ۽ سانکيہ شاستر تي ويچار ڪرڻ
ضروري آهي. بادرائڻ آچاريہ جي ويدانت سوترن ۾ بہ انهيءَ
طريقي کان ڪم ورتو ويو آهي ۽ اڳي لوڪ توڙي سانکيہ جي
سڌانتن کي ٽالو ٻڌ ويو آهي. جيتوڻيڪ اسين هتي انهيءَ واد
وواد لسمبته خلاصو ورڻن نٿا ڪري سگهون، پر اسان انهن ڳالهين
کي، هلندڙ توڙي اڳئين اڌياءَ ۾ صاف ڪري ڇڏيو آهي جن
جي، گيتا جي مرم سمجهڻ ۾ ضرورت پوي ٿي. لوڪ جي مت
وارن کان سانکين جا سڌانت وڌيڪ مضبوط ۽ ڪوئي وارا آهن ۽
چاڪاڻ تہ ڪڻاد رشيءَ جي لوڪ کي، ڪنهن بہ مک ويدانتيءَ
قبول نہ ڪيو آهي، پر ڪپل جي سانکيہ شاستر جي سڌانتن جو
ورڻن منو وغيره سمرتين ۽ گيتا ۾ بہ ليل ٿو. انهيءَ ڪري.

پاڻ کي پوريءَ ريت سانکيہ جي سڌانتن کان واقف هجڻ گھرجي. اهيءَ ۾ ڪو شڪ ڪونہ آهي تہ، ويدانت ۽ سانکيہ جا سڌانت گھڻن ڳالهين ۾ ملن ٿا؛ پر هڪڙي ڳالهہ کي نہ وسارڻ گھرجي تہ، سانکيہ ۽ ويدانت جا آخرين سڌانت هڪ ٻئي کان بلڪل جدا جدا آهن. هتي سوال پيدا ٿئي ٿو تہ، ويدانت ۽ سانکيہ جا سڌانت جي هڪ ٻئي ۾ ملن ٿا اُهن، تن کي پهرين ڪنهن ظاهر ڪيو؟ ويدانتين يا سانکين؟ اهيءَ سوال جو جواب ٿن لفظن ۾ ڏئي سگھجي ٿو. پهريون- شايد اپنشد (ويدانت) ۽ سانکيہ جو واڌارو ٻن سڳين ڀائرن وانگر گڏ ٿيو هجي، ۽ اپنشدن ۾ جي سانکيہ مت جا سڌانت ملن ٿا سي، اپنشدن جي رچيندڙن سولائيءَ لاءِ سانکيہ وٽان ورتا هجن. ٻيو- شايد ڪن سڌانتن کي سانکيہ شاستر مان ڪڍي ويدانتين انهن کي ويدانت جي پوشاڪ پهرائي هجي. ٽيون- شايد ويدانت جي جهونن سڌانتن ۾ ٿي، ڪپل رشيءَ ڪجھ ڦير ڦار ڪري يا انهن کي پنهنجي ويچار موجب سڌاري، ڪٿي سانکيہ شاستر تيار ڪيو هجي. ٽنهي جوابن مان ٽيون جواب ئي وڌيڪ قبول ڪرڻ جوڳو آهي. ڇاڪاڻ تہ، جيتوڻيڪ ويدانت ۽ سانکيہ ٻئي بلڪل جهونا آهن، پر انهن ۾ اپنشد يعني ويدانت، سانکيہ کان ڪجھ وڌيڪ جهونو آهي. جيڪڏهن اسين پهريائين نيائي ۽ سانکيہ جي سڌانتن کان پوريءَ طرح واقف ٿيون ويندا سين، تہ پوءِ ويدانت، خاص ڪري گيتا جي ذڪر ڪيل ويدانت، جا سڌانت جلديءَ ۾ معلوم ٿي سگھندا. اهيءَ ڪري هاڻي ڏسڻ گھرجي تہ، انهن شاسترن جو ڪهڙو اڪبر (يعني ظاهر ۽ ڳجھيءَ) سرشٽيءَ لسبت ڪهڙو راءِ آهي.

## نيائي شاستر ۽ سرشٽي

ڪيترن ماڻهن جي خيال ۾ اهو ڀرم رهيل واءِ آهي تہ، نيائي شاستر، فقط ڪنهن ڳالهہ يا مسئلي جي لوڙهڪ يا چڱي ڇنڊ ڇاڻ ڪرڻ لاءِ لکيو ويو آهي. پر در حقيقت ائين نہ آهي. نيائي ڪرڻ، يا

خيال سان ڇاهه ڇوهه ڪري ڪنهن سڌانت کي مقرر ڪرڻ ۽
ترڪ شاستر جو هڪ ٻيو ڪم آهي. پر اهو ڪا ترڪ شاستر جي
مکيه وشيه نه آهي. ترڪ ۽ انومان يا خيال کان سواءِ، سرشٽيءَ
جي شين جا ڀاڱا ڪرڻ، هيٺين درجي کان مٿين درجي تائين
چڙهڻ لاءِ، سرشٽيءَ جي پدارٿن جا ڪيترا ڏاڪا آهن ۽ اهي
ڳالهيون ڪهڙي دستور تابع ٿين ٿيون وغيره ڪيترن
سوالن جي ڇنڊ ڇاڻ، هن ترڪ شاستر ۾ ڪئي وئي آهي.
تنهنڪري ائين چوڻ ٺيڪ واجب ٿيندو ته، هيءُ شاستر نه فقط
ترڪ، يا خيال جي ڇنڊ ڇاڻ لاءِ، بلڪ پرڪرتي، جي مٿين
سوالن جي حل ڪرڻ لاءِ پيدا ٿيو آهي. ڪڻاد رشيءَ جي
نياءِ (ترڪ) سوترن جي شروعات ۾ انهي رچنا ۽ اهڙي نموني
لي پيش آهي. ڪڻاد ۽ انهي پوئلڳن جو چوڻ آهي ته، جڳت
جو مول ڪارڻ (بنيادي سبب) پرماڻو (جزا) آهن. پرماڻن نسبت
ڪڻاد ۽ پڇمي آدي پولڪ شاسترن جو ذڪر هڪ جهڙو ئي آهي.
ڪنهن ۽ پدارٿ جا ڀاڱا ڪندي، آخر جڏهن انهيءَ ڪو
۽ ڀاڱو نه ٿي سگهي، تڏهن انکي پرماڻو (جزو) چوڻ گهرجي.
جڏن جڏن اهي پرماڻو گڏ ٿيندا ويندا آهن، تڏن تڏن انهن جي
ميلاپ مان نوان نوان گڻ پيدا ٿيندا ويندا آهن، ۽ جدا جدا پدارٿ
ٺهندا ويندا آهن. من ۽ آتما جا به پرماڻو ٿين ٿا ۽ انهن پرماڻن
جي گڏ ٿيڻ ٿي، انهن مان چيتنا شڪتي پيدا ٿيندي آهي. پرٿوي
جل، تيج ۽ وايو جا پرماڻو سڀاءَ کان ئي جدا جدا آهن. پرٿويءَ
جي بنيادي پرماڻن ۾ چار گڻ، پاڻيءَ جي پرماڻن ۾ ٽي گڻ، تيج
جي پرماڻن ۾ ٻه گڻ ۽ وايو جي پرماڻن ۾ هڪ گڻ آهي، اهڙيءَ
طرح سڄو جڳت شروع کان ئي سوکيم ۽ ستيه پرماڻن سان ڀريل
آهي. پرماڻن کان سواءِ سنسار جو ٻيو ڪو بنيادي يعني مول
ڪارڻ نه آهي. سوکيم ۽ ستيه پرماڻن جي ڀاڱ ۾ ملڻ ڪري، سرشٽيءَ
جا ظاهري پدارٿ ٿين ٿا. نياءِ يعني ترڪ جي سترن جي انهيءَ

ويچار کي، "آرنڀ واد" چئبو آهي. ڪي نيائڪ (نياءَ جي اصول
جا حامي) انهيءَ سڌانت کان هڪ قدم به اڳتي وڌن. هڪ نيائڪ
لاءِ چيو ويو آهي ته هو مرڻ وقت به ايشور جي نالي وٺڻ
بدران، "پرماڻو! پرماڻو!" نالو جپڻ لڳو. ڪي ٻيا نيائڪ چون
ٿا ته، پرماڻن جي ميلاپ جو نمت ڪارڻ ايشور آهي. بس انهيءَ
طرح اهي نيائڪ، سرشٽيءَ جي ڪارڻ ٻه ڀرا (سرشٽيءَ جي
سلسلي) کي پورو ڪيو چون ٿا. اوتين نموني جي نيائڪن کي
ايشور وادي چئجي ٿو. ويدانت سوترن جي ٻئي اڌيائي ۾ انهيءَ
پرماڻوءَ جي سڌانت ۽ "ايشور فقط نمت ڪارڻ آهي" انهيءَ مت
جو کنڊن ڪيو ويو آهي.

## سالڪيہ شاستر ۽ سرشٽي

مٿين پرماڻن جي ذڪر کي پڙهي، انگريزي ٻاهر ٻالڪن
کي اجوڪي رساين شاستر جي لکيل ڊالٽن جي پرماڻوءَ سمجهه
سڌانت جي يادگيري ٿيندي. پر جهڙيءَ طرح يورپ جي ڊارون
۾ اڄ ڪلهه جي مشهور ڊارون جي "وڪاس واد"، ڊالٽن جي
"پرماڻوواد" جي پاڙ لوڏي ڇڏي، تهڙيءَ طرح اڳئين زماني
۾ سالڪيہ مت، ڪڻاد جي سڌانت کي پاڙان پٽي ڇڏيو هو. ڪڻاد
جي سڌانت جا حامي اهو ٺيڪ ٻڌائي سگهن ٿا، ته پرماڻن ۾
گتي (چرڻ پرڻ جي طاقت) ڪيئن آئي. اهي ڪالسواءِ انهيءَ
سوال جو به پورو جواب ڪو ڏيئي سگهن ٿا، وڻ، پسون ۽ ماڻهو
وغيره سچيتن (جاندار) سرشٽيءَ جو ڏينهون ڏينهن وڌندڙ ٻالڪو
ڪيئن پيدا ٿيو ۽ اچيتن (بي جان) کي سچيتنتا (جان) ڪيئن
حاصل ٿي. يورپ ملڪن ۾ اوڻيهين صديءَ جي لمارڪ ۽ ڊارون،
۽ اسان وٽ قديم زماني ۾ ڪپل مني انهيءَ سوال کي حل ڪيو
آهي. انهن ٻنهي مٽن جو چوڻ آهي ته، هڪ ئي پرڪرتي جي
گڻن جو واڌارو ٿيندي ڏيري ڏيري سڄي سرشٽي تيار ٿي.
انهيءَ سبب، هن ۾ انهن ٻنهي هندستان ۾ ۽ يورپ جي ملڪن

۾ ”پرماڻو واد“ تي ماڻهن جو اعتبار نه رهيو آهي. هاڻي نه پدارٿ
وگيانين ثابت ڪري ڏيکاريو آهي ته، پرماڻو ڀي ٽٽي سگهن
اڄ ڪلهه جڏهن سرشٽيءَ جي بي شمار پدارٿن کي الڳ الڳ ڪري
انهن جي پرڪيا ڪري، سرشٽي - شاستر جي آڌار تي پرماڻو واد يا
وڪاس واد کي ثابت ڪري سگهن ٿا، ليڪن اڳئين زماني ۾ نئي
ڪري سگهيا. سرشٽيءَ جي پدارٿن نسبت نئون نئون ڄاڻون
۽ نوان نوان پريوگ (تجربا) ڪرڻ يا انهن پدارٿن کي الڳ الڳ
ڪري، انهن جا گڻ- ڌرم مقرر ڪرڻ، يا سڄيو (جاندار) سرشٽيءَ
جي نون ۽ پراڻن بي شمار پراڻين جي شاريرڪ (بدني) حصن يا
ڀاڱن جو ميلاپ ڪرڻ وغيره آڌيڀوتڪ شاسترن جي نون دليلن
کان، ويچار وڪاس يا ڪپل واقف نه هئا. البت هنن جي سامهون
جيترو سامان موجود هو، ان جي آڌار تي، انهن پنهنجا سڌانت
ڳولي ڪڍيا هئا. انهيءَ صورت ۾، عجب جي ڳالهه آهي جو
سرشٽيءَ جي وڪاس (ترقيءَ) ۽ گهٽنائن (حادثن) نسبت، سالکيہ
شاستر جي بنيادي سڌانتن، ۽ اڄ ڪلهه جي آڌيڀوتڪ شاسترن
جي بنيادي سڌانتن ۾ گهڻو ڀيد ڏسڻ ۾ نٿو اچي. انهيءَ ۾ ڪو
شڪ نه آهي ته، سرشٽي شاستر جي گيان وڌڻ سبب، انهيءَ مت
جي آڌيڀوتڪ وشيہ جو ذڪر وڌيڪ سڌريل ريت سان ڪري
سگهجي ٿو؛ ۽ آڌيڀوتڪ گيان جي ترقيءَ هئڻ سبب، اسان کي
وهنواري نظر سان به گهڻو فائدو ٿيو آهي. پر اڄ ڪلهه جا آڌيڀوتڪ
مت جا ودوان به، ”هڪ ئي اوڪت پرڪرتيءَ مان، انيڪ
قسم جي وڪت (ظاهر) سرشٽي ڪيئن پيدا ٿي“، انهيءَ سوال
نسبت، ڪپل آچاريہ کان وڌيڪ سمجهاڻي نٿا ڏئي سگهن. انهي
ڳالهه کي چڱيءَ طرح سمجهائڻ لاءِ، اسان اڳتي هلي وچ ۾، ڪپل
جي سڌانتن سان گڏ، هيڪل جي سڌانتن جو به، ڀيٽ لاءِ، ذڪر
ڪيو آهي. هيڪل صاف صاف لکيو آهي ته، مون انهي سڌانت
کي نئين طرح نه ڪڍيا آهن؛ پر ڊاروِن، اسپينسر وغيره آڌيڀوتڪ

پرڪرتيءَ جي ڏک ڇورليءَ ۽ وڏي ڳرانڌ جو مطلب (ڪن پرڪرتيءَ کالسواءِ)، هن ڳرنٿ ۾ ڏنل ويو آهي. اهو شڪتي لئتر ڳرنٿ هاڻي لئو ملي سگهي. انهيءَ ڪري اسان انهيءَ ڪارڪا هيءَ آڌار لي لي، ڪپل جي سالکيہ شاستر جي مول لئون جو ويچار ڪيو آهي. مهاڀارت جي ڪيترن ئي اڌيائن ۾ سالکيہ مت جو ورڻن ڪيو ويو آهي. پرنتو ان ورڻن ۾ ويدانت به شامل آهي، انهيءَ ڪري ڪپل جي شڌ سالکيہ مت کي ڄاڻڻ لاءِ، هن ڳرنٿن تي لظر رکڻ به ضروري آهي. انهيءَ ڪم لاءِ، مٿيون سالکيہ ڪارڪا کان ڪو ٻيو وڏو ڪو ڳرنٿ هن وقت موجود نہ آهي. ڀڳوان گيتا جي ڏهين اڌيا ۾ چيو آهي ته، "سڌ پرشن ۾، مان ڪپل آهيان." انهيءَ ڪپل منيءَ جي ليالت ۽ عزت چڱيءَ ٻر ظاهر لئي ٿي. پر اپتري خبر لئي پوي تہ، ڪپل مني ڪڏهن ۽ ڪٿي پيدا ٿيو. مهاڀارت جي شانتي پرو ۾ هڪ هنڌ لکيل آهي تہ، سنتڪمار، سنڪ، سندن، سنتسجالو، سن، سالن ۽ ڪپل اهي ستئي، برهما جا مانس پٽ هئا. انهن کي جنم کان ئي گيان پيدا ٿيو هو. ٻئي هنڌ ڪپل جي شش پنچ شِک، جنهن جنڪ کي سالکيہ جو اپديش ڏنو هو، جو نمان اچي ٿو. اپڙيءَ رِيت شانتي پرو ۾ ڀيشم چيو آهي تہ، سالکين جو سرشتيءَ جي رچنا لست مطابق گيان "پراڻ، اتهاس ۽ ارٿ شاستر" ۾ ليي ٿو. انهن تہ چيو ويو آهي تہ، "سنسار ۾، سالکين کان ئي گيان شروع ٿيو." حيڪڏهن انهيءَ ڳالهہ تي اورو ڌيان ڏنو وڃي تہ اچ ڪلهہ پيڙ جي ڪرلتڪارن سڀ هنڌ "وڪاس واد" کي ڪمٽن نہ لپائي

جو وقت تہ ٢٠٠ ورهيہ لئتي هنائظ ڪورجي. اهني ٢۴٠ع ڌاري ايشور ڪرشڻ جنم جو وقت اچي پهچي ٿو. پالکن کي ايشور ڪرشڻ جي ٿالي مان ڀڳوان ڪرشڻ نہ سمجهڻ گهرجي. هيءُ شخص سالکيہ مت جو حامي هو ۽ ڪتر ناستڪ پڻ هو.

: دوارڪا پرساد شرما

وڏو آهي، تہ پوءِ اسان کي اها ڳالهہ حيرت انگيز ڏسڻ ۾ لـ
ايندي تہ، هن ديس جي ودوانن ۾ "وڪاس واد" سان کلهو
هئڻ ڪري سالکيہ شاستر کي سڀ هند ڪنهن ڀاڱي ۾ قبول ڪيو
آهي. "پوراڻ ۽ ڪشش" سرشٽي رچنا جي "وڪاس واد"
يا برهم ۽ آتما جي ايڪي جهڙا ڳوڙها ۽ گنڀير ويچار، ڪيترن
سالن جي مدت ۾، ڪنهن ودلي ۽ جزوي مهاتما جي ذبان ۾
اچن ٿا. انهيءَ ڪري اها ڳالهہ هڪ رواجي طور سيني ملڪن
۾ ملي ٿي تہ، جنهن وقت جو رواجي سدانت ڀـا ڪشان و لتو،
ڪنهن جاليءَ ۾ پرچار يا مشهوريءَ هيٺ اچي ٿو، لعهنجي آذار
تي ني الوقت جي ڪنهن ڪرلت جي وشہ، يا مضمون جو ذڪر
لڳي ٿو.

اڄ ڪالهہ ڪپل سالکيہ شاستر جو ابياس بلڪل ڪم لـي ويو
آهي ۽ انهيءَ سبب ني اسالکي، سالکيہ شاستر کان پاڪن ڪـي
واقف ڪرائڻ لاءِ، ايڏو مالداڻ منبٽو پيو. هاڻي اسالکي ڏسڻ
گهرجي تہ، انهيءَ شاستر جا ڪهڙا سدانت آهـن. سالکيہ شاستر
جو پهريون اهو مت آهي تہ، هن سنسار ۾ ڪو بہ لئون درويہ پيدا
لتو لڳي ۽ چاڪاڻ تہ سچ مان يعني جو پهريائين هوني تہ، المان،
سچ کان سواءِ پيو ڪجهہ بہ پيدا لتو لڳي. انهيءَ ڪري هيءَ ڳالهہ
سدائين ڌيان ۾ رکڻ گهرجي تہ، پيدا ٿيل درويہ ۾ يعني ڪاريہ
۾، جي گڻ ڏسڻ ۾ اچن ٿا، سي، جن مان اهو درويہ پيدا ٿيو
آهي، انهن (يعني ڪارڻ ۾) سوکيم ريت سان ضرور موجود هئڻ
گهرجن. پڌ ڌرمي ۽ لوڪ شاستر جا حامي، اينري مڃڻ لاءِ ليار
آهن تہ، هڪ پدارٿ جي ناس ٿيڻ لـي، المان پيو لئون پدارٿ
ليار لڳي ٿو، جهڙن ٻج جي ناس ٿيڻ لي سلو، ۽ سلي جـي ناس
ٿيڻ لي درخت پيدا ٿيندو آهي. پر سالکيہ ۽ ويدانت مت وارن
کي اهو سدانت منظور نہ آهي. انهن جو چوڻ آهـي تہ، ٻج ۾
جو درويہ موجود آهي، سو ڪڏهن بہ ناس لتو لڳي ۽ پر اهو تي

اهيءَ ڳالهه جو بيان ٻئي نموني سان ني ڪري گهرجي. ويدانتين
جي اهيءَ مت تي اڳتي هلي ويچار ڪنداسين. هن وقت
اسان کي اهائي ڳالهه ڄاڻڻي آهي ته، سانکيه وادين جي اهيءَ
ڏس ۾ ڪيترائين ٻيا آهي؛ ۽ ستڪارج واد جي سڌانت کي
سانکين ڪرم- اڪرم ۾ ڪمڻ ڪم آندو آهي.

## جڳت جو مول دروبيه

تنهن صورت ۾ سانکيه مت موجب ستڪارج ثابت آهي،
تنهن صورت ۾ سرشٽيءَ جو بلڪل ڪنهن مان پيدا نه ٿيڻ
وارو سڌانت خود بخود ڪمزور ٿي ٿو پوي. ڇاڪاڻ ته سچ مان
يعني جو ڪجهه به نه آهي، تنهن مان، جو هستيءَ ۾ آهي سو پيدا
نٿو ٿي سگهي. اهيءَ مان صاف ظاهر آهي ته، سرشٽي، ڪنهن
نه ڪنهن پدارٿ مان ضرور ٿيو آهي؛ ۽ هن وقت اسان کي
سرشٽيءَ ۾ جي گڻ ڏسڻ ۾ اچن ٿا، سي ان سرشٽيءَ جي مول
پدارٿ ۾ هئڻ گهرجن. سرشٽيءَ جي طرف نظر ڪرڻ سان، اسان کي
وڻ، ماڻهو، مڇ، پٿر، سون چاندي، هيرا، جل، وغيره گهڻئي
پدارٿ ڏسڻ ۾ ايندا؛ ۽ انهن سڀني جا روپ ۽ گڻ به جدا جدا
آهن. سانکيه مت وارن جو چوڻ آهي ته، اها جدائي يا گهٽائي
۾ مول تتو ۾ نه آهي؛ پر مول ۾ سڀني پدارٿن جو دروبه
هڪ ئي آهي. رسالن وکيالن جدا جدا دروبن جي چند ڇاڻ ڪري
پاهه مول تتو ڳولي ڪڍيا هئا؛ پر هينئر اهم جي وکيالن سان
اها ڳالهه نڪتي آهي ته، اهي پاهت مول تتو سوتنتر يا
سمر سد (خود پيدا يا ثابت مول) نه آهن؛ پر انهن سڀني جي بنياد
۾ ڪو نه ڪو هڪ پدارٿ ضرور آهي؛ ۽ ان پدارٿ مان ئي
سج، چنڊ، تارا، زمين وغيره ساري سرشٽي پيدا ٿي آهي.
اهيءَ ڪري هاڻي مٿين سڌانت جي وڌ ۾ هڪ اتاڙ ڪرڻ ضروري
نه آهي. جڳت جي سڀني پدارٿن جو، جو مول دروبه آهي،
تنهنکي سانکيه وادي "پرڪرتيءَ" جي نالي سان سڏين ٿا.

پرڪرتيءَ جي معني آهي "مول". انهيءَ پرڪرتيءَ مان جي
ٻيا پدارٿ ٺهن ٿا، انهن کي "وڪرتي" يعني مول دروه جو
وڪار (ٻدليل روپ) چون ٿا.

## پرڪرتيءَ جا ٽي گڻ

جيتوڻيڪ سڀني پدارٿن جو مول دروه هڪ ئي آهي، ته به
جيڪڏهن ان مول دروه ۾ گڻ به هڪ ئي هوندو، ته پوءِ ستڪاريه
سدانت موجب ان هڪ گڻ مان گهڻن گڻن جو پيدا ٿيڻ ناممڪن آهي.
اسين ڏسون ويٺا ته جڳت جي جدا جدا پدارٿن، جهڙوڪ پٿر،
مٽي، سون وغيره ۾ جدا جدا گڻ موجود آهن. انهيءَ ڪري
سڀني پدارٿن جي سوکم جاچ ڪري، سالکيه وادين، انهن جي
گڻن کي ستي، رجي ۽ تمي، انهن ٽن ڀاڱن ۾ ورهايو آهي.
ڇاڪاڻ ته، ڪنهن به پدارٿ کي ڏسڻ سان انهن جدا حالتون يا
اوستائون معلوم ٿينديون. پهرين شڌ، نرمل يا پورڻ اوستا، ۽ اِن
انجي خلاف ليچ اوستا ۽ انهن سان شامل، ليچ اوستا کان پورڻ
اوستا جي طرف وڌندڙ ٻوڙلي، ڏسڻ ۾ ايندي آهي؛ جا ٽين
اوستا آهي؛ انهن ٽنهي اوستائن مان پهرين اوستا کي- يعني شڌ
يا پورڻ اوستا کي، سالڪي، ليچ اوستا کي تامسي، ۽ ٻور اڪ
يعني وچينءَ اوستا کي راجسي چئبو. اهڙيءَ طرح سالکيه وادين
جو چوڻ آهي ته، ستو، رجو ۽ تمو، اهي ٽيئي گڻ سڀني پدارٿن
جي مول دروه يعني پرڪرتيءَ ۾ شروعات کان ئي موجود رهن
ٿا. جيڪڏهن انهن ٽنهي گڻن کي ئي پرڪرتي چيو وڃي ته به
ٺهي وڃي. انهن ٽنهين گڻن مان هر هڪ گڻ جو زور منڍ ۾ هڪ
جهڙو ئي يعني سمان رهندو آهي؛ انهيءَ ڪري پرڪرتي پهرين
سمان حالت يا اوستا ۾ ئي رهندي آهي. اها سمان اوستا جڳت
جي شروعات ۾ هئي، ۽ جڳت جي لئه يا ناس ٿيڻ تي به، وري
سمان ٿي ويندي. سمان اوستا ۾ ڪو به تحرڪ يا هلچل نٿي
ٿئي؛ سڀ ڪجهه استر رهي ٿو. پر جڏهن مٿين گڻن ۾ گهٽ

وڌائي شروع ٿيندي آهي، تڏهن پروڙي سگهجي ٿو ته سڀ
مول پرڪرتيءَ مان جدا جدا پدارٿ ٺهڻ لڳندا آهن، ۽ سرشٽيءَ
جي رچنا جي شروعات ٿيندي آهي. هاڻي سوال آهي ته جڏهن
پهريائين، ستو، رجو ۽ تمو ٽيئي گڻ سمان اوستا ۾ ٿي هوا، ته پوءِ
انهن ۾ گهٽ وڌائي ڪرڻ لاءِ ڪشش پيدا ٿيو؟ انهي سوال
لاءِ سانکيه وارن جو جواب آهي ته، اهو پرڪرتيءَ جو هڪ
ڌرم يا گڻ آهي. جيتوڻيڪ پرڪرتي جڙ آهي، ته به هوءَ خود
ئي پنهنجو وستار ڦهلائيندي رهي ٿي. انهن ٽنهي گڻن مان ستو
گڻ جو لڪشڻ گيان، ۽ تمي گڻ جو لڪشڻ اگيان آهي. جو گڻ خراب
ڳالهين ڏانهن ڦيرائي ٿو تنهنڪي رجو گڻ چون ٿا. اهي ٽيئي گڻ
ڪڏهن به جدا جدا ٿي رهي سگهن. سڀني پدارٿن ۾ ستي، رجي
۽ تمي گڻ جو ٿورو گهڻو ڀاڱو آهي، ۽ انهو سڀني گڻن جو ٿورو
گهڻو ڀاڱو ٿي سدائين انهن ٽنهين جي گهٽ. وڌائيءَ جو سبب
ٿيو ٿو انهيءَ ڪري سڀني پدارٿن ۾ مول درويه جيتوڻيڪ
هڪڙوئي آهي، ته به گڻ ڀيد سببان، هڪ مول درويه مان سون،
لوهه، مٽي، جل، آڪاس، منش ديهه وغيره جدا جدا بي شمار
وڪار پيدا ٿين ٿا ورن. جنهنکي اسين سانکي گڻ جو پدارٿ چئون
ٿا، اهو رجي ۽ تمي گڻ کان، ستي گڻ جو زور وڌيڪ رهي ٿو؛
انهيءَ سبب اهو سدائين وڌندڙ رجو ۽ تمو گڻ ڏٻجي ٿو وڃي؛
۽ اهي ٻئي اسانکي ڏسڻ ۾ نٿا اچن. مطلب ته، ستو، رجو، ۽
تمو، اهي ٽيئي گڻ، ٻين پدارٿن وانگر، سانکيه پدارٿ ۾ به رهن
ٿا. نج ستي، نج رجي يا نج تمي گڻ جو ڪو به پدارٿ ٿي
ئي سگهي. هر هڪ پدارٿ ۾، انهن گڻن جو جهڳڙو هلندو ئي
رهي ٿو ۽ انهيءَ جهڳڙي ۾ جو گڻ ڪوهه ڪٽي وڃي ٿو، انهيءَ
لحاظ سان، اسين ان پدارٿ کي سانکي، راجسي ۽ تامسي چئون ٿا.
مثلا- جڏهن پنهنجي شرير ۾، رجي ۽ تمي گڻ تي، ستي گڻ جي
فتح ٿيندي آهي، تڏهن اندر ۾ گيان پيدا ٿيندو آهي، سچ جي

ٻروڙ پولدي آهي، ۽ چت جي ورتي پڻ شانت ٿيندي آهي.
پر ان وقت انهن هرگز سمجهڻ نه گهرجي ته اسانجي شرير ۾ رجي
۽ تمي گڻ جو بلڪل نشان ئي نه آهي. اصل ۾ ائين آهي ته اهي
ٻئي گڻ، انوقت ستي گڻ همت دٻجي وڃن ٿا، انهيءَ ڪري انهن
جو پرڀاءُ نٿو پٽجي سگهي. ستي گڻ جي جڳهه تي رجي گڻ جي
زبردست ٿيڻ ڪري، اندر ۾ لوڀ پيدا ٿيندو، ۽ اڇا جو ودڻ
شروع ٿيندو، جو اسان کي جدا جدا ڪمن ۾ لڳائيندو. اهڙيءَ
ريت تمي گڻ جي ودڻ سبب، ننڊ، آلس، ڪند فهمي وغيره
اوگڻ پيدا ٿيندا. مطلب هيءُ آهي ته، هن جڳت جي، لوهه، سون
وغيره پدارٿن ۾ جا جدائي ۽ گهٽتائي نظر اچي ٿي، سا پرڪرتيءَ
جي ستي، رجي ۽ تمي گڻ جي گهٽ وڌائيءَ جو نتيجو آهي.
مول پرڪرتي هڪ ئي آهي، ان ۾ جدائي ۽ گهٽتائي ڪيئن پيدا
ٿي ٿئي، انهيءَ وچار کي وگيان چئجي ٿو. انهيءَ وگيان ۾ ئي
اڄ ڪلهه جا سڀ آڌ ڀوتڪ شاستر (جهڙوڪ رساين شاستر، ودايت
شاستر، پدارٿ وگيان شاستر) وغيره اچي ٿا وڃن.

## پرڪرتي آويڪت، اکنڊ ۽ هڪ آهي

سمان اوستا ۾ رهڻ واريءَ پرڪرتيءَ کي سانکيه شاستر ۾
"اويڪت" يعني اندرين کي نه معلوم ٿيندڙ چيو ويو آهي. هن
پرڪرتيءَ جي ستي، رجي ۽ تمي، انهن ٽنهي گڻن جي گهٽ
وڌائيءَ سبب، جي بي شمار پدارٿ اسانجي نظر ۾ اچن ٿا،
يعني جن کي اسين، ڏسون، ٻڌون، سنگهون يا ڇهون ٿا، انهن
کي سانکيه شاستر ۾ "ويڪت" چيو ويو آهي. ياد رکڻ گهرجي
ته، جي پدارٿ اسانجي اندرين کي صاف معلوم ٿين ٿا، انهن
سڀني کي "ويڪت" چئجي ٿو، پوءِ ڀلي اهي پدارٿ پنهنجي
قد، روپ، گند يا ٻئي ڪنهن گڻ سبب "ويڪت" (ظاهر) ٿيندا
هجن. ويڪت پدارٿ انيڪ پرڪار آهن. انهن مان ڪي، جهڙوڪ ته،
پٿر، وڻ، پسون وغيره "اسٿول" (موٽا) سڏجن ٿا، ۽ ڪي، جهڙن

ته، من، ٻڌي آڪاس وغيره (جيتوڻيڪ اهي اندرين کي معلوم
ٿيندڙ يعني ويڪت آهن) "سوکيم" (سنڍا) سڏجن ٿا. هتي سوکيم
جي معني "ننڍو" نه سمجهڻ گهرجي، ڇاڪاڻ ته آڪاش جيتوڻيڪ
سوکيم آهي، ته به سڄيءَ دنيا ۾ ڦهليل آهي. اهڙيءَ ريت سوکيم
جي معني، "اسٿول جي برخلاف" يا هوا کان به پترو سمجهڻ
گهرجي. اهي "اسٿول" ۽ "سوکيم" مان ڪنهن شيءِ جي شروپ
رچنا (جسمي ڍانچو) جو گيان لڳي سو ۽ "ويڪت، اويڪت"
شبدن مان اسان کي اهو گمان لڳي ٿو ته، اهيءَ شيءِ جو اسانکي
ظاهري گيان ٿي سگهي ٿو يا نه؛ اهيءَ سبب تي جدا جدا شين
يعني پدارٿن مان (ڪي اهي ٻئي سوکيم هجن) هڪ "ويڪت"
۽ ٻيو "اويڪت" ٿي سگهي ٿو. مثلاً جيتوڻيڪ هوا بلڪل
سوکيم آهي، پر اسانجي چمڙي واري اندرين کي انجو گمان ٿي
سگهي ٿو؛ اهيءَ ڪري انکي "ويڪت" جي درجي ۾ داخل
ڪيو ويو آهي؛ ۽ سڀني پدارٿن جي مول پرڪرتي (يا مول دروه)
هوا کان به زياده سوکيم آهي، ۽ انجو گمان اسان جي ڪنهن به
اندريءَ کي ٿي نٿو سگهي، ان ڪري انکي "اويڪت" چئجي
ٿو. هاڻي سوال آهي ته، جڏهن اهيءَ پرڪرتيءَ جو گيان
ڪنهن به اندريءَ کي نٿو لڳي، ته پوءِ انجي هستي ڪهڙيءَ
ثابتيءَ تي بيٺل آهي؟ اهيءَ سوال جو جواب سانکيه وادي هن
ريت ڏين ٿا ته، اکيچار ويڪت پدارٿن جي ڏسڻ سان ستڪاريه
واد موجب اهو ئي مع ثابت ٿو ٿئي ته، انهن پدارٿن جو مول
روپ (پرڪرتي) جيتوڻيڪ اندرين کي ظاهري معلوم نٿو ٿئي، پر
به انجي هستي سوکيم روپ ۾ ضرور موجود آهي. ويدانتين پڻ
برهم جي هستيءَ ثابت ڪرڻ لاءِ اهيءَ دليل يا جواب ڪتان ٿي
ڪم ورتو آهي. پرڪرتيءَ کي اهڙيءَ ريت بلڪل سوکيم ۽
اويڪت مڃڻ سان، ترڪ شاستر جو پرماڻو واد خود بخود ڪمزور
ٿي پوندو. ڇاڪاڻ ته پرماڻو جيتوڻيڪ بي شمار ۽ اويڪت ٿي

سگهن ٿا، ۽ هڪ پرماتما جي سوتنتر حصي هئڻ سبب، اهو
سوال وري به رهجي ويندو ته. ٻن پرماڻن جي وچ ۾ ڪهڙو پدارٿ
آهي؟ انهيءَ ڪري سانکيه مت وارن اهوئي سدانت قائم ڪيو
آهي ته، پرڪرتيءَ ۾ پرماڻو روپ حصي يا ڀاڱي جو ڀيد آهيئي
ڪونه؛ پر هوءَ ايڪي ۽ هڪ سمان ئي آهي. يا ائين چئجي ته،
هوءَ اويڪت، اکنڊ (جنهن جا ڪي ٽڪرا يا ڀاڱا نه ٿي سگهن)
۽ هر هنڌ سدائين موجود آهي. پرٻرهم جي روپ جو ورڻن ڪندي
مرهٽي ڀاشا جي داس ٻوڌ ۾، گرو رامداس چيو آهي ته، "جيڏهان
لهار، ليڏهان هو اپار نظر ايندو، اهو ڪنهن طرف ٽاري نه آهي،
هو هڪ ئي قسم جو ۽ سوتنتر آهي. ان ۾ دوئيت (ٻيائيءَ يا
گهٽائيءَ) جو ڪو به ڀاڱو نه آهي." سانکيه جي پرڪرتيءَ لسبت
به اهو ورڻن ٺيڪ ٺيندو. ٽنهي گڻن واري پرڪرتي اويڪت،
سوينيو ۽ هڪ ئي نموني جي آهي؛ ۽ هوءَ سدائين چئني طرف
ڦهليل آهي. آڪاش، وايو (هوا) وغيره پيدا ٿيا؛ ۽ جيتوڻيڪ
اهي سوکيم آهن، ته به ويڪت آهن، ۽ انهن سڀني جي مول
پرڪرتي هڪ جهڙي، سرو وياپي (جاءِ بجاءِ ڦهليل) ۽ اويڪت
آهي. ياد رکڻ گهرجي ته، ويدانتين جي پرٻرهم ۽ سانکيه وارن
جي پرڪرتيءَ ۾ زمين ۽ آسمان جو فرق آهي. ڇاڪاڻ ته پرٻرهم
چيتن روپ ۽ نرگڻ آهي، پر پرڪرتي جڙ روپ، ستو، رجو ۽
تمو، انهن ٽنهي گڻن سان ڀريل آهي. انهيءَ لسبت اڳتي هلي
ويچار ڪبو. هتي ڪيول انهيءَ ڳالهه تي ويچار ڪرڻو آهي ته
سانکيه وارن جو مت ڪهڙو آهي. "سوکيم" ۽ "اسٿول"
"ويڪت" ۽ "اويڪت" جي مطلب سمجهي وٺڻ سان، چوڻو
پوندو ته، سرشٽيءَ جي شروعات ۾ هر هڪ پدارٿ سوکيم ۽
اويڪت پرڪرتيءَ جي روپ ۾ رهي ٿو، پوءِ هو (ڪٿي سوکيم
هجي يا اسٿول) ويڪت معلوم ٿيڻ لڳو، ۽ پرلئه وقت جڏهن
هو ويڪت روپ ناس ٿي ٿو وڃي؛ تڏهن وري اهو اويڪت

پدارٿ، اويڪت ۾ ملي اويڪت ٿي ٿو وڃي. گيتا جو پڻ اهوئي
مت آهي. سانکيه شاستر ۾ انهيءَ اويڪت پرڪرتيءَ کي "اکر" ۽
پرڪرتيءَ مان پيدا ٿيندڙ پدارٿن کي "کر" چيو ويو آهي.

## هيڪل جو رايو.

سرشٽيءَ جي سڀني پدارٿن کي "ويڪت" ۽ "اويڪت" يا
کر ۽ "اکر" اهڙين ٻن ڀاڱن ۾ ورهائڻ بعد، ڏسڻ گهرجي ته آتما
ٻڌي، من، اهنڪار ۽ اندرين کي سانکيه مت موجب، ڪهڙي
ڀاڱي ۾ رکڻ مناسب ٿيندو. ڪيترا (شريرا) ۽ اندريون جڙ يعني بي
جان آهن، انهيءَ ڪري انهن کي ويڪت جي ڀاڱي ۾ رکڻو پوندو.
پر من، اهنڪار، ٻڌي ۽ خاص ڪري آتما کي ڪهڙي ڀاڱي ۾
رکجي؟ يورپ ۾ اڄ ڪلهه جي مشهور سرشٽي شاستر جي ودوان
هيڪل، پنهنجي گرنٿ ۾ من، ٻڌي، اهنڪار ۽ آتما کي، دماغ
جو ڌرم يا ڪم ڄاڻايو آهي. هن جو چوڻ آهي ته، جيڪڏهن
ڪنهنجو فقط مغز خراب ٿي ويندو آهي، يا مٿي تي ڌڪ لڳڻ
سبب انجي مغز جو فقط ڪو ڀاڱو رڌي ٿي ويندو آهي، ته ان
ڀاڱي جي مانسڪ شڪتي ناس ٿي ويندي آهي؛ يعني من جو
ڌرم به، جڙ مغز جو ئي ڪم آهي. انهيءَ ڪري انهن کي جڙ پدارٿن
۾ ئي رکيو ويندو؛ ۽ انهيءَ ڪري مغز سان گڏ من جي ڌرم ۽
آتما کي به "ويڪت" پدارٿن جي ڀاڱي ۾ شامل ڪرڻ گهرجي.
جيڪڏهن انهيءَ جڙواد جي سڌانت کي قبول ڪجي ته آخر فقط
اويڪت ۽ جڙ پرڪرتي ئي باقي رهندي؛ ڇاڪاڻ ته سڀ ويڪت
پدارٿ انهيءَ مول اويڪت پرڪرتيءَ مان ئي پيدا ٿيا آهن.
اهڙيءَ حالت ۾ پرڪرتيءَ کان سواءِ، جڳت جو پيدا ڪندڙ،
ٻيو ڪو به نه ٿي سگهندو؛ ۽ آخر انهن ئي چوڻو پوندو ته، مول
پرڪرتيءَ جي شڪتي ڏينهن ڏينهن وڌندي ويئي، ۽ آخر انکي
چيتنه يا آتما جو سروپ حاصل ٿيو! سٽڪاريه وادگر، هن مول
پرڪرتيءَ جا ڪي. قاعدا يا نيم لڳل آهن؛ ۽ انهن نيمن موجب،

سڀئي جيس، ۽ اهي ڏهه ڌڙ ٻاڌي قيدين جي مثل آهن! هيڪل
جو اِترو بہ چوڻ آهي تہ، جڙ پرڪرتيءَ کان سواءِ، آتما ڪا سوتنتر
شيءِ نہ آهي؛ ۽ اهيءَ ڪري چوڻو پوندو تہ آتما نہ اوناشي (دائم)
۽ نہ سوتنترتي آهي. تڏهن سوال آهي، تہ پوءِ موکہ يا مڪتيءَ
جي ضرورت ئي ڪهڙي؟ هرهڪ سمجهي ٿو تہ، مان پنهنجي
مرضيءَ موافق فلاڻو ڪرم ڪندس؛ مگر اهو سڀ ڀرم آهي!
پرڪرتي جنهن طرف منش کي گهليندي ان طرف ئي منش کي
وڃڻو پوندو. هيڪل کي جو چوڻ آهي تہ، "هيءَ دنيا هڪ
وڏو قيد خانہ آهي، اسين سڀ ٻاڌي قيدي آهن، ۽ دنيا جي الڳن
الڳن پدارٿن جا گڻ- ڌرم ٻيڙيون يعني زنجير آهن- انهن ٻيڙين
کي ڪو بہ ٽوڙي نٿو سگهي." اِس اهوئي هيڪل جو سڌانت
آهي. هن جي مت موجب ساري سرشٽيءَ جو مول ڪارڻ،
هڪ جڙ ۽ اويڪت پرڪرتي آهي. هيڪل پنهنجي سڌانت کي،
اهيءَ سبب "اَدوئيت" * جي نالي سان سڏيو آهي. پر اهو
ادوئيت، جڙ جو آهي، يعني هو اڪيلي جڙ پرڪرتيءَ ۾ ئي سڀني
ڳالهين کي آڻي ٿو ڇڏي، اهيءَ ڪري اسين انکي "جڙادوئيت"
يا آدِ ڀوتڪ شاستر جو ادوئيت چونداسين.

## سانکيہ شاستر جو وروڌ

اساڻا سانکيہ شاستر ڪار اهيءَ جڙادوئيت جي سڌانت جا
ورودي آهن. انهن جو چوڻ آهي تہ، من، ٻڌي ۽ اهنڪار، پنج
ڀوتن جي جڙ پرڪرتيءَ جا ڌرم آهن. سانکيہ شاستر ۾ لکيل آهي
تہ اويڪت پرڪرتيءَ مان ئي ٻڌي، اهنڪار وغيرہ گڻ سلسلي
وار پيدا ٿين ٿا. پر سانکين جو چوڻ آهي تہ، جڙ پرڪرتيءَ مان
چيتنہ پيدا ٿي نٿو سگهي. اِترو ئي نہ بلڪ، جهڙيءَ طرح ڪو
منش پنهنجي ڪلهي تي ٻار اٿو وٺي سگهي، تهڙيءَ طرح پرڪرتيءَ

* هيڪل جو اهيءَ سڌانت لاءِ مول شبد Monism آهي
اهيءَ مضمون تي هن صاحب سوتنتر گرنٿ بہ لکيو آهي.

مت والکر الهن ٻنهين تتون کي سوتنتر يا سويمڀو نه مڃيو و
آهي. ڇاڪاڻ ته گيتا ۾ ڀڳوان شري ڪرشڻ پرڪرتيءَ کي ڀڳوان
مايا چيو آهي، ۽ پرش کي ڀڳوان جو انش يعني ڀاڱو يا جزو ڄاڻا
آهي. انهيءَ مان معلوم ٿيندو ته، گيتا سانکيه شاستر کا
ٻه اڳتي قدم وڌايو آهي. مگر انهيءَ طرف وڌڻ کان اڳ اسا
کي ڏسڻو آهي ته، سانکيه شاستر جو ڪهڙو مت آهي.

## پرڪرتي ۽ پرش

سانکيه شاستر موجب، سرشٽيءَ جي ڪل پدارٿن جا ٻه ڀاڱا آهن.
پهريون اويڪت (مول پرڪرتي) ٻيو ويڪت (پرڪرتيءَ جو
بدليل روپ) ۽ ٽيون پرش. انهن مان پرليءَ ڪال ۾ ويڪت
پدارٿن جو سروپ ناس ٿي ويندو آهي؛ جنهنڪري باقي پرڪرتي
۽ پرش وڃي بچندا. سانکيه مت جي سڌانت موجب اهي ٻئي
تتو انادي ۽ سويمڀو آهن؛ انهيءَ ڪري سانکين کي دوئيت مت
وادي چئجي ٿو. انهيءَ سڌانت جا حامي پرش کان سواءِ ايشور،
ڪال، سڀاءُ يا ٻئي ڪنهن به تتو کي نه مڃيندا آهن؛ ڇاڪاڻ ته
سگڻ ايشور، ڪال ۽ سڀاءُ، ويڪت هئڻ سبب، پرڪرتيءَ مان
پيدا ٿيل ويڪت پدارٿن ۾ شامل آهن. جيڪڏهن ايشور کي نرگڻ
مڃبو، ته پوءِ ستڪارڻ جي سڌانت موجب نرگڻ مول تتو مان،
ٽن گڻن واري پرڪرتي ڪڏهن به پيدا نه ٿي سگهندي. انهيءَ
ڪري سانکين پنهنجو اهو مت مقرر ڪيو آهي ته، پرڪرتي ۽
پرش کان سواءِ، هن سرشٽيءَ جو ٽيون مول ڪارڻ ٿي نٿو
سگهي. اهڙيءَ طرح انهن ٻنهين تتون کي مقرر ڪرڻ بعد، انهن
انهيءَ ڳالهه کي ثابت ڪري ڇڏيو ته، انهن ٻنهين تتون مان ڪي
سرشٽي پيدا ٿي. انهن جو چوڻ آهي ته، انهن ٻنهين تتون مان
ڪي سرشٽي پيدا ٿي. انهن جو چوڻ آهي ته جيتوڻيڪ نرگڻ
پرش ڪجهه به نٿو ڪري سگهي، ته به انجي پرڪرتيءَ سان
ملاپ ٿيڻ ٿي، جهڙيءَ طرح گانءِ پنهنجي وڇڙي کي کير ڏيندي

آهي، يا چلمڪ جي پرسان لوهه کي ڇڪڻ لي، لوهه ۾ ڪشش جي
طاقت اچي ويندي آهي؛ تيئن ئي طرح مول پرڪرتي
پنهنجن گڻن (ستوگڻ يا اسٿول) جي ظاهري پکيڙ سان، پرش جي
سامهون ايندي آهي. جيتوڻيڪ پرش سچيتن ۽ گيانا آهي، تڏهن به،
نرگڻ هجڻ سبب هو ڪجهه ڪري نٿو سگهي؛ ۽ پرڪرتي جيتوڻيڪ
ڪم ڪندڙ آهي، تڏهن به خود جڙ يا اچيتن هجڻ سبب، نٿي ڄاڻي
سگهي ته ڇا ڪرڻ گهرجي. اهڙيءَ طرح پرڪرتي ۽ پرش، منڊي
۽ انڌي جي جوڙي آهي. جهڙيءَ طرح انڌي جي ڪلهي تي
ويهي منڊو، انڌي کي رستي تي هلائيندو آهي، تيئن ئي طرح
اچيتن پرڪرتي، سچيتن پرش جي واهر سان، پنهنجو وهنوار هلائي
ٿي. جهڙيءَ طرح ناٽڪ ۾، هڪ ئي نٽ ڪندڙ، سامهون ويٺلن
جي خوشيءَ لاءِ، جدا جدا روپ ڌاري ايندو آهي، تيئن ئي طرح،
پرش جي فائدي (پرشارٿ) لاءِ، جيتوڻيڪ پرش، پرڪرتيءَ
کي ڪو به انعام نٿو ڏئي، تڏهن به هوءَ ستو، رجو ۽ تمو گڻن جي
گهٽ وڌائيءَ سبب، بي شمار روپ ڌاري، انهي سامهون برابر
ايندي رهندي آهي! پرڪرتيءَ جي انهيءَ ناچ جي موهه ۾ ڦاسي
يا اگياني ايمان سبب، جيستائين پرش، پرڪرتي جي انهيءَ ناچ
(وهنوار) کي، پنهنجو ئي ڪيل ڪم سمجهندو، تيستائين اهو سک-
ڏک جي گورک ڌنڌي مان نڪرڻ ناممڪن آهي؛ ۽ تيستائين
اهو مڪتي حاصل ڪري نٿو سگهي. پر جنهن وقت پرش کي
اهو گيان پيدا ٿئي ٿو ته، ترگڻن واري پرڪرتي مون کان جدا
آهي، انوقت سندس مڪتي وٽس حاضر ٿئي ٿي. ڇاڪاڻ ته،
پرش اصل ۾ نه ڪرتا ۽ نه ڪنهنجو غلام ئي آهي. درحقيقت هو
سولتر، ڪيول، ۽ اڪرتا آهي. جو ڪجهه ٿئي ٿو، سو سڀ
پرڪرتيءَ جولي کيل آهي. ايستائين جو من ۽ بڌي به، پرڪرتيءَ
جا ئي وڪار آهن؛ انهيءَ ڪري بڌيءَ کي جو ڪجهه گيان ٿئي
ٿو، سو به پرڪرتيءَ جي ڪمن ۽ ترڪن جو نتيجو آهي. اهو

گيان ٽن ڳڻن جو آهي. جنهن ۾ ساتڪي، راجسي ۽ تامسي
ٻڌيءَ کي ساتڪي گيان حاصل ٿيڻ بعد پرش کي معلوم ٿيندو
آهي ته، مان پرڪرتيءَ کان الڳ آهيان. ستو، رجو ۽ تمو اهي
ٽيئي گڻ پرڪرتيءَ جا ڌرم آهن، نه پرش جا. پرش نرگڻ آهي،
۽ ٽن گڻن واري پرڪرتي الٽو آتمو آهي- ان آتمي جي شڌ ۽
صاف ٿي وڃڻ تي، يعني ٻڌي، جا پرڪرتيءَ جو وڪار آهي،
ساتڪي ٿي ويندي آهي، تڏهن ان صف آتمي ۾، پرش کي
پنهنجو ساتڪي سروپ ڏسڻ ۾ ايندو آهي؛ ۽ اُو وقت کيس
معلوم ٿيندو آهي ته، مان پرڪرتيءَ کان الڳ آهيان. انوقت هيءَ
پرڪرتي شرمسار ٿي، پرش جي سامهون اچڻ، ڪڍڻ ۽ موه جي
جار وڇائڻ بند ڪري ڇڏيندي آهي. اهڙيءَ حالت ۾ پهچڻ
تي پرش سڀني ٻنڌڻن کان ڇٽي پنهنجي سڀاوڪ ڪيوليه پد
کي پهچي ويندو آهي. ”ڪيوليه“ شبد جي معنيٰ آهي، اڪيلائي،
ڪيولتا يا پرڪرتيءَ کان الڳ ٿيڻ. پرش جي انهيءَ سڀاوڪ
حالت کي سانکيه شاستر موکش چوي ٿو. انهيءَ نسبت سانکيه مت
وارن هڪ هيءُ نازڪ سوال پيش ڪيو آهي ته، پرش پرڪرتيءَ
کان جدا ٿئي ٿو، يا پرڪرتي، پرش کان جدا ٿئي ٿي؟ ڪن مصنفن
کي اهو سوال واهيات نظر ايندو. ڇاڪاڻ ته، ظاهري ڏٺو وڃي
آهي ته جڏهن ڪي ٻه شيون هڪ ٻئي کان الڳ ٿينديون آهن،
تڏهن اهي هڪدم هڪ ٻئي کان جدا ٿي وينديون آهن. پر
سوکم ويچار ڪرڻ بعد معلوم ٿيندو ته، سانکيه وادين جو مٿيون
سوال واهيات نه آهي. سانکيه شاستر جي سدانت موجب پرش
نرگڻ، اڪرتا ۽ اداسين آهي؛ انهيءَ ڪري تنهن جي نظر سان،
”ڇڏڻ“ ڪرڻ، يا جدا ٿيڻ جو ڪم، پرش ڪونه ڪري سگهي.
انهيءَ ڪري سانکيه وادين جو رايو آهي ته پرڪرتي ٿي پرش
کان الڳ ٿئي ٿي؛ يعني هوءَ ٿي پرش کان ڇوٽڪارو يا مڪتي
پائي ٿي؛ ڇاڪاڻ ته، ڪو به ڪرم ڪرڻ، پرڪرتيءَ جي ئي الي

آهي. مطلب ته، مُڪتيءَ ٽالي ڪا اهڙي نرالي حالت نه آهي
جا پرش کي ٻاهران حاصل ٿئي ٿي؛ يا انهن ڇوٽ مناسب لفظ
نه اٿا مُڪتي، پرش جي بنيادي اوستا کان ڪا جدا اوستا نه
آهي. پرڪرتيءَ ۽ پرش جو ٻانڌ ۾ ٻاڌل ڪوڙهو لاڳاپو آهي،
رواجي پرش، پرڪرتيءَ جي ڪٽن ۾ موهجي ويندا آهن؛ جيئن ڪري
هو سدائين سنسار جي چڪر ۾ پيا ڦرن. پر جو پرش، سمجهي ٿو
ته مان پرڪرتيءَ کان الڳ آهيان، سو ئي مُڪتيءَ جي ڇوٽيءَ
کي پهچي ٿو. مهاڀارت ۾ چيل آهي ته، اهڙي پرش کي ئي ڪيالا
يا ٻڌ چيو آهي. اڌياتم شاستر جي نظر سان، موکه جو سچو
سروپ نه اهڙو آهي. مگر سانکيه وادين کان، ويدانتين جو وڌيڪ
اهو چوڻ آهي ته، آتما مول پرنئي برهم جو سروپ آهي؛ جنهن
وقت هوءَ پنهنجي مول سروپ کي يعني پرٻرهم کي سڃاڻي
ويندي آهي، تنهن وقت اُتي مُڪتي ملندي آهي؛ پر سانکيه
وادي اِنهيءَ سڌانت کي نٿا مڃن. سانکيه ۽ ويدانتين جي وچ
اهڙو فرق آهي، جنهن کي اڳتي علي صاف ڪيو ويندو.

## سانکيه ۽ ويدانتي

جيتوڻيڪ ادوئيتي ويدانتي، سانکين جي انهيءَ سڌانت کي
مڃڻ لاءِ تيار آهن، ته، پرش (آتما) نرگڻ، اداسين ۽ اڪرتا آهي؛
تو انهيءَ ڳالهه نسبت انهن جي، سانکين کان اهو مختلف راءِ آهي
ته، پرڪرتيءَ کي ڏسندڙ (درشٽا) سوتنتر پرش، انيڪ ۽ بي شمار
نه آهن. ويدانتين جو چوڻ آهي ته، اپاڌي جي سبب، سڀ جيو
جدا جدا ڏسڻ ۾ اچن ٿا؛ پر درحقيقت سڀ هڪ ئي برهم آهي.
سانکيه وادين جو چوڻ آهي ته، جنهن صورت ۾ اسين ڏسون ٿا
ته هر ڪنهن ماڻهوءَ جو جنم، موت ۽ جيون الڳ الڳ آهي؛ ۽ هن
جڳت ۾ اهو ڀيد پئي ڏسڻ ۾ اچي ٿو ته، ڪو سکي آهي ۽ ڪو ڏکي،
تنهن صورت ۾ انهن جي بولڻ ته، هر هڪ آتما يا پرش، مول
کنئي جدا آهي، ۽ انهن جو عدد بي شمار آهي. فقط پرڪرتي

۽ پرش سڄي جڳت جا مول تتو آهن سهي، مگر انهن مان پرش
شبد ۾ سانکيہ وادين جي مت موجب بي شمار پرشن جو مجموعو
اچي ٿو وڃي. انهن بي شمار پرشن ۽ پرڪرتيءَ جي ميلاپ سان
ئي، جڳت جا سڀ وهنوار هلي رهيا آهن. هرهڪ پرش ۽ پرڪرتي
جو جڏهن پاڻ ۾ ميلاپ ٿيندو آهي، تڏهن پرڪرتي پنهنجو چار
پرش جي اگيان پکيڙيندي آهي؛ ۽ پرش انکي ڪم آڻيندو آهي.
ائين ٿيندي جڏهن پرش جي چِتَي طرف، پرڪرتيءَ جا ڪيل
سالڪي ٿي ويندا آهن، ان پرش کي ئي (اِهو سهڻي ڪي) سچو گيان
حاصل ٿيندو آهي؛ ۽ ان پرش لاءِ ئي پرڪرتيءَ جا سڀ ڪيل
بند ٿي ويندا آهن؛ ۽ هو پنهنجي ڪيول پد کي پهچي ويندو
آهي. پر جيستائين انهيءَ پرش کي موکہ جو درشن ملندو آهي،
تہ بہ بيا سڀ پرش سنسار ۾ قائل ئي رهندا آهن. شايد ڪو ائين
سمجهي تہ جنهن وقت پرش، انهيءَ ريت ڪيول پد (مڪتيءَ)
کي پهچي ويندو آهي، تنهن وقت هو پرڪرتيءَ جي چار مان
آزاد ٿي ويندو هوندو؛ پر سانکيہ موجب ائين نہ آهي. دنيا ۽
اندرين روپي پرڪرتيءَ جا وڪار، ان منش کي مرڻ گهڙيءَ تاءِ
لڳا ڇڏين. سانکيہ وادي انهيءَ نسبت هيءَ دليل ڏين ٿا تہ،
ڪنڀر جي چڪ تان ٿانو لهڻ بعد بہ، اهو چڪ اڳين سنسڪار
ڪري، جهڙيءَ طرح ڪجهہ وقت تائين بہ ڦرندو آهي، تهڙيءَ طرح ڪيول
پد پائڻ بعد بہ، هن منش جو شرير ڪجهہ وقت تائين بہ قائم رهي
ٿو. پر ان شرير سبب، پرش جي اگيان ڪارڻ سنساري رڪاوٽ
لڳي پوي. ڇاڪاڻ تہ، جڙ پرڪرتيءَ جي وڪار هئڻ سبب، هيءَ
شرير خود جڙ آهي، تنهنڪري انکي سکہ- ڏکہ پڻ سمان آهن.
جيڪڏهن ڪو انهن چوي تہ، پرش کي سکہ- ڏکہ جي رڪاوٽ
لڳي ٿي، تہ بہ ٺيڪ نہ آهي؛ ڇاڪاڻ تہ، هو ڄاڻي ٿو تہ مان
پرڪرتيءَ کان الڳ آهيان؛ سڀ ڪم پرڪرتيءَ جو ئي آهي، نہ
منهنجو. انهيءَ ڪري پرڪرتيءَ جي ڪيل هوندي بہ، پرش کيہ

کو سگھي. ڏک نه ٿو لڳي، ۽ نه هو سدائين اداس رهي ٿو. جو پرش،
پرڪرتيءَ جي ٽنهي گڻن کان آزاد ٿي، اهو گيان حاصل ٿو ڪري
سو جنم- مرڻ جي چڪر کان هرگز ڇٽي نٿو سگهي. پوءِ ڪٿي هو
ساتوڪي گڻ جي اُتڪرش ڪرڻ سبب ديوتائن جي جوني ۾ جنم
وٺي، يا رجو گڻ جي اُتڪرش ڪرڻ سبب منش جي جوني ۾
اچي، يا تموگڻ جي اُتڪرش ڪرڻ سبب پسوءَ جو جنم وٺي.
جنم- مرڻ جا اهي نتيجا، هرهڪ منش کي، اهي جهڙي طرح
جي پرڪرتيءَ يعني ٻڌيءَ جي ستي، رجي ۽ تمي گڻن جي گهٽ
وڌائي سبب، حاصل ٿين ٿا. گيتا ۾ صاف طور چيو ويو آهي ته
ساتوڪي ورتيءَ وارا پرش، سرڳ ۾ وڃن ٿا، ۽ تامسي پرشن
کي نيچ گتي ملي ٿي. پر سرڳ جو سک دائمي نه آهي. جنم مرڻ
جي چڪر کان ڇٽڻ جي چاهنا ڪندڙ کي گهرجي ته، هو ترگڻاتيت
(ٽنهي گڻن کان پري) ٿي، ورڪتيءَ (سنياسپڻي) جو چولو ڍڪي
الهيءَ کان سواءِ ٻيو ڪو چارو نه آهي. ڪپل رشيءَ کي اهو
گيان ۽ ويراڳ، جنم کان ئي حاصل ٿيو هو. پر اها حالت سڀني
منشن سان لاڳو نه آهي، تنهنڪري ٿو وِراڳ روپي ساڌن سان،
پرڪرتي ۽ پرش جي جدائيءَ کي ڄاڻي، هرهڪ منش کي پنهنجي
ٻڌيءَ کي شُڌ ڪرڻ جي ڪوشش ڪرڻ گهرجي. اهڙين ڪوششن
سان ٻڌيءَ جي ساتوڪي ٿي وڃڻ تي، الهه گيان، ويراڳ ۽ ايشوريه
وغيره گڻ خود بخود پيدا ٿيندا ۽ منش آخر ڪيولم پد کي
پهچندو. جنهن شيءِ کي حاصل ڪرڻ لاءِ منش ڪوشش ڪندو
آهي، انهي حاصل ڪرڻ جي شڪتيءَ کي ايشوريه چيو آهي.
سانکيه مت موجب، ڌرم کي ساتوڪي گڻ ۾ رکڻ گهرجي؛ مگر
ڪپل رشيءَ آخر اهو پد ڪيو آهي ته انهي ڌرم سان سرڳ تي
ملي ٿو، ۽ گيان روپي ويراڳ سان موکه يا ڪيول پد حاصل ٿئي
ٿو، ۽ پرش جي ڏکن جي انتها ٿوري (اصل حالت) لڳي ٿي.

## سانکين ۽ گيتا جو مت

پرش جي ٻيهر ۽ ٻڌيءَ ۾ ڏيري ڏيري ستي گڻ جي وڌڻ

ٻوڙي پرش کان نه ٻيو آهي. اهو ذڪر سانکيه وارن جي اهڙي سڌانت موجب نه آهي، جيئن هو چون ٿا ته پرڪرتي ۽ پرش جو ”ڪيوليه پد“[۳] ئي نرتالص آهي. اهو پڻ اڳتي هلي اڌيائن جي بيان ۾ چڱيءَ ريت سمجهايو ويندو. گيتا ۾ جيترو ڪ اڌيائن لسمس ئي ذڪر آيل آهي، ٻه اڌيائن سڌانتن جو ذڪر ڪندي سانکين جي دليلن ۾ ڪتي واد کان نه ڪم ورتو آهي. انهيءَ ڪري ممڪن آهي ته، گيتا پڙهندي وقت، شايد ڪو شخص ائين سمجهي ته، گيتا کي سانکين جا سڌانت منظور آهن. انهيءَ غلط فهمي کي هٽائڻ لاءِ ئي اسان هتي سانکيه ۽ گيتا جو مختصر پڻ ذڪر ڪيو آهي. ويدانت سوترن جي ڀاشيه ۾، شري شنڪر آچاريه لکيو آهي ته، ”[۵]پرڪرتي ۽ پرش کان ٻيو، ٽين جڳهه ۾ جو پرپرهم روپي هڪ ئي مول تتو آهي، ان مان ئي پرڪرتي پرش وغيره سڄي سرشٽي پيدا ٿي آهي“[۳]. انهيءَ سڌانت کان سواءِ سانکيه شاستر جا ٻيا سڌانت اسان کي منظور آهن. گيتا جو به اهو رايو آهي.

---

# اڌياءُ اٺون

## سنسار جي رچنا ۽ ناس

ڪُل مان ئي ڪُلُ پيدا ٿين ٿا، ۽ اُنهن ۾ ئي لئه ٿي ٿا وڃن.
گيتا



ڪپل رشيءَ جي سانکيه شاستر موجب سنسار جا ٻه مول تتو آهن. (١) پرڪرتي، ۽ (٢) پرش؛ انهن جو سروپ ڪهڙو آهي، انهن جي مطلب ڇا، پرڪرتي پنهنجو ڪار پرش اڳيان ڪيئن وڇائي ٿي؛ ۽ ان ڪار مان منش ڪيئن ڇٽي سگهي ٿو وغيره سوالن جو بيان ٿي چڪو. پر اڃا تائين اها ڳالهه سڌ نه ٿي سگهي ته پرڪرتي پنهنجي ڪار کي پرش جي اڳيان ڪهڙي سلسلي يا ڍنگ سان وڇائي ٿي؛ ۽ انجو ناس ڪيئن ٿو ٿئي. پرڪرتيءَ جي انهيءَ ڦهلاءَ کي ئي "سنسار جي رچنا ۽ انجو ناس" چئجي ٿو؛ ۽ انهيءَ وشيه نسبت ئي هن اڌياءَ ۾ ذڪر ڪيو ويو آهي. سانکيه مت موجب پرڪرتي هن جڳت کي بي شمار پرشن لاءِ پيدا ڪيو آهي. داسٻوڌ نالي مرهٽي گرنٿ ۾ شري سمرٿ رامداس انهيءَ نسبت تمام چڱو ذڪر ڪيو آهي گيتا جي ستين ۽ اٺين اڌياءَ ۾ پڻ انهيءَ جي خاصي سمجهاڻي ڏني آهي. ٻارهين اڌياءَ جي شروعات ۾ ارجن شري ڪرشن کي پرارٿنا ڪئي ته، "ڀوتن (هوا پاڻي وغيره پنج ڀوتن) جي پيدائش، ۽ پرليه (خاتمي) جو بيان مون چڱيءَ طرح ٻڌو؛ هاڻي مهر ڪري مونکي پنهنجو وشو روپ ڏيکاري، ڌنيه ڌنيه ڪريو" انهيءَ مان صاف ظاهر آهي ته، سنسار جي رچنا ۽ پرليه، ڪير- اڪير وچار جو ئي هڪ ڀاڱو آهي. جنهن مان،

سرشٽيءَ جي بي شمار ظاهري پدارٿن ۾، هڪ ئي اويڪت مول
درويه ڏسڻ ۾ اچي، تنهنڪي گيان چئبو آهي؛ ۽ وگيان انکي چئبو
آهي، جنهن مان معلوم ٿئي ته هڪ ئي مول درويه مان، جدا جدا
انيڪ پدارٿ، ڪهڙيءَ ريت انيڪ پيدا ٿين ٿا. الهيءَ ۾
نه فقط ڪرم-اڪرم جو مسئلو اچي ٿو وڃي، پر کيتر-کيترگيه؛ گيان
۽ اڌياتم وشيه به اچي ٿو وڃي.

گيتا جي مت موجب، پرڪرتي پنهنجي ڪم ڪرڻ يا سرشٽيءَ
جي ڦهلائڻ لاءِ، سوتنتر نه آهي؛ پر انکي اهو ڪم پرميشور جي
مرضيءَ پٽاندڙ ڪرڻو پوي ٿو. پهريائين ٻڌايو ويو آهي ته، ڪپل
رشيءَ، پرڪرتيءَ کي سوتنتر مڃيو آهي. سانکيه شاستر موجب
پرڪرتيءَ جي وهنوار يا سنسار جي شروع ٿيڻ لاءِ، پرش سان
ميلاپ کان سواءِ ٻي ڪنهن به نمت ڪارڻ جي ضرورت نه آهي.
الهيءَ ڪم لاءِ پرڪرتيءَ ۽ پرش کي ڪنهن ٻي جو منهن تڪڻو
نٿو پوي. سانکين جو چوڻ آهي ته، جئين، پرڪرتيءَ جو پرش
سان ميلاپ ٿئي ٿو، تئين ئي انجو ڄار پکڙڻ شروع ٿو ٿئي. جهڙيءَ
طرح بهاري موسم ۾ وڻن ۾ نوان نوان پن ڏسڻ ۾ ايندا آهن، ۽
ڏيري ڏيري انهن ۾ گل ۽ ڦل لڳڻ شروع ٿيندا آهن، تهڙي
طرح پرڪرتيءَ جي سمان اوستا ٽٽڻ تي، انجا گڻ ڦٽڻ لڳندا آهن.
پر ويدن، ويد سنهتائن ۽ سمرتين، پربرهم کي ئي سڀ جو بنياد
سمجهيو آهي. رگويد ۾ لکيل آهي ته، پهريائين هرڻيه گرڀ،
ستيه، ۽ ان بعد سرشٽي پيدا ٿي. وري ٻئي هنڌ ساڳئي ويد ۾
لکيل آهي ته، پهريائين جل، ۽ پوءِ سرشٽي پيدا ٿي؛ ان جل ۾
هڪ آنو، آني مان برهما، ۽ برهما مان، يا مول آني مان سرشٽي
پيدا ٿي. الهيءَ بيان مان ڏسڻ ۾ ايندو ته، ويدانت مت وارن
پرڪرتيءَ کي جدا مختيار نه مڃيو آهي. پر هڪ پرو شد برهم ۾
ئي مايا وارو پرڪرتي روپ وڪار ڏسڻ ۾ آيو، نه پوءِ (ويدانتين
آهي). سرشٽيءَ جي پيدائش جو سلسلو سانکيه مت وارن سان

وڃي ٿو ملي. اهڙيءَ ڪري ٽيءِ مهاڀارت ۾ چيو ويو آهي ته،
"الهاس، پراڻ، ارٿ شاستر وغيره ۾ جو گيان پرڪل آهي، سو سڀ
سانکين کان پيدا ٿيو آهي." اهڙيءَ جي معنيٰ اها نه آهي ته ويدانتين
يا پراڪرتين، اهو گيان ڪپل کان ورتو، پر انهن شبدن مان اها ئي
معنيٰ وٺڻ گهرجي ته، سرشٽيءَ جي پيدائش وغيره جي سلسلي
جو گيان، سڀ هنڌ، سانکين جهڙوئي آهي. نه فقط ايترو بلڪ
متين مهاڀارت جي شلوڪ ۾ سانکيه شبد جي معنيٰ گيان ئي وٺڻ
گهرجي. ڪپل رشيءَ سرشٽيءَ جي رچنا نسبت بلڪل سهڻو ۽
مناسب ذڪر ڪيو آهي ۽ گيتا ۾ به گهڻو ڪري اهڙيءَ سانکيه
جي سدانت کي قبول ڪيو ويو آهي. اهڙيءَ ڪري هن هنڌ ان
تي وڌيڪ ويچار ڪرڻ ضروري آهي.

## سرشٽيءَ جي سلسلي نسبت رايا

سانکيه وادين جو مت آهي ته، اويڪت، سوکيم ۽ اکنڊ
هڪ ئي مول دروي، مان ساري ويڪت سرشٽي پيدا ٿي. اهڙيءَ
مت کي پڇمي آڌپاتڪ مت جا ودوان به قبول ڪن ٿا. نه فقط
ايترو بلڪ انهن اها ڳالهه به مقرر ڪئي آهي ته، اهڙيءَ مول درويه
جي شڪتيءَ جو ڌيري ڌيري يعني سلسليوار وڪاس (واڌارو)
ٿيندو آيو آهي، اوچتو نئي اوچتو ان شڪتيءَ ترقي نه ڪئي
آهي. اهڙيءَ مت کي وڪاس واد چون ٿا. اهڙيءَ مت جي پيدا
ٿيڻ تي پڇمي دنيا ۾ ڌارمڪ هل چل مچي ويئي. عيسائي گرنٿن
۾ لکيل آهي ته، ايشور پنج مهاڀوتن، وڻن، پوکن وغيره کي جدا
جدا وقت تي الڳ الڳ ۽ سوتنتر پيدا ڪيو آهي. اهڙيءَ
مت اڳيان، وڪاس واد جي پرچار ۾ اچڻ کان اڳ، سڀ عيسائي
قومون ڪنڌ لاڳينديون هيون. اهڙيءَ ڪري جڏهن وڪاس واد
پنهنجي زبردست خيالن جي ڌڪ سان عيسائي ڌرم جي متين
خيال يا سدانت کي هٽائڻ شروع ڪيو، انهن وڪاس وادين
تي چئني طرفان حملا شروع ٿيڻ لڳا. اهي حملا اڄ ڪلهه ان

ڪرڻ ۾ اُن ولسن ويدانت سان گڏ، ٻيا اعتراض ڀاڱي ۾ ڪٿي شامل ڪيو.

## پرڪرتيءَ جو وڪاس

هاڻي ڏسڻو ڪهڙو آهي ته، پرڪرتيءَ جي وڪاس لاءِ، سانکيه شاستر جو ڪهڙو رايو آهي. انهيءَ سلسلي يا وچار کي سنسڪرت ۾، "گڻ اُتڪرش" يا "گڻ پرڻام واد" چون ٿا؛ جنهن جي معنيٰ آهي هڪ گڻ مان ٻين گڻن جو پيدا ٿيڻ يا وڌڻ. انهيءَ ڳالهه ٻڌائڻ جي ڪا ضرورت نه آهي ته، ڪنهن به وهنوار شروع ڪرڻ کان اڳ، ان ڪم ڪرڻ لاءِ ٻڌي يا خواهش پيدا ٿيندي آهي. اپنشدن ۾ پڻ چيو ويو آهي ته، شروع ۾ پرماتما کي اها ٻڌي (اڇا) پيدا ٿي ته مونکي گهڻن يا گهڻو ٿيڻ کپي، انهيءَ ٻڌيءَ جي پيدا ٿيڻ بعد سرشٽيءَ جو ڪم شروع ٿيو. انهيءَ سڌانت موجب پرڪرتي، پنهنجي سمان اوسٿا کي ڇڏي، سرشٽيءَ جو ڪاڻ مقرر ڪندي آهي. انهيءَ لاءِ سانکين اهو مت مقرر ڪيو آهي ته، پرڪرتيءَ ۾ پهرين "ويوساياتمڪ ٻڌي" (يعني اها ٻڌي، جا ڪنهن ڳالهه جو نرڻيه ڪري) پيدا ٿئي ٿي. مطلب ته، پرڪرتيءَ ۾ به منش جيان ڪنهن ڪم شروع ڪرڻ کان اڳ، ان ڪم ڪرڻ لاءِ ٻڌي پيدا ٿيندي آهي. پر انهن ٻنهي ڳالهين ۾ هڪ فرق آهي. ڇاڪاڻ ته منش جي سچيتن (چالدار) هئڻ سبب، يعني پرڪرتيءَ جي ڀيٽ سان، سچيتن پرش جي ميلاپ هئڻ سبب، هو خود پنهنجي ٻڌيءَ کي ڄاڻي سگهندو آهي، پر پرڪرتي خود اچيتن آهي، تنهنڪري اُنکي پنهنجي ٻڌيءَ جو ڪو گيان نٿو ٿئي. اهو فرق، پرش جي ميلاپ سان، پرڪرتيءَ ۾ پيدا ٿيندڙ چيتن سمبنڌ لڳي ٿو؛ ۽ اهو فقط جڙ يا اچيتن پرڪرتيءَ جو گڻ آهي. اڄ ڪله جا وگياني پڻ اها ڳالهه ميڃڻ لڳا آهن ته جيڪڏهن ... کي نه ميڃيو وڃي ته، منش جي ٻڌيءَ جهڙي شڪتي جڙ آهي، ته پوءِ جڙ سرشٽيءَ ۾ وهندڙ، گورانڙ،

ڪمش وغيره گڻ، جي ڏسڻ ۾ ٻڻا اچن ٿا، تنهنڪو سبب ٻڌائي ٿو سگهجي اهڙيءَ حالت ۾ جڏهن اڄ ڪله، جي وگيانين سانکيه، شاستر جي مٿين سڌانت (يعني پرڪرتيءَ ۾ ٻاهريائين ٻڌيءَ جو گڻ پيدا ٿيو) اڳيان ڪنڌ نمايو تہ ڪا عجب جي ڳالهہ نہ چئبي. پرڪرتيءَ ۾، سڀ کان اڳ، پيدا ٿيندڙ انهيءَ گڻ کي جڏهن ٿو هين، اکين يا ٻاڻ کي معلوم نہ ٿيندڙ ٻڌي چوندا تہ، غير مناسب نہ ٿيندو. انکي ڇا نہ چئجي، انهيءَ ۾ ڪو شڪ نہ آهي تہ، منش ۾ پيدا ٿيندڙ ٻڌي، ۽ پرڪرتيءَ ۾ پيدا ٿيندڙ ٻڌي، ٻئي هڪ ئي نموني جون آهن ۽ انهيءَ ڪري ٻنهين جو بيان هڪجهڙو ئي ڪيو ويو آهي. اهڙي نموني جي ٻڌيءَ کي سنسڪرت ۾ ڪنهين نالا ڏنا ويا آهن. جيئن تہ، مهت، گيان متي، آسري، پرگيا ۽ کياتي. پرڪرتيءَ ۾ سڀ کان اڳ پيدا ٿيندڙ ٻڌيءَ جو گڻ، ستي، رجي ۽ تمي جي ميلاپ جو ئي نتيجو آهي؛ انهيءَ ڪري پرڪرتيءَ جي اها ٻڌي، جيتوڻيڪ ٻاهريائين هڪ ئي معلوم ٿئي ٿي، پر اڳتي هلي گهڻن ئي نمونن جي ٿيو پوي. چاڪاڻ تہ، اهي گڻ، (ستو، رجو ۽ تمو) جيتوڻيڪ نظر ۾ ٿورن جي اندازَ ۾ ئي آهن، پر سوکم طرح ڌيان ڏيڻ سان ظاهر ٿيندو تہ، انهن جي ميلاپ مان، وري هرهڪ گڻ جا نتيجا بي شمار ٿين ٿا؛ انهيءَ ڪري انهن بي شمار نتيجن مان پيدا ٿيندڙ ٻڌي بہ بي شمار نمونن جي ٿي سگهي ٿي! اوينڪت پرڪرتيءَ مان پيدا ٿيندڙ اها ٻڌي بہ، پرڪرتي جيان سوکم ٿئي ٿي. پر، پوئين اڌياءَ ۾ "وينڪت" ۽ "اوينڪت" ۽ ٻڙي "سوکم" ۽ اسٿول جي جا معنيٰ ٻڌائي ويئي آهي، انموجب هيءَ ٻڌي پرڪرتيءَ وانگر سوکم هئڻ ڪري بہ، ان وانگر اوينڪت نہ آهي. چاڪاڻ تہ، منش انکي ڄاڻي يا معلوم ڪري سگهي ٿو. جنهنڪري ثابت ٿي چڪو تہ هن ٻڌيءَ کي وينڪت پدارٿن ۾ ڳڻڻ گهرجي. سانکيه شاستر ۾، نہ فقط ٻڌيءَ کي، بلڪ ان کانپوءِ پرڪرتيءَ مان پيدا

لينديءَ سيني وڪارن کي ۽ وڪاس جي قطار ۾ ڪيو ويو آهي.
هڪ مول پرڪرتيءَ کان سواءِ ٻيو ڪو به پدارٿ اوڪاس نه آهي.

## بُڌيءَ کان پوءِ اهنڪار

اهڙيءَ ريت، جيتوڻيڪ اوڪاس پرڪرتيءَ مان، وڪاس ويوسايالمڪ بُڌي پيدا ٿئي ٿي، ته به پرڪرتي اڃان هڪ ئي اٿي رهي ٿي. انهيءَ ايڪي جي اڃا ڀي گهڻائي نه ڪئي ٿي، جدائي چٽبو آهي. بُڌيءَ کان پوءِ جيستائين اها گهڻائي يا جدائي پيدا نه ٿي آهي، تيستائين پرڪرتيءَ مان ٻين پدارٿن جو ٿيڻ ناممڪن آهي. بُڌيءَ کان پوءِ پيدا ٿيندڙ انهيءَ گهڻائيءَ يا جدائيءَ جي گڻ کي ئي "اهنڪار" چئبو آهي. ڇاڪاڻ ته، "مان ۽ تون" شبدن مان ئي ٻهو پالن جدائي ظاهر ڪبي آهي؛ ۽ "مان - تون" جي معني ئي اهنڪار (يعني مان - تون ڪرڻ) آهي. پرڪرتيءَ مان پيدا ٿيندڙ اهنڪار جي انهيءَ گڻ کي، پاڻيڪي معلوم نه ٿيندڙ اهنڪار به چئي سگهجي ٿو. پر ياد رکڻ گهرجي ته، منش ۾ ظاهر اهنڪار، ۽ اهو اهنڪار، جنهن سبب وڻ، پٿر، پاڻي يا جدا جدا پدارٿ، هڪ ئي پرڪرتيءَ مان پيدا ٿين ٿا ۽ انهيءَ ڪري هڪ ئي ذات جا آهن. تفاوت فقط اهڙوئي آهي. جو پٿر ۾، چيتنا نه هئڻ سبب "مون" (اهنڪار) جو ڪيس گيان نٿو ٿئي؛ ۽ زبان نه هئڻ سبب، "مان - تون" چئي ايمان سان هو پنهنجي جدائي ظاهر نٿو ڪري سگهي. مطلب ته، ٻين کان الڳ هئڻ، يعني اهنڪار جو تتو هر هنڌ هڪ جهڙو ئي آهي. اهنڪار، بُڌيءَ جهڙي هڪ پاڳو آهي؛ انهيءَ ڪري جيستائين بُڌي پيدا نه ٿي آهي، تيستائين اهنڪار جو پيدا ٿيڻ محال آهي. انهيءَ سبب ٿي سانکين، اهنڪار کي پرڪرتيءَ جو ٻيون گڻ سڏيو آهي. هاڻي انهيءَ ڳالهه ٻڌائڻ جي ضرورت آهي نه سالڪي، راجسي ۽ تامسي ڀيدن سبب، بُڌيءَ وانگر اهنڪار جا بي شمار نمونا ٿين ٿا. ساڳئي ريت، وڪاس سرشٽيءَ، هر هڪ پدارٿ جا، اهڙيءَ طرح

اِي شمار، سانکي، راجسي ۽ تامسي پيدا ٿين ٿا. اِهن سڌالتن کي
لظر ۾ رکي، گيتا ۾ ٽن گڻن جي ڀاڱن، ۽ شرڌا جي ٽن گڻن لسبت
ورڻن ڪيو ويو آهي.

## اهنڪار کان پوءِ اندريون

ويوساياتمڪ ٻڌي ۽ اهنڪار، ٻئي وڪس گڻ، جڏهن مول
سمان اوستا واريءَ پرڪرتيءَ مان پيدا ٿين ٿا، تڏهن پرڪرتيءَ
جو اڪو ٻيجي ٻوري ٿو، ۽ انمان ڪيترائي پدارٿ ٿيو ٿا پون.
پر اڃا تاءِ پرڪرتيءَ جي سوکيمتا قائم ٿيي رهي ٿي. يا اٿين
چوڻ غير واجب نه ٿيندو ته، ليايکن جا سوکيم پرماڻو، اتان ٿي
شروع ٿين ٿا. چاڪاڻ ته، اهنڪار جي پيدا ٿيڻ کان اڳ پرڪرتي
اکنڊ هئي. ڏسڻ ۾ اٿين ٿي معلوم ٿئي ٿو ته، ٻجي ٻڌي ۽ اهو
اهنڪار، فقط گڻ ٿي آهي ۽ ٿنهنڪري مٿئين سڌالت مان اهو
مطلب ڪيڻ گهرجي ته، جڏهن مول ۽ اکنڊ پرڪرتيءَ ۾ اهي
گڻ پيدا ٿين ٿا، تڏهن پرڪرتيءَ کي جدا جدا لمولن جي ڏوربن
وارو ويکس روپ حاصل ٿئي ٿو. اهڙيءَ ريت جڏهن اهنڪار
ڪري، مول پرڪرتيءَ ۾ جدا جدا پدارٿن جي اُهڻ جي شڪتي
اچي ٿي وڃي، تڏهن اڳي ٻڌيءَ جا ٻه ڀاڱا ٿي ٿا وڃن. اهڙا پون
وڻ منش وغيره جي سيندريه (الدرين وارن) پراڻين جي سرشٽي
۽ ٻيو، لرالدريءَ (الدرين رهت) پدارٿن جي سرشٽي، جهڙن ته پٿر،
مٽي وغيره. سيندريه (الدرين وارن) پراڻين يعني وڻ، منش
وغيره جي جڙ ديهه کي جڙ يعني لرالدريءَ سرشٽيءَ ۾، ۽ اِهن
پراڻين جي آتما (پرش) کي، ٻئين ڀاڱي يعني سيندريه سرشٽيءَ ۾
شامل ڪيو وڃي ٿو. انهيءَ ڪري سانکيه شاستر ۾، سيندريه
سرشٽيءَ تي ويچار ڪندي، ديهه ۽ آتما کي ڇڏي، باقي فقط
الدرين جوئي خيال ڪيو ويو آهي. هن سرشٽيءَ ۾ سيندريه ۽
لرالدريءَ پدارٿن کانسواءِ، ڪنهن ٽئين لمولي جي پدارٿ جو هئڻ
ناممڪن آهي. انهيءَ ڪري اهنڪار مان ٻن کان وڌيڪ شاخون

ڪري نٿيون سگهن. نراندري پدارٿن کان، سيندريه سرشٽي،
سرشٽ سمجهڻ وڌيڪ آهي؛ جنهنڪري، سيندريه سرشٽيءَ کي
(يعني منش، پسون ۽ وڻ وغيره کي) سالڪي (يعني ستي گڻ
جي واڌاري مان پيدا ٿيندڙ) ۽ نراندريه پدارٿن (جهڙوڪ، پٿر،
مٽي وغيره) کي تامسي (يعني تمو گڻ جي واڌاري مان پيدا ٿيندڙ)
چئو وڃي ٿو. مطلب ته، جڏهن اهنڪار پنهنجي شڪتيءَ سان
جدا جدا پدارٿ پيدا ڪرڻ لڳندو آهي، تڏهن انهن، ستي گڻ
جي زور وٺڻ سبب، هڪ طرف پنج گيان اندريون، پنج ڪرم
اندريون ۽ من (يعني ڪل يارهن اندريون) پيدا ٿيندو آهي؛ وري
تمو گڻ جي زور هئڻ سبب ٻئي طرف، نراندريه سرشٽيءَ جون
مول پنج تنماترا پيدا ٿينديون آهن. پرڪرتيءَ جي سوکشمتا ان
حالت ۾ به قائم رهندي آهي؛ انهيءَ ڪري اهنڪار مان پيدا
ٿيندڙ مٿيان سورهن تتو ٻيا سوکشم ئي رهندا آهن.

## ڪيول يارهان اندريون ۽ ڪيول پنج تنماترائون چو مڃڻ گهرجن.

شبد (آواز)، اسپرش (ڇهڻ) روپ، رس ۽ گندهه جون تنماترائون-
يعني هر هڪ گڻ جا جدا جدا ۽ بلڪل سوکشم مول سروپ، نراندريه
سرشٽيءَ جا مول تتو آهن. ۽ من سان گڏ يارهان اندريون، سيندريه
سرشٽيءَ جو بيج آهن. انهيءَ نسبت سانکيه شاستر جي سمجهاڻي
پڙهڻ وٽان آهي. اهو چوڻ آهي ته نراندريه سرشٽيءَ جا مول تتو
(تنماترائون) فقط پنج، ۽ سيندريه سرشٽيءَ جا مول تتو فقط يارهان
ئي آهن. اڄ ڪلهه جي وگيانين، سرشٽيءَ جي سڀني پدارٿن جا
ٽي ڀاڱا ڪيا آهن. گهاڙها، ٻيلا ۽ هوا جهڙا. پر سانکين جا پدارٿن
نسبت ڀاڱا، انهن کان ٻئي نمونيا جا آهن. انهن جو چوڻ آهي ته
منش کي سرشٽيءَ جي سڀني شين جو گيان، فقط پنجن گيان اندرين
جي وسيلي ئي ٿئي ٿو؛ ۽ انهن اندرين جي بناوت اهڙي عجيب
آهي، جو هڪ اندريءَ کي فقط هڪ گڻ جو ئي گيان ٿي سگهي

الهيءَ ڳالهہ کي ڏسڻو آهي تہ، مٿين پنج تماترائن مان پيدا ٿيندڙ پنج مهاڀوتن اُنهن الهندن جو ڪهڙو راڀو آهي.

## سوکيم مان استول

اهڙيءَ ريت ٿرالوڪ سرشٽيءَ جو ويچار ڪري اسين الهيءَ نتيجي تي پهتاسين تہ، اُهو پهريئين سوکيم مول تتو آهي؛ جنهن، اسين سمندر (الدرين واري) سرشٽيءَ لي اٺ وجهون ٿا. انهن معلوم ٿئي ٿو تہ، پنجن ڪرم الدرين، پنجن گيان الدرين ۽ من، انهن يارهن الدرين کان سواءِ وڌيڪ الدريون ڪنهن وقت موجود نہ آهن. جيتوڻيڪ استول ديهہ ۾ هٿ پير وغيرہ الدرين ڏسڻ ۾ اچن ٿيون، تہ بہ الهن مان هرهڪ جي بنياد ۾ ڪنهن مول سوکيم تتو جي هستيءَ مڃڻ کان سواءِ، الدرين جي جدائيءَ جو پورو سبب معلوم ٿئي ٿو سگهي. اڳم جي آڌيوڪ وڪاس وادين الهيءَ مسئلي تي خوب ويچار ڪيو آهي. الهن جو چوڻ آهي تہ مول بعني بنياد جي بلڪل ننڍين ۽ گول جيوڙن ۾ فقط چمڙي جي ئي هڪ الدري آهي؛ ۽ الهيءَ چمڙيءَ مان ئي ڏيري ڏيري ٻيون الدريون پيدا ٿين ٿيون آڌيوڪ وڪماڻين جو متو آهي تہ، پرڪاش يعني سوجهري جي ميلاپ سان استول الدريون پيدا ٿيون آهن. سانکيہ وادين کي اهو مت منظور نہ آهي. مهاڀارت ۾ سانکين جي مت موجب الدرين جي پيدائش لسمت هن ريت ذڪر اچي ٿو:- ”پراڻين جي آلما کي جڏهن شبد ٻڌڻ جي اڇا ٿي، تڏهن ان شبد (آواز) ٻڌڻ لاءِ ڪن پيدا ٿيا، روپ ڏسڻ جي اڇا سان اکيون ۽ سنگهڻ جي اڇا سان اڪ پيدا ٿيو.“ سانکين جو اهو بہ چوڻ آهي تہ، جيتوڻيڪ پهرياڻين چمڙي پيدا ٿي، تہ بہ جيڪڏهن مول پرڪرتيءَ ۾ جدا جدا الدرين جي پيدا ڪرڻ جي طاقت موجود نہ هجي ها تہ، سجيو (جاندار) سرشٽيءَ جي بلڪل سوکيم جيوڙن جي چمڙيءَ تي، سج جي پرڪاش يعني روشنيءَ جو ڪيترو بہ اثر ٿئي ها، تہ بہ الهن کي اکيون، ۽ ورڇ

خاص ڪري الهيءَ مقرر هند پيدا نہ ٿي سگهن ها. ڊارون صاحب ج
مذالسن مان فقط اها ڳالهہ صاف اٿي ٿي تہ، اينا (اکين واري
ناپيدا (اکين کان جدي) پراڻين جي پيدا ٿيڻ لئي، سرشٽيءَ جي
هنواري جهڳڙي ۾ اما يعني اکين وارو گهڻو وقت جٽاءَ ڪري
گهي. ٿو ۽ ناپينا جلدئي ناس ٿيو وڃي. پر پڇم جا آڌيوڪ
گيالي اهو لڻا پڌائي سگهن تہ اکيون وغيره جدا جدا الدريون
پهريائين پيدا ڇو ٿيون. سالکين جو چوڻ آهي تہ، اهي سڀ
الدريون ڪنهن هڪ ئي مول الدريءَ مان پيدا اٿيون ٿين ۽ پر
جڏهن اهنڪار سبب پرڪرتيءَ ۾ جدائي شروع ٿيندي آهي،
تڏهن پهريائين اهنڪار مان (پنج سوکيم ڪرم الدريون، پنج گيان
الدريون ۽ من) يارهان جدا جدا گڻ (يا طاقتون) سڀ هڪدم
مول پرڪرتيءَ مان پيدا ٿيندا آهن، ۽ انهن مان پوءِ استول
سيندريہ سرشٽي پيدا ٿيندي آهي. انهن يارهن الدرين مان من
لسبت اسين ڇهين اڌياءَ ۾ پڌائي آيا آهيون تہ هو گيان الدرين
سان سنڪلپ وڪلپ ڪندڙ ۽ ڪرم الدرين کان ڪرم ڪرائيندڙ
ٿئي ٿو يعني ڪيس پڌيءَ جي فيصلي کي عملي صورت آڻيو
پوي ٿو. اهڙيءَ طرح الکي ٻنهين طرفن ۾ وهڻو پوي ٿو. اپنشدن
۾ الدرين کي ئي پراڻ چيو ويو آهي ۽ سالکيہ متي موجب اپنشدن
جو بہ اهوئي مت آهي تہ، اهي پراڻ، نہ پنج مهاڀوتن مان، پلڪ
پرمالما مان پيدا ٿيا آهن. انهن پراڻن يعني الدرين جو عدد ڪٿي
سست، ڪٿي ڏهہ، يارهان، ٻارهان ۽ ڪٿي ڪٿي تہ تيرهان پڻ
پڌايو ويو آهي. پر اپنشدن جي مت کي ايڪي ۾ آڻڻ سان،
الدرين جو عدد يارهان ثابت ٿئي ٿو. گيتا ۾ تہ صاف لکيو ويو
آهي تہ، الدريون يارهان ئي آهن. هاڻي الهيءَ ڳالهہ لسبت
سالکين ۽ ويدانتين جي وچ ڪا مخالفت نہ رهي.

سالکين جي مٿين سدانتن جو ٿوري ۾ ذڪر هن ريت ڪري
سگهجي ٿو:-

ساتوڪي اهنڪار مان سينديه سرشٽيءَ جون مول يارهان اندريون (يا طاقتون) پيدا ٿين ٿيون ۽ تامس اهنڪار مان نرانديه سرشٽيءَ جا مول (تنماترا) پنج پيدا ٿين ٿا. اهي پنج تنماترائن جي ترڪيب مان وري ٿوري ٿوري پنج مهاڀوت ۽ استول نرانديه پدارٿ ٺهڻ لڳن ٿا ۽ اهي پدارٿن جي يارهن اندرين سان ملڻ ڪري، اهي پدارٿ سينديه (اندرين وارا) ٿي وڃن ٿا.

## پنجويهن تتون جو برهمانڊ

سانکيه مت موجب پرڪرتيءَ مان پيدا ٿيندڙ تتون جو سلسلو جنهن جو ذڪر مٿي ڪيو ويو، هيٺئين وڻ وانگر (درخت) مان چٽيءَ پر نظر ايندو.

پرش (اڻ سوانيو ۽ اناد)    پرڪرتي (اوايڪت ۽ سوڪشم)
(نرگڻ-گياتا ۽ درشٽا    (ٽن گڻن واري، اوايڪت مايا وغيره)

مهان يا بدي (اوايڪت ۽ سوڪشم)
(آسوري، متري، گيان، گياني وغيره)

اهنڪار (اوايڪت ۽ سوڪشم)
(ابهمان ليکس وغيره)

(تامس ۽ نراندريه سرشٽي)
ساتوڪي سرشٽي يعني وايڪت ۽ سوڪشم اندريون

من    پنج گيان اندريون    پنج ڪرم اندريون
(سوڪشم) پنج تنماترائون
(استول) پنج مهاڀوت

ارڙهن تتن جو لنگ شرير (سوڪشم)

استول پنج مهاڀوتن ۽ پرش جي گڏڻ سان ڪل پيدا ٿيندو
ٿين ٿا. انهن مان مهان يعني بُڌيءَ ڪانسواءِ باقي ٽيويهه گڻ (يعني
پرش کان سواءِ) مول پرڪرتيءَ جا وڪار آهن. پر انهن ۾ به
اهو ڀيد آهي جو سوکيم تنماترائون ۽ پنج استول مهاڀوت، ڏهن
جا وڪار آهن؛ ۽ بُڌي، اهنڪار ۽ اندريون فقط شڪتيون يا گڻ
آهن. اهي ٽيويهه تت، وڪت آهن، ۽ مول پرڪرتي اوڪت
آهي. سانکين انهن ٽيويهن تتن سان آڪاش تتو پر دشا (طرف)
۽ ڪال (وقت) کي به شامل ڪيو آهي. هو پراڻن کي جدا تتو ناٿا
مڃين؛ پر جڏهن سڀئي اندريون جا وهنوار شروع ٿين ٿا، تڏهن
انهن کي پراڻ چيو ويو. پر ويدانتين کي اهو سڌانت منظور
نه آهي. انهن پراڻن کي جدا تتو مڃيو آهي. اسين اڳيئي ٻڌائي
چڪا آهيون ته، ويدانتي، پرڪرتي ۽ پرش ٻنهي سانکين وانگر
سوئنبو ۽ سوتنتر نٿا مڃين؛ انهن جو چوڻ آهي ته اهي هڪ پرميشور
جون وڀوتيون (صورتون ۽ جزا) آهن. سانکيه ۽ ويدانت جي انهيءَ
ٿوري تفاوت کان سواءِ، باقي سرشٽيءَ جي پيدا ٿيڻ سبب ٻنهي
جو هڪ راءِ آهي. جئن ته مهاڀارت جي الگيتا ۾ چيو ويو آهي
ته، "اوڪت (پرڪرتي) جنهن جو ٻج آهي، بُڌي جنهنجو ٿُڙ
آهي، اهنڪار جنهنجو وڏو مکيه ڏار آهي، من ۽ ڏهه اندريون
جنهنجو کوکلو اندريون پالگو آهن، (سوکيم) مهاڀوت، پنج تنماترائون
جنهنجون وڏيون وڏيون شاخون آهن؛ استول مهاڀوت جنهنجون
ننڍيون شاخون آهن؛ اهڙي تمولي جو هميشهه چڱا ۽ خراب (نتيجا)
ميوا ڏئي ٿو، ۽ جو سڀني پراڻين جو آڌار آهي، سو سناتن برهم
ورکيه آهي. گيانيءَ کي گهرجي ته الکي تتو گيان جي ٽلوار سان
ڪاٽي ٽڪر ٽڪر ڪري ڇڏي. انهيءَ کان سواءِ گيانيءَ کي گهرجي ته،
جنم، پيدائي ۽ مرڻ جي جار کان پاڻ آزاد ڪري، ۽ ممت بُڌي
يا اهنڪار کي ماري ڇڏي، جنهن ڪري کيس مڪتي حاصل
ٿئي." اهو ئي برهم ورکيه، پرڪرتيءَ يا مايا جو "کيل" يا "پسار"

آهي. بلڪل جهولي ويڌڪ سمي کان اهيءَ کي ورکيه (درخت) جي ڏالي سان سڏڻ جو رواج پئجي ويو آهي؛ ۽ اپنشدن ۾ پڻ ان کي "سنائن (قديمي) ورکيه" چيو ويو آهي. ويدن ۾ چيو ويو آهي ته اهيءَ ورکيه جي جڙ مٿي ۽ شاخون (يعني سرشٽيءَ جو ظاهري پسارو) هيٺ آهن. اهيءَ ويڌڪ ۽ سانکين جي تتون کي مڃلي گيتا ۾ اشوٿ ورکيه جو ذڪر ڪيو ويو آهي.

## تتون جي ورهاڱي ۾ سانکين ۽ ويدانتين جو جدا رايو

مٿي ذڪر ڪيل پنجويهن تتون جو، سانکيه ۽ ويدانتي جدا جدا نموني جو ورهاڱو ڪن ٿا. تنهنڪري سڀ کان اڳ ان ورهاڱي تي نظر رکڻ لازمي آهي. سانکين جو چوڻ آهي ته انهن پنجويهن تتن جا چار ڀاڱا ٿين ٿا؛ جئين ته مول پرڪرتي، پرڪرتي وڪرتي، وڪرتي، ۽ نه پرڪرتي نه وڪرتي. (١) پرڪرتي تتو ڪنهن ٻئي مان پيدا ٿيو نه ٿيو، جنهنڪري ان کي مول پرڪرتي چئجي ٿو. (٢) مول پرڪرتيءَ کان اڳتي وڌڻ سان، جڏهن اسين ٻئي ڏاڪي تي پهچون ٿا، تڏهن "مهان" يعني بڌي جو تتو لڀندو. اهو "مهان" تتو پرڪرتيءَ مان پيدا ٿيو آهي، جنهنڪري هو پرڪرتيءَ جي وڪرتي (وڪار يا پرورتي) سڏجي ٿو. اهيءَ تتو مان وري اهنڪار جو تتو پيدا ٿئي ٿو؛ انهيءَ ڪري "مهان" اهنڪار جي پرڪرتي يعني بنياد آهي. اهڙيءَ طرح مهان يعني بڌي هڪ طرف اهنڪار جو بنياد آهي، ته وري ٻئي طرف مول پرڪرتيءَ جو وڪار آهي. انهيءَ ڪري سانکين ان کي "پرڪرتي وڪرتيءَ" جي ڀاڱي ۾ رکيو آهي. انهيءَ قاعدي موجب اهنڪار سان گڏ پنج تنماترائون به "پرڪرتي وڪرتي" جي ڀاڱي ۾ اچي ٿيون وڃن. جي تتو يعني ڪنهن خود ٻين مان پيدا (وڪرتي) ٿين، ۽ اڳتي هلي هو خود ٻين تتون جا مول يعني بنياد (پرڪرتي) ٿي وڃن، تنهن کي "پرڪرتي وڪرتي"

چئبو آهي. اهيءَ ڀاڱي جا هي رچنا سمنڌ تتو آهن:- ١. مهان يعني
بدي، اهنڪار ۽ پنج تنماترائون. ۽ پنج گيان اندريون، پنج
ڪرم اندريون، من ۽ استول پنج مهاڀوت اهي سورهن تتون مان
وري ٻيا تتو پيدا نه ٿا ٿين؛ بلڪ اهي ٻين تتون مان ٿي پيدا ٿيا
آهن؛ اهيءَ ڪري اهن کي فقط "وڪرتي" يا وڪار چئبو آهي.
(٤) پرش نه پرڪرتي آهي ۽ نه وڪرتي؛ هو اداسين، سوتنتر ۽
درشٽا آهي. سانکيه مت جي حامي ايشور ڪرشڻ، اهيءَ
ورهاڱي کي هن ريت صاف ڪيو آهي:- "هيءَ مول پرڪرتي اوڪرتي
(ڪنهن جو وڪار نه) آهي. بدي وغيره ست تتو (بدي، اهنڪار
۽ پنج تنماترائون) "پرڪرتي وڪرتي" (يعني پرڪرتيءَ جو
وڪار) آهن؛ من سميت يارهن اندريون ۽ استول پنج مهاڀوت
يعني ڪل سورهن تتو "وڪرتي" يا فقط پرڪرتيءَ جو وڪار
آهن؛ پرش نه پرڪرتي ۽ نه وڪرتي آهي." اڳتي هلي وري
اهي پنجويهه تتون جا ٽي ڀاڱا ڪيا ويا آهن. (١) ويڪت (٢)
اويڪت ۽ (٣) گيه. هڪ مول پرڪرتي ٿي اويڪت جي ڀاڱي
۾ اچي سگهي ٿي؛ پرڪرتيءَ مان پيدا (وڪرتي) ٿيل باقي ٻيا
ٽيويهه تتو ويڪت آهن؛ ۽ پرش گيه (يعني ڄاڻڻ جي شيءِ) آهي.
اهو ٿيو سانکين جو ڪيل ورهاڱو. پراڻن، سمرتين ۽ مهاڀارت وغيره
ويدڪ گرنٿن ۾ گهڻو ڪري اهي پنجويهه تتون جو ئي ذڪر آهي
اپنشدن ۾ لکيل آهي ته، اهي تتو پربرهم مان ٿي پيدا ٿيا آهن،
پر اتي اهن پنجويهه تتون جي ورڇ اهڙي ڪانه ڪئي ويئي
آهي. اپنشدن کان پوءِ جي ويدانتي گرنٿ ٿيا، تن ۾ اهن تتون
جي ورڇ جو بيان ملي ٿو؛ پر اها ورڇ سانکين جي مٿين ورڇ کان ٻئي اصول جي
آهي. تتو ڪل پنجويهه آهن، اهن مان سورهن ته سانکين جي مت موجب
وڪار، يعني ٻين تتون مان پيدا ٿيل آهن؛ اهيءَ ڪري اهن
کي پرڪرتيءَ يا مول پدارٿن جي درجي ۾ داخل نٿو ڪري
سگهجي. باقي ٽي تتو رهيا:- پهريون پرش، ٻيو پرڪرتي ۽ ٽيون،

کان ٿائين ٿا ۽ پڌي، اهنڪار ۽ پنج تنماترائون. انهن مان پرش ۽
پرڪرتيءَ کانسواءِ باقي ستن تتن کي، سانکين "پرڪرتي وڪرتي"
چيو آهي. پر ويدانتي پرڪرتيءَ کي سوتنتر نٿا مڃين. انهن جو
چوڻ آهي ته، پرڪرتي ۽ پرش، ٻئي ايشور مان پيدا ٿيا آهن.
انهيءَ معنيٰ کي اختيار ڪرڻ سان، سانکين جي "مول پرڪرتي"
۽ "پرڪرتي وڪرتيءَ" کي مٽڻ لاءِ ڪو سبب نٿو رهي. ڇاڪاڻ
ته ايشور مان پيدا ٿيڻ سبب پرڪرتيءَ کي مول يا بنياد نٿو چئي
سگهجي؛ بلڪ ٻوءِ پرڪرتي وڪرتيءَ جي ڀاڱي ۾ ئي اچي ٿي
وڃي. سرشٽيءَ جي اتپتيءَ (پيدائش) جو ذڪر ڪندي ويدانتي
چون ٿا ته، پرميشور مان هڪ طرف جيو پيدا ٿيو، ۽ ٻئي طرف
(پڌي ۽ پرڪرتيءَ جا سمع وڪار) اٺن قسمن جي پرڪرتي
پيدا ٿي. يعني ويدانتين جي معنيٰ موجب، پنجويهن تتن مان
مان سورهن تتن کي ڇڏي، باقي نون تتن جا فقط ٻه ئي ڀاڱا
ڪري سگهجن ٿا. هڪ "جيو" ۽ ٻيو "اٺن قسمن جي پرڪرتي".
گيتا ۾ ويدانتين جي انهيءَ درجي کي ئي منظور ڪيو ويو آهي.
پر انهيءَ ۾ آخر تورو تفاوت رهي ٿو. سانکيه وادي جنهن کي
پرش چون ٿا، تنهن کي گيتا ۾ جيو چيو ويو آهي. اهو جيو ايشور
"پراپرڪرتي" يعني سرشٽ سروپ آهي، ۽ سانکيه وادي جنهن
کي مول پرڪرتي چون ٿا، ان کي ئي گيتا ۾ "اپرا" يعني گهٽ
درجي جو سروپ چيو ويو آهي. اهڙيءَ طرح ٻهراڻين ٻن وڏن
حصن ڪرڻ کان پوءِ، جڏهن انهن مان هيٺين ڀاڱي جا يعني گهٽ
سروپ جا پيا ۽ حصا يا فرقا ڪرڻا پوندا آهن، تڏهن ان ٻئي
يا گهٽ سروپ کانسواءِ، الهان پيدا ٿيندڙ ٻين تتن لسمع ۾
سمجهاڻي ڏيڻ ضروري ٿيندي آهي. ڇاڪاڻ ته، اهو ٻيو سروپ
(يعني سانکين جي-مول پرڪرتي) خود پنهنجو پاڻ يا فرقو نٿو
ٿي سگهي. مثلا، جڏهن انهيءَ ڳالهه ٻڌائڻ جي ضرورت ٿيندي
آهي ته فلاڻي کي گهڻا پٽ آهن، تڏهن ان شخص کي سندس

تتن جي شمار ۾ آٺون لسن ٻولدو آهي، يعني تتن جو ش
ڪندي پيءَ کي انهن کان جدا سمجهو ويندو آهي. اهڙيءَ ريت
پرميشور جي گهٽ يا لنڍي سروپ (پرڪرتي) جي ٻين فرق
جو ذڪر ڪندي، چوٿو ٻولدو ته، ويدانتين جي اتن اصولن جي
پرڪرتيءَ مان مول پرڪرتيءَ کي ڇڏي، باقي سڀ لت
(يعني ٻدي، اهنڪار ۽ پنج تنمانرائون) ان مول پرڪرتيءَ
جا تتو آهن. پر انهن ڪرڻ سان، قبول ڪرڻو ٻولدو ته، پرميشور
جو لنڍي درجي جو سروپ (يعني مول پرڪرتي) ستن تتن جي
آهي، ۽ اسين مٿي چئي آيا آهيون ته پرڪرتيءَ کي ويدانتي
اتن تتن جو مجموعو گڻا. هاڻي هتي اها اصولي مخالفت ڏسڻ ۾
اچي ٿي ته، جنهن پرڪرتيءَ کي ويدانتي اتن تتن جو مجموعو ڳڻا،
الڪي گيتا ستن تتن جو مجموعو ٿي. پر شايد گيتا جي رچيندڙ کي
اها مخالفت چڱي ڏسڻ ۾ نه آئي، جنهنڪري هن انهيءَ مخالفت
کي ڪيڻ لاءِ ٻدي، اهنڪار ۽ پنج تنمانرائن ۾ من جي تتو کي
ملائي، پرميشور جي لنڍي سروپ يعني پرڪرتيءَ جا اٺ فرقا
قائم رکيا. انهن مان من جي تتو ۾ ڏهه اندريون، ۽ پنج تنمانرائن
۾ پنج مهاڀوت گڏيا ويا آهن. هاڻي صاف ٿي ويندو ته، گيتا
جي ورڇ ۾، چوڏهن سانکين ۽ ويدانتين جي ٽالوڪ ورڇ کان
ڪجهه پيدا رکيل آهي، پر انهي تتون جي شمار ۾ ڪو پيدا نه آهي.
سڀني هنڌ پنجويهه تتو ئي قبول ڪيا ويا آهن. ڪي ماڻهو مٿين
منجهيل بيان کي پڙهي ڀرم ۾ نه پئجي وڃن، انهيءَ لاءِ سانکين،
ويدانتين ۽ گيتا جي تتون لسبت ورڇ کي وڌيڪ صاف ڪرڻ
ضروري آهي. گيتا جي ليرهين ادياءَ ۾ مٿين تتون جي ورڇ
جي جهڳڙي ۾ نه پئي، سانکين جي پنجويهه تتون جو ذڪر جنن
جو لتن جدا جدا ڪيو ويو آهي. خير هيٺئين لقشه کي ڏسڻ سان
معلوم ٿي ويندو ته، ڪٽي تتون جي ورڇ ۾ ٽنهين شاسترن جي
هڪ پئي ۾ مخالفت آهي، پر انهن جي عدد ۾ سڀ شامل راءِ آهن.

## پنجويهه لتون جي ورچ

| سالکمن جي ورچ | لتو | ويدانتين جي ورچ | گيتا جي ورچ |
|---|---|---|---|
| الد پرکرتي د وکرتي | پرش | پرپرهم جو سرپشت سروپ | پراپرکرتي |
| ١ مول پرڪرتي | پرکرتي | پرابرهم جو کنشت، (الن لمولن جو) | اپراپرکرتي اپراپرکرتيء جا ٨ لموله |
| ٧ پرکرتي | ١ پڌي ١ اهنڪار ٥ لمالراتون | | |
| ١٦ وڪار | ١ من ٥ گيان الدريون ٥ ڪرم الدريون ٥ مهاپرت | وڪار هئڻ سبب الهن سورهن لتون کي ويدانتي مول لتو انا مڃين. | وڪار هئڻ سبب الهن سورهن لتون کي گيتا مول لتون ۾ شامل نه ٿي ڪري. |

## ويدانتي گرنٿن جو بيان

پهرئين مول سمان اوستا ۾ رهندڙ هڪ ئي اکند جڙ پرکرتيء مان، وڪاس سرشٽيء جي پيدا ڪرڻ لاء پڌي ڪيئن پيدا ٿي، الهان "اهنڪار" سڀان جدائيء جو ڪم ڪيئن شروع ٿيو، ۽ الهيء بعد، گڻن مان گڻن جي پيدا ٿيڻ جي سڌانت موجب هڪ طرف سالڪي (يعني سيندريه) سرشٽيء جون مول پارهان الدريون، ۽ ٻئي طرف تامسي (نرالدريه) سرشٽيء جون مول پنج لمالراتون ڪيئن پيدا ٿيون، اهي سڀئي ڳالهيون جي صفائي ٿي چڪي. هاڻي استول سرشٽي (يعني استول پنج مهاپوت يا انهن مان پيدا ٿيندڙ ٻين پدارٿن) جي الپتيء (پيدائش) جو بيان ڪجو ويندو. سالڪيه شاستر ۾ صرف ايترو چيو ويو آهي ته، گڻن جي لتيجي (يعني گڻن مان گڻن جي پيدا ٿيڻ) سبب سوکم لمالراتن مان، استول پنج مهاپوت پيدا ٿيا آهن. ويدانتي گرنٿن ۾ الهيء مسئلي ٿي خوب

ويچار ڪيو ويو آهي، تنهنڪري هتي هنن جو ٿوري ۾ ذڪر
ڪرڻ لازمي آهي. پرٿوي، جل، تيج، وايو ۽ آڪاش کي پنج
مهاڀوت يا "وشيش" چيو وڃي ٿو. انهن جي اتپتيءَ نسبت
تيتريه اپنشد ۾ هن ريت بيان ڪيو ويو آهي:- "پرماتما
مان (نه ڪ پرڪرتي مان، جئن سانکين جو چوڻ آهي) آڪاش،
آڪاش مان وايو، وايوءَ مان اگني، اگنيءَ مان جل ۽ جل مان
پرٿوي پيدا ٿي." پر تيتريه اپنشد ۾ انهيءَ سلسلي جي وڌيڪ
سمجهاڻي ڪانه ڏني ويئي آهي. معلوم ٿئي ٿو ته، آثر- ويدانت
شاسترن (اپنشدن کان پوءِ ٿيل ويدانتي گرنٿن) ۾ پنج مهاڀوتن جي
اتپتيءَ جو سلسلو، سانکين جي سلسلي سان ٺهڪي اچي ٿو.
انهن آثر- ويدانتي گرنٿن ۾ لکيل آهي ته، "گڻن مان گڻ پيدا ٿين
ٿا"؛ انهيءَ قانون يا سڌانت موجب، پهريائين هڪ گڻ وارا پدارٿ
پيدا ٿيا؛ انهن مان ٻن گڻن وارا، ۽ پوءِ ٽن گڻن وارا پدارٿ پيدا
ٿيا؛ انهيءَ طرح سلسلو وڌندو ويو. پنجن مهاڀوتن مان پهريائين
آڪاش، جنهن ۾ هڪ ئي "شبد" جو گڻ موجود آهي، پيدا ٿيو.
ان کان پوءِ وايو يعني هوا جي اتپتي ٿي؛ جاڪاڻ ته ان ۾ "شبد"
۽ "اسپرش" يعني ڇهڻ يا سهي ڪرڻ جا ٻه گڻ آهن.
هوا جي زور سان لڳڻ ڪري آواز پيدا ٿيندو
آهي؛ ۽ اسانجي ڇهڻ يا سهي ڪندڙ اندرين کي انجو
گيان ٿيندو آهي. وايوءَ کان پوءِ اگني پيدا ٿي؛ جاڪاڻ ته، شبد،
اسپرش جي گڻن کانسواءِ انهيءَ ۾ "روپ" جو گڻ پڻ موجود
آهي. انهن ٽنهي گڻن سان گڏ جل ۾ چوٿين "رس" جو گڻ به
موجود آهي؛ ۽ انهيءَ ڪري انجي اگنيءَ کانپوءِ اتپتي ٿي، آخر
انهن چئن گڻن سان گڏ، "گنڌ" جي گڻ موجود هئڻ سبب پرٿوي
جو جل کانپوءِ پيدا ٿيڻ ثابت ٿيو. تيتريه اپنشد ۾ اڳتي هلي وري
لکيو ويو آهي ته، "انهيءَ طرح پنج مهاڀوتن جي پيدا ٿيڻ کان
پوءِ، پرٿويءَ مان ولسپتيءَ (نباتات) ولسپتيءَ مان ان، ۽ ان مان،

## پنجويهه تتن جي ورڇ

| سانکيه جي ورڇ | | تتو | ويدانتين جي ورڇ | گيتا جي ورڇ |
|---|---|---|---|---|
| اڻ پرڪرتي نه وڪرتي | | پرش | پربرهم جو سرشٽ سرجڻ | پراپرڪرتي |
| مول پرڪرتي | پرڪرتي | | پربرهم جو ڪنشٽ " (انهن مولن جو) | اپراپرڪرتي<br>اپراپرڪرتيءَ جا ٨ مول |
| ٧ پرڪرتي | ١ بڌي<br>١ اهنڪار<br>٥ تنماترائون | | | |
| ١٦ وڪار | ١ من<br>٥ گيان اندريون<br>٥ ڪرم اندريون<br>٥ مهاڀوت | | وڪار هئڻ سبب انهن سورهن تتن کي ويدانتي مول تتو نٿا مڃن. | وڪار هئڻ سبب انهن سورهن تتن کي گيتا مول تتن ۾ شامل نه ٿي ڪري. |

## ويدانتي گرنٿن جو بيان

اپنشدن مول سمان اوستا ۾ رهندڙ هڪ ئي اکنڊ جڙ پرڪرتيءَ مان، وڪرت سرشٽيءَ جي پيدا ڪرڻ لاءِ بڌي ڪيئن پيدا ٿي، ان مان "اهنڪار" سببان جدائيءَ جو گڻ ڪيئن شروع ٿيو، ۽ انهيءَ بعد، گڻن مان گڻن جي پيدا ٿيڻ جي سدانت موجب، هڪ طرف سالڪي (يعني سيندريه) سرشٽيءَ جون مول ٻارهن اندريون، ۽ ٻي طرف تامسي (نراندريه) سرشٽيءَ جون مول پنج تنماترائون ڪيئن پيدا ٿيون، انهن سڀني ڳالهين جي صفائي ٿي چڪي. هاڻي استول سرشٽي (يعني استول پنج مهاڀوت يا انهن مان پيدا ٿيندڙ ٻين پدارٿن) جي اتپتيءَ (پيدائش) جو بيان ڪجهه ويندو. سانکيه شاستر ۾ صرف ايترو چيو ويو آهي ته، گڻن جي نتيجي (يعني گڻن مان گڻن جي پيدا ٿيڻ) سبب سوکم تنماترائن مان، استول پنج مهاڀوت پيدا ٿيا آهن. ويدانتي گرنٿن ۾ انهيءَ مسئلي تي خوب

انهيءَ بعد اُن مان سلسليوار سوکشم ليکا (اگني) جل ۽ پرٿوي
پيدا ٿي؛ ۽ انهن ٽن تتون ۾ سڀني جيو جنتن جي روپ ۾ برهم جي
پرويش ٿيڻ (وڃڻ) ٿي، جنهن جا اي شمار نام-روپ (جن پدارٿن
سي ڪوله ڪو نالو هجي، ۽ جدو ڪوله ڪو روپ هجي)
وارا پدارٿ پيدا ٿيا. استول اگني، سج يا وڄ جي جوتيءَ ۾ جو
ڳاڙهو رنگ موجود آهي، سو سوکشم جل جي تت جو نتيجو آهي.
اهڙي ريت منش، جو ان کائي ٿو، انهيءَ ۾ سوکشم ليکا، سوکشم
جل ۽ سوکشم پرٿوي موجود آهي. جهڙيءَ ريت ڏهيءَ کي ولوڙڻ
سان، ان مان مکڻ نڪرندو آهي، تهڙيءَ ريت مٿين ٽن تتون مان
ٺهيل ان، جنهن وقت پيٽ ۾ ويندو آهي، تنهن وقت اُن مان ليکا
جي تت سبب، منش جي ديه ۾ استول-وچولو ۽ سوکشم نتيجو،
جنهنکي سلسليوار هڏا، نسون ۽ واڻي چئبو آهي، پيدا ٿيندو آهي؛
اهڙيءَ ريت جل جي تتون مان پيشاب، رت ۽ پراڻ؛ ۽ پرٿويءَ
جي تتن مان مل، ماس ۽ من، اهي ٽي دروبہ (يا شيون) پيدا
ٿيندا آهن." چاندوگيه اپنشد وانگر ويدانت سوترن ۾ پڻ چيو
ويو آهي ته، مهاڀوتن جو عدد پنج نه آهي، بلڪ ٽي آهي؛ ۽ انهن
ٽن تتون جي ميل مان ئي سڄي ظاهري سرشٽي پيدا ٿي آهي.
بادرائڻاچاريه ته پنچيڪرڻ جو نالو به نه ورتو آهي؛ ۾ تيتريه، برهدارڻيڪ
وغيره ٻين اپنشدن ۾، ۽ خاص ڪري شويتاشو اپنشد، برهم
سوترن ۽ گيتا ۾ ٽن تتون جي بدلي پنجن تتون (مهاڀوتن) جو ئي
ذڪر ٿيل آهي. مهاڀارت ۽ پراڻن ۾ ته پنچيڪرڻ (پنج مهاڀوتن)
جو ذڪر ڪيو ويو آهي. انهيءَ مان ثابت آهي ته، جيتوڻيڪ
قديم زماني ۾ ٽن تتون جي سڌانت کي مڃيو ويندو هو، پر جڏهن
مهاڀوتن جو عدد ٽن جي بدلي پنج مڃڻ ۾ آيو، تڏهن ٽن تتون
جي سڌانت کي اڻ پورو سمجهي سڀني تتو گيانين ان کي ڇڏي
ڏنو ڪيو. وري اڳتي هلي انهيءَ پنچيڪرڻ شبد ۾ اها ڳالهه پڻ
شامل ڪئي وئي ته، منش جي ديه نه فقط پنج مهاڀوتن مان

نوي آهي، بلڪ اهي پنج مهاڀوتن مان هرهڪ مهاڀوت، پنهنجن
لهرن سان، ڏهه ۾ وراهجي ويو آهي. جئن ته چمڙي، ماس، هڏا،
نسون ۽ وار اهي پنج ئي پرٿويءَ جي انو جا نتيجا آهن. اڍڙيءَ
ويس پيا. معلوم ٿئي ٿو ته، اها ڪلپنا (ويچار) ۽ ڇاندوگيه اپنشد
جي مٿين ٽن ٽتن جي بيان مان ڪڍي ورتي آهي؛ ڇاڪاڻ ته،
اتي پڻ آخر اهين چيو ويو آهي ته، "تيج، جل ۽ پرٿوي" اهين
ٽن ٽتن مان، هرهڪ، منش جي ديهه ۾ ٽن ٽن لهرن سان
وراهيل آهي.

## سجيو (جاندار) سرشٽي ۽ لنگ شرير

مول اوياڪت پرڪرتيءَ مان، يا وگيان جي سڌانت موجب
پربرهم مان بي شمار نام-روپ واري سرشٽيءَ جا اچيتن (بي جان)
پدارٿ ڪيئن ٿين ٿا، تنهن اسمجه بيان ٿي چڪو. هاڻي اهيءَ
ڳالهه تي ويچار ڪرڻ ضروري آهي ته، سرشٽيءَ جي سجيو (جاندار)
پراڻيءَ جي اتپتيءَ سمجهه سانکيه وادين جو ڪهڙو رايو آهي؛
اهيءَ بعد ڏسڻ گهرجي ته، وگيان جي سڌانت سان هو ڪيتري
قدر ٺهڪي اچي ٿو. جڏهن مول پرڪرتيءَ مان پيدا ٿيل پرٿوي
وغيره پنج استول مهاڀوتن جو، سوکم اندرين سان ميلاپ ٿئي
ٿو، تڏهن ان مان سجيو پراڻين جو شرير اڏجي ٿو. پر جيتوڻيڪ
شرير اندرين وارو آهي، ته به جڙ آهي. اهي اندريون
ڪي هلائڻ وارو تتو، جڙ پرڪرتيءَ کان جدا آهي؛ جنهنکي "پرش"
چئجي ٿو. سانکين جي اهيءَ سڌانت جو ذڪر اسين پرئين اڌياءَ
۾ ڪري چڪا آهيون ته، جيتوڻيڪ مول يا بنياد ۾ "پرش"
خود اڪرتا (ڪرم نه ڪندڙ) آهي، ته به سندس پرڪرتيءَ
سان ملڻ تي، سجيو سرشٽيءَ جي شروعات ٿئي ٿي، ۽ مان سرشٽيءَ
کان الڳ آهيان" اهيءَ گيان جي حاصل ٿيڻ تي، پرش جو پرڪرتيءَ
سان لاڳاپو ٽٽي ٿو وڃي؛ ۽ هو مڪتيءَ جي درجي تي پهچي
وڃي ٿو. اهيءَ گيان نه حاصل ڪرڻ سبب ان پرش کي، جنم ۽

مرڻ جي چڪر ۾ اچڻو پوي ٿو. پر اڃان انهيءَ ڳالهه جو بيان نه
ڪيو ويو ته، جنهن پُرش جو گيان حاصل ڪئي کان اڳ خاتمو يا
موت ٿئي ٿو، تنهن کي نون نون جنمن ۾ ڪيئن اچڻو پوي ٿو.
انهيءَ لاءِ هن مسئلي تي ويچار ڪرڻ لازمي آهي. هيءَ
ڳالهه عالم آشڪار آهي ته، جو منش گيان حاصل ڪرڻ کان سواءِ
مري ٿو وڃي، تنهنجي آتما پرڪرتي جي چڪر کان آزاد نٿي
ٿي سگهي. ائين نه مڃڻ ڪري، پوءِ گيان اگيان جي ڪا به کهٽ
وڌائي نه ٿي رهي؛ ۽ انهيءَ کانسواءِ انهيءَ صورت ۾ چارواڪ جي
مت موجب ائين ٿي چوڻو پوندو ته، مرڻ بعد هرهڪ شخص
جنم- مرڻ کان ڇٽي مڪت ٿي ٿو وڃي. جيڪڏهن ائين ڇٽجي
ته، موت کان پوءِ آتما يا پُرش بچي يا رهي ٿو وڃي؛ ۽ هوني
پنهنجي مراد سان نوان نوان جنم وٺي ٿو، ته پوءِ پُرش کي اڳرنا
۽ اداسين چوڻ اجايو ٿي پوندو. انهيءَ کانسواءِ جيڪڏهين اسين
ائين مڃينداسين ته، آتما خود نئي نوان نوان جنم وٺي ٿي،
ته پوءِ ڇنبو ته، جنم ۽ مرڻ آتما جو هڪ نيم گڻ يا ڌرم آهي؛
۽ انهيءَ کانسواءِ اها ڳالهه پڻ ثابت ٿيندي ته، هوءَ جنم ۽ مرڻ
جي چڪر کان ڪڏهن به سوتنتر يا مڪت ٿي نٿي سگهي. انهيءَ
ڪري اها ڳالهه ظاهر آهي ته، جيڪڏهن بنا گيان حاصل ڪئي
ڪو منش مري وڃي ٿو، اڳتي هلي الڪي نئين جنم ڏيڻ لاءِ
انهي آتما سان پرڪرتيءَ جو سنبنڌ هئڻ ضروري آهي. مرڻ
بعد استول ديهه ناس ٿي وڃي ٿي؛ جنهن ڪري ظاهر آهي ته،
الوقت مٿيون سنبنڌ، پنج مهاڀوتن واري پرڪرتيءَ (ديهه) سان
ٿئو رهي. پر ائين هرگز نه ٿو چئي سگهجي ته، پرڪرتي ڪيول
پنج مهاڀوتن مان ئي ٺهي آهي. پرڪرتيءَ مان ڪل ٽيويهه تتو
پيدا ٿين ٿا ۽ استول پنج مهاڀوت، انهن ٽيويهن تتون مان پويان
پنج تتو آهن. انهن آخرين پنجن تتون (مهاڀوتن) کي، ٽيويهن
تتون کان الڳ ڪرڻ ٿي، باقي ارڙهان تتو بچندا- انهيءَ ڪري

هاڻي اُهن ڇوٽو ٿيندو ته، جو پرش، گيان حاصل ڪرڻ کان سواءِ
مري وڃي ٿو، سو جيتوڻيڪ پنهنجن مهاڀوتن مان آزاد ٿي
وڃي، ته به لنگي اڃان ارڙهان تتو نٿا ڇڏين. اهي ارڙهان تتو
هن ريت آهن: ٻڌي، اهنڪار، من، ڏهه اندريون ۽ پنج تنماترائون؛
اهي سڀ تتو سوکشم آهن. انهن تتن جي، پرش سان ميلاپ ٿيڻ
تي جو شرير ٺهي ٿو، تنهنڪري لنگ شرير چئبو آهي. گيان حاصل
ڪرڻ کان اڳ مري وڃڻ تي، مٿين ارڙهن تتن جو ٺهيل لنگ
شرير استول ديهه کان ٻاهر نڪرندو آهي؛ ۽ جيستائين پرش کي
گيان حاصل نٿي ٿئي تيستائين، ان لنگ شرير سبب ئي، اڳتي نوان نوان
جنم وٺندا پوندا آهن. انهيءَ تي ڪن ماڻهن اهو اعتراض اٿاريو
آهي ته، هي جو منش جي مرڻ وقت صاف ڏسڻ ۾ ايندو آهي
ته، ان جي جيو سان گڏ، ان جڙ ديهه مان ٻڌي، اهنڪار، من
۽ ڏهن اندرين جي هل چل به بند ٿي ويندي آهي؛ تنهنڪري
لنگ شرير ۾ انهن تيرهن تتن کي شامل ڪرڻ ۾ ته ڪا حرڪت
نه آهي، پر انهن تيرهن تتن سان گڏ پنج سوکشم تنماترائن کي به
لنگ شرير ۾ ڇو داخل ڪرڻ گهرجي؟ انهن اعتراض جي جواب
۾ سانکيه وارن جو چوڻ آهي ته، اهي تيرهن تتو (ٻڌي، اهنڪار،
من ۽ ڏهه اندريون) پرڪرتيءَ جا گڻ آهن؛ ۽ جهڙيءَ طرح
ڪنهن ڀاڃي کي، ڪنهن نه ڪنهن شيءِ، ۽ تصوير کي، ڀت يا
ڪاغذ وغيره جي آڌار جي ضرورت آهي، تهڙيءَ طرح انهن
تيرهن تتن کي به گڏ رهڻ لاءِ، ڪنهن دروي (شيءِ) جي آڌار
جي ضرورت آهي. آتما خود نرگڻ ۽ اڪرتا آهي؛ تنهنڪري
هوءَ خود ڪنهن به گڻ يا تتو جو آڌار ٿي نٿي سگهي. منش جي
جيئري حالت ۾، اهي شرير جا استول پنج مهاڀوت ئي انهن تيرهن
تتن جو آڌار رهن ٿا. پر موت کان پوءِ، يعني استول پنج مهاڀوتن
جي ديهه جي ناس ٿيڻ تي، انهن پنج مهاڀوتن جو آڌار ٽٽي ٿو
وڃي. ان حالت ۾ مٿين تيرهن تتن جي آڌار لاءِ، ڪنهن ٻئي

جي، آڌار طور ضرورت آهي. جيڪڏهن مول پرڪرتيءَ کي
انهن تتن جو آڌار مڃيو وڃي، ته هوءَ اويڪت ۽ اوڪار حال
۾، يعني بي شمار ۽ سرو وياپي (هر جاءِ پکڙيل) هئڻ سبب، هڪ
لنڊيءِ لنگ شرير جي پڌي، اهنڪار وغيره جو آڌار ٿي نه
سگهي. انهيءَ ڪري مول پرڪرتيءَ جي ٽي ڏروين يا وڪار
مان استول مهاڀوتن جي بدلي، انهن جي مول پنج سوکيم تنماترائن
کي، مٿين تيرهن ڳڻن سان، انهن جي آڌار جي نقطه نظر سان، لنگ
شرير ۾ آڻڻو پوي ٿو. ڪٿي سانکيه وادي، لنگ شرير ۽ استول
شرير جي وچ ۾ هڪ ٽئين شرير جي به هستي مڃين ٿا؛ ۽ انهن
جو چوڻ آهي ته، اهو ٽيون شرير ئي لنگ شرير جو آڌار آهي- پر
اسين انهيءَ مت کي اي واجب سمجهون ٿا. خود سانکين جي
مکيه (ڪارڪا) گرنٿ ۾ به اهڙا معنيٰ ٿي ملي؛ شايد ٽيڪا
ڪندڙن ڀرم ۾ پئجي مٿيون مطلب ڪڍيو آهي.

## لنگ شرير نسبت ويدانت ۽ سانکيه شاستر جي پيٽ

ٿوري ڌيان ڏيڻ سان معلوم ٿيندو ته، سانکيه شاستر جي
مٿين ارڙهن تتن جي لنگ شرير، ۽ اپنشدن ۾ ورڻن ڪيل لنگ
شرير ۾ ڪو وڏو ڀيد نه آهي. برهدارڻيڪ اپنشد ۾ چيو ويو آهي
ته، ”جهڙيءَ طرح لنڊڙو ڪيڙو. گاهه جي هڪ پن جي پڇاڙيءَ
تائين پهچڻ سان، ٻئي پن تي، اڳئين پير سان، پنهنجي شرير جو
اڳيون پاسو رکندو آهي؛ ۽ پوءِ پوئين پن تان پنهنجو پويون
ٽنگون ڇڪي وٺندو آهي؛ تهڙيءَ طرح آتما هڪ شرير
کي ڇڏي ٻئي شرير ۾ لنگهندي آهي.“ پر انهيءَ دليل مان فقط
آتمائي ٻئي شرير ۾ لنگهي ٿي؛ ۽ هوءَ هڪ شرير ڇڏي يڪدم
ٻئي شرير ۾ لنگهي، انهن ٻنهين ڳالهين جو پورو جواب نه ٿو
ملي. چاڪاڻ ته، برهدارڻيڪ اپنشد ۾ اڳتي هلي لکيو ويو آهي
ته، آتما سان گڏ وکيم پوسٽ، من، اندريون، پراڻ ۽ ڌرم-

اڌرم جا سنسڪار به انهن شرير مان ٻاهر لڪرن لڳا. انهيءَ کان
سواءِ انهيءَ اپنشد ۾ اڳتي ٻڌ چيو ويو آهي ته، آتما ڪي پهچڻ
ڪرمن موجب جدا جدا لوڪ حاصل ٿين ٿا ۽ اڃ ڪنهن وقت
لاءِ ڪنهن رهڻو پوي ٿو. اهڙيءَ طرح ڇالدوگيه اپنشد ۽ ويدانت
سوترن ۾ ڇالدوگيه اپنشد جي سڌانتن جي ڏاڍي سمجهاڻيءَ مان
پڻ ظاهر ٿئي ٿو ته، لنگ شرير ۾، جل، لڇڻ ۽ پراڻ، انهن تنهن
لتون کي رکڻ، ڇالدوگيه اپنشد کي به منظور آهي. مطلب ته،
سالکين جي ٻڌي وغيره ارڙهن لتون جي لنگ شرير ۾، پراڻ،
ڌرم، اڌرم ۽ ڪرم کي شامل ڪرڻ سان، ويدانت مت موجب
لنگ شرير آهي ٿو. پر سالکيه شاستر موجب، پراڻ ٻارهن اندرين
۾ ۽ ڌرم، اڌرم، گيان اندرين ۾ ئي رکيو ويو ٿو. تنهنڪري
ويدانتين جي لنگ شرير جو تفاوت فقط لفظي آهي. يعني لنگ
شرير جي ٻالڻ سمت ويدانتين ۽ سالکين جي وچ ڪو ورود
نه آهي. گيتا جي پندرهين ادياءِ ۾ چيل آهي ته، من ۽ پنج
اندرين مان ئي سوکم شرير ٿئي ٿو. وري اڳتي هلي چيو ويو
آهي ته، جئن هوا گلن جي سڳنڌ کي کڻي وڃي ٿي، تئن جيوءَ
استول شرير کي ڇڏي، هن لنگ شرير کي ٻاڻ سان کڻي وڃي ٿو. پر
ياد رکڻ گهرجي ته، گيتا ۾ هو اڌياتم گيان آهي، سو اپنشدن مان
ئي ورتو ويو آهي؛ انهيءَ ڪري چئي سگهجو ته، من سميت ڇهه
اندرين، انهن شبدن ۾ ئي پنجوان شرير ڪرڻ ڪي، پنج ڪرم
اندرين، پنج تنماترائون، پراڻ ۽ پاپ- پنج، منظور آهن. منو
سمرتيءَ ۾ به چيو ويو آهي ته، "مرڻ بعد منش کي، هن جنم جا
حيوس ۾ ڪمل پاپ- پنج جي ڀوڳڻ لاءِ، پنج تنماترائن وارو سوکم
شرير ملي ٿو." گيتا ۾ جو مٿي ڏنل هوا جو مثال ڏنو ويو آهي،
تنهن مان فقط اهائي ڳالهه ثابت ٿئي ٿي ته، اهو (لنگ) شرير سوکم
آهي؛ پر ان مثال مان، انهيءَ شرير جي آڪار جو ڪو به اندازو
نه ٿو ڪري سگهجي. مهاڀارت ۾ هڪ ڪٿا آئي آهي، جنهن ۾

لنگ شرير جي آڪار لاءِ ڪجهه ذڪر ڪيل آهي. ان ڪتاب ۾ چيو ويو آهي ته، ”راجا ستيوان جي اسٿول ديهه مان، يمراج هڪ آڱوٺي جيڏو پرش (لنگ شرير ڪڍيو.)“ انهيءَ مان معلوم ٿئي ٿو ته لنگ شرير جو آڪار، آڱوٺي کان وڏو نه آهي.

## ٻڌيءَ جا ڀاو ۽ ويدانت جا ڪرم

لنگ شرير جي لفظ ۾ نه اچڻ ڪري، کوڙ ثابتين ۾ ان جي هستي مڃيل ٿيل ٿي، ۽ ان لنگ شرير جا کوڙ ڀاڱا آهن وغيره ڳالهين جو بيان ٿي چڪو. پر فقط اهڙي ئي چوڻ مان نه پرڪرتي ۽ پنج اسٿول مهاڀوتن کان سواءِ، باقي ارڙهن تتون جي ميل مان لنگ شرير ٺهي ٿو، ڪم پورو ٿئو ٿئي. انهيءَ ۾ ته ڪو به شڪ نه آهي ته، جتي لنگ شرير رهندو، اتي انهن ارڙهن تتون جو مجموعو پنهنجي ڪرڻ-ڌرم موجب، ماتا پتا جي اسٿول ديهه مان، ۽ اڳتي هلي اسٿول سرشٽيءَ جي ان مان، هٿ، پير وغيره اسٿول عضوا يا اسٿول اندريون پيدا ڪندو، يا انهن جي پالنا ڪندو. پر هاڻي انهيءَ ڳالهه کي صاف ڪرڻ جي ضرورت آهي ته، ارڙهن تتون جو لنگ شرير، پسون، پکي، منش وغيره جي جدا جدا ديهه ڇو ٿو پيدا ڪري. جاندار سرشٽيءَ جي سڀني تتون کي، سانکيه وادي ”پرش“ چوندا آهن ۽ سانکيه مت موجب، ڪٿي اهي پرش اڻ ڳڻيا هجن، ته به هرهڪ پرش سڀاوڪ اداسين ۽ اڪرتا آهي؛ انهيءَ ڪري پسون، پکي وغيره پراڻين جي جدا جدا شرير پيدا ڪرڻ جو ڪم ڪيئن ڪرتو ٿئو پوي. ويدانت شاستر ۾ چيو ويو آهي ته، پاپ-پني جي نتيجن سبب، پراڻين جا اهي جدا جدا پيدا ٿين ٿا. انهن ڪرمن لاءِ اڳتي هلي اپڻ ڪئي ويندي. سانکيه مت موجب ڪرم ڪي، پرش ۽ پرڪرتيءَ کان جدا ٿيون تتو ته ٿو مڃي سگهجي؛ ۽ جنهن صورت ۾ پرش اداسين آهي تنهن صورت ۾ چوڻو پوندو ته، ڪرم، پرڪرتيءَ جي ستي، رجي ۽ تمي گڻ جو وڪار آهي. لنگ شرير، يعني ارڙهن تتون جي

مجموعي ۾ ٻڌيءَ جو تتو مکيه آهي؛ ڇاڪاڻ تہ، ٻڌيءَ مان ئي
اهنڪار وغيره سترهن تتو پيدا ٿين ٿا. يعني جنهنکي ويدانت ۾
ڪرم چون ٿا، تنهنکي شاستر ۾، ستي، رجي ۽ تمي جي
گهٽ وڌ تتوجي مان پيدا ٿيندڙ ٻڌيءَ جو وهنوار، ڌرم يا
وڪار چون ٿا. ٻڌيءَ جي انهيءَ وهنوار يا ڌرم جو نالو، ڀاؤ آهي.
ستي، رجي ۽ تمي جي گهٽ وڌائيءَ سبب اهي ڀاو ڪيترن ئي
نمونن جا ٿين ٿا. جهڙيءَ طرح گل ۾ سڳند، ۽ ڪپڙي ۾ رنگ
وڦهيل يا لڳل هوندو آهي، تهڙيءَ طرح لنگ شرير ۾ بہ اهي
ڀاو وڦهيل ٿين ٿا. انهن ڀاون (ويچارن) موجب، يا ويدانتي ٻوليءَ
۾ ڪرمن موجب، لنگ شرير نوان نوان جنم وٺندو آهي؛ ۽ جنم
وٺندي، ماتا پتا جي شرير مان، جن دروين ڪي، اهو لنگ شرير
چڪيندو رهندو آهي، تن دروين ۾ بہ بيا ڀاو اچي ويندا آهن.
ديوتائن جي جوڻي، منش جوڻي، پسوءَ جي جوڻي، ولسپتيءَ
(نباتات) جي جوڻي، اهي سڀ ڀيد، انهن ڀاون جو نتيجو آهن.
انهن ڀاون مان سالڪي گڻ جي وڌڻ سبب جڏهن منش کي گيان
۽ ويراڳ پيدا ٿيندو آهي، ۽ انهيءَ ڪري ڪيس پرڪرتيءَ ۽ پرش
جي جدائي سمجهہ ۾ اچي ويندي آهي، تڏهن منش پنهنجي
ڪيول پد کي پاليندو آهي؛ يعني مڪت ٿي ويندو آهي. اهڙي
وقت لنگ شرير ڇني ويندو، ۽ منش جا سڀ ڏک دور ٿي ويندا.
پر پرڪرتي ۽ پرش جي جدائيءَ جي گيان نہ حاصل ٿيڻ تي،
جيڪڏهن فقط سالڪي گڻ جوني واڌارو ٿئي ٿو تہ پوءِ لنگ شرير
ديوتائن جي جوڻي يعني سرڳ ۾ جنم وٺي ٿو. رجي گڻ جي
وڌڻ سبب ڪيس منش جوڻيءَ ۾ ئي جنم وٺڻو پوي ٿو، ۽ تمي
گڻ جي واڌاري سبب ان لنگ شرير کي پسون يا ولسپتيءَ جي
جوڻيءَ ۾ ئي جنم وٺڻو پوي ٿو.

## پرلاءَ جو وقت

اهڙيءَ ريت سانکيہ شاستر موجب مول اوپڪت پرڪرتيءَ

مان يعني ويدانتين جي سڌانت موجب مول سد روپ پر برهم مان،
سرشٽيءَ جا سڀ سچيو ۽ لرجيو ويڪت پدارٿ ڏيري ڏيري
پيدا ٿيا. جڏهن سرشٽيءَ جي پرلء جو وقت اچي پهچندو، تڏهن
سرشٽيءَ جي گڻن جو سلسلو، جيڪو اسين مٿي ذڪر ڪري
آيا آهيون، ليڪ الٽو ڦرندو؛ سڀ ويڪت پدارٿ پرڪرتيءَ
۾ يا مول پرابرهم ۾ لء ٿي ويندا. انهيءَ سڌانت ۾ سانکيہ ۽
ويدانتي ٻئي شامل آهن. پرلء جي وقت پنج مهاڀوتن مان پرٿويءَ
جو لء جل ۾، جل جو اگنيءَ ۾، اگنيءَ جو هوا ۾، هوا جو آڪاش ۾،
آڪاش جو پنج تنماترائن ۾، پنج تنماترائن جو اهنڪار ۾، اهنڪار
جو بُڌيءَ ۾، ۽ بُڌيءَ جو لء پرڪرتيءَ ۾ ٿي ويندو؛ ۽ ويدانتي
سڌانت موجب پرڪرتي، پرابرهم ۾ لء ٿي ويندي. سانکيہ ڪارڪا
۾ ڪنهن به هنڌ اها ڳالهه فيصل نه ڪئي ويئي آهي ته، سرشٽيءَ جي
رچنا کان انهيءَ سنگهار ٿيڻ تائين ڪيترو وقت گذري ٿو. پر منو
سمرتي، مهاڀارت ۽ گيتا ۾ انهيءَ سوال نسبت چڱي اپٽار ڪئي
ويئي آهي. انهيءَ اپٽار بعد انهن گرنٿن ۾ سرشٽيءَ جي پرلء ٿيڻ
جي وقت نسبت جو سڌانت مقرر ڪيو آهي، معلوم ٿئي ٿو ته،
اهو سانکيہ، مت وارن کي به منظور آهي. انهيءَ اپٽار جو هن
ريت بيان آهي:- اسانجو اترائڻ (جيستائين سج اتر ۾ آهي) ديوتائن
جو ڏينهن آهي؛ ۽ اسانجو ڏکڻائڻ (جيستائين سج ڏکڻ ۾ آهي،
يعني اٽڪل ڇهه مهنا) انهنجي رات آهي. يعني اسانجو هڪ سال،
ديوتائن جي هڪ رات ۽ ڏينهن جي برابر آهي؛ ۽ اسانجا ٣٦٠
سال، ديوتائن جي ٣٦٠ ڏينهن يعني هڪ سال جي برابر آهن.
ڪرت، ترتيا، دواپر، ڪلجگ، اهي چار جگ آهن. انهن جگن
جي مدي جو حساب هن ريت آهي:- ڪرت جگ ۾ چار هزار
ورهيہ، ترتيا ۾ ٽي هزار، دواپر ۾ ٻہ هزار ۽ ڪلجگ ۾ هڪ هزار
ورهيہ آهن. پر هڪ جگ جي پوري ٿيڻ تي يڪدم ٻيو جگ شروع
نه ٿيندو... هڪ جگ جي پوري ٿيڻ کان،

ٿي جي شروع ٿيڻ تائين سو ڪجهه وقت گذري ٿو. اهڙيءَ طرح جڳ جي آخر کان، ٽريتا جڳ جي شروع ٿيڻ تائين چار سو ورهيه گذري وڃن ٿا، ۽ ٽريتا جڳ جي اڳيان ۽ پٺيان ٽي سو ورهيه، دواپر کان اڳ ۽ پوءِ ٻه سو ورهيه، ۽ ڪلجڳ جي اڳيان ۽ پٺيان هڪ سو ورهيه گذري وڃن ٿا؛ اهو ميلاپي وقت ٻه هزار ورهيه ٿيو. انهيءَ ۾ مٿين جڳن جي وقت گڏڻ سان، چئني جڳن جي وقت جو اندازو ٻارهن هزار ورهيه ٿيندو. هاڻي سوال آهي ته، اهي ٻارهن هزار ورهيه اسانجا آهن يا ديوتائن جا؟ جيڪڏهن پيومجا مڃون ته پوءِ ڪلجڳ جي شروع ٿئي پنج هزار گذري وڃڻ سبب، انهن چوٿو پوندو ته، اسانجو هزار ورهيه وارو ڪلجڳ نه ختم ٿي ويو، بلڪ ان کانپوءِ اندازو اڳ(ستجڳ) جو نه ڪالمو ٿي ويو؛ ۽ اسان هميشه ٽريتا جڳ ۾ پيا آهيون! انهيءَ سوال جي جواب ۾، پراڻ چون ٿا ته، اهي ورهيه ديوتائن جا آهن. ديوتائن جا ٻارهن ٻارهن هزار سال، اسانجي ۳۶۰×۱۲۰۰۰ = ۴۳۲۰۰۰۰ (ٽيتاليهه لک، ويهه هزار) سالن جي برابر ٿين ٿا. اڄ ڪلهه جي ٽپڻن جو جڳ ماڻ به انهيءَ حساب تي ٻڌل آهي. ديوتائن جا ٻارهن هزار ملي، اسان جو مهاجڳ، يا ديوتائن جا ٻارهن هزار ملي، اسان جو هڪ مهاجڳ، يا ديوتائن جو هڪ جڳ ٿئي ٿو. ديوتائن جي اهڪهتر جڳن کي منونتر چئبو آهي، ۽ اهڙا منونتر چوڏهن آهن. ٻه جڳن وارن ٻنهي منونترن جي پوري ٿيڻ کان، ٻئي منونتر جي شروع ٿيڻ تائين ٻه ڪو زمانو گذري وڃي ٿو. انهن پندرهن ميلاپي زمانن يا وقتن، ۽ چوڏهن منونترن کي ملائڻ سان، ديوتائن جا هزار جڳ ٿين ٿا؛ يعني برهما جو هڪ ڏينهن پورو ٿئي ٿو. منو سمرتي ۽ مهاڀارت ۾ لکيل آهي ته، ديوتائن جا اهڙا هزار جڳ، برهما جي هڪ رات. ڏينهن جي برابر ٿين ٿا. انهيءَ حساب موجب، برهما جو هڪ ڏينهن، اسان منشن جي ۴۳۲۰۰۰۰۰۰۰ ورهين جي برابر آهي؛ ۽ اهڙيءَ کي ڪلپ چئو وڃي

لو. ڀڳوت گيتا ۾ چيو ويو آهي ته، جڏهن ”برهما جي انهيءَ ڏينهن يعني ڪلپ جي شروعات ٿيندي آهي، تڏهن اويڪت مان، سرشٽيءَ جا سڀ پدارٿ پيدا ٿيندا آهن ۽ جڏهن برهما جي رات ٿيندي آهي، تڏهن سڀ ويڪت پدارٿ (يعني سڄيءَ سرشٽيءَ ۾ جيڪي شيون ڏسڻ ۽ ٻڌڻ ۾ اچن ٿيون) اويڪت (سانکين جي متي موجب پرڪرتي ۽ ويدانتين جي سڌانت موجب پربرهم ۾ لئه (گم) ٿي ويندا آهن.“ سمرتين ۽ مهاڀارت ۾ ٻئا انهڙو ورڻن مليل لو. انهيءَ پرلء کان سواءِ، پراڻن ۾ ٻين پرلين جو بيان به اچي ٿو. پر انهن پرلين ۾، سج، چنڊ وغيره سڄي سرشٽي ناس ٿئي ٿي ۽ انهيءَ ڪري پرهالند (سرشٽيءَ) جي رچنا ۽ ناس جي بيان ۾، انهن پرلين جو وچار ڪرڻ اجايو آهي. ڪلپ، برهما جو هڪ ڏينهن يا رات آهي ۽ اهڙا ٣٦٠ ڏينهن راتيون، برهما جو هڪ سال آهن. پراڻن ۾ لکيل آهي ته، برهما جي جيوت، سندس هڪ سو ورهين جي ٿئي ٿي؛ انهيءَ جيوت مان هن وقت اڌ گذري چڪي آهي؛ باقي عمر جي اڪونجاهه ورهيه جي پهرين ڏينهن جي، يعني شويت واراهه نالي ڪلپ جي، هينئر شروعات آهي؛ ۽ انهيءَ ڪلپ جي چوڏهن منونترن مان، ڇهه منونتر گذري ويا آهن. انهن منونترن جي اڪهتر مهاجڳن مان، ستاويهه مهاجڳ پورا ٿي چڪا ۽ هاڻي اٺاويهين مهاجڳ جي، ڪلجڳ جو پهريون چرڻ، يعني چوٿون پاڱو چالو آهي. سنبت ١٩٥١ ۾ هن مهاجڳ جي ڪلجڳ جا ٺيڪ ٥٠٠٠ ورهيه گذري ويا. اهڙيءَ طرح حساب ڪرڻ سان معلوم ٿئي ٿو ته، هن ڪلجڳ جي پرلء ٿيڻ ۾، سنبت ١٨٥٦ ۾ منش جا ٤٢٦٠٠٠ سال باقي هئا. اهڙيءَ حالت ۾، چالو منونتر جي آخر، يا چالو ڪلپ جي آخر ۾ ٿيندڙ مهاپرلء جي ڳالهه ڪهڙي ڪجي؟! هن وقت برهما جي ڏينهن يعني ڇهن اربن ڪروڙن جو ڪلپ جاري آهي؛ اجان انهيءَ جو اڌ به نه گذريو آهي، يعني ست منونتر به نه گذري سگها آهن.

## سرشٽيءَ جي اُتپتي

سرشٽيءَ جي رچنا ۽ ناس جو مضمون بيان ويدانت ۽ برهم جي ڳالهه ڪالسواءِ، سانکيہ شاستر جي تتو ڪمان جي آڌار تي ڪيو ويو. انهونئي سبب آهي جو اسانجا شاستر، سرشٽيءَ جي اتپتيءَ رچنا ۽ ناس جي سلسلي ڪنهن نمڪو ذڪر نٿا. انهيءَ سلسلي جو ورڻن گيتا ۾ پڻ آيو آهي. اسين هن بيان جي مدد ۾ ٿي پڌائي آيا آهيون ته سرشٽيءَ جي اُتپتيءَ جي سلسلي لسبت ۾ اسانجن شاستر جو هڪ ٻئي کان ورڌ مت آهي. جهڙن ته، شرتين سمرتين پراڻن ۾ ڪن ڪن هنڌ چيو ويو آهي ته، پرماتمن برهما يا هرڻيہ گرڀ پيدا ڪيو. ڪن هنڌ چيو ويو آهي ته، پرماتمن جل پيدا ڪيو ۽ انهي پرميشور جي ٻج مان هڪ سونو آنو پيدا ڪيو. هرڻيہ گرڀ ۽ برهما کي پرڪرتي چيو آهي. گيتا ۾ ٽن گڻن واري پرڪرتيءَ کي برهما جي نالي سان سڏيو ويو آهي. انهيءَ هنڌ ڀڳوان انهن ٻڌ چيو آهي ته، مهتتو ٻج مان، هن پرڪرتيءَ ۾ ٽن گڻن جي رستي اڪچار پدارٿ ٺهيا آهن. ڪن شاستر ۾ انهن ته چيو ويو آهي ته، شروعات ۾ برهما مان دڪہ وغيره سمت مالڪ (منش) پتي يا منو پيدا ٿيا ۽ انهن اڳتي هلي جر (جولدڙ) ۽ اچر (هڪ هنڌ اٽل) سرشٽي تيار ڪئي. اهڙو ورڻن گيتا ۾ ، هڪ هنڌ ملي ٿو. پر ويدانت شاستر جو چوڻ آهي ته، انهن سڀني ورڌ مت ۽ دليلن مان، برهما کي ٽي پرڪرتي مڃڻ سان، سرشٽيءَ جي رچنا جو مضمون سلسلو، انهن شاستر جي پڌائل سلسلي سان ٺهڪي اچي ٿو. انهوني لاءِ هن ڳالهين سان نه لڳي سگهي ٿو. ... شمو ۽ پاشوپت درشن ۾ شوکي نمت ڪارڻ (نمٽ) سمجهي، ... ڪيو ويو آهي: ته، شو مان ٿي ڪارڻ ڪارڻ پنج ... ٺهيا ويري پاشوپت ۾ واسديو کي ئي سچيءَ سرشٽيءَ ... سمجهيو ويو آهي. اهو ورڻن اچي ٿو ته، پرماتمن شڪ (جيو) پيدا ٿيو. سنڪرشڻ مان پردمن

(من) ۽ پرڌان مان الرڌ (اهنڪار) پيدا ٿيو، ۽ ويدانت شاسـ
موجب جيئن هرهڪ وستن، ٻئي سري سان پيدا ٿئي ٿي، ه
ٿيو ۽ سنسار پرميشور جو ٿيو ۽ اناديءَ الش (جزو) آهي. انهيءَ
ڪري ويدانت سوترن ۾، ڀاڳوت جي مُکيه سلسلي جو ڪنڊ
ڪندي چيو ويو آهي ته، اهو مت ويد جي ورت آهي؛ ۽ انهيءَ
ڪري ڏيان ڏيڻ ڀوڳ نه آهي. گيتا ۾ ويدانت سوترن جي انهيءَ
مت جو انڪار ڪيو ويو آهي. اهڙيءَ طرح سانکيه وادي، پرڪرتي
۽ پرش کي سوتنتر ٿيو مڃين ٿا؛ ۽ انهيءَ دوئيتي سدانت کي
غير واجب سمجهي، ويدانتين اهو سدانت مقرر ڪيو آهي ته،
پرڪرتي ۽ پرش اهي ٻئي ٿيو هڪ ٿي ٿيو ۽ نرگڻ پرماتما جون
وڀوتيون (صورتون) آهن. اهو مت گيتا کي به منظور آهي. ۽ انجو
خلاصو ذڪر ايندڙ بيان ۾ ڪيو ويندو. هتي ڪيول اهائي ڳالهه
صاف ڪرڻي آهي ته، ڀاڳوت ۾ بيان ٿيل واسديو (ڪرشن) ڀڳتيءَ
جو ۽ پرڪرتي پرڌان ڌرم جو ٿيو جيترو ٺيڪ گيتا کي منظور آهي،
ته به گيتا، ڀاڳوت جي انهيءَ مت کي نٿي مڃي ته، اهو ڀاڳوت واسديو
مان سنڪرشڻ يعني جيو پيدا ٿيو؛ ۽ ان مان اڳتي هلي پرديمن
(من) ۽ انروڌ (اهنڪار) پيدا ٿيو. سنڪرشڻ، پرديمن ۽ انروڌ جو
نالو به گيتا ۾ ٿيو اچي. پنچ راتر ۾ بڌايل ڀاڳوت ڌرم ۾ اهو ئي
ڀيد آهي. انهيءَ ڳالهه کان اڻ ڄاڻندڙن کي هن هنڌ انهي ڪري آگاه
ڪيو ويو ته، فقط انتري لکڻ ۾ ٿي ته، گيتا ۾ ڀاڳوت ڌرم جا
سدانت آهن، ڪو انهن نه سمجهي وهي، ته سرشٽيءَ جي رچنا
نسبت يا جيو ۽ پرميشور جي سروپ نسبت، ڀاڳوت وغيره ڀڳتي
پنٿن جا مت به ڪي گيتا کي منظور آهن. هاڻي اڳتي هلي انهيءَ
ڳالهه تي روشني وڌي ويندي ته، سانکيه شاستر ۾ بيان ٿيل
پرڪرتي ۽ پرش کان پري، سڀني کي اوياڪت. اوياڪت يعني ڪم-
اکير جڳت جي مول ۾ ٻيو ڪو ٿيو آهي يا نه. انهيءَ کي اڌيائم يا
ويدانت چوندا آهن.

---

# اڌيايءُ نائون

## اڌياتم يا ويدانت

جو ٻيو اوڀِڪمه پدارٿ، سالڪمن جي اوڀِڪمه (ٻرڪرتيءَ)-
کان ٻه سريشٽ آهي، ۽ جو سداڻ (قديمي)، اادي آهي، ۽ سڀني
ڀوائين جي ناس ٿيڻ تي به ناس ڪو ٿئي، سوئي پرم پرشارٿ.
(آخرين منزل) ٻا ڪتي آهي.

گيتا ٨-٢



اوهين ان اڌيائن جو مختصر مطلب هن ريت آهي:- ڪمتر-ڪمترگمه
وچار ۾ جنهڪي ڪمترگمه چون ٿا تنهڪي سالڪيہ شاستر ۾ پرش.
چيو ويو آهي، سڀني ڪم- اڪبر ٻيا جر- اچر سرشٽيءَ تي وچار
ڪرڻ سان، سالڪيہ شاستر موجب پرڪرتي ۽ پرش، اهي ٻئي
سولتر ۽ اادي مول تتو آهن؛ ۽ پرش کي، پنهنجن سڀني ڏکن
لوڙي ڪٽلمش کي ناس ڪرڻ، ۽ موکہ جي آنند پائڻ لاءِ، پرڪرتي
کسي پاڻ کان الڳ ۽ ڪيول جاڻڻ گهرجي، سڀني ڪڻ ڪان ٻري
رهڻ گهرجي. پرڪرتيءَ جي پرش سان ميلاپ ٿيڻ ئي، پرڪرتي
پرش اڳيان پنهنجو ڪل ڪوڙيءَ ريت ڏيکاري ٿي، الهيءَ لسمعد
اح ڪلهه جي وگمالين جو راهو سالڪيہ شاستر ڪان ٻئي لمولي جو
آهي. ممڪن آهي ته اڳتي هلي جئن جئن آڌيولڪ شاسترن
جي اُنتي لمندي ويندي، تئن تئن الهيءَ مسئلي تي وڌيڪ
روشني پولدي ويندي. پر الهيءَ بنيادي سڌانت ۾ ڪو به فرق
نٿو ٿي سگهي ته، ڪيول هڪ اوڀِڪمه پرڪرتيءَ مان (ڪڻ
مان ڪڻ جنهن پيدا ٿيڻ واري سڌانت موجب) سلسلووار سڀ
ڀڪمه پدارٿ ٺهيا آهن. پر ويدانت الهيءَ وشه کي پنهنجو ٿو

سمجهي. اها ٻين شاسترن جي وشيه آهي؛ جنهڪري ويدانت الهيءَ وشيه تي بحث مباحثو ڪرڻ به نٿو گهري. ويدانت انهن سڀني ڳالهين کان ڪيتريون وکون اڳتي وڌڻ لاءِ تيار ٿيو آهي. ويدانت الهيءَ وشيه تي ئي ويچار ڪرڻ وڌيڪ مناسب سمجهي ٿو ته، پنڊ (شرير) ۽ برهمانڊ (سنسار) جي بنياد ۾ ڪهڙو سرشٽ تتو موجود آهي، ۽ منش ان سرشٽ تتو کي ڪهڙي دستور حاصل ڪري سگهي ٿو. ويدانت پنهنجي الهيءَ وشيه جي ميدان ۾، ٻئي ڪنهن کي به گهڙڻ نٿو ڏئي. شينهن جي اڳيان گدڙ وانگر، ويدانت جي سامهون ٻيا سڀ شاستر ڪنبن ٿا، الهيءَ تي هڪ ڪوي چوي ٿو ته، "جهنگ ۾ گدڙن جيان ٻيا شاستر تيستائين گجن ٿا، جيستائين ويدانت جو شينهن نه گجيو آهي."

## پرڪرتي ۽ پرش جي دوئيتي سڌانت تي اعتراض

سانکيه شاستر جو چوڻ آهي ته، ڪيترا- ڪيترا جي لور لڪ ۽ چند چاڻ مان ثابت ٿيندڙ "دُرشٽا" يعني پرش يا آتما ۽ ڪير- اڪير سرشٽيءَ تي نظر وجهڻ مان ثابت ٿيندڙ ستي، رجي ۽ تمي گڻن واري آويڪت پرڪرتي اهي ٻئي سوتنتر آهن؛ يعني اهي جڳت جا ٻه مول تتو سمجهڻ گهرجن. پر ويدانت الهيءَ کان به ڪي وکون اڳتي وڌي چوي ٿو ته، سانکين جا "پرش" ڀرڳڻ ٻلي هجن، پر اهي بي شمار آهن؛ الهيءَ ڪري اها ڳالهه مڃڻ واهيات ٿيندي ته، انهن بي شمار پرشن جي فائدي جي مد نظر تي ئي، پرڪرتي پنهنجو وهنوار هلائي ٿي. اهڙيءَ ڳالهه کي مڃڻ کان ته، سانکيه نقطه نظر کان بهتر هيءَ ڳالهه ٿيندي ته ان ايڪي جي گيان کي آخر تائين ڪم آندو وڃي؛ ۽ پرڪرتي توڙي بي شمار پرشن کي هڪ ئي پرم تتو ۾، ڀاڱن ۾ ورهاڻ کان سواءِ رکيو وڃي، جو پرم تتو هيٺاهينءَ کان اوچائيءَ تائين ڏسڻ ۾ اچي ٿو، ۽ جنهن جي مدد سان، سرشٽيءَ جي بي شمار ويڪت پدارٿن کي هڪ آويڪت پرڪرتي، ۾ رکيو وڃي ٿو. سرشٽيءَ ۾ جدائيءَ

جو پيدا ٿيڻ اهنڪار جو نتيجو آهي؛ ۽ پرش جيڪڏهن نرگڻ آهي
نہ پوءِ بي شمار پرشن جي جدا جدا رهڻ جو گڻ مڌيهش نٿو
رهي سگهي. يا انهن چوڻو پوندو تہ، پرش بہ بي شمار نہ آهن،
بلڪ پرڪرتيءَ جي لفظ اهنڪاري گڻ سببان ٿي الڳ الڳتا يعني
گهڻائي ڏسڻ ۾ اچي ٿي. ٻيو سوال هيءُ اچي سگهي ٿو تہ، سوتنتر
پرڪرتيءَ سان جو سوتنتر پرش جو ميلاپ ٿيو آهي، سو سچو آهي
يا ڪوڙو؟ جيڪڏهن سچو آهي تہ پوءِ اهو ميلاپ هرگز ٽٽي نٿو
سگهي؛ يعني سانکين جي چئي موجب پرش جو پرڪرتيءَ کان
جدا ٿي مڪتي يا ڪيول ٿيڻ ناممڪن آهي؛ ۽ جيڪڏهن اهو
ميلاپ ڪوڙو آهي تہ پوءِ، اهو سڌانت بلڪل بي بنياد ٿي ٿو
پوي تہ، پرش سان گڏجڻ سبب، پرڪرتي پنهنجو کيل ڏيکاري
ٿي؛ ۽ انهيءَ سان گڏ اهو مثال بہ اڻ پورو آهي تہ، جهڙيءَ طرح
ڳانءِ پنهنجي ٻچي کي کير ڏيندي آهي، تهڙيءَ طرح پرش جي
فائدي لاءِ، پرڪرتي سدائين ڪم ڪرڻ لاءِ تيار آهي. ڇاڪاڻ تہ
ٻچو، ڳانءِ جي پيٽ مان پيدا ٿئي ٿو، تنهن حالت ۾ انهي پنهنجي
ٻچي لئي پيار هئڻ قدرتي آهي. پر پرڪرتي ۽ پرش جو،
ڳانءِ ۽ انهي ٻچي جهڙو ڪوبہ سنبنڌ نہ آهي. سانکيہ شاستر جي
مت موجب، پرڪرتي ۽ پرش هڪ ٻئي کان بلڪل جدا جدا
تتو آهن. هڪ جڙ آهي ۽ ٻيو سچيتن. هاڻي جنهن صورت ۾ اهي
ٻئي تتو، پرڪرتيءَ جي شروعات کان ئي هڪ ٻئي کان جدا ۽
سوتنتر آهن، تنهن صورت ۾، هڪ جو ٻئي جي فائدي لاءِ ڪم ڇو
ڪرڻ گهرجي؟ انهيءَ اعتراض تي ڪو سانکيہ وادي ائين چئي
سگهي ٿو تہ، اهو انهن جو قدرتي سڀاءُ آهي. سوال آهي تہ،
جيڪڏهن هڪ جو ٻئي جي فائدي لاءِ ڪم ڪرڻ سڀاويڪ آهي
تہ پوءِ، هيڪل جي جڙ-ادوئيتي سڌانت کي پورو جواب ڇا ڏجي؟
هيڪل جو بہ تہ اهوئي مت آهي تہ، مول پرڪرتيءَ جي گڻن
اٿي ٿيندي، آخر ان پرڪرتيءَ ۾، خود پاڻ کي ڏسڻ ۽ خود

پنهنجي نسبت ويچار ڪرڻ جي چيتن شڪتي پيدا ٿئي ٿي
يعني اها چيتنا پرڪرتيءَ جو سڀاوُ ئي آهي. پر انهيءَ سدانت
کي غير واجبي ۽ اڻ پورو سمجهي، سالڪين پنهنجو اهو سدانت
مقرر ڪيو آهي ته، درشٽا يعني پرش يا آتما الڳ آهي ۽ ڏس
۾ ايندڙ سرشٽي الڳ آهي. هاڻي سوال پيدا ٿئي ٿو ته، جنهن
رستي کي اختيار ڪري، سالڪيه وادي پرش ۽ پرڪرتيءَ جي
وچ ۾ ڏيکارين ٿا ۽ چون ته انهيءَ رستي کي اختيار ڪري اڳتي
وڌجي؟ سرشٽيءَ جي ڪٿي ڪيتري به سوکم جاچ ڪئي وڃي،
بلڪ ايترو به ڄاڻجي ته، اسين جيڪي شيون ڏسون يا آزمائش
۾ آڻيون ٿا، تن ۾ فلاڻا فلاڻا گڻ موجود آهن؛ ته به انهن سڀني
ڳالهين کي ڄاڻڻ وارو يا "ڏسڻ وارو" الڳ ئي رهجي وڃي ٿو.
ڇا، انهيءَ درشٽا (ڏسڻ واري آتما) جي نسبت ويچار ڪرڻ لاءِ
ڪو ساڌن يا رستو آهي؟ ڇا، انهيءَ ڳالهه ڄاڻڻ لاءِ ڪو چارو آهي
يا نه ته سرشٽيءَ جو سروپ، جو اسانجي نظر ۾ اچي ٿو، سو
اهڙو ئي آهي، يا ٻئي نموني جو؟ سالڪيه وادي چون ٿا ته، انهن
سوالن جو جواب ڏيڻ ناممڪن آهي؛ تنهڪري اها ڳالهه صاف
آهي ته پرڪرتي ۽ پرش، ٻئي هڪ ٻئي کان الڳ ۽ سوتنتر آهن.
جيڪڏهن فقط آڌيڀوتڪ شاسترن جي درشٽيءَ سان ڏٺو وڃي
ته پوءِ سالڪين جو مضمون سدانت بلڪل پورو نظر ايندو. ڇاڪاڻ
ته، جهڙيءَ طرح سرشٽيءَ جي ٻين پدارٿن کي اسين پنهنجن اندرين
سان ڏسي ۽ ڄاڃي، انهن جو گڻ- ڌرم مقرر ڪندا آهيون، تهڙيءَ
طرح هيءَ "درشٽا" يعني جيڏهنڪي ويدانت ۾ آتما چيو ويو آهي،
سو پنهنجي ئي اندرين کي جدا روپ ۾ ڪڏهن به معلوم نه ٿي
سگهندو. ۽ جنهن شيءِ جو اهڙي دستور اندرين کي معلوم ٿيڻ
ناممڪن آهي، تنهنڪري مٿس جون اندريون ڪيئن آزمائي سگها
جاچي سگهنديون؟ انهيءَ آتما نسبت شري ڪرشڻ ڀڳوان هن
رنمت بيان ڪيو آهي:- آتما اهڙي شيءِ نه جيئنڪي دنيا جي ٻين شين وانگر آزاد

وستي ڏاري سگهجي، جو اهڙي شيءِ نه آهي، جا ياد نه
سڙي خاڪ ٿي وڃي، يا هوا نه وٺي سان سڪي لوڻ ٿي
وڃي.“ مطلب ته سرشٽيءَ جي پدارٿن جي آزمائش ۽ پرکيا لاءِ،
اج ڪله جي وگيانين جيڪي رستا ڳولي ڪڍيا آهن، سي سڀ
اليءَ آتما جي آزمائش لاءِ اڪما آهن. تڏهن سوال آهي ته اليءَ
آتما جي پرکيا ڪهڙي دستور ڪئي وڃي؟ سوال بلڪل ڳوڙهو
آهي، پر غور ڪرڻ سان اهو سوال سهنجو ڏسڻ ۾ ايندو. جوڻ
جنهن اتيه ڪرڻ جي اهو (اندرين جوهر) سان، سالڪم وادين
”پرش“ کي لرڳڻ ۽ سوتنتر سمجهيو آهي، تنهن اهو کي پرکولي
۽ پرش جي سچي سروپ جي لڳيءَ ڪرڻ لاءِ ڪم ۾ آڻجي؟
آڌيولڪ ۽ اڌيالمڪ شاستر ۾ جو وڏو ڀيد آهي، سو اهوئي آهي.
آڌيولڪ شاستر جي وشيه اندرين جي وسيلي جاڻي سگهجي
ٿي، ۽ اڌيالمڪ شاستر جي وشيه اندرين کي جاڻڻ کان ڏور آهي؛
اهو خود ”ياڻ“ کي ئي اهو (آزمودو) لڳي ٿو. اتيءَ ٿي ڪو
شخص اهو اعتراض اٿاري سگهي ٿو ته جنهن صورت ۾ آتما کي
ياڻ ئي سڃاڻي سگهجي ٿو، ته پوءِ هرڪ منش کي ان لمحه
جوڙ و ڪيان لڳي ٿو، سوئي لڀڻ ڏيو، ياقي اڌيالمڪ شاستر جي
ڪهڙي ضرورت آهي؟ هان، جيڪڏهن هرڪ منش جمو اندر
شڌ هجي ته پوءِ اهو اعتراض واجبي چئي سگهبو، پر جنهن ته
اتا ڏاليه عالم آشڪار آهي ته، سڀني منشن جي شڌي ۽ شڪتي
هڪ جهڙي ڪين ٿئي، تنهن صورت ۾ جن منشن جوانتها ڪرڻ
پوري درجي جو شڌ ۽ شڪتيمان ٿي ويو آهي، ان جو آزمودو واسان لاءِ
رهبر ۽ مثال هئڻ گهرجي. ياقي مان هن ريمه سمجهان ٿو، يا
سهنجو هيءَ راہ آهي، وغيره چئي بحث مباحثو ڪرڻ اجايو
آهي. ويدانت اوهان کي دليلن يا بحث ڪرڻ کان نٿو روڪي.
ويدانت جو چيوڻ اهوئي چوڻ آهي ته، اتيءَ لمحه دليلن
کي اهڙيءَ حد تائين مجهو وڃڻو، جيتريءَ حد تائين، اهي دليل

جي پورڻ هردي ۽ نرمل من وارن مهاتمائن جي ظاهر ڪيل انڀو سان
ورود نہ ٿئي. چاڪاڻ تہ، اڌياتم شاستر جي وشيہ اندرين انڀو
سان ٿي "پاڻ" کي معلوم ٿي سگهي ٿي؛ يعني انهو فقط آڌ ڀوتڪ
دليلن سان ثابتيءَ لٿو ٿي سگهي. جهڙيءَ طرح آڌ ڀوتڪ شاستر
۾ اهي ڳالهيون يا آزمودا سچا نہ سمجها ويندا آهن، جي ظاهري
ڏسڻ يا آزمائڻ ۾ نہ ايندا آهن؛ تهڙيءَ طرح ويدانت شاستر ۾
ڪورن دليلن کان، پنهنجي يعني آتم انڀو جو درجو وڏو سمجهو
ويندو آهي. جو دليل انهيءَ آتم انڀو جي ورڌ نہ هلندو آهي،
تنهن کي ويدانتي قبول ڪرڻ لاءِ تيار ٿيندا آهن. اڌياتم شاستر
جي پڙهندڙن کي هن ڳالهہ تي ضرور ڌيان ڏيڻ گهرجي تہ، "جو
پدارٿ اندرين جي ڄاڻڻ کان پري آهي؛ ۽ انهيءَ ڪري جنهن تي
ويچار لٿو ڪري سگهجي؛ تنهن جو ثابتيءَ فقط تڪ جي مدد سان
نہ ڪرڻ گهرجي. سڄي سرشٽيءَ جي مول پرڪرتيءَ کان بہ جو
پدارٿ پري آهي، سو اَچنتيہ (ويچار ڪرڻ کان ٻاهر) آهي. اهو
وچن بلڪل جهولو آهي، جو مهاڀارت ۾ ليل ڪو. منڊوڪ، ۽
ڪٺو اپنشد ۾ پڻ چيو ويو آهي تہ، آتم گيان فقط تڪ يا ويچارن
جي ٻہ ٻاهر مان لٿو پڙاڻي سگهي. اڌياتم شاستر ۾ اپنشدن جي
يوگيتا انهيءَ ڪري ئي وڏيڪ سمجهي وڃي ٿي. من کي ايڪاگر
ڪرڻ جي وشيہ ۾، اسانجي هندستان ۾ بلڪل آڳاٽي سمي کان
خوب ويچار ڪيو ويو آهي؛ ۽ آخر انهيءَ وشيہ تي "يوگ شاستر"
نالي جدا ڪرانت پڻ تيار ڪيو ويو. وڏا وڏا رشي، جي انهيءَ
يوگ شاستر جي سڌائن ۾ بلڪل پڙ هوا، ۽ جن جو من اصل کان
ئي نرمل، پوتر ۽ ڪشادو هو، انهن مهاتمائن ۽ رشين پنهنجي من
کي پورو قبضي ۾ رکي، آتما جي سروپ نسبت جو انڀو حاصل
ڪيو. يا آتما جي سروپ نسبت انهن جي شد ۽ شانت بدڌيءَ ۾
جا روشني پيدا ٿي، تنهن جو اپنشدن ۾ بلڪل چٽو ذڪر ڪيو
ويو آهي. انهيءَ ڪري ڪنهن بہ اڌياتم سڌانت جي ثابتيءَ يا

مقرر ڪرڻ لاءِ، انهن جي ٻڌايل رستي اعتبار ڪرڻ کان سواءِ
ٻيو ڪو چارو نه آهي. مٿين ٻنهي لفظن ڀِديءَ سبب، مٿين آتم
انهن جي اميرائيءَ ۾ سنا سنا دليل ڏيئي سگهجي ٿو، پر انهن دليلن
ڪري، ان بنيادي سڌانت ۾ ڪو به فرق نٿو پئجي سگهي.
ڀڳوت گيتا ڪي، سمرتين ۾ ڄڻيو وڃي ٿو، پر اسين ڀرتين اڌيائم
۾ ٻڌائي چڪا آهيون ته، گيتا جو درجو، اپنشدن کان ڪنهن به
ريت گهٽ نه آهي. انهيءَ ڪري هن ڀاڱي ۾ اڳتي هلي ٻڌايو
ويندو ته، پرڪرتيءَ کان پري جو اچڻ ٿيو آهي، تنهن اسيمه
گيتا ۽ اپنشدن ۾ ڪهڙا سڌانت مقرر ڪيا ويا آهن.

## پرڪرتي ۽ پرش کان پرميشور پري آهي.

سانکيه وادين جو دوئيت پرڪرتي ۽ پرش. گيتا کي منظور
نه آهي. گيتا جي اڌيائم گيان ۽ ويدانت شاستر جو پهريون متو
اهوئي آهي ته، پرڪرتي ۽ پرش کان به پري، هڪ، سڀ هنڌ
وياپڪ (پکڙيل) ۽ امر (جنهنجو موت نه ٿئي) ٿيو آهي، جو چرلڏ
۽ بيٺل سرشٽيءَ جو بنياد آهي. سانکين جي پرڪرتي جيتوڻيڪ
اوينڪت آهي، ته به هوءَ ٽن گڻن سان شامل ٿيڻي سگهي آهي.
پرڪرتي ۽ پرش ٻي سمجهاڻي ڏيندي گيتا جي انهن اڌيائن ۾
چيو ويو آهي ته، جو سگهي آهي، سو اوس ناس ٿيندو، انهيءَ
ڪري اوينڪت ۽ سگهي سرشٽيءَ جي ناس ٿيڻ تي، آخر جو اوينڪت
ٿيو رهندو، تنهنڪي ٻي سرشٽيءَ جو سچو ۽ نتيه (دائمي) ٿيو چئبو.
وري اڳتي هلي پندرهين اڌيائم ۾ ڪيو. اکر يعني وينڪت. اوينڪت
ٿيو جي سانکيه شاستر موجب سمجهاڻي ڏيندي گيتا ۾ لکيو ويو
آهي ته، ”جو انهن ٻنهي (پرڪرتي ۽ پرش) کان الڳ آهي،
سوئي اتم پرش آهي، الڪي پرماتما چئجي ٿو، اهوئي سروشڪتمان
آهي، ۽ اهوئي ٽنهي لوڪن ۾ پکڙجي، انهن جي سنڀال ڪري
ٿو.“ اهو پرش ڪيو. اکر. ٻنهي کان پري آهي، تنهنڪري الڪي
پرشوتم (يعني سڀني پرشن ۾ اتم) چئجي ٿو. مهاڀارت ۾ ٻه پرکو

رشيءَ، ڀردواج کي ”پرماتما“ شبد جو مطلب ٻڌائيندي چيو آهي
ته، ”جڏهن آتما، ديهه ۾ بند رهي ٿي، تڏهن اُنکي ڪيترگيه (ديهه
جو مالڪ) يا جيو آتما چيو آهي؛ ۽ اهائي آتما، پرڪرتيءَ جي
گڻن، يعني ديهه جي گڻن کان مڪت (آزاد) ٿيڻ تي پرماتما چوائي
ٿي.“ ممڪن آهي ته پرماتما نسبت مٿين شلوڪن ۾ ٻڌايل معنى
جدا جدا صورت ۾ نظر اچي، پر درحقيقت ائين نه آهي. ڪشر-
اڪشر سرشٽي ۽ جيو (سانکيه مت موجب پرڪرتي ۽ پرش) انهن
ٻنهين کان هڪ پرماتما ئي پري آهي، انهيءَ ڪري ڪڏهن چيو
وڃي ٿو ته هو ڪشر- اڪشر کان پري آهي، ۽ ڪڏهن چيو وڃي ٿو
ته هو جيو يا جيو آتما (پرش) کان پري آهي. انهيءَ ڪري هڪئي
پرماتما جي، انهن ٻولن سان معنى ڪرڻ ٿي ته، سڌانت ۾ گهٽ
وڌائي ڪانه ٿي ٿئي. انهيءَ مطلب تي نظر رکي، مشهور ڪوي
ڪاليداس چيو آهي ته، ”پرش جي فائدي لاءِ هردم تيار رهندڙ
پرڪرتي، تون آهين، ۽ خود اداسين رهي، ان پرڪرتيءَ جي
ڏسڻ وارو به تون آهين.“ اهڙيءَ ريت ڀڳوان گيتا ۾ چوي ٿو
ته، ”هيءَ پرڪرتي منهنجو سروپ آهي؛ ۽ جيو يا آتما به منهنجو
جزو آهي.“ گيتا جي ستين اڌيائ ۾ چيو ويو آهي ته، ”منهنجي
پرڪرتي، پرٿوي جل آڪاس اگني وايو ٻڌي اهنڪار ۽ من-
اهڙيءَ طرح اٺن ٻولن جي آهي؛ ۽ انهيءَ کانسواءِ، سڄي سنسار
کي جنهن جيئن ڌاريو (قائم) ڪيو آهي، سو به منهنجي ٻي پرڪرتي
آهي.“ مهاڀارت ۾ ڪيترن هنڌ، سانکيه جي پنجويهه تتن جو
بيان اچي ٿو؛ جتي ائين به چيو ويو آهي ته، انهن پنجويهه تتن
کان سواءِ هڪ ڇويهون پرم تتو پڻ آهي؛ جنهن کي سڃاڻڻ کان
سواءِ منش ”ٻڌ“ (ڪمالي) ٿي نٿو سگهي. جو سرشٽيءَ جي پدارٿن
جو گيان، اسان کي اندرين جي وسيلي ملي ٿو، سو ئي اسانجي
سڄي سرشٽي آهي؛ انهيءَ ڪري پرڪرتيءَ يا سرشٽيءَ کي
ڪنهن ڪنهن هنڌ گيان“ چيو ويو آهي ؛ ۽ انهيءَ نظر سان ئي

ڏيان ڏيڻ گهرجي ته، ”اوپڪت“ ۽ ”اڪرم“ اهي ٻئي شبد،
ڪڏهن سانکين جي پرڪرتيءَ، ۽ ڪڏهن ويدانتين جي پربرهم
لاءِ، يعني ٻنهين لفظن سان- ڪم ۾ آندا ويا آهن. ويدانت جي
نظر ۾، جڳت جو مول يعني بنياد، سانکين جي اوپڪت پرڪرتيءَ
کان به پري وارو ٻيو تتو آهي. جڳت جي بنيادي تتو اسپت
سانکين ۽ ويدانتين جي وچ ۾ مضمون ڀيد آهي. اڳتي هلي انهيءَ
ڳالهه تي وچار ڪيو ويندو ته، انهيءَ ڀيد سان، اڌيائم شاستر ۾
بيان ڪيل موکيه- سروپ، ۽ سانکيه جي موکيه- سروپ ۾ ڀيد
ڪيئن پيدا ٿيو.

سانکين جي دوئيتي سڌانت کي انظور ڪري، جڳت جي
بنياد ۾ پرميشور يا پرشوتم روپي هڪ ٽيون تتو، تنهن جي هستي
مڃڻ، ۽ پرش توڙي پرڪرتيءَ کي انهي صورت مڃڻ تي، پهرين
هڪ سوال پيدا ٿئي ٿو ته، انهيءَ ٽئين مول تتو جو سروپ ڪهڙو
آهي؟ پرڪرتي، پرش ۽ پرميشور کي، اڌيائم شاستر ۾ سلسليوار
جڳت، جيو ۽ پربرهم چيو ويو آهي. انهن ٽنهين جي روپ، ۽ انهن
جي پاڻ ۾ سمبنڌ اسپت ويچار ڪرڻ ئي ويدانت جي مکيه وشيه
آهي. مگر سڀني ويدانتين جي انهن ٽنهين اسپت يڪراءِ نه آهي.
ڪي چون ٿا ته، اهي ٽيئي شروع ۾ هڪ ئي آهن، ۽ ڪي چون
ٿا ته، جيو ۽ جڳت، پرميشور کان شروع ۾ ئي ٿورو گهڻو جدا آهن.
انهيءَ ڪري ويدانتين ۾، آدوئيتي، وششٽا دوئيتي ۽ دوئيتي
پيدا ٿي پيا. پر هن سڌانت ۾ سڀ يڪراءِ آهن ته، جيو ۽ جڳت
جا سڀ وهنوار، ايشور جي مرضيءَ سان ٿين ٿا. ڪن جو چوڻ
آهي ته، جيو، جڳت ۽ پربرهم، انهن ٽنهين جو مول سروپ، آڪاس
جيان هڪ ۽ اکنڊ آهي، ورين ڪن جو چوڻ آهي ته، جڙ ۽ چيتن
جو هڪ ٿيڻ ممڪن نه آهي. انهيءَ ڪري ڏاڙهون جي ڪڻن
داڻن هڪ ٿي به جڻن، ان جي مٿان وڏهل ڪل جي ايڪتا
ناس ٿئي ٿي، تهڙيءَ طرح جيو ۽ جڳت جنتوٽڪ پرميشور ۾

پوئل آهن ته ٻه اهي بنياد ۾ اُن کان الڳ آهن. جنهن جي سروپ
لجس، اهڙيءَ مختلف راءِ هئڻ ڪري، جدا جدا ٽيڪن جا ٽيڪا
ڪار، تنهنجي نتيجي منجهه موجب، اپنشدن ۽ گيتا جي مطلب ۾
تفاوت ۾ ڇڪتاڻ ڪرڻ لڳا. نتيجو اهو نڪتو جو گيتا جو سچو
سروپ، يعني ان ۾ بيان ڪيل ڪرم يوگ، لڪي ويو. انهيءَ بعد
بي شمار اهڙي ٽيڪا ڪارن جي مدد ۾، گيتا جو مکيه مضمون
اهوئي لي ويو ته، گيتا ۾ بيان ڪيل ويدانت، دوئيت مت جو
آهي، يا اَدوئيت جو، وغيره. انهيءَ ڳالهه جي وڌيڪ اظهار ڪرڻ
کان اڳ، اهو ڏسڻ ضروري آهي ته، جڳهه جڳهه ۽ برهمڻ جي تشڪ بابت
۾ سمجهڻ لاءِ، خود ڀڳوان شري ڪرشن، گيتا ۾ ڇا ٿو چوي.
انهيءَ بعد اُپنشدن کي معلوم ٿيندو ته، انهيءَ ڳالهه
لاءِ، گيتا ۽ اپنشدن جو هڪ رايو آهي، ۽ گيتا جا سڀ خيال
اپنشدن ۾ اڳيئي اچي ويا آهن.

## گيتا ۾ بيان ڪيل پرميشور جو سروپ

پرڪرتي ۽ پرش کان به پري، جو پرشوتم، پربرهم، پرماتما
يا پربرهم آهي، تنهنجو بيان ڪندي، گيتا ۾ تيون الڳ الڳ سروپ
ڄاڻايا ويا آهن. هڪ ويڪت ۽ ٻيو اَويڪت. حاڪي انهيءَ ۾ لفظ
ڪو به شڪ نه آهي ته، ويڪت سروپ، سگهڻ حسنين ڪيو جي،
۽ اَويڪت سروپ، جنهن کي آلدرين کي معلوم ٿي نٿو سگهي ته به،
هو لڪيل آهي. جا ڪا ته، جوا جنهن ڪي اکين کي نظر
نه ايندي آهي، ته به اهو سڀئي لعولڻ جا گڻ سوڪيرروپ موجود،
رهن ٿا. انهيءَ ڪري اويڪت جا به ٽي پاڻا لکيا ويا آهن، جنهن
کي سگهڻ، سگهڻ نرگڻ ۽ نرگڻ. هتي گڻ شبد ۾ انهن سڀني گڻن
کي ذڪر آهي، جن جو گيان منش کي ۽ لفظ پنهنجن پاڻن آلدرين
وسيلي، مالڪ من جي وسيلي ٿي ٿي ٿو. پرميشور جو ساڪيات
اوتار ڀڳوان شري ڪرشن خود ارجن کي آهدين ڏيکاري ٿو
هو. انهيءَ ڪري گيتا ۾ جڳهه جڳهه، ڀڳوان پاڻ ڏانهن اشارو

نه ته پرڪرتيءَ ۾ رهي، مان پنهنجي مايا سان جنم وٺندو آهيان؛
يعني وِڪاس لهندو آهيان". اِئين هلي سنتن اڌياءَ ۾ وري چيو
اٿس ته، "هيءَ ٽن گڻن واري پرڪرتي منهنجي مايا آهي؛ اِهيءَ
مان جي پار لنگهن ٿا، اهي مونکي لهن ٿا؛ ۽ اِهيءَ مايا سبب
جنجو گيان ڇني ويو آهي، سي بيوقوف ماڻهو مونکي ڪين لهي
سگهن." آخر ۾ ارڙهين اڌياءَ ۾ ڀڳوان وري چيو آهي ته، "هي
ارجن! سڀني پراڻين جي هردي ۾، جيو جي روپ سان، پرماتما
جو ئي واسو آهي؛ ۽ هو پنهنجي مايا سان، منش کي مشين وانگر
گهمائي ٿو." ڀڳوان، ارجن کي جو وراٽ روپ ڏيکاريو هو، سو
نارد منيءَ کي پڻ ڏيکاريو هوائين. اِهيءَ ڪٿا جو ذڪر مهاڀارت
جي، شانتي پرو جي نارائڻي ڀاڱي ۾ اچي ٿو؛ ۽ اسين ٻڌائي چڪا
آهيون ته، نارائڻي يعني ڀاڳوت ڌرم جي گيتا ۾ بيان ڪيو ويو
آهي. نارد منيءَ کي هزارن اکين، رنگن ۽ ظاهري گڻن جو وراٽ
روپ ڏيکاري، ڀڳوان کيس چيو ته، "هي نارد! هن وقت مان
جيڪو روپ توکي ڏيکاري رهيو آهيان، سو منهنجي مايا آهي؛
اِهيءَ مان تون هرگز ائين نه سمجهه ته مان سڀني پدارٿن جي
گڻن سان گڏيل آهيان." منهنجو سچو سروپ سرو وياپي اوِيڪت
۽ نتيه آهي. الڪي سڌ پرش ئي سڃاڻي ۽ ڏسي سگهن ٿا." اِهيءَ
مان ثابت آهي ته، گيتا ۾ ذڪر ڪيل، ارجن کي ڏيکاريل وراٽ
سروپ پڻ مايا وارو آهي. اِهيءَ بيان مان گيتا جو سڌانت هن
ريت هٿ لڳي ٿو: ته جيتوڻيڪ اُپاسنا لاءِ، ڀڳوان وِيڪت سروپ
جي واکاڻ ڪئي آهي، مگر پرمشور جو سريشٽ سروپ اَوِيڪت
ئي آهي؛ ۽ اَن اَوِيڪت مان ئي وِيڪت ٿيڻ سندس مايا آهي؛
۽ اِهيءَ مان آزاد ٿي، جيستائين منش اِهيءَ اوِيڪت سروپ جو
پورو گيان حاصل نه ٿو ڪري، تيستائين اُنجي مڪتي ٿيڻ ناممڪن
آهي. مايا سبب سمجهاڻي اڳتي هلي ڏني ويندي. مٿين بيان
مان صاف ظاهر آهي ته مايا جي سڌانت کي، شري شنڪراچاريه

ڪو ٻئين طرح ڄاڻي نه ڪيو هو؛ ٻلڪ انهن کان اڳ گيتا، مهاڀارت
۽ ڀاڳوت ۾ انهيءَ سڌانت جي رچنا ڪئي وئي هئي. شويتا
شوتر اپنشد ۾، سرشٽيءَ جي اُتپتيءَ لاءِ هن ريت ورڻن
ڪيو ويو آهي ته، مايا پرڪرتي آهي، ۽ پرميشور ان مايا جو
مالڪ آهي؛ ۽ هو ئي پنهنجي مايا سان سنسار پيدا ڪري ٿو."

## پرميشور جو سروپ سگڻ آهي يا نرگڻ

اڳتي ته ظاهر ٿي چڪو آهي ته، پرميشور جو سروپ نه ويڪت،
ٻلڪ اويڪت آهي. هاڻي انهيءَ ڳالهه تي به غور ويچار ڪرڻ
ضروري آهي ته، پرماتما جو اهو سريشٽ اويڪت سروپ سگڻ
آهي يا نرگڻ. هن وقت اسانجي سامهون سگڻ اويڪت جو هڪ
مثال اهو موجود آهي جو، سانکين جي پرڪرتي اويڪت هئڻ
تي به سگڻ يعني، ستو، رجو ۽ تمو گڻ سان ڀريل آهي. انهيءَ
ڪري ڪن ماڻهن جو چوڻ آهي ته، پرميشور جو اويڪت ۽ سريشٽ
سروپ به انهيءَ موافق سگڻ مڃيو وڃي. ڪٿي پنهنجي مايا سان،
پر جڏهن اهو پرميشور، ويڪت سرشٽي رچي ٿو، ۽ سڀني منشن
جي هردي ۾ رهي، انهن کان سڀ ڪرم ڪرائي ٿو، جڏهن هو
سڀني يگين جو ڀوڳيندڙ ۽ پالڪ آهي، جڏهن منش جا سڀ سک
ڏک ان مان ئي پيدا ٿين ٿا، ۽ جڏهن صورتن پراڻين جي هردي
۾ شرڌا پيدا ڪندڙ به هو ئي آهي، سڀني پراڻين جي ڪرمن جو
ڦل ڏيڻ وارو به هو ئي آهي، تڏهن ضرور اها ڳالهه پڌري آهي
ته، ڪٿي هو اويڪت هجي، پر هو دَيا، ڪرم وغيره گڻن سان
هئڻ ڪري "سگڻ" هئڻ گهرجي. پر ڀڳوان انهيءَ دليل جي ورتَ
پنهنجو راءِ هن ريت ظاهر ڪيو آهي ته، "مورکي ڪرم ڇڏي
نٿا سگهن ... پرڪرتي جي گڻن سان موهت ٿي، مورک لوڪ آتما
کي (پاڻ کي) سڀ ڪنهنجو ڪرتا سمجهن ٿا. ... هيءَ اويد ۽
اڪرتا ايشور سڀني پراڻين جي هردي ۾، جيو جي روپ سان
واس ڪري ٿو ۽ جيتوڻيڪ هو پراڻين جي ڪرم کان الڳ (آزاد)

آهي؛ ته ”اگيان سببان، منش موهه جي ڄار ۾ ڦاسي وڃن ٿا.“
اهيءَ ڪري اُپنشد ۾ پرميشور جا روپ- سگڻ- نرگڻ انهن ٻن
نمونن حالي ته آهن ۽ انهن ڪالسواءِ ڪٿي ڪٿي، پرميشور جي
انهن ٻنهي گڏن سان گڏيل سروپ جو به بيان ڪيو ويو آهي.
جهڙو ته: ”مان پرائڻين جو آڌار هجڻ ڀي به، انهن ۾ نه آهيان؛“
”پربرهم نه سچ آهي، نه اسچ،“ ”پرميشور اندرين وارو ڀي به،
اندرين کان سواءِ آهي، ۽ نرگڻ ڀي به، گڻن جو ڀوڳيندڙ آهي“،
”ڏور به آهي ۽ نزديڪ به آهي“ اهڙيءَ طرح پرميشور جي سروپ
جو سگڻ- نرگڻ گڏيل، يعني هڪ ٻئي جي برخلاف ذڪر ڪيو
ويو آهي. اهيءَ هوندي به گيتا ۾ جتي ٻئين اڌياءَ ۾ چيو ويو
آهي ته، ”هيءُ آتما، اوينڪت، اچنتيه ۽ اوڪار آهي،“ ورري
تيرهين اڌياءَ ۾، ”هي پرماتما انادي، نرگڻ ۽ اوينڪت آهي،
اهيءَ ڪري شرير ۾ رهي به، نه ڪجهه ڪري ٿو ۽ نه ڪنهن
۾ ليپ (ڦاسي) ٿي ٿو.“ انهن شبدن سان پرماتما جي شڌ،
نرگڻ، اکنڊ، نروڪار، اچنتيه، انادي ۽ اوينڪت روپ جي سرشٽتا
ورڻن ڪئي ويئي آهي.

## اُپنشدن جو پرميشور جي سروپ نسبت رايو

اُپنشدن ۾ گيتا وانگر، پرميشور جي ٽن نمونن جو سروپ
ڏيکاريو ويو آهي. يعني بعضي سگڻ، نرگڻ ۽ بعضي ڪيول نرگڻ.
اهيءَ ڳالهه جي ضرورت نه آهي ته، اُپاسنا لاءِ سدائين، اکين جي
سامهون مورتي ئي هجڻ گهرجي. اوڪار سروپ جي ٻڌ اُپاسنا
ٿي سگهي ٿي. ۽ جڏهن ته اُپاسنا ڪئي وڃي ٿي، سو اکين
وغيره اندرين کي ڀلي معلوم ٿيل نه هجي ۽ جستائين اُن جو ڪو
نه گڻ، من کي معلوم ٿيل نه آهي، تيستائين ڪنهن ٿي ويچار يا
ڌيان ڪري سگهبو؟ اهيءَ ڪري اُپنشدن ۾ جتي اوينڪت پرماتما
جي (چتن، من، ڌيان) اُپاسنا ٻڌائي ويئي آهي، اُتي اوينڪت
پرميشور، سگڻ ٿي ڪلپ ڪيو ويو آهي. پرماتما ۾ ڪلپنا گڻ،

اُپاسنا ڪندڙ جي اڌڪار (حق) موجب گهٽ وڌ وياپڪ يا سالڪي ثمن آهي ۽ جنهن جو جهڙو ڀاءُ يا ويچار ٿئي ٿو، تنهنکي تهڙو ئي ڦل ملي ٿو. گيتا ۾ چيو ويو آهي ته، "ديوتائن جي ڀڳتي ڪندڙ ديوتائن ۾، ۽ پترن جي ڀڳتي ڪندڙ، پترن ۾ وڃي ٿو ملي." يعني جنهنجي جهڙي شردا هوندي، تنهنکي تهڙو ڦل ملندو. مطلب ته، اُپاسنا ڪندڙ جي اڌڪار پڻ موجب، اُپاسيه (جنهنجي اُپاسنا ڪئي وڃي) اويڪت پرماتما جا ڪڻ به، اُپنشدن ۾ جدا جدا ٻڌايا ويا آهن. اُپنشدن جي انهيءَ وشيه يا بيان کي "وديا" چون ٿا. وديا، ايشور کي حاصل ڪرڻ جو (اُپاسنا روپ) رستو آهي، ۽ انهيءَ رستي جو جنهن بيان ۾ ذڪر ڪيو ويو آهي، تنهنکي پڻ وديا جي نالي سان سڏيو ويو آهي. اُپنشدن ۾ ڪيترن لمولن جي اُپاسنا ٻڌائي وئي آهي؛ ۽ انهن سڀني اُپاسنائن جو ويدانت سوترن ۾ بيان ڪيو ويو آهي. انهيءَ بيان ۾ اويڪت پرماتما جي سگڻ سروپ جو هن ريت ذڪر ڪيو ويو آهي ته "هو من ميءِ، پراڻ شرير- ڀاوروپ، ستيه سنڪلپ، آڪاش آتما، سرو ڪرما، سرو ڪام، سرو گند ۽ سرو رس آهي." ليتريه اُپنشد ۾ ته، اَن، پراڻ، من، گيان ۽ آنند انهن روپن ۾ پرماتما جي اُپاسنا ٻڌائي وئي آهي. برهدارڻيڪ اُپنشد ۾ پرياڻن سج، چنڊ، بجلي، آڪاش، وايو، اگني، جل ۽ چوطرف رهندڙ پرشن جي اُپاسنا ٻڌائي وئي آهي، ۽ اڳتي هلي چيو ويو آهي ته، سچو برهم، انهن کان پري آهي. مٿي ذڪر ڪيل (آڪاش- بجلي وغيره) برهم روپن کي، اُپاسنا لاءِ، ڪلهه گهٽ درجي جو برهم روپ، يا برهم کان واقف ڪندڙ نيشانيون چيو وڃي ٿو. پر ياد رکڻ گهرجي ته، اُپنشدن، سچي برهم روپ کي، انهن سڀني کان پري ۽ جدا چيو آهي. انهيءَ سچي برهم جي صورت ۽ گڻ بيان ڪندي چيو ويو آهي ته، برهم ستيه گيان ۽ آنند وارو، يعني ستيه چيت آنند روپ آهي: انهيءَ ريت اُپنشدن ۾ ايشور جي سروپ جو، ٽن گڻن

۾ بيان ڪيو ويو آهي؛ ۽ ان هنڌ گيتا وانگر، هڪ ٻئي جي خلاف گڻن ۾ ايشور جي سروپ جو ذڪر ڪيو ويو آهي. جيئن ته: ”برهم ست آهي ۽ اسٽ به آهي، هو ڪڻي کان به ننڍو آهي، ۽ وڏي کان وڏو به آهي؛ هو هلي ٿو، ۽ هلي به نه ٿو؛ هو پري آهي، ۽ ويجهو به آهي؛ هو اندرين وارو به، اندرين کان پري آهي؛“ وغيره. مرتيو ديوتا، نچڪيتا کي چوي ٿو ته،[٤٥] ”اهو مڻين سڀني ڳالهين کي ڇڏي ڪري جو ڌرم-اڌرم، ڪرت-اڪرت، انهن سڀني کان پري آهي، انهيءَ کي تون برهم سمجهه.“[٤٦] اهو ساڳيو ئي اپديش، نارائڻي ڌرم ۾، برهما، رُدر کي، ۽ موکش ڌرم ۾ نارد، شڪديو کي ڪيو آهي. برهدارڻيڪ اپنشد ۾ پرٿوي، جل ۽ اگني، انهن ٽنهي کي، برهم جو مورت روپ چيو ويو آهي؛ ۽ وايو ۽ آڪاش کي امورت روپ چئي ڏيکاريو ويو آهي ۽، انهن امورت روپ پرش جا رنگ ۽ روپ بدلجي وڃن ٿا. يعني وايو ۽ آڪاش، جنهن کي صورت نه آهي، انهن جي مول پرش يعني ديوتا نون آهن، ان جو رنگ ۽ روپ بدلجي سگهي ٿو؛ اهڙي بيان ڪرڻ بعد وري چيو ويو ته، ”نيتي نيتي“ اهي هرگز نه آهي، هيستائين جو ڪجهه ٻڌايو ويو، سو برهم نه آهي... انهن سڀني نام-روپن، مورت-امورت پدارٿن کان جو پري ۽ جنهن جو بيان ٿي نه ڪري سگهجي، انهيءَ کي تون برهم ڪري سمجهه.“ وڌيڪ ڇا، جن جن پدارٿن کي ڪو نالو ڏئي سگهجي ٿو، انهن سڀني کان جو پري آهي، سوئي برهم آهي. انهيءَ برهم جي اويڪت ۽ نرگڻ سروپ ڏيکارڻ لاءِ ان لوري ۾ ”نيتي نيتي“ (يعني اهو به نه آهي، اهو به نه آهي) شبد ڪم ۾ آندا ويا آهن. اهڙيءَ طرح ٻين اپنشدن ۾ به پربرهم جي نرگڻ ۽ اچنتيه روپ جو بيان مليل ٿو. جيئن ته:- ”جنهن جو بيان ٿي نه ڪري سگهجي، (لاکيان) ... هي سمجهه، کان به ڏکيو آهي، جو ڏسڻ ... ڪا واتاڻ پوري نه آهي، ۽ جو برهم

پنج مهاڀوتن جي شبد، اسپرش، روپ، رس ۽ گنڌ، انهن پنجن ئي گڻن کان رهت آهي، سو انادي، اننت ۽ اوينم آهي.“ مهاڀارت جي شانتي پرو ۾، ڀڳوان، نارد کي پنهنجي سروپ اسپت سمجهائيندي چيو آهي ته، پرماتما نرگڻ، نراوير (عضون کان رهت) اَجَ، نتيه ۽ قائم آهي؛ هو سرشٽيءَ کي پيدا ڪندڙ ۽ انجو ناس ڪندڙ آهي، هو ٽنهي گڻن کان پري آهي؛ ۽ ان کي واسديو پرماتما چون ٿا.“

## متين ورق راين جو ايڪو

متين بيان مان ظاهر ٿيندو ته، نه ڪيول گيتا، بلڪ مهاڀارت ۽ اپنشدن ۾ به پرماتما جي اوِيڪت سروپ کي، ويڪت سروپ کان سريشٽ مڃيو ويو آهي؛ ۽ انهن گرنٿن ۾ اويڪت سريشٽ سروپ جو ٽن نمونن سان بيان ڪيو ويو آهي؛ جنهن ته، سگڻ، سگڻ- نرگڻ ۽ نرگڻ. هاڻي سوال آهي ته، متين پرماتما جي سروپ اسپت، هڪ ٻئي جي ورق بيان کي، هڪ صورت ۾ ڪهڙي دستور آڻي سگهجي ٿو. انين چئي سگهجي ٿو ته، انهن ٽنهي گڻن ۾، جو سگڻ- نرگڻ جو روپ آهي، سو سگڻ کان نرگڻ ڏانهن وڃڻ جو ڏاڪو آهي؛ ڇاڪاڻ ته، پهريائين سگڻ روپ جي گيان ٿيڻ تي ئي ڌيري ڌيري، نرگڻ سروپ جو اپيو ٿئي ٿو. انهيءَ ڪري اپنشدن ۾ الڪي نرگڻ ڏانهن وڌندڙ اُپاسنا چيو ويو آهي. جنهن ته، امتريه اپنشد ۾ پرهو رشيءَ، ورڻ کي پهريائين چيو ته، ان ئي برهم آهي؛ انهيءَ بعد ڌيري ڌيري ڪمس پراڻ، من، وگيان، ۽ آنند- انهن برهم روپن جو گيان ڏنائين. انين به چئي سگهجي ٿو ته گڻن جي ظاهر ڪندڙ شبدن سان نرگڻ روپ جو بيان ڪرڻ ناممڪن آهي. انهيءَ ڪري؛ هڪ ٻئي جي ورق معنائن وارن شبدن رستي ئي انجو بيان ڪرڻو پيو آهي. ڇاڪاڻ ته، جڏهن اسين ڪنهن شيء لاء ”پري“ يا ”ست“ شبد ڪم آڻيندا آهيون، انهن اسالڪي ڪنهن ٻيءَ شيء جي ”ويجهي“ يا ”اَست“ هئڻ

جي، سڌيءَ يا اڻ سڌي طرح ضرور خبر هوندي آهي. پر جڏهن
صورت ۽ اُهڃاڻ هرهنڌ بڪَڙبل آهي، تڏهن صورت ۽ ”پوي“ يا
”سمع“، ”ونجهو“ يا ”اسم“ ڪيئن ڪيئن چئون؟ اهڙيءَ حالت
۾، نه پوي، نه ونجهو، نه سمع، نه اسم شبدن سان هڪ ٻئي
جي ورڻ ڪڍڻ جي جوڙَي ملائي وڃي ٿي؛ ۽ اهيءَ ڳالهه جاڻڻ
لاءِ ته هڪ ٻئي جي ورڻ ڪڍڻ ۽ شبدن جي ڀاشا وابراڻڻي
پوي ٿي ته، جو ترڪڻ سرو وياپڪ، اڃا رهسيه ۽ سولتر آهي،
سو ٿي سچو برهم آهي. جو ڪجهه آهي، سو برهم ئي آهي؛ اهيءَ
ڪري هو دور نه آهي، ۽ نرديڪ نه آهي، سمع نه آهي، اسم
نه آهي؛ ۽ اهيءَ مدلطر ٿي، هڪ ٿي وقت، هڪ ٻئي جي ورڻ
شبدن سان ايان ڪيو وڃي ٿو. هيستائين اسين ترڪڻ ۽ سڳڻ شبد
جي صفائي ڪري چڪاسون، پر اڃان اها ڳالهه رهجي وئي ته،
هڪ ٿي پرميشور جا هڪ وقت، هڪ ٻئي کان الٽا ٻه سروپ،
ترڪڻ-سڳڻ، ڪيئن مڃي سگهجن ٿا. ڪٿي منظور ڪجي ته، جڏهن
اويڪت پرميشور ويڪت پرميشور ويڪت روپ ڌاري ٿو،
تڏهن اهو (ويڪت) روپ، انجي مايا چوائي ٿو. پر جڏهن هو
ويڪت نه ٿي ها، اويڪت روپ ۾ ترڪڻ جو سڳڻ ٿي پوي ٿو،
تڏهن ان کي ڇا چيو وڃي؟ جيئن نه هڪ ئي نرالڪار پرميشور
کي ڪي ”نيتي، نيتي“ چئي، ترڪڻ اتالين ٿا، ته وري ڪي الڪي
سڳڻ يعني سڌي ڪڻ سان تمثار لمل، ڪرتا ۽ ديالو مڃين ٿا. اها
ڪهڙي ڳجهارت آهي؟ متي ٻنهي طرفن مان، ڪهڙو طرف وڌيڪ
سچائيءَ تي امتو آهي؟ هن ترڪڻ ۽ اويڪت ۽ اُهڃاڻ مان، ساري
ويڪت سرشٽي ۽ جيو ڪيئن پيدا ٿيا؟ وغيره وغيره ڳالهين تي
روشني وجهڻ جي بلڪل ضرورت آهي. سمجهي جو ڏانا پرميشور
اصل ۾ سڳڻ آهي، ۽ ڪرتا ۾ جو جيو ولو آهي ته، هو ترڪڻ آهي،
سو سڀ واهيات آهي، الٽن چوڻ جهڙو اڌياتم شاستر جي بنياد
ڪر پٽڻ آهي... هو. جيو وڏن مهاتمائن ۽ رشين من ڪي ايڪاگر

ڪري، شانتيءَ سان، اهو سدانت ڳولي ڪڍيو تہ، من جي سمجهہ
کان بہ جو ٻاهر آهي؛ ۽ جنهن جو ڪو بيان لفظن ڪري سگهجي
سگهي، برهم جو سچو سروپ آهي. تنهن آتم اليو کي اسين انيان
تہ بہ چئي سگهجي. جيڪڏهن ڪو رواجي منش نرگڻ برهم کي
لفظن سمجهائي سگهي تہ، الهيءَ ڪري برهم کي سگڻ تہ چئي سگهجي
هجي ها تہ ڀوءِ، ڳالهہ اِئي هئي؛ پر ائين نہ آهي. گيتا ۾ بہ ذلل
چيو ويو آهي تہ، پرميشور جو سچو سروپ اويڪت آهي؛ ۽
ويڪت سرشٽيءَ جو قائم ڪرڻ تہ الڳي مايا آهي. الهيءَ ڪانسواءِ
ڀڳوان ائين ڀڻ چيو آهي تہ، پرڪرتيءَ جي سڀبان، موهہ جي چار
۾ ڦاسي، ڪي مورک، (اويڪت ۽ نرگڻ) آتما کي ئي ڪرتا سمجهن
ٿا؛ پر ايشور تہ اڪرتا آهي، منش فقط اگيان سبب ڌوکي ۾ پون
ٿا. يعني ڀڳوان صاف چوي ٿو تہ، جيتوڻيڪ آتما يا پرميشور جو
اويڪت سروپ آهي، پر ماڻهو موهہ سبڀان الڪي اويڪت سگڻ
ٻڌائين ٿا. مٿئين بيان مان، پرماتما جي سروپ نسبت گيتا
جا هن ريت سدانت ظاهر ٿين ٿا. (١) گيتا ۾ پرميشور جي ويڪت
سروپ نسبت جيتوڻيڪ گهڻوئي بيان اچي ٿو، پر ان ۾ اويڪت
نرگڻ سروپ کي ئي سريشٽ مڃيو ويو آهي. (٢) سالڪن جي
پرڪرتي، يا الڳي ويڪت پکيڙ- يعني سچو سنسار، ان پرميشور
جي مايا آهي. (٣) سالڪن جو پرش يعني جيو آتما، اصل ۾ پرميشور
روپ، پرميشور والگيان ٿي نرگڻ ۽ اڪرتا آهي؛ پر اگيان سبڀان
ماڻهو الڪي ڪرتا سمجهن ٿا. ويدانت شاستر جا ڀڻ اهي سدانت
آهن. پر آڳ ويدانتي گرنٿن ۾، انهن سدانتن جي سمجهاڻي ڏيندي،
مايا ۽ اوديا ۾ ڪجهہ فرق ڪيو ويو آهي. جئن تہ، پنچدشي
۽ ٻالي ويدانتي گرنٿ ۾ ڀاوپالين آتما ۽ برهم کي هڪ ئي برهم
سروپ چيو ويو آهي؛ ۽ وڌيڪ چيو ويو آهي تہ، جڏهن چت
سروپي برهم جو مايا ۾ ٻاجهو پوي ٿو، تڏهن ستي، رجي ۽ تمي

گڻن واري (سالڪين جي) ٻرڪرتي پيدا ٿئي ٿي. ٻر اڳتي هلي
اُهيءَ مايا جا ٻہ ڀيد مايا ۽ اوديا ڪيا ويا آهن؛ ۽ چيو ويو آهي
تہ، جڏهن مايا ٽن گڻن مان ”شڌ“ ستي گڻ جي ترقي ٿئي ٿي،
تڏهن ان کي فقط مايا چوڻ گهرجي. ۽ اُهيءَ مايا ۾ ٻاڃي وجهندڙ
برهم کي سگڻ يعني وراڪس ايشور چوڻ گهرجي. جيڪڏهن اهو
ستوگڻ ”اشڌ“ هجي تہ ٻوءِ اُنکي ”اوديا“ چوڻ گهرجي؛ ۽ ان
اوديا ۾ ٻاڃي ٻا چالو وجهندڙ کي ”جيو“ چوڻ گهرجي. اُهيءَ
الر ويدانتي نظر سان ڏسڻ ۾، هڪ ئي مايا جا ٻہ ڀيد يا سروپ
ڪرڻا پوندا. يعني ٻرٻرهم مان ”وراڪس ايشور“ جي پيدا ٿيڻ
سبب، اوديا کي ئي مايا ۽ جيو جي پيدا ٿيڻ جو سبب مڃيو. ٻر
گيتا ۾ اهڙي نمونې جو ڀيد نہ ڪيو ويو آهي. گيتا چوايو آهي
تہ، جنهن مايا سان خود ڀڳوان، وراڪس يعني سگڻ روپ ڌاري
ٿو، يا جنهن مايا وسيلي، ان نمونې جي ٻرڪرتيءَ (ٻڌي، اهنڪار
من، ۽ پنج تنماترائون) يعني سرشٽيءَ جون سڀ شيون ٿين ٿيون
اُهيءَ مايا جي اگيان ۾ جيو موهجي ٿو. گيتا ۾ ڪٿي بہ هڪ
”اوديا“ شبد ڪم نہ آندو ويو آهي؛ ۽ شويتا شور اپنشد ۾ جتي
اهو شبد آيل آهي، اتي ائين چيو ويو آهي تہ، مايا جي وهنوار
کي ئي ”اوديا“ چون ٿا. اُهيءَ ڪري هتان جي سهوليت لاءِ،
سوڪير ڀيد سان مايا ۽ اوديا کي جدا جدا معني ۾ ورتا ڪان، اسين
مايا، اوديا ۽ اگيان کي هڪ معنى وارو ئي سمجهون ٿا. هاڻي
اُهيءَ وشيہ تي ويچار ڪرڻ بہ لازمي آهي تہ، ٽن گڻن واري مايا،
اوديا، اگيان يا موہ جو رواجي ناٽوڪ سروپ ڪهڙو آهي، ۽
انجي مدد سان گيتا ۽ اپنشدن جي ڪهڙيءَ طرح سمجهاڻي ڏني
سگهجي ٿي.

## نرگڻ ۽ سگڻ جو گهوڙهو مطلب

نرگڻ ۽ سگڻ شبد ڏسڻ ۾ تہ بلڪل ننڍا آهن، ٻر جڏهن اُهن
ٻن شبدن تي ويچار ڪرڻ شروع ٿو ڪجي، تڏهن سچ پچ سچو

پرمالب اکين جي سامهون نه اچي ٿو. جڏهن ته جنهن صورت
۾ هن سرشٽيءَ جو مول هڪ ئي اناديءَ پربرهم آهي، جو اڪريا
(ڪجهه نه ڪندڙ) ۽ اداسين پڻ آهي، تنهن صورت ۾ اهو منش
جي انڌرين کي معلوم ٿيندڙ انيڪ شمار لمون جا وهنوار ۽ گڻ
ڪيئن پيدا ٿيا ۽ اهڙيءَ ريت ان برهم جي اکنڊتا ڪيئن بچي،
يا جو بنياد ۾ هڪ ئي آهي، تنهن مان لمون لمون جا جدا جدا
پدارٿ ڏسڻ ۾ ڇو ۽ ڪيئن ٿا اچن؛ جو برهم نروڪار آهي، تنهن ۾
ڪتو، مڏو، ڪوڙو، گهاٽو، پتلو، ٿڌو، گرم، سڪو، ڏکو، اجلو،
اونڌو، موت، امرتا وغيره جدا جدا وڪار يا ڀيد ڪيئن پيدا ٿيا؛
جو پربرهم بلڪل شانت آهي، ان مان شمار لمون جا آواز ۽ شبد
ڪيئن پيدا ٿيا، جنهن پربرهم ۾ اڳيان، پٺيان، وچهين يا ٻاري جو ڪو
ڀيد نه آهي، تنهن ۾ اڳيان، پٺيان، وچهين، ٻاري، اتر، ڏکڻ وغيره
طرفن جا ڀيد ڪيئن ٿيا؛ جو پربرهم اوڪاري، تنهن وقت (گذريل
هلندڙ ۽ آئينده) کان ڇڏيل، نتيه (قائم) ۽ امر آهي، تنهن ۾ ٿورو
گهڻو وقت جيائڻ ڪندڙ پدارٿ ڪيئن پيدا ٿيا؛ يا جنهنکي ڪارڻ-
ڪارڻ ڇهي نه ٿو سگهي، تنهن پربرهم جا ڪارڻ- ڪارڻ روپ-
جڳت مٽي ۾ بدلو ڪيئن ٿيا؛ اهڙائي ٻيا گهڻيئي ۽ نازڪ سوال،
متين پن شبدن ۾ اچي وڃن ٿا. يا ٿوري ۾ چوڻ گهرجي ته،
هائي اهيءَ ڳالهه لي ويچار ڪرڻو آهي ته، هڪ ئي ايڪتا (گهڻائيءَ)
۽ نردوادتا (ايڪي) ۾ گهڻن لمون جي دوادتا (ٻهائي)، ادونيت
(ايڪي) ۾ دونيت (ٻهائيءَ) انيڪ ۾ سنگ ڪيئن پيدا ٿئي ٿو.
اهيءَ مونجهاري ۽ تڪليف کان ڇڏڻ لاءِ، سانکين اڳئي ٿي نڪرڻ
۽ نتيه پرش (آتما) سان، ٽن گڻن واري سگڻ پرڪرتيءَ کي نه گڏي،
نتيه ۽ سوتنتر جي درجي ۾ رکيو آهي. منش ۾، جڳت جي
مول ڪارڻ کي جي ڪنهن جو هڪ قدرتي سڀاءُ ٿئي ٿو، تنهنجي
من جو مونجهارو، اهو دونيتي سڌانت لٿو لاهي سگهي. اپتروني
نه پلڪ، سانکين جو دونيتي سڌانت دليلن ۽ ترڪ جي حملي

اڳيان ڪمزور پئجي آهي. انهيءَ ڪري، برڪليءَ ۽ برش ڪان ه
اڳتي وڌي، آئنسٽائن اهو سدائين ڪولسي مقرر ڪيو آهي ته،
سجداللد بوهر ڪان ڪان ه سرشتت، جو لرڪ بوهر آهي، سونسي
جڳمع جو مول آهي. خاني ڏسڻو آهي ته، لرڪ مان سگهه ڪيتن
لبو. ڇاڪاڻ ته، سالڪس والڪر ويدالتبن جو پڻ اهو مت آهي ته،
جا شيءِ نه آهي، سا پيدا ٿي نٿي سگهي؛ ۽ الٽان، جا شيءِ حاضر
آهي، سا ڪڏهن به اڻهوند ٿي نٿي سگهي. انهيءَ مت موجب
لرڪ بوهر مان، سگهه سرشتيءَ جا پدارٿ پيدا ٿا ٿي سگهن. اڌهن
سوال آهي ته سگهه ڪٿان آيو؟ جيڪڏهن چئجي ته سگهه ڪنهن
به نه آهي، ته به واجب نه آهي؛ ڇاڪاڻ ته هو ظاهران ظهور حاضر
آهي. ۽ جيڪڏهن لرڪ والڪر سگهه ڪي سمت سمجهون ته ٻيءَ
هيءَ جو همشيه آزمودي ۾ اچي رهيو آهي ته اندرين کي معلوم
ليندڙ شبد، اسپرش، روپ، رس وغيره گڻ، جي اڄ ڏسڪ روپ
۾ ڏسڻ ۾ اچن ٿا، سي سڀاڻي وري ٻئي روپ ۾ اچيو ٿا وڃن،
يعني جي همشيه ڦرندڙ ڦٽڻ سبب ناسوان، وڪاري ۽ اسي ٻنا
آهن، سو آزمودو ڪوڙو ٿي بولدو. اهڙيءَ حالت ۾ انهن پڻ
چئي سگهجي ٿو ته، جنهن پرميشور کي لرڪ جيو ويو آهي، سو
پڻ ڦرندڙ ۽ ٿي بنا آهي، انهيءَ ڪالسواءِ جو ٿي بنا، ناسوان ۽ سرشتيءَ
جي امن ۾ بالڪل ٿيل آهي، ته ڪيئن پرميشور ٿي جو چئجي؟ مطلب
ته، ڪٿي سڀني سگهه پدارٿن کي، پنج مهاڀوتن مان پيدا ٿيل
سمجهو، يا سالڪيه مت موجب، انهن پدارٿن کي سگهه اوڪسه
برڪليءَ مان پيدا ٿيل سمجهو؛ ڪنهن به رستي کي اختيار ڪرڻ
سان، هيءَ ڳالهه چڱيءَ ۾ ثابت آهي ته، جيستائين مول برڪليءَ
مان ه ناسوان گڻ نه چئي ويا آهن، تيستائين پنج مهاڀوتن، يا انهيءَ
برڪلي روپ سگهه مول پدارت کي، جڳمع جو اوناشي، سولتو
۽ امر نٿو چئي سگهجي. انهيءَ ڪري جهڙي برڪلي واد
منظور هجي، تنهن کي گهرجي ته، يا ته هو انهن جوڙ اعد ڪري

ڇڏي ته، پرميشور لڪل، سولڪل ۽ امر روپ آهي؛ يا هو اهڙيءَ
ڳالهه کي ڳولي ڪڍي ته، پنج مهاڀوتن کان، يا سڳڻ مول پرڪرتي
کان به پري ڪهڙو تتو آهي. اهڙيءَ کان سواءِ مٿين سوالن کي حل
ڪرڻ جو ٻيو چارو به آهي. جهڙيءَ طرح رڄ مان اڄ جو لوڻ
محال آهي، يا واريءَ مان تيل ڪڍڻ عبث آهي، تهڙيءَ طرح
ظاهري ۽ ناسوان شيءِ مان، امر تتو جي حاصل ڪرڻ جي مراد
رکڻ به اجائي آهي. اهڙيءَ مدنظر لئي، ياڳيولڪ رشيءَ، پنهنجي
استريءَ ميتريئي کي چيو آهي ته، ڪيتري به اڻ شمار ڌن مان،
امر تتو جي حاصل ڪرڻ جي اميد رکڻ اجائي آهي. امر تتو کي
مٿيا يعني ڪوڙي ڄاڻ سان، ناليءَ لئي سر قربان ڪري ڇڏڻ،
دائمي سک جو ڀوڳڻ، وغيره روزمره منش جي جيون ۾ اهڙن
حالتن جا آزمودا ڪوڙا ٿي ٿا پون. رگويد جهڙن پراچين يعني
قديمي گرنٿن ۾ رشين جي، ايشور اڳيان ڪيل اهي پرارٿنا ملي ٿي
ته "هي اندر! تون اسان جو هميشه نالو قائم ڪر ۽ ڌن ان بخش" ۽
يا "هي سوم! تون موکي پر لوڪ ۾ امر ڪر" وغيره. اڄ ڪله
پڻ اهڙيءَ مدنظر لئي اسپينسر، ڪولٽ وغيره آڌ ڀوتڪ مت جي
پنڊتن به چيو آهي ته، ڪنهن به سک جي موهه ۾ نه ڦاسي، هلندڙ
۽ ايندڙ زماني جي منش جاتيءَ جي ڪلياڻ لاءِ، يعني (دائمي)
سک جي حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪرڻ، منش جو مکيه ڌرم
آهي. هاڻي سوال آهي ته زندگيءَ کان پوءِ واريءَ اهڙي، امر تتو
جو خيال آيو ڪٿان؟ جيڪڏهن ڪو چوي ته، اهو قدرتيءَ طرح
ثابت ٿيل آهي، ته پوءِ چوڻو پوندو ته، هن اپادي کان سواءِ
ٻيو ڪو امر تتو ضرور آهي. جيڪڏهن چئجي ته، اهڙو امر تتو
آهي ئي ڪو نه، ته پوءِ هيءَ جو هر ڪنهن شخص کي پنهنجو
اندروني ذاتي آزمودو آهي، سو اپاد ۽ ڪوڙو ٿي پوي.
اهڙي وقت آڌ ڀوتڪ مت جا پنڊت اهو راهه ڏسن ٿا ته، اهڙن
سوالن جو پورو جواب تتو ڏيئي سگهجي؛ تنهنڪري اهڙن سوالن

لي ويچار ڪري، سرشٽيءَ جي ظاهري پدارٿن جي ڳڻ- ڌرم کان
پري من کي نه ٿو وڃائي. اهو رايو ظاهر ۾ نه بلڪل چڱو آهي
۽ منش ۾ تتو گيان لاءِ جا قدرتي چاهه پيدا ٿئي ٿي، تنهن جي
ڪم ۾ خلاف وڃي سگهي ٿو؟ تتو گيان جي اڃا شڪتيءَ کي
ناس ڪرڻ سان، گيان جي ترقي اڻ مهال آهي. جڏهن کان
انسان هن زمين تي پيدا ٿيو آهي، تڏهن کان هو هن ڳالهه تي
ويچار ڪندو پيو آيو آهي ته، سڀ ظاهر ۽ اپٽا سرشٽي جو
مول امر تتو ڪهڙو آهي، ۽ هو ڪيئن حاصل ٿي سگهي ٿو. آڌڀوتڪ
شاسترن جي ڪيتري ڪيتري ترقي ٿي، ته به، امر تتو جي گيان
حاصل ڪرڻ لاءِ منش کي اڃا لڳي ٿي، سا گهٽ ٿي نٿي
سگهي. آڌڀوتڪ سرشٽي وگيان ڪيترو به ترقيءَ کي پهچي
وڃي، ته به اڌيالم تتو گيان هميشه انهيءَ اهل ۾ ڏسائي، اڳتي قدم
وڌائيندو ويندو. اسان جو ديس، ٻه چار هزار ورهيه اڳ انهيءَ
حالت مان نڪري آيو آهي، ۽ هميشه پڇم جا ديش انهيءَ حالت
مان نڪري رهيا آهن. جنهن وقت منش، تتو گيان جي حاصل
ڪرڻ جي چاهنا ڇڏي ڏني، انهيءَ الين ني ڇيو ويندو ته، پا
هو مڪمل ٿي رهيو، يا پسون.

## سرشٽيءَ جو گيان ڪنهن کي ٿئي ٿو

زماني جي حد کان ٻاهر، امر، اناديءَ، سوتنتر، سمان، قائم،
هر جاءِ پکڙيل ۽ ارگڻ تتوءَ جي هستيءَ لاءِ، يا ان نرگڻ تتو
جي سگڻ سرشٽيءَ جي اسٿتيءَ لاءِ، جيڪي سمجهاڻيون اسانجي
اپنشدن ۾ ڏني ويئي آهي، تهڙي اڄ تائين ڪنهن به ديش جي
تتو گياني، نه ڏني آهي. جرمن تتو گياني ڪانٽ، انهيءَ وشيه
تي چڱو چوکو ويچار ڪيو، ۽ اڄ ڪلهه جي پڪڙ موجب انهيءَ
سمجهاڻي ۾ چڱيءَ طرح ڏني اٿس. هيگل جيتوڻيڪ انهيءَ وشيه
۾ ڪانٽ کان ڪي قدم اڳتي وڌي ويو آهي، ته به سندس ويچار
اپنشدن تائين نه پهچي سگهيا. شوپنهر جو به اهوئي حال آهي.

هن ليکڻ ڀاشا ۾ اپنشدن جو اُهو ڀاڱو ڏٺو هو، جنهنجي پڙهڻ بعد هن اها ڳالهه لکي رکي ته "سچي دنيا جي ساهتيه ۾، اهڙن اوچ گرنٿن (اپنشدن) مان ڪي ويچار يا سڌاست مون پنهنجن گرنٿن ۾ ورتا آهن. هن ليڊڙي گرلٽ ۾ ويڀوتيءَ جي متين ڪنيئر سڌائن ۽ ڪالت وغيره ڀيمي وڌوالن جي سڌالتن جي پيت ڪرڻ لاممڪن آهي، انهيءَ ڪالسواءِ ڀرهم سوتر جهڙن جهولن گرنٿن جي ويڌالت ۽ اُن ويڌالتي گرنٿن جي ويڌالت ۾ جي لڪيا وڏا ڀيد آهن، تن جو ظاهر ڪرڻ به هن گرلٽ ۾ محال آهي. انهيءَ ڪري گيتا جي اڌيائم سڌالتن جي خاصيت ۽ خوبي ظاهر ڪرڻ لاءِ، جن ڳالهين جي ضرورت آهي، ڪجهه اهي ڳالهيون ٿي هتي ڏيکاريون ويون آهن؛ ۽ انهيءَ لاءِ اپنشدن، ويڌالت سوترن ۽ شنڪر ڀاشيه جهڙن گرنٿن جي مدد ورتي ويئي آهي. پرڪرتي ۽ پرش جي سانکين واري دونيت کان پري جا آهي، انهيءَ ڳالهه جي چنڊ جاڻ يا کوجنا لاءِ، فقط درشٽا (ڏسندڙ- آتما) ۽ درشيه (ڏسڻ ۾ ايندڙ- پرڪرتي) سرشٽيءَ جي دونيتي ڀيد لسي اهڙ اجايو آهي؛ پر انهيءَ ڳالهه جي کوجنا ڪرڻ جي به سخت ضرورت آهي ته، درشٽا پرش کي جو ٻاهرين سرشٽيءَ جو گيان ٿئي ٿو، تنهنجو سروپ ڇا آهي؛ اهو گيان ڪنهن مان ۽ ڪنهنجو ٿئي ٿو. سرشٽيءَ جا ظاهري پدارٿ جهڙا منش کي ڏسڻ ۾ اچن ٿا، تهڙائي پسن کي به ڏسڻ ۾ اچن ٿا، پر منش ۾ اها خاصيت موجود آهي جو هُو اکين، ڪن وغيره گيان اندرين رستي، پنهنجي من تي ٿيندڙن سنسڪارن جو ايڪو ڪري سگهي ٿو؛ ۽ انهيءَ ڪري کيس سرشٽيءَ جي ٻاهرين پدارٿن جو پورو گيان ٿئي ٿو. اسين ڪيترو. ڪيترو گهه بيان ۾ ٻڌائي چڪا آهيون ته، جنهن ايڪي ڪرڻ جي شڪتي جو نتيجو، متين خاصيت آهي؛ سا هن جسم جي طاقت کان به پري آهي يعني اها آتمڪ (روحاني) شڪتي آهي. اِنهن هرگز نه آهي ته، ڪنهن هڪ خاص پدارٿ جو گيان متين

(مول درويہ) ساڳيوئي رهندو، فقط ان سون جو نالو ۽ روپ بدلبو، جيئن تہ، ڪنگڻي، منڊي، ابرلڪ وغيره. انهيءَ سبب تي ويدانت ۾، مول برهم ۽ هن نام- روپ واري پرڪرتيءَ لاءِ سمجهاڻي ڏيندي اهڙن مثالن کان ئي ڪم ورتو ويندو آهي. سون هڪ پدارٿ آهي، پر جدا جدا وقتن تي بدلجڻ وارا انجي روپن جا جي سنسڪار انهن رستي من تي پون ٿا، انهيءَ کي ڪڏهن ڪري، دوشتا (ڏسندڙ- آتما) ان سون کي ئي ڪڏهن ڪڙي، ڪڏهن منڊي ۽ ڪڏهن ڪنگڻ جا جدا جدا نالا ڏيندو آهي. جدا جدا وقتن تي پدارٿن کي جو اهڙيءَ ريت "نام" (نالا) ڏنا وڃن ٿا، سي پدارٿن جي جدا جدا روپن سبب، بدلبا رهن ٿا. انهن روپن کي اُپنشدن ۾ "نام- روپ" چيو ويو آهي؛ ۽ انهن ۾ ٻيا سڀ گڻ شامل ڪيا ويا آهن. ۽ انهيءَ ڪانسواءِ انهن گڻن کي "نام روپ" ۾ رکڻ ٺيڪ بہ آهي. ڇاڪاڻ تہ، هرهڪ گڻ جو ڪو نہ ڪو نام ۽ روپ ضرور هوندو. جيتوڻيڪ انهن نام- روپن ۾ پل پل تبديلي ٿيندي رهي ٿي، تہ بہ چوڻو پوندو تہ انهن نام- روپن جي بنياد ۾ مول ۾ ڪو نہ ڪو درويہ ضرور آهي جو انهن نام- روپن کان جدا آهي، ۽ جنهن ۾ ڪا بہ تبديلي نہ ٿي ٿئي. ٻاڻيءَ تي لڳو موافق سڀ نام- روپ ڪنهن هڪ ئي مول درويہ سان لڳن ٿا.

جيئن ٿين ٿا. اسان جون انڌرين نام- روپ کان سواءِ ٻيو ڪجهہ نہ ڏسي يا سڃاڻي نٿيون سگهن؛ انهيءَ ڪري انهن کي انڌرين مول درويہ جو گيان نٿو ٿئي، جو مول درويہ نام- روپن کان جدا آهي ۽ انهن جو آڌار آهي. سڄي سنسار جو آڌار اهو مول تتو ٿي، اويڪت هجي، پر بڌيءَ ۽ آتم انهو سان اها ڳالهہ ضرور مڃڻي پوندي تہ، هو سچ آهي، يعني سڀ وقت، سڀني نام- روپن جي مول ۾، ۽ نام- روپن ۾ بہ رهي ٿو ۽ هو اوناشي آهي؛ ڇاڪاڻ تہ، انڌرين کي معلوم ٿيندڙ نام- روپن کان سواءِ ڪنهن مول تتو ... "ڪنگڻ" وغيره جدا جدا پدارٿ

ٿي وينداءِ ۽ اسالڪي جو ڏالي آزمودو آهي ته، اهي سڀ پدارٿ هڪ ڏالو يعني سون مان ٺهيا ويا آهن، سو ڏالي آزمودو ڪوڙو ٿي پوندو، جو انهن هرگز ٺهي نه سگهي. انهيءَ ڪري مان ثابت ٿئي ٿو ته، ڪڙي سون جي آهي، ۽ ڪنگڻ به سون جو آهي، وغيره شبدن ۾ "آهي" شبد سان جنهن سون سان گڏ نام-روپ واري ڪڙي ۽ ڪنگڻ جو لاڳاپو رکيو ويو آهي، سو سون جو دروي "اسم" (ڪوڙ) نه آهي؛ بلڪ هو انهيءَ دروي کي ڪي ڏيکاريندڙ آهي جو سڀني گهڻن جو آڌار آهي. انهيءَ نياءَ ۾ دليل کي جيڪڏهن سرشٽيءَ جي سڀني پدارٿن سان لڳايو وڃي ته اهو ئي سڏائڻ ثابت ٿيندو ته، پٿر، مٽي، چاندي لوهه، ڪاٺي وغيره بي شمار نام-روپ وارا پدارٿ، جي نظر اچن ٿا، سي سڀ هڪ ئي دروي مان ملمع لڳائي پيدا ڪيا آهن؛ يعني سچو پيدا ڪيل نام-روپن جو ئي آهي، نه مول دروي جو، جو سڀني نام-روپن جو بنياد آهي.

## ويدانت موجب ست ۽ اَست جي سمجهاڻي

ويدانت شاستر جي مٿين سڏائڻ کي اڄ ڪلهه جي ڪانٽ وغيره ايتري تعلو ڪيالين ته منظور ڪيو آهي. نام-روپ واري جڳت جي بنياد ۾ نام-روپ کان جدا، هو ڳجهو لڪل دروي آهي، تنهن کي ڪانٽ پنهنجي گرنٿ ۾ "وستو لعد" (شيءِ جو تعد) چيو آهي، ۽ اکين وغيره اندرين سان معلوم ٿيندڙ نام-روپن کي ظاهري نظارو چيو اٿس. پر ويدانت شاستر ۾ هميشه تبديل ٿيندڙ نام-روپن ۽ ظاهري جڳت کي مٿيا يا اسوات ۽ مول دروي کي ستيه يا امر چيو ويو آهي. رواجي ماڻهو جو اکين سان ڏسڻ ۾ اچي تنهن کي ستيه سمجهن ٿا. ڪنهن کي سپني ۾ لک روپين جي ملڻ، يا لک روپين جي ملڻ جي ڳالهه ڪنهن سان ٻڌڻ، ۽ سچ پچ ڪنهن کي لک روپيا ملڻ، انهيءَ ڳالهه ۾ وڏو ڀيد آهي. انهيءَ سبب هڪ ٻئي کان ٻڌل ڳالهه ۾ وڏو ڀيد آهي. انهيءَ سبب هڪ ٻئي کان ٻڌل ڳالهه کان، وهنوار ۾ اکين ڏٺل ڳالهه تي وڌيڪ ڀروسو ڪيو ويندو آهي. پر هدار ٿڪ اُپنشد ۾ چيو ويو آهي ته،

سچ هجڻ ۾ ڪو شڪ نه آهي. گيتا ۾ ان ڌرم جو ورڻن هن ريت
ڪيو ويو آهي: ”اڪير برهم ٿي آهي، جو سڀني پدارٿن جي نام روپن
جي نه رهڻ تي به ناس نٿو ٿئي.“ ويدانت ۾ جنهن زيورن کي
اُست ۽ سون کي سَت چيو ويو آهي، انهيءَ جي اها معني نه سمجهڻ
گهرجي ته، زيور ڪوڙو آهي يا ڪمائتو نه آهي، يعني اکين سان
ڏسڻ ۾ نٿو اچي يا مٽي لڳائي ڍڪيو ويو آهي، يا هو هستيءَ ۾
بلڪل آهي ئي نه ۽ نه اهيءَ هنڌ اُست يا مٿيا شبد ان پدارٿ جي
رنگ روپ وغيره گڻن لاءِ يعني ظاهري نظاري اسبست کي ڪم
۾ آندو ويو آهي؛ اندروني درويه سان ان شبد جو ڪو به لاڳاپو
نه آهي. ياد رکڻ گهرجي ته، تاتوڪ درويه هميشه سچ آهي.
ويدانتي انهيءَ ڳالهه تي ڌيان ڏئي ٿو ته، هر هڪ پدارٿ جي
نام روپ جي مول ۾ ڪهڙو تت موجود آهي، ۽ نٿو گمان جي
سچي وشيه آهي نه اهائي. وهنوار ۾ به ظاهر ڏسڻ ۾ ايندو آهي
ته، زيور جي گهڙائيءَ ۾ ڀلي ڪيترو به خرچ ڪرڻو پوي، پر
ضرورت جي وقت، جڏهن اهو زيور ڪنهن صراف وٽ کڻي
وڃڻو پوندو آهي، تڏهن اهو صراف صاف چئي ڏيندو آهي ته،
”مان زيور جي گهڙائيءَ جي قيمت ڏيڻ لاءِ تيار نه آهيان؛ پر
مان، سون جي هلندڙ اگهه تي اهو زيور وٺندس.“ ويدانتي ڀاشا
۾ اهي ويچار هن ريت ظاهر ڪيا ته: ”صراف کي زيور جو روپ
۽ نام (نالو) مٿيا يعني ڪوڙ، ۽ سون ست يعني سچو نظر آيو.“
اهڙيءَ ريت جيڪڏهن ڪو شخص پنهنجو نئون مڪان وڪڻي،
ته اهو خريدار ان مڪان جي بناوت يا سونهن طرف ڌيان نه
ڏيندي، وڪڻندڙ کي اهين ئي چوندو ته، جيڪڏهن سرن، چُني،
پٿر، ڪاٺين ۽ مزوريءَ جي لاڳت تي مڪان وڪڻڻ لاءِ تيار آهين
ته مان خريد ڪرڻ لاءِ تيار آهيان. انهن مثالن مان پڙهندڙ، ويدانت
جي انهيءَ سڌانت کي ڀليءَ ڀت سمجهي ويندا، جنهن ۾ چيو
ويو آهي ته، نام روپ وارو جڳت اُست يعني مٿيا آهي؛ ۽ ان ڌرم

سَت آهي. "ظاهري جڳت مٿيا آهي"، انهيءَ مان اهو مطلب
نٿو نڪري ته، هو نظر ۾ نٿو اچي؛ پر انهيءَ واڪ جو سچو مطلب
ته اهوئي آهي ته، هو اکين سان ڏسڻ ۾ اچي ٿو، پر هڪڙي
دروبه جي نام- روپ ڪري سبب، جڳت جا جي بي شمار نظارا
آهن، سي ناس ٿيندڙ؛ ۽ انهيءَ ڪري اسٿر يا مٿيا آهن..
انهن سڀني نام- روپن جي ڦڙدڪ ۾ جو لڪل تتو، اوناشي ۽
اوڪاري دروبه آهي سوئي سَت آهي. صراف کي مُنڊيون،
ڪنگڻيون ۽ ڪڙيون جي صورت ڪونه ڏسڻ ۾ ايندي آهي، پر
سندس نظر ۾ سون "سَت" يعني سچو آهي؛ اهڙيءَ طرح سرشٽيءَ
جي سونارڪي ڪارخاني ۾، بنياد ۾ هڪ اهڙو دروبه آهي، جنهن جا
جدا جدا نام- روپ ڏيئي، سون، چاندي، لوهه، ٽامو، ڪاٺي، هوا،
پاڻي وغيره گهڙيا ۽ زيور گهڙايا ويندا ٿا. انهيءَ ڪري ويدانتي،
صراف کان اڳتي وڌي، سون، چاندي، يا ٽامو وغيره نام- روپن
کي زيورن جيان مٿيا يعني ڪوڙو سمجهي، اهو مت مقرر ڪري
ٿو ته، انهن پدارٿن جي مول يا بنياد ۾ جو دروبه يا "وستو تتو"
موجود آهي، سوئي سَت آهي؛ انهيءَ وستو تتو ۾ نام- روپ
وغيره ڪو به گڻ نه آهي؛ انهيءَ ڪري اکين وغيره جون
اندريون ڪڏهن به ڏسي يا معلوم ڪري نٿيون سگهن. پر اکين
سان نه ڏسڻ، هٿن سان نه ڇهڻ، يا نڪ سان نه سنگهڻ ٿي ته به،
پنهنجي آتم ايو ۽ بُڌيءَ جي شڪتيءَ سان ويچار ڪري مقرر
ڪجي ٿو ته، هو اوس ڪنهن صورت ۾ ضرور آهي، نه "فقط اِترو،
بلڪ انهن نه ڇهي سگهجي ٿو ته، جڳت ۾ ڪڏهن به نه بدلجڻ
وارو "جو ڪجهه" آهي، سو اهوئي سَت وستو تتو آهي. جڳت
جو مول سَت انهيءَ کي ئي چئي سگهجي ٿو. پر ڪي اموقوف
۽ جاهل ديشي ۽ وديشي شخص ويدانت جي، سَت ۽ اسَت لفظن
مٿين سمجهاڻي پڙهي، الٽو انهيءَ طور انهن تي چون ٿا ته ڏسو
ته! جو، جا جڳت اسانکي اکين وغيره اندرين

سان ڏسڻ ۾ اچي، تڏهنکي ته هو آسمان ڀيا چون! ڀلا ائين ته ڪڏهن ٿي سگهي ٿو؟ اهڙن شخصن لاءِ، شنڪر آچاريه جي شبدن ۾ همين چئي سگهجي ٿو ته، جيڪڏهن ڪنهن انڌي کي ڪي ٿنڀ ڏسڻ ۾ نه اچي ته، اهو ۾ ٿنڀ جو ڪهڙو قصور؟ ڇالاءِ ڪيه، ڀرهداريڪ، منڊوڪ ۽ ٻين اپنشدن ۾ ڪيترن هنڌن چيو ويو آهي ته، اها بقاءِ ۽ سدائين بدلجڻ وارو نام- روپ سڀ نه آهي؛ جنهنڪري سڀ ۽ سدائين قائم رهندڙ ڏسڻو هجي، تڏهنکي گهرجي ته هو پنهنجيءَ نظر کي نام- روپن جي حد کان وڌائي. اهيءَ نام- روپ کي، ڪٺ ۽ منڊوڪ وغيره اپنشدن ۾ اوديا ۽ شويتا شور اپنشد ۾ مايا چيو ويو آهي. گيتا جي مايا موهه اگيان شبدن مان ٻڌ اهائي معني وٺڻ گهرجي. جڳت جي ابتدا ۾ جو ڪجهه هو، سو اهن نام- روپن کان آزاد هو، يعني هو نرگڻ ۽ اوايڪت هو؛ ورهي اڳتي هلي نام ۽ روپ حاصل ٿيڻ لي، هو وايڪت ۽ سگڻ ٿي پيو. اهيءَ ڪري وڪار واري يا بقا نام- روپ کي مايا نالو ڏيئي چون ٿا ته هيءَ سگڻ يا ظاهري سرشٽي، هڪ مول دروه يعني ايشور جي مايا جو ڪمل آهي. اهيءَ نظريا ويچار سان، سانکين جي پرڪرتي، اوايڪت پڻ رهي، پر هوءَ ستي، رجي ۽ تمي اهن ٽن گڻن واري، ۽ اهيءَ ڪري نام- روپ سان ڀرپور مايا آهي. اهيءَ پرڪرتيءَ مان، جا سنسار جي الپتي لڳيتي (جنهنجو اهين اڌيائي ۾ ورڻن ڪري آيا آهيون) سا به نه اهيءَ مايا جو سگڻ روپ وارو وڪار آهي. ڇاڪاڻ ته، هرهڪ گڻ اندرين کي معلوم ٿي سگهيتو؛ ۽ اهيءَ ڪري هو نام- روپ وارو آهي. سڀ آڌڀوتڪ ماڻ جا شاستر به اهيءَ مايا جي درجي ۾ شامل ٿين ٿا. اتهاس، ڀوساگر شاستر، ودي شاستر، رساين شاستر ۽ ٻدارت وگيان وغيره جو ڪو به شاستر وٺو، اهو سڀ نام- روپ جوئي ذڪر ملندو؛ يعني اهن شاسترن ۾ اهيءَ ڳالهه جي ئي اپٽاڙ ڪئي وڃي ٿي ته، ڪنهن

۽ پڌارٿ جي هڪ نام-روپ جي ناس ٿيڻ تي، انکي ٻيو نام-
روپ ڪيئن حاصل ٿئي ٿو. انهن شاسترن ۾ مثال طور، نام-روپ
جي ڀيد جو وچار هن ريت ڪيو ويندو آهي: "جيئن تہ، جنهن
شيءِ جو نالو (نام) پاڻي آهي، انکي ٻاڦ جو نالو ڪڏهن ۽ ڪيئن
ملندو، يا ڪاري ڪوئلي مان، ڳاڙها، ساوا ۽ نيرا، ڦڪا وغيره
رنگ ڪيئن ٿا ٿين، وغيره وغيره." انهيءَ ڪري انهن شاسترن
جي ابياس ڪرڻ سان، ان سمي وستوءَ (شيءِ) جو پتو لڳي سگهي
سگهي، جا نام-روپن کان پري آهي. ظاهر ۽ ثابت ٿيو آهي تہ،
جنهنکي سچي نام-روپ کان واقف ٿيڻو هجي، تنهنکي پهرين
لاءِ، انهن سڀني آڌ ڀوتڪ شاسترن ۽ نام-روپن جي سمجهاڻي
ڏيندڙ گرنٿن کان پري ڀڄائڻو پوندو. اهوئي مطلب، ڇاندوگيہ
اُپنشد جي ستين اڌياءَ جي شروع ۾، هڪڙي ڪٿا جي رستي هن ريت
ظاهر ڪيو ويو آهي: هڪ وقت نارد رشي، سنتڪمار وٽ وڃي
چوڻ لڳو تہ، مونکي ڪرپا ڪري آتم گيان ڏيو. انهيءَ تي
سنتڪمار نارد کان پڇيو تہ، پهرين مونکي ٻڌاءِ تہ، تون ڇا سکيو
آهين، انهيءَ بعد مان توکي آتم گيان جو اپديش ڏيندس. انهيءَ
تي نارد ورائي ڏني تہ، هي ڀڳوان! مان اتهاس، پراڻ، ويد،
وياڪرڻ، حساب، ترڪ شاستر، ڪال شاستر، نيتي شاستر، ڌرم
شاستر، ڀوت وديا، ڪشترا وديا، نکشتر وديا ۽ راڳ وغيره ڏهري
جيتري جي وديا مان جڳيءَ ۾ واقف آهيان. پر جڏهن انهن سڀني
شاسترن جي ابياس ڪرڻ سان بہ مونکي آتم گيان حاصل نہ ٿيو
تڏهن مان توهان وٽ آيس. انهيءَ تي سنتڪمار چيو تہ، "تون
جيڪي سکيو آهين، سو سڀ نام-روپن جو گيان آهي؛ سچو برهم
انهن کان بلڪل پري آهي." انهيءَ بعد نارد رشيءَ کي
گيان ڏنو ويو تہ انهيءَ نام-روپ کان يعني سالڪين
ڪرڻيءَ کان، ۽ واڻيءَ، اکيون، سنڪلپ، من، بدي

۽ ٻاڻ ڪان به جو ٻري آهي، ۽ انهن ڪان جو وڌيڪ چڙهيل آهي،
سو ئي پرماتما روپي آتم تتو (تت) آهي.

## ويدانت کي وگيان واد منظور نه آهي.

هيستائين جو ڪجهه بيان ڪيو ويو، تنهنجو مختصر مطلب هي
رهيو آهي:- جيتوڻيڪ مٿس جي اندرين کي نام-روپ کان سواءِ
ٻيو ڪجهه به معلوم ٿي نٿو سگهي، ته به انهن اندرين ۽ ٻين نام-
روپن جي پٺيان ڪا ڪيال ڪنهن نه ڪنهن مول درويه جي
هستيءَ کي ضرور مڃڻو پوندو، جنهن جي مدد سان سرشٽيءَ جو
گيان ايڪتا سان ٿيندو رهي ٿو. سڀ گيان آتمان کي ٿي ٿئي
ٿو، ۽ انهيءَ ڪري آتمان "گياتا" (يعني ڄاڻڻ واري) آهي؛ ۽
انهيءَ گياتا کي نام-روپ جي سرشٽيءَ جو گيان ٿئي ٿو، تنهنڪري
نام-روپ واري ظاهري سرشٽي "گيان" ٿي؛ ۽ انهيءَ نام-روپ
واري سرشٽيءَ جي بنياد تي جو وستو تتو موجود آهي، سو ئي
"گيئه" (ڄاڻڻ جوڳو) آهي. انهيءَ سڌانت کي قبول ڪري گيتا،
گياتا کي ڪشيترگيه آتما، ۽ گيئه کي برهم نالو ڏيئي گيان جا ٽي ڀيد
ڪري ڇڏيو آهي ته، جدائيءَ ۽ گهٽائيءَ مان جو سرشٽي-گيان ٿئي
ٿو، سو راجس آهي؛ ۽ جدائيءَ يا گهٽائيءَ جو گيان جو ايڪي
سان ٿئي ٿو، سو ساتوڪي گيان آهي. انهيءَ تي ڪن شخصن جو
چوڻ آهي ته انهيءَ ريت گياتا، گيان ۽ گيئه جي ڀاڱن ڪرڻ جي
ضرورت نه آهي؛ ۽ انهيءَ ڳالهه مڃڻ لاءِ اسان وٽ ڪا ثابتي
نه آهي ته، اسان کي جو گيان ٿئي ٿو، تنهنکان وڌيڪ هن جڳت
۾ ٻيو ڪجهه به نه آهي. گانءِ، گهوڙو وغيره جي پدارٿ اسانکي
ڏسڻ ۾ اچن ٿا، سي انهيءَ گيان ۾ ٿي اچي وڃن ٿا، جو اسانکي
ٿئي ٿو؛ ۽ جيتوڻيڪ اهو گيان سچ آهي ته به انهيءَ پدارٿ لاءِ
ته، اهو گمان ڪنهنجو آهي، اسان وٽ گيان کانسواءِ ٻيو ڪو به
اپاءُ نه آهي. تنهنڪري اِئين هرگز نه چئي سگهبو ته؛ انهيءَ گيان
کانسواءِ، ٻاهرين ۽ ظاهري پدارٿن جي ناسي ڪي سوتنتر شيون

آهن يا انهن ظاهري پدارٿن جي مول ۾ ٻيو ڪو سوتنتر تتو آهي،
جاڪاڻ ته جڏهن گياتاني نه رهيو، ته وري جڳ جا جي؟ انهيءَ
ويچار جي مدنظر ري، متمن تن ڀاڱن ۾ ٽيئي. گياتا، گيان ۽ گيئه ۾-
گيئه جو جدا ڀاڱو ٿئي ڪري سگهجي. انهيءَ صورت ۾ گياتا ۽ الڪي
لڳندڙ گيان جا ٻه ئي ڀاڱا قائم رهن ٿا. انهيءَ ڪان سواءِ جڏهن
اهو ويچار ڪيو وڃي ته، گياتا ۾ نه هڪ نمونو جو گيان ئي آهي،
ته پوءِ فقط گيان ڪانسواءِ ٻي ڪا به شيءِ نه بچندي. انهيءَ ويچار
يا سدانت کي ”وگيان واد“ چئجي ٿو ۽ بوڌ ڌرم جي پنٿ جي پڌن،
انهيءَ سدانت کي پنهنجو پرماڻ مڃيو آهي. انهيءَ پنٿ جي
وڌوانن جو چوڻ آهي ته، گياتا جي گيان کان سواءِ، هن جڳت ۾
ٻيو ڪجهه به سوتنتر نه آهي؛ ٻيو نه ڇا، بلڪ دنيا به نه آهي؛ جو
ڪجهه آهي سو فقط منش جو گيان ئي گيان آهي. انگريزي ليکڪن
مان به هيوم جهڙا ليکڪ انهيءَ مت جا حامي آهن. پر ويدانتين
کي اهو مت منظور نه آهي. ويدانت سوترن ۾ بادراين آچاريه ۽
انهن سوترن تي ڀاشيه لکندڙ شري شنڪر آچاريه انهيءَ مت جو
خوب کنڊن ڪيو آهي. اهو سدانت بلڪل ئي بنياد ۽ ڪوڙو
آهي ته، منش جي من تي جي سنسڪار ٿين ٿا، آخر انهي تي
الڪي معلوم ٿين ٿا ۽ انهيءَ کي اسين گيان چئون ٿا. پر سوال
پيدا ٿئي ٿو ته، جڏهن انهيءَ گيان کان سواءِ هن جڳت ۾ ٻيو
ڪجهه به نه آهي، ته پوءِ گاءِ، گهوڙي ۽ ڀاڃ ليئي گيان. انهيءَ
طرح گيان ۾ اپائجي من کي جا جدائي معلوم ٿئي ٿي، تنهن جو به
ڪو سبب آهي؟ ڪٿي قبول ڪجي ته، گيان جو مالڪ ڏيهوار
سڀ هڪ سمان آهي، پر جڏهن کو چوي ته، انهيءَ کانسواءِ
جڳت ۾ ٻيو ڪجهه به نه آهي، ته پوءِ گاءِ، گهوڙي وغيره جا جدا
جدا ڀيد ڪٿان آيا؟ انهيءَ سوال جي جواب ۾ جڏهن کو
ائين چوي ته، سپني جي سرشٽيءَ جيان، من خود بخود پنهنجي
ڪا موجب گيان جا اهي ڀيد ڪري ٿو؛ ته پوءِ سپني جي

سرشٽيءَ کان جدا، جاڳندڙ اوستا جي گيان ۾، جو هڪ ٻئي لمو
جو ليڪ ليڪ سلسلو ملي ٿو، تنهنجو ڪو به سبب لڳو ٻڌائي
سگهجي. جيڪڏهن چئجي ته گيان کانسواءِ ٻي ڪا به شيءِ نه آهي
۽ درشٽا جو من ئي سپني جدا جدا پدارٿن کي ٺاهيندو آهي؛
ٺاهڻ واءِ اهڙيءَ حالت ۾ هرهڪ درشٽا کي اهو گيان ٿيڻ گهرجي ته
"منهنجو من، يعني مان ئي سڀ جو سڀ آهيان"؛ پر ائين هرگز لڳي
ٿئي. اهڙيءَ ڪري شري شنڪر آچاريه اهو سدانت مقرر ڪيو
آهي ته، جڏهن سپني کي ائين معلوم ٿئي ٿو ته مان الڳ آهيان،
۽ مولڪان گاڏيءَ ٽپڻ وغيره شيون الڳ آهن، تڏهن درشٽا جي
من ۾ گيان ٿيڻ لاءِ هن سرشٽيءَ ۾ ڪي سوتنتر شيون ضرور هئڻ
گهرجن. ڪانٽ جو مت به اهڙيءَ ئي نموني جو آهي ۽ هو صاف
چوي ٿو ته، سرشٽيءَ جي گيان ٿيڻ لاءِ، جيتوڻيڪ منش جي
ٻڌيءَ جي ايڪي جو وهنوار ضروري آهي، ته به ٻڌي اهڙيءَ
گيان کي، سدائين پنهنجي خيالي مان، بالڪل نئين سر پيدا ٿئي
ڪري. الڪي سرشٽيءَ جي ظاهري شين جي واهر جي ضرورت
ٿئي ٿي. هن هنڌ ڪو ويچاروان اهو سوال پڇي سگهي ٿو ته،
جنهن صورت ۾ شري شنڪر آچاريه ظاهري سرشٽيءَ کي اسٿ
يعني ڪوڙو چئي ويو آهي، ته وري هن هنڌ ٻڌ ڌرمين جي کنڊن
ڪرڻ لاءِ، ظاهري سرشٽيءَ جي هستيءَ کي، "درشٽا" جي
هستيءَ وانگر سچ ڇو ٿو چوي؟ الهون اي ميل ڳالهين مان ڪهڙو
فائدو؟ وغيره. اسين اهڙيءَ سوال جو جواب اڳيئي ڏيئي چڪا
آهيون. شنڪر آچاريه جڏهن ظاهري سرشٽيءَ کي متيا، يعني
اسٿ چوي ٿو، تڏهن انجو اهو مطلب وٺڻ گهرجي ته، ظاهري
سرشٽيءَ جو نظارو يعني نام-روپ اسٿ يعني ناس ٿيندڙ آهي. نام-
روپ وارو نظارو ڀلي متيا هجي، پر اهڙيءَ ڪري، هن سدانت ۾
ڪا به گهٽتائي ٿئي ٿي ته، هن ظاهري سرشٽيءَ جي مول ۾
سمجهه ۽ ڪجهه سچ ضرور آهي، جو الدرين سان لڳي ...

سگهجي. ٻوڙيءَ طرح ڪيتر- ڪمترڪيہ بيان ۾ اهو سدانت مقرر ڪيو
ويو تہ، ديهہ جي اندرين ۽ ٻي ٻنا نام- روپن جي مول ۾ تت آتم
تتو آهي، ٻوڙيءَ طرح اها ڳالهہ بہ منظور ڪرڻي پوندي تہ نام-
روپ واري ٻاهرين سرشٽيءَ جي مول ۾ بہ ڪو تت تتو آهي.
انهيءَ ڪري ويدانتين اها ڳالهہ مقرر ڪئي آهي تہ، ديهہ جي
اندرين ۽ ٻاهرين سرشٽيءَ جي ٻي ٻناءَ ۽ ٻاڻيون ڪوڙن لکارن
جي مول يعني بنياد ۾، ٻنهي طرف ڪو تت ۽ سمه درو ۾ لکل
آهي. انهيءَ لي سوال پيدا ٿئي ٿو تہ، ٻنهي طرف، جي سمه ۽
تت لتو آهن، سي هڪ ٻئي کان جدا جدا آهن، يا هڪ روپ
آهن؟ انهيءَ سوال جو جواب اڳتي هلي ڏنو ويندو. هاڻي اهو
ڏسڻو آهي تہ، انهيءَ متي لي جي وقت ٻوڌس اعتراض اٿاريا
وڃن ٿا، سي ڪيتري قدر بنياد ري بيٺل آهن.

## مايا واد جي پراچينتا

ڪن ماڻهن جو چوڻ آهي تہ، جيڪڏهن پد ذرم جو وگيان
واد ويدانت کي منظور نہ آهي، تہ شري شنڪر آچاريہ جي مايا
واد جو بہ تہ پراچين اپنشدن ۾ ذڪر لڀي نہ ٿو آهي؛ انهيءَ ڪري
الڪي بہ ويدانت شاستر جو مول ڀاڱو ليکو چئي سگهجي. شري
شنڪر آچاريہ جو مت هيءُ آهي تہ، جنهنکي مايا واد چيو وڃي
ٿو، سو ظاهري سرشٽيءَ جو، اکين سان ڏسڻ ۾ ايندڙ، نام- روپ
وارو سروپ مٿيا آهي؛ ۽ انجي مول ۾ جو بلڪل ناس نہ ٿيندڙ
۽ تت درو ۾ آهي، سوئي سمه آهي. پر اپنشدن جي سوکيم ڀاءَ سان
ڪرڻ سان ڪنهن کي بہ معلوم ٿي سگهندو تہ، مٿيون اٿاريل
اعتراض بلڪل ني بنياد ۽ واهيات آهي. اسين اڳيئي ٻڌائي چڪا
آهيون تہ، رواج ۾ سمه شبد الهن شين لاءِ ڪم ۾ آندو ويندو
آهي جي اکين سان ڏسڻ ۾ ايندڙ آهن؛ تنهنڪري اپنشدن ۾
سمه ۽ نام- روپ جي ٻڌي ۾ چالو ٿيل تت درو کي امرت نالو
ڏنو ويو آهي. جيئن تہ، برهدارڻيڪ اپنشد ۾ هڪ هنڌ "هو امر

سچ سان ڍڪيل آهي" اهي شبد ڇٽي ڀوءِ آهن ۽ سچ شبد جي
هن رڀيءَ سمجهاڻي ڏني وئي آهي؛ "پراڻ امر آهي، ۽ نام-روپ
سچ آهي؛ ۽ انهيءَ نام روپ جي سچ سان پراڻ ڍڪيل آهي."
هتي پراڻ جي معني پربرهم وٺڻ گهرجي. انهيءَ بيان مان ظاهر
آهي ته، اڳتي هلي اپنشدن ۾ جنکي متيا ۽ سچ چيو ويو
آهي، تن جا پهريان سلسليوار نالا سچ ۽ امر هئا. ڪيترن هنڌ
انهيءَ امر کي، اکين سان ڏسڻ ۾ ايندڙ سچ (نام روپ) جو
اندروني سچ چيو ويو آهي؛ يعني سچ جو به سچ چيو ويو
آهي؛ چاڪاڻ ته برهدارڻيڪ اپنشد ۾ پڻ آخر اهوئي سڌانت مقرر
ڪيو ويو آهي ته، آتم روپ برهم ڪانسواءِ ٻيا سڀ پدارٿ ناشوان
آهي. جڏهن پهريائين جڳت جي مول جي کوجنا ٿيڻ لڳي تڏهه
کوجنا ڪندڙ، ڏسڻ ۾ ايندڙ ظاهري پدارٿن کي سچ سمجهي اها
کوجنا ڪرڻ لڳا ته انهيءَ سچ جي گرڀ ۾ ٻيو ڪهڙو سوکيم سچ
لڪل آهي. انهيءَ بعد کوجنا ڪندڙن کي معلوم ٿيو ته، جنهنکي
اسين سچ سمجهي ويٺا آهيون، سو ته اصل ۾ بي بقا ۽ ناشوان
آهي؛ ۽ انجي اندر ڪو اوناشي يا امر تت موجود آهي. ٻنهين
جي وچولي ڀيد جي وڌيڪ ظاهر ڪرڻ جي جڏهن ضرورت
ٿيڻ لڳي، تڏهن تن سچ ۽ امر شبدن جي جڳهه تي اوديا ۽ وديا
۽ آخر مايا ۽ سچ، يا متيا ۽ سچ شبد پرچار ۾ اچڻ لڳا. چاڪاڻ
ته، سچ شبد جي سچي معني آهي قائم، انهيءَ ڪري بي بقا ۽
پل پل ۾ صورت ڦيرائيندڙ کي سچ نٿو چئي سگهجي. سچ ۽
اسچ يعني متيا وغيره شبد ڪٿي ڀوءِ پرچار ۾ آيا هجن، پر انهيءَ
۾ ته ڪو شڪ نه آهي ته، ظاهري سرشٽيءَ جي بي بقا نظارن،
۽ انهن جي اندر هڪ نتيه سچ تاتوڪ درويه جا ويچار بلڪل
جهونا آهن. خود رگويد ۾ چيو ويو آهي ته، مول يعني بنياد ۾
هڪ ۽ نتيه (سچ) آهي، انکي گياتا (ڄاڻيندڙ) جدا جدا نام (نالا)
ڏين ٿا. يعني "هئا اڳهين هڪ، پر ڏسڻ ۾ ٻهون ٿيا"[٣]. هڪ

جي ڪيتري ليکي لسبمع وکونند ۾ "مايا" شبد ڪم آيل آهي؛ ۽ لمتره سنهتا ۾ به مايا شبد ساڳئي معنيٰ سان ڪم آيل آهي؛ انهيءَ ڪالسواءِ شوبتا شور اُپنشد ۾ پڻ، نام- روپ لسبمع مايا شبد ڪم آندو ويو آهي. نام- روپ لاءِ مايا شبد چوڻ جي رسم پلي شوبتا شور اُپنشد جي زماني ۾ پئي هجي، پر اُترو نه هرڪو قبول ڪندو ته، نام- روپ جي بي بتا ۽ آسمه هنڻ جو وچار ان کان اڳ جو آهي؛ ۽ شري شنڪر آچاريه کا مايا شبد جي پرچار جي لئبي رسم جاري نه ڪئي آهي. شري شنڪر آچاريه والکر حسي لي حوث لي، نام- روپ واري سرشٽيءَ کي مٿيا چوڻ جي همعه لتا رکن، يا جٿن کيتا ۾، پڳوان بي ڏڙک مايا شبد ڪم آندو آهي، تن ڪرڻ کان کيبانين لا، سي بمشڪ پرهدارٿڪ اُپنشد جي سمع ۽ اُمر شبد کي ڪم ۾ آڻين. پر انهيءَ سڌالمع ۾ هڪ ڏوري به ڪم نئي يوي نه، نام- روپ جا پدارت ناس ليعدڙ آهن؛ ۽ حو لمع انهن سان ڍڪيل آهي؛ ۽ جو انهن سڀني جو آڌار آهي، سو اُمر ۽ اُوناشي آهي؛ ۽ اهو سڌالمع بلڪل پراچين سمئي کان پرچار ۾ هليو اچي ٿو.

## برهم ۽ آتما هڪ آهي

پنهنجي آتما کي، نام- روپ واري ظاهري سرشٽيءَ جي سڀني پدارٿن جي گيان ليکي لاءِ، ڪنهن نه ڪنهن هڪ اڏڙي مول تتم (قائم) درويه جي ضرورت آهي، جو آتما جو آڌار هجي، انهيءَ درجي جو هجي ۽ ٻاهرينءَ سرشٽيءَ جي سڀني پدارٿن جي بنياد ۾ پڻ موجود هجي؛ نه ته ان گيان جو حاصل ڪرڻ ناممڪن آهي. ۽ انهن وشمن لي وچار ڪرڻ سان لي اڌيائم شاستر جي رشم حم لئي لئي. ٻاهرين سرشٽي جي بنياد ۾ موجود رهندڙ تتم نيپه کي ويدانتي برهم چون ٿا. هاڻي انهيءَ برهم لسبمع اُهتاڙ ضروري آهي. سڀني نام- روپ حسي پدارٿن ۾ موجود [illegible] لمع، اُوبڪمع (گجهو) آهي؛ انهيءَ ڪري اها ڳالهه

ظاهر آهي ته، انجو سروپ نام- روپن جي پدارٿن جيان وڪت ۽
استول نه هوندو. پر جيڪڏهن وڪت ۽ استول پدارٿن کي
ڇڏي ڏجي، ته ٻڌي من، سمرتي، واسنا، پراڻ ۽ گيان وغيره
ڪئين اهڙا اوڪت پدارٿ پيا آهن، جي استول به نه آهن ۽
ممڪن آهي ته پربرهم انهن مان هڪ اڌ جي روپ جهڙو هجي.
ڪن ماڻهن جو رايو آهي ته، پراڻ ۽ پربرهم جو سروپ هڪ جهڙو
هجي. جرمن پنڊت شوپنهئر، پربرهم کي واسنا جي سروپ
جهڙو بنايو آهي؛ تنهنڪري شوپنهئر جي راءِ موجب پربرهم،
من جي سروپ جهڙو هوندو. پر هن وقت تائين جو ذڪر ملي
چڪو آهي، الموجب چئي سگهبو ته، سرشٽيءَ جي جدائي ۽
گهٽائي جو گيان، جو اسان کي انڪي جي يا هڪ روپ ۾ ٿئي
ٿو، سوئي برهم جو سروپ آهي. هيگل صاحب جو مت به انهيءَ
صورت جو آهي. پر اپنشدن ۾ چد روپي گيان سان ست ۽ آنند
کي به پربرهم کي سان گڏي برهم سچدآنند روپ چيو ويو آهي. انهيءَ کانسواءِ
اونڪار کي به برهم جو سروپ چيو ويو آهي. انهيءَ ڳالهه جو بيان
هن ريت آهي:- پهرياتين سڀ ويد انادي اونڪار مان پيدا ٿيا
۽ ويدن جي پيدا ٿيڻ ٿي، انجي لتم شبدن مان اڳتي هلي برهما
سڄيءَ سرشٽيءَ جي رچنا ڪئي؛ ان وقت بنياد ۾ اونڪار کان
سواءِ ٻيو ڪجهه به نه هو. انهيءَ مان ثابت آهي ته، اونڪار ئي
سچو برهم سروپ آهي. پر اڌيانم شاستر جي نقطه نظر سان پربرهم
جا متيان سڀ سروپ نام- روپ وارا نظر اچندا. ڇاڪاڻ ته انهن
سڀني سروپن کي، منش پنهنجي اندرين سان ڄاڻي سگهي ٿو؛
۽ منش اهڙي طرح جنهنکي معلوم ڪري سگهي ٿو، سو سڀ
نام- روپ جي درجي ۾ اچي ٿو وڃي. هاڻي سوال آهي ته، ڇا
سرشٽيءَ جي مول ۽ دائمي دوري جي سروپ جو ڪنهن دستور
پتو پئجي سگهي ٿو يا نه؟ اڌيانم شاستر جا ڪئين ودوان چون ٿا

تہ، ڪنهن بہ حالت ۾ انهيءَ تت جي اندرين ڪا خبر لهي نٿي سگهي؛ ۽ ڪانٽ جهڙن پنڊتن تہ انهيءَ تي ويچار ڪرڻ ئي ڇڏي ڏنو آهي. اُپنشدن ۾ بہ پربرهم اَگمہ روپ جو اهو ذڪر ڪيو آهي تہ، "نيتي - نيتي"، يعني اهو بہ نہ آهي، جنهن لاءِ ڪجهہ چئو ويو ۽ چئي سگهجي؛ پربرهم انهن کان بہ پري آهي. هو اکين سان ڏسڻ ۾ نہ ٿو اچي؛ هو واڻيءَ ۽ من کي بہ اگم آهي." اڌياتم شاستر ۾ چيو ويو آهي تہ، اهڙي اگم حالت ۾ بہ، منش پنهنجي بُڌيءَ سان، برهم جي روپ جو هڪ پرلڪ سان نرڻيءَ ڪري سگهي ٿو. مني، واسنا، سمرتي، ڌرتي، آشا، پراڻ ۽ گيان وغيره جي اوبڪت پدارٿ پڌايا ويا آهن، انهن مان جي سڀ کان وڌيڪ وياپڪ (پکڙيل) ۽ سڀ کان سريشٽ هجن، تن کي ئي پربرهم جو روپ سمجهڻ گهرجي. انهيءَ نظر سان ويچار ڪرڻ تي معلوم ٿيندو تہ، آشا، سمرتي، واسنا ۽ ڌرتي اهي سڀ من جا ڌرم آهن؛ انهيءَ ڪري انهن سڀني کان من ئي سريشٽ آهي؛ من کان گيان، ۽ گيان کان بُڌيءَ جو ڌرم سريشٽ آهي؛ انهيءَ ڪري گيان کان بُڌي سريشٽ ٿي؛ آخر بُڌيءَ کي پنهنجي حڪم پٽاندڙ هلائيندي ٿو، سا آتما سڀ کان سريشٽ آهي. ڪيتر- ڪيترگيہ جي بيان ۾ انهيءَ لاءِ چڱي اپتار ڪئي وئي آهي. هاڻي جنهن صورت ۾ من، واسنا وغيره سڀني اوبڪت پدارٿن کان آتما سريشٽ آهي، تنهن صورت ۾ ثابت ٿيو تہ، پربرهم بہ آتما جي روپ جهڙو هوندو. ڇانديوگيہ اُپنشد جي ستين اڌياءَ ۾ انهيءَ ثابتيءَ کان ڪم ورتو ويو آهي؛ ۽ سنتڪمار، نارد کي چيو آهي تہ، "واڻيءَ کان من، من کان گيان، گيان کان بل، اهڙيءَ طرح وڌندي وڌندي جڏهن آتما سڀ کان سريشٽ آهي؛ تڏهن آتما کي ئي پربرهم جو سچو سروپ سمجهڻ گهرجي." انگريزي گرنٿڪارن مان، گرين صاحب انهيءَ سڌانت جو پابند آهي. پر ان جا دليل ڪجهہ نرالا آهن. گرين صاحب جو

چوڻ آهي ته، انڊرين جي رستي، ٻاهرين لسام- روپن جا جي سنسڪار اسان جي من تي پون ٿا، تنهن ڪري سان آلما کي گيان ٿئي ٿو؛ انهيءَ گيان جي ميل لاءِ، ٻاهرين سرشٽيءَ جي جدا جدا نام- روپن جي بنياد ۾ به، ايڪتا سان رهڻ واري ڪنهن نه ڪنهن شيءِ جي هئڻ جي ضرورت آهي؛ نه ته آلما جي ايڪي سان جو گيان پيدا ٿئي ٿو، سو بنان آڌار ۽ وگيان واد وانگر واهيات ٿي پوندو. انهيءَ ڪنهن نه ڪنهن شيءِ کي اسين برهم چئون ٿا. فرق ايترو آهي جو، ڪانٽ وانگر ڪرين به ان کي وستولت چوي ٿو. مطلب ته هر حالت ۾ وستولت ۽ آلما اهي ٻئي پدارٿ رهن ٿا؛ جن جي هڪ ٻئي سان مشابهت آهي. انهن مان آلما جو لت، من بڌي ۽ انڊرين جي جاڻڻ کان گهڻو پري آهي، نه ته پنهنجي آليو جي وشواس سان اسان کي اها ڳالهه معلوم ٿيندي ته، هوءَ جڙ نه آهي؛ هوءَ يا ته چدروپي، ياچيتن روپي آهي. هاڻي اهڙيءَ طرح آلماجي سروپ جو نرڻيءَ ڪري انهيءَ ڳالهه جي جاچ ڪرڻي آهي ته، برهم جو روپ ڪهڙو آهي. انهيءَ سوال لسبت ٻن نمونن جا جواب ٿي سگهن ٿا (١) هي برهم، وستو لت يعني آلما جي سروپ جهڙو هوندو يا (٢) آلما جي سروپ کان ٻئي نموني جو هوندو. ڇاڪاڻ ته سرشٽيءَ ۾ برهم ۽ آلما کان سواءِ باقي ٻي ڪا به مول جي يا بنيادي شيءِ لتي رهي. پر سڀني کي پنهنجو ذاتي آليو هوندو ته، جيڪڏهن ڪي به ٻه پدارٿ هڪ ٻئي جي سياءِ يا سروپ کان ٻئي نموني جا هوندا آهن، ته انهن جا نتيجا ٻڌ جدا جدا نڪرندا آهن. انهيءَ سبب اسين پدارٿن جي جدا يا هڪ روپ جو نرڻيءَ، انهن پدارٿن جي ڪرڪ جي نتيجي جي مدنظر تي ئي ڪريون ٿا. مثلاً ٻن درختن جي ميوي، پنن، گلن يا ڪل ۽ جڙ کي ڏسي، اسين مقرر ڪندا آهيون ته اهي ٻئي درخت هڪ ٻئي کان ٻئي نموني جا آهن يا هڪ ئي نموني جا. جيڪڏهن روپ جاچڻ لاءِ انهيءَ رستي کي اختيار ڪري آلما ۽ برهم جي

حاچ ڪٿي وڃي، نہ معلوم ٿيندو نہ اهي ٻئي هڪ ٻي ذات جا
۽ هڪ ٻئي جوڙالي آهن. چاڪاڻ تہ، مٿي چيئي ڇڪا آهيون تہ،
سرشٽيءَ جي جدا جدا پدارٿن جا جي سنسڪار من تي ٿين ٿا،
تنهن آتما جي ٺهرڪ سان ايڪو ٿيئي ٿو؛ انهيءَ ايڪي سان،
انهيءَ ايڪي جو ميل ٺهڻ گهرجي، جنهنڪري جدا جدا ٻاهرين پدارٿن
جي مول ۾ رهڻ وارو وستو اسعد يعني برهم، انهن پدارٿن جي
بناوٽ ۾ گهٽائيءَ کي معني ظاهر ڪري ٿو. انهيءَ رسم ٻنهين
جي ميل نہ ٺهڻ تي سچو گيان اسعد ٿي ويندو. هڪ ٻي ٺهرلي
جا، بلڪ هڪ ٻئي جي بنياد جي ايڪي ڪرڻ وارا اهي ٿيو.
(ٿيع) جدا جدا جڳهين ٿي ٻئي هجن؛ پر اهي هڪ ٻئي کان جدا
جدا ٿيا رهي سگهن. انهيءَ مان خود بخود ثابت ٿيو تہ، انهن مان
جو آتما جو روپ هوندو، سوئي برهم جو روپ هئڻ گهرجي *
مطلب تہ، کهڙي بہ دستور ويچار ڪيو وڃي، اها ڳالهہ ثابت
ٿيندي تہ، ظاهري سرشٽيءَ جي نام- روپ ۾ ڍڪيل ابرهم ٿيو،
نام- روپ واري پرڪرتيءَ وانگر جڙ نہ آهي؛ ۽ واسنا روپ برهم،
من روپ برهم، گيان روپ برهم، پران ۽ اولڪار روپي شبد
برهم، وغيره برهم جا روپ هيٺئين درجي جا آهن؛* ۽ برهم جو
اصل روپ انهن کان پري ۽ پرانو آهي؛ ۽ انهن کان وڌ ڪ خاصيت
وارو يعني آتم سروپي آهي. انهيءَ ٿسيعہ گيتا ۾ گهٽولي ذڪر
اچي ٿو؛ جنهن مان ظاهر آهي تہ، گيتا بہ انهيءَ مٿي جي آهي.
انين هرگز سمجهڻ نہ گهرجي تہ؛ برهم ۽ آتما جي ايڪتي ٿسيعہ
سدانت کي اسان جي رشين اکين ڏکي ٿي کڻي مقرر ڪيو.
انهيءَ جو سبب اسين هن امان جي منڊ ۾ ٻڌائي چڪا آهيون.
تہ، اڌيائر شاستر ۾ فقط ٻڌيءَ تي منحصر رهي، ڪو بہ الو مان
يا مت مقرر ٿيو ڪري سگهجي؛ اللاء آتم اٿو جي ضرورت آهي.
آڌيوتڪ شاستر ۾ ٻئي ٻهرباء ڪنهن ڳالهہ جو اٿو حاصل ڪري؛

* Greeni's prolegomena to Ethics; 26,36

پوءِ ان نسبت پنهنجو رايو اوهان ۽ سمجهاڻي پڌائي ويندي آهي
اهيءَ نيم موجب، منهنجي آتما ۽ برهم جي ايڪي نسبت ڪجهه
سمجهاڻي، پاتنجلي کان اڳ، اسانجي پراچين سمي جي رشين
اهيءَ ڳالهه، جو اهو ۽ تون ٻئي ڪري ڇڏيو ته سرشٽيءَ ۾ نظر ايندڙ
پاڻي اسٿ آهي، ۽ انهيءَ مول ۾ چوطرف هڪ ئي امر آتما
(اوناشي) ۽ نتيه تتو موجود آهي. اهيءَ ڪالسواءِ انهن پنهنجي الڏ
جي ساک سان اهو سڌانت پڌري ڪيو آهي ته، ظاهري سرشٽيءَ
جي نام-روپ ۾ پوڪل اوناشي تتو، ۽ ڏيهه جو اهو تتو، جو
پڌيءَ جي پهچ کان پري آهي- اهي ٻئي امر ۽ اوناش آهن؛ يعني
جو تتو برهمانڊ (سرشٽيءَ) ۾ آهي، سوئي پنڊ يعني منش جي ديهه ۾ آهي.
برهدارنيڪ اپنشد ۾ سڄي ويدانت جو بنياد ئي سڌانت اهيءَ کي ئي چيو
ويو آهي. اهيءَ اپنشد ۾ چيو ويو آهي ته، جنهن کي معلوم
آهي ته، مان پربرهم آهيان يا "اسين سڪون جنڪي، سي تسان
اسين پاڻ" سوئي سڀ ڪجهه ڄاڻي". چاندوگيه اپنشد ۾ شويتڪيتو
پنهنجي پيءُ کان پڇيو آهي ته، "جهڙيءَ طرح مٽيءَ جي هڪ
پوڙي جي مرم ڄاڻڻ سان، مٽيءَ جا سڀ نام-روپ وڪار ڄاڻجي
سگهجن ٿا، اهڙيءَ طرح جنهن هڪ ئي شيءِ جي گيان ٿيڻ ٿي،
سڀ ڪجهه سمجهه ۾ اچي وڃي، تنهن شيءِ کان مونکي واقف
ڪريو، مونکي ان جي ڪا ڪل نه آهي". اهيءَ سوال تي
سندس پتا، ندي، سمنڊ، پاڻي، لوڻ وغيره اڻ شمار مثالن سان
کيس سمجهايو ته، "ظاهري سرشٽيءَ جي مول ۾ جو دروه آهي،
سو (تتو) ۽ تون، يعني تنهنجي ديهه ۾ واسو ڪندڙ آتما، ٻئي
هڪ آهن. جنهن وقت تون پنهنجيءَ آتما کي سڃاڻندين، تنهن
وقت توکي معلوم ٿيندو ته، سڄي جڳت جي بنياد ۾ ڇا آهي."
اهڙيءَ ريت شويتڪيتوءَ جي پتا، کيس مثالن سان اپديش ڏنو.
هر هڪ واڪ جي پڇاڻان انهن ئي چيو آهي ته "اهو ئي آهين تون-

جڙ سرشٽيءَ، ۽ آتم سروپي برهم تتو جي ڀيد ظاهر ڪرڻ لاءِ، آتما جي ميلاپ سان جڙ پرڪرتيءَ ۾، چيتن روپي گڻ، جو انسان کي ڏسڻ ۾ اچي ٿو، تنهنکي آتما جو مکيه لکشڻ مڃي، اڌياتم شاستر ۾ آتما ۽ برهم، ٻنهين کي چد يا چيتن روپي چيو ويو آهي. جاڪاڻ ته حقيقت ۾ ائين نه ڪيو وڃي، ته پوءِ آتما ۽ برهم، ٻنهين جي نرگڻ، نرنجن ۽ اگر هئڻ سبب انهن جي روپ لسمه بيان ڪندي، يا ته چپ ڪري ويٺو ٿيڻو پوي ٿو، يا ڪن شبدن ۾ انهن جي بيان ڪرڻ لئي ”ائين نه. اهو نه،“ مطلب ته نه هو منترئي رٽو پوي ٿو يعني ”نيتي. نيتي“ (اهو نه آهي- اهو نه آهي) اهي صفتون نه نام روپ ۾ اچي وڃن ٿيون، سچو برهم نه انهن صفتن کان پري آهي، اهڙيءَ طرح لفظ اکر جي دوري ڪرڻ کان سواءِ، ٻيو ڪو به چارو ڪونه رهي. انهيءَ مکيه سبب آهي جو برهم جي سروپ جا چد (گيان)، ست، ۽ آنند، اهي ٽي لکشڻ (صفتون) ٻڌايا ويا آهن. انهيءَ ۾ ته ڪو شڪ نه آهي ته، اهي صفتون، ٻين سڀني صفتن کان وڌيڪ سريشٽ آهن. انهيءَ هوندي به ياد رکڻ گهرجي ته، شبدن سان جيتري سڃاڻپ ڪرائي سگهجي ٿي، اوتري سڃاڻپ ڪرائڻ لاءِ ٽي اهي صفتون مقرر ڪيون ويون آهن. اصل ۾ ته برهم نرگڻ ٿي آهي، ۽ ان لسمه گيان حاصل ڪرڻ لاءِ پنهنجي انڀو جي ئي ضرورت آهي. اهو انڀو ڪيئن ٿئي ٿو، اندريان جي پهچ کان ٻاهر هئڻ سبب، زبان جي سارا هر کان ٻاهر واري برهم روپ جو انڀو: برهم نشٺ (برهم گيانيءَ) کي ڪيئن ۽ ڪهڙي دستور ٿئي ٿو، انهيءَ لسمه اسانجي شاسترن جيڪو ذڪر ڪيو آهي، تنهنکي هن هنڌ ٿوري ۾ ظاهر ڪرڻ ضروري آهي.

## برهم جو آنند

مٿي ثابت ڪري آيا برهم ۽ آتما جي ايڪتا سمجهڻ ۾ ٿا ۾ هن ريت ظاهر ڪري سگهجي ٿي ته ”جو پنڊ ۾ آهي، سو

برهمالڪ ۾ آهي“ اهڙي اُپيو ٿيڻ ئي گيانا ڀاڳ کي گيتہ سان گڏ
ڪري سمجهندو. هن هنڌ اهو سوال پيدا ٿي سگهي ٿو تہ، جيستائين
منش جيئرو آهي، تيستائين جڏهن ان جون اکيون وغيره گيان
اندريون لٿيون نابود ٿين، تہ پوءِ اندريون الڳ آهن، ۽ انهن کي
ڏسڻ ۾ ايندڙ شيون الڳ آهن، اهو ڀيد ڪيئن ٽٽي سگهندو؟
۽ جيستائين اهو ڀيد اٿو ميٽجي وڃي تيستائين برهم ۽ آتما جي ايڪتا
جو گيان ڪيئن پيدا ٿي سگهندو؟ اندرين جي اثر سان ڏسڻ ۾
اهو سوال غير واجبي ڏسڻ ۾ نہ ايندو. هان، سوکيم ويچار ڪرڻ
ٿي معلوم ٿيندو تہ، اندريون ظاهري سرشٽيءَ جي ڏسڻ جو ڪم
خود مختياريءَ سان ٿيون ڪن. اسين اڳيئي ٻڌائي چڪا آهيون
تہ، ڪنهن بہ شيءِ کي ڏسڻ لاءِ (يا ٻڌڻ وغيره لاءِ) اکين کي
(اهڙي طرح ڪنن وغيره کي) من جي سخت ضرورت آهي.
جڏهن من ڪنهن ٻئي طرف لڳل هوندو تہ، اکين جي اڳيان
رکيل شيءِ بہ ڏسڻ ۾ نہ ايندي. روزاني وهنوار ۾ اهڙي لمولي
جي آزمودي تي ڌيان ڏيڻ سان معلوم ٿي ويندو تہ، اکين وغيره
اندرين جي موجود هئڻ ٿي بہ، جڏهن من ثابت نہ هوندو
تہ، اسان لاءِ دنيا جون شيون بہ نہ هئڻ جي برابر رهنديون. اهڙيءَ
حالت ۾ اهو نتيجو نڪرندو جو، من جي آتم سروپ ۾ ليءِ ٿي
وڃڻ ڪري، اسان کي الهان برهم ۽ آتما جي ايڪتا جو ساکياتڪار
ٿيڻ لڳندو. ڌيان، سماڌي، ايڪانت يا اُپاسنا سان برهم جي
ويچار ڪرڻ سان، آخر جهڙي مٿين مالڪ اوستا حاصل ٿئي
ٿي، تنهنجي اڳيان سرشٽيءَ جا نرالا نرالا نظارا پيا لنگهندا رهن، پر
هو انهن جي ڪابہ پرواهہ نہ ڪندو. الٽو اهي نظارا نظر ئي نہ ايندا؛
۽ آخر الڪي ادونيت برهم جو خود بخود ساکياتڪار ٿي ويندو.
پوري برهم گيان جي آخر اها حالت ٿئي ٿي ۽ ان ۾ گياتا،
۽ گيان جو ڀيد لٿو رهي، ۽ انهيءَ سان اُپاسيہ ۽ اُ
جو ڀيد ٻڻ لٿو رهي. انهوئي سبب انهيءَ

بيان ٿئي ٿي ظاهر نٿو ڪري سگهجي، ڇاڪاڻ ته واسطي مان ٺهي شبد جو لکرڻ ۽ گمان هي حالت جو اگرڻ؛ پوءِ ظاهر ته مَنش اُد ونمسمان دونمعجي زبر د ست ليو پر لڏي ويندو، وڌيڪ ڇا، انوڀو حالت پر اهترو چوڻ ته مشڪل آهي ته، مون کي هن اوستا (حالت) جو گيان ليو. ڇاڪاڻ ته ”مون“ چوڻ سان ئي من ۾ ٻين کان جدا هئڻ جو خيال پيدا ٿيو ۽ برهم. آتما جي ايڪتا ۾ اهو خيال رڪاوٽ وجهندڙ آهي. انهيءَ سبب برهدار ٿيڪ اُپنشد يا ڪمولڪ، انهيءَ اوستا جو هن رهت بيان ڪيو آهي: ”درشٽا (ڏسندڙ) ۽ درشيه (ڏسڻ جي شيءِ) جيستائين موجود هو، تيستائين هڪ، ٻئي کي ڏٺو ٿي، سنگهيو، ٻڌو ۽ ڄاتو ٿي؛ پر جڏهن سڀ آتم ميءَ ٿي ويو (يعني ٻيائي نڪري وئي) تڏهن ڪير ڪنهن کي ڏسندو، سگهندو، ٻڌندو ۽ ڄاڻندو؟ اڙي! جو خود ڄاڻندڙ آهي، تنهنکي ڄاڻڻ وارو وري ڪٿان پيدا ٿيندو؟“ انهيءَ طرح سڀ آتم ميءَ ٿي وڃڻ ٿي، باقي دپ، سک يا ڏک کي رهڻ لاءِ ڪهڙي جڳهه ملي سگهندي؟ ڇاڪاڻ ته، جنهن کان دپ هئڻ گهرجي، يا جنهن کان ڏک ملڻ جو امڪان ٿئجي، سو ته اسان کان جدا هئڻ گهرجي؛ ۽ برهم. آتما جي ايڪتا ٿيڻ ٿي انهيءَ جدائيءَ يا ٻيائيءَ کي ڪاٽ وٽ اچڻ جو ڪو موقعو نٿو ملي سگهي. انهيءَ ڏک ۽ سک کان رهت اوستا کي ”آنند“ انالو ڏئي، ليتريه اُپنشد ۾ چيو ويو آهي ته، اهو آنند ئي برهم آهي. پر برهم جو اهو ذڪر نه ڪيمت درجي جو آهي، ڇاڪاڻ ته آنند جو آزمودو ولندڙني ڪٿي تو رهي؟ انهيءَ ڪري برهدار ٿيڪ اُپنشد ۾ چيو ويو آهي ته، لوڪڪ (سنساري) آنند کان، آتم- آنند ڪجهه عجيب ۽ جيومت الگهز ٿئي ٿو. برهم جي بيان ۾ ”آنند“ شبد ايندو رهي ٿو، اِنهي ڪيتنائيءَ سي ڏيان ڏئي، برهم ويتا پرش (برهم گياني) جو آخرين بيان (آنند لفظ کي الگ ڪري) اهترو ٿي ڪيو ويندو آهي ته، ”جنهن برهم ڪسي

سڃاتو، سوئي برهم آهي." اهڙيءَ گنڀير وشيه کي سمجهائڻ لاءِ
اُپنشدن ۾ لوڻ ۽ پاڻي جو مثال ڏنو ويو آهي. جهڙيءَ طرح
لوڻ جي پوري کي پاڻيءَ ۾ اُڇلائڻ سان، ڪجهه وقت بعد ڪير
نه ڇڳي سگهندو ته، ڪيترو ڀاڱو کاري پاڻيءَ جو آهي، ۽ ڪيترو
ڀاڱو معمولي پاڻيءَ جو، تهڙيءَ طرح برهم- آتما جي ايڪتا جي
گيان حاصل ٿيڻ تي، سڀ برهمميءَ ٿي وڃي ٿو. اهڙيءَ ڪري
چيو ويو آهي ته، پرابرهم اندرين ۽ من جي پهچ کان ٻاهر هئڻ
ڪري به آتم اُپيو سان ڄاڻي سگهجي ٿو. جيستائين "مشق ۾ اهو
وچار موجود آهي ته مان الڳ آهيان، دنيا الڳ آهي، تيستائين
کيس برهم گيان جو حاصل ٿيڻ عبث آهي. جهڙيءَ طرح ندي،
سمنڊ کي ڳهي لتي سگهي، بلڪ ان ۾ جڙي منجهس ليءِ (سمائجي)
ٿي وڃي ٿي، تهڙيءَ طرح برهم گيان جي پيدا ٿيڻ تي، اهو
شخص برهم ۾ ليءِ ٿي وڃي ٿو، ۽ سمجهڻ لڳي ٿو، سڀ پراڻي
مون ۾ آهن، ۽ مان سڀني ۾ آهيان. ڪن اُپنشدن ۾ وڏي خوبيءَ
سان پرابرهم جي سروپ جو اهڙيءَ مطلب سان بيان ڏنو ويو آهي
ته، فقط پنهنجي اپلي ئي برهم گيان منحصر آهي. اهو بيان هن
ريت آهي:- جي چون ٿا ته، اسان کي برهم جو گيان ٿي ويو آهي
درحقيقت اُهن کي نه ٿيو آهي؛ ۽ جن کي خبر ئي نٿي پوي
ته اسان الڪي ڄاتو آهي، درحقيقت انهن ئي (برهم گيان کي)
ڄاتو آهي. ڇاڪاڻ ته، جڏهن ڪو چوي ٿو ته، مون ٻرميشور
سڃاتو آهي، تڏهن انجي من ۾ اهو دوئيت (ٻيائيءَ جو) وچار
پيدا ٿئي ٿو، ته مان (گياتا) جدا آهيان، ۽ جنهنکي مون سڃاتو آهي
سو (گيئه برهم) مون کان جدا آهي؛ اهڙيءَ ڪري اهڙي شخص جو اهو برهم
گيان ٻلڪل ڪچو سمجهبو؛ يعني هو خود شاهدي ڏيئي رهيو
آهي ته، "جوڻ واري (آتما) کي، سچو برهم گيان نه ٿيو آهي،"
"مان" ۽ "برهم" اهڙيءَ دوئيتي (ٻيائيءَ- ڀيدڀاءَ جي) ويڇ
جي اوڙ ٿي وڃڻ تي، جڏهن برهم ۽ آتما جي ايڪي

اٿيو ٿئي ٿو، تڏهن مڪ، مان متمن تمولن جي ٻاني ظاهر ڪندڙ شبدن جو اڪرڻ ناممڪن ٿيو پيو. اهڙيءَ حالت ۾ ٿي، يعني حذهن گماني الهيءَ ڳالهہ جي ٻڌائڻ لاءِ اسمرت ٿي ٻولدو آهي ته ”مون ٻوهر کي ٻيالو“ تڏهن ٿسي هو اوهر کماني ٿوڻ جي لائق ٿي سگهندو. اهڙيءَ طرح دولت جو بلڪل ذهني وڃڻ، ٻوٻوهر ۾ گمانا جو بلڪل رنگجي وڃڻ، ٿيءَ ٿي وڃڻ، يا باڪل هڪ ٿي وڃڻ، رواجي طرح ڏسڻ ۾ ته بلڪل اوکو آهي، مگر اسان جي شاستر رچيندڙن ٻهجي آتم اٿيو سان مقرر ڪيو آهي ته بلڪل هڪدم اوکي لڳندڙ اها ”ٿرواڻ“ اوستا ٻـــ، منش ابهاس ۽ ويراڳ سان هٿ ڪري سگهجي ٿي. الهيءَ حالت ۾ خودي بلڪل ناس ٿي وڃي ٿي. ڪجهہ وقت اڳي اگمان سهبان هو ”مان“ ڪري ٻاڻ کي ٻين کان الڳ ڪري رهيو هو، همنگر هو سمجهي ٿو ته ”ڪيتن مالمدا من ۾ خودي ۽ خدا“ جاڪاڻ ته ٻن ٿراربن جاءِ اهي هڪ مياڻ ۾“. الهيءَ ٿي ڪن جو جوڻ آهي ته، اهو رسعو اختيار ڪرڻ، يعني آتم ناس ڪرڻو آهي. جاڪاڻ ته، الوقت گياليءَ کي ”ٻهبجاليءَ“ جو فخر ٿيو رهي. ٻر جنهن وقت اها ڳالهہ معلوم ٿي وڃي ته، جيتوڻيڪ الهيءَ حالت جو اٿيو ڪندي وقت، اٿجو ٻيان ٿيو ڪري سگهجي، ته بہ ان جي يادگيري قائم ضرور رهي ٿي، تنهن وقت مضمون جوڻ خود بخود واهمات ٿي ويندو. ٭الهيءَ کان ته، گمان جي اوستا اسمع،

---

٭ ڏٻان يا سماڌيءَ سان حاصل ٿيندڙ ادونيت جي ’اوستا (حالت) oxidegas hitrous نالي هڪ گئس جي سگهڻ‘ سان بہ ملي سگهي ٿي؛ الهيءَ گئس کي لافنگ گئس بہ چولندا آهن.

ٻر اها لڪلي حالت آهي. سماڌيءَ مان اوستا حاصل ٿئي ٿي، سا سچي ۽ اصل آهي. اهو ٿي الهيءَ ۾ ٻهد آهي.

ساڌن ۽ سنتن جو اهو وڏو ثابتي آهي. قديم زماني جي
مهاتمائن جي انهيءَ کي ڇڏي ڏيو، بلڪل هاڻوڪي زماني ۾ به
ڀڳوان جي پياري ڀڳت تڪارام مهاراج وڻندڙ ۽ دل
وڻائيندڙ ڀاشا ۾ پنهنجي گيان جي اوستا جو هن ريت بيان ڪيو
آهي ته، "مون پنهنجو موت پنهنجن اکين سان ڏٺو، اهو به هڪ
عاليشان جلسو هو." ويڪت يا اويڪت سگڻ برهم جي اپاسنا
سان، ڌيان جي رستي ڏبري قدم وڌائيندو، آخر (عاشق) اپاسڪ
"مان ئي برهم آهيان،" انهيءَ اوستا کي وڃي پهچي ٿو، ۽ اهو ڄڻ
ڪيس برهم- آتما جي ايڪتا جو ساکياتڪار ٿئي ٿو. انهيءَ بعد هو
اهڙو مگن ئي وڃي ٿو، جو انهيءَ ڳالهه تي الهو اهڙو ڌيان يا
خيال ئي نٿو وڃي ته، مان هن وقت ڪهڙيءَ حالت ۾ آهيان،
يا ڪنهنجو اهو ولي رهيو آهيان. انهيءَ حالت ۾ سڄاڳائي قائم
آهي، تنهنڪري ان اوستا کي سپنو ۽ ننڊ به نٿو چئي سگهجي؛
وري انهيءَ اوستا کي سڄاڳيءَ جي اوستا به نٿو چئي سگهجي،
ڇاڪاڻ ته، ان وقت اهي سڀ وهنوار رڪجي وڃن ٿا، جي
سڄاڳيءَ جي وقت ڪيا وڃن ٿا. انهيءَ ڪري، شاسترن انهيءَ
اوستا کي، سڄاڳي، ننڊ ۽ سپني جي اوستا کان نرالي هڪ چوٿين
"تريا" اوستا چيو آهي. انهيءَ اوستا کي حاصل ڪرڻ لاءِ،
پتنجل يوگ شاستر جي سدانت موجب، نروڪلپ سماڌي، مکيه
اپاءُ آهي، جنهن ۾ دوئيتي خيال جو جزو به نٿو رهي. انهيءَ
سببان ئي گيتا ۾ چيو ويو آهي ته، انهيءَ نروڪلپ سماڌي- يوگ
کان منش کي منهن موڙڻ نه گهرجي. اهوئي برهم- آتما جي ايڪتا
جي اوستا جو آخرين ڏاڪو آهي. ڇاڪاڻ ته، سڄي جڳت جي
برهم سروپ ٿي وڃڻ تي، گيتا جي چوڻ موجب، "ڀائيءَ ۽
دئي جو اڪو ٿي ويو." ۽ انهيءَ کان وڌيڪ ڪنهن کي به گيان
نٿو ٿي سگهي. اهڙيءَ ريت نام- روپن کان جڏا امر تتو پري آهي،
تنهنجي حاصل ٿيڻ تي، منش جنم- مرڻ جي چڪر کان آزاد ٿئي

ڪي مت اهڙو لڳن ٿا، سي خوشيءَ سان انهن کي اختيار ڪن؛
انهن کي ڪو روڪي نٿو سگهي. هيءَ جو شڪمن وارن رشين
صاف صاف واڪن ۾ چيو ڏنو آهي ته، "سرشٽيءَ ۾ ڪنهن به
اصولي جي ڀلائي يا گهٽائي نه آهي........ جن کي هن جڳت ۾
ڀلائي نظر اچي ٿي؛ سي جنم- مرڻ جي چڪر ۾ ڦاٿل رهن ٿا؛"
سو هرگز ڀولڪ نٿو ٿي سگهي، ۽ اسين نٿا سمجهي سگهون ته
انهن مهاتمائن جو مطلب؛ آڌوئيت کانسواءِ ٻيو ٿي سگهيٿو. پر ويدڪ
شاسترن جي گهڻن اپنشدن هئڻ سبب، جهڙيءَ طرح اڳيءَ شڪ
ڪي جڳهه ملي سگهي ٿي ته ڇا اپنشدن جو هڪ مت نه آهي؟
اهڙيءَ طرح گيتا ۾ ائين نٿو ٿي سگهي. جنهن صورت ۾ گيتا
هڪ ئي گرنٿ آهي، تنهن صورت ۾ ظاهر آهي ته، ان ۾ ويدانت
جو هڪ ئي سدانت هوندو. ۽ اهو سدانت ادوئيت جو آهي، جو
هن ريت آهي ته "جو سڀني شين جي ناس ٿيڻ تي به قائم آهي،
سوئي سچ آهي، هر جاءِ پکڙيل ۽ ڏيهه لوڙي برهمانڊ ۾ هڪ
روپ سان رهي ٿو." اهڙين معنين شبدن مان ائين هرگز نه
سمجهڻ کپي ته، شري شنڪر آچاريه، يا ان کانپوءِ، ادوئيت
مت کي سچ ثابت ڪرڻ لاءِ، جيڪي دليل ڏنا ويا آهن، سي
سڀ گيتا ۾ داخل هوندا. ائين نه اسين ته سمجهي سگهون ٿا ته،
دوئيت، ادوئيت، وششٽا دوئيت وغيره مت جي اڀرڻ کان
اڳ ئي گيتا ظاهر ٿي چڪي هئي. تنهنڪري گيتا ۾ ڪنهن به
خاص مت جي چالو دليلن مان ڪنهن جو ذڪر هئڻ محال آهي.
پر ائينءَ چوڻ کان به انسان کي ڪو خوف نه آهي ته، گيتا جو
ويدانت، معمولي طور شري شنڪر آچاريه، مت جي گمان موجب
ادوئيتي صورت جو آهي. اهڙيءَ طرح گيتا ۽ شنڪر مت ۾ تتو
گيان جي نقطه نظر سان، رواجي ميل ته ضرور آهي، پر اسانجي راءِ
آهي ته، آچار- ويوهار جي نقطه نظر سان گيتا، ڪرم- سنياس کان
ڪرم يوگ کي وڌيڪ عزت ڏني ٿي؛ انهيءَ ڪري گيتا جو مت
شنڪر آچاريه جي مت کان جدا ٿي پيو.

## ويدانت موجب نرگڻ مان سڳڻ سرشٽيءَ جي اتپتي ڪيئن ٿي؟

ڪپلن جي نظر سان، اسان ٻنهي کي هڪ طرف رکڻ ٿا، باقي
هڪ ئي اوڪاري ۽ نرگڻ تتو قائم رهي ٿو، انهيءَ ڪري پوري
۽ سوکيم ويچار ڪرڻ سان ادوئيت جي سدانت کي ئي اختيار
ڪرڻو پوي ٿو. هاڻي انهيءَ ڳالهه تي ويچار ڪرڻ لازمي آهي
ته، هڪ نرگڻ ۽ اوياڪت دربه مان نانا نمونن جي وياڪت
سڳڻ سرشٽي ڪيئن پيدا ٿي؟ اسين اڳ ٻڌائي چڪا آهيون
ته، سانکيه نرگڻ پرش سان، ٽن گڻن واري سڳڻ پرڪرتي کي
ٻه آنادي ۽ سوتنتر مڃي، هنن سوال کي حل ڪري ڇڏيو آهي.
هاڻي پرڪرتيءَ کي سوتنتر مڃڻ سان ته، جڳت جو مول تتو ٻه
ٿيو ٿا ۽ ائين ڪرڻ سان انهيءَ ادوئيت سدانت ۾ گهٽتائي
پوي ٿي، جنهنڪري ڪيترن دليلن سان ثابت ڪري چڪا آهيون.
هيڏانهن وري سڳڻ سرشٽيءَ کي سوتنتر نه مڃڻ سان انهيءَ سوال
جو جواب ڏيڻ ڏاڍي ڏکيو ته، هڪڙي مول نرگڻ دربه مان
اڻ شمار قسمن جي سڳڻ سرشٽي ڪيئن پيدا ٿي. ڇاڪاڻ ته
ستڪاريه واد جي سدانت موجب نرگڻ مان سڳڻ، يعني جو آهي
ئي نه، تنهن مان، جو آهي، پيدا ٿيو ئي سگهي؛ ۽ اهو سدانت
ويدانت کي به منظور آهي، انهيءَ ڪري ٻنهي طرفن کان
مونجهارو پيش ٿئي ٿو. هاڻي سوال آهي ته، انهيءَ مونجهاري
کان ڪيئن آزاد ٿجي. ادوئيت جي سدانت کي ڇڏڻ بنان
اسان کي نرگڻ مان سڳڻ اتپتيءَ جو بيان ڪرڻو آهي ۽ ستڪاريه
جو سدانت ان ۾ رڪاوٽ وجهي ويٺو آهي. در حقيقت اهو
...ڄاڻو رواجي نه آهي. وڏن وڏن ڪيترا ماڻهو انهيءَ
...هن ۽ ڏکئي مونجهاري کان ٻاهر نڪرڻ سبب ئي ادوئيت
...ڪي اڻ پورو سمجهندا آهن، ۽ ادوئيت مت کي بلڪل
...آهن. پر ادوئيتي مت جي وڏن عالمن انهيءَ ذريعي

۽ ڀڃندي موالجهاري ڪان پار پوڻ لاءِ هڪ لاثاني رستو ڳولي
ڪڍيو آهي. انهن جو چوڻ آهي ته سنسار جو قانون ان هنڌ
تي لڳي سگهي ٿو، جتي ڪارج ۽ ڪارڻ هڪ ٻئي جا هجن؛
پر انهيءَ سبب ٿي ويدانتين جي راءِ ۾ سمت ۽ نرگڻ برهم مان
سگڻ مايا جو پيدا ٿيڻ ناممڪن نه آهي. ڇاڪاڻ ته سانکين جو
سنسار وارو قانون ته هن ٿي ڪمائتو ٿي سگهندو، جڏهن ٻئي
پدارٿ سمت هوندا، جتي هڪ پدارٿ سمت هوندو، ۽ ٻيو پدارٿ
فقط اڪيلو ڏيکاءُ هوندو اُتي اهو قانون نه لڳي سگهندو. سانکيه
مت جا پوئلڳ "پرش" جيان "پرڪرتيءَ" کي به سمت ۽ سوتنتر
پدارٿ سمجهن ٿا. اهوئي سبب آهي جو سنسار جي قانون
موجب نرگڻ پرش مان، هو سگڻ سرشٽيءَ جي اُتپتيءَ جو بيان نٿا
ڪري سگهن. پر ادويت ويدانت چوي ٿو ته، مايا ڀلي انادي
هجي، پر هوءَ سمت ۽ سوتنتر نه آهي، هوءَ گيتا جي راءِ موجب
"موهه" "اگيان" يا اندرين کي ڏسڻ ۾ ايندڙ ڏيکاءُ آهي. انهيءَ
ڪري سنسار مان جو اعتراض پيدا ٿئي ٿو، ان کي ادويت
سدانت ٿي لاڳو آڻي سگهجي. ٻيءَ مان ٻٽ جي پيدا ٿيڻ کي چئبو
نه ٻٽ، ٻيءَ جي گڻ لتيجي مان پيدا ٿيو. پر ٻيءَ هڪ پراڻي
آهي، ۽ هوءَ ڪنهن وقت ٻار، ڪنهن وقت جوان ۽ ڪنهن وقت
ٻڍي جي روپ ۾ اچي ٿي؛ انهيءَ حالت ۾ اسان کي معلوم
ٿيندو ته، اُن پراڻيءَ ۽ انجي ٻالن روپن ۾، گڻ ۽ لتيجي (پرڻيام)
جو ڪارج- ڪارڻ موجود نه آهي. اهڙيءَ طرح سج جي هڪ
ثابت هنڌ تي، پاڻيءَ يا ٻاڦ ۾ نظر ايندڙ سج کي اسين نرم
سمجهندا آهيون، ۽ نه انکي گڻ ۽ لتيجي مان پيدا ٿيل ڪو ٻيو سج
چئو ويندو. اهڙي دستور دوربين سان ڪنهن تاري جي اصلکي
روپ جو ڪيول اکين سان ڏسڻ ۾ اچي ٿو، سو اکين جي
ڪمزوريءَ ۽ ڏورانهين سبب، ڪيول ڏيکاءُ ٿي ويو آهي.

اهڙيءَ مان ثابت ٿيو ته، ڪنهن به شيءِ کي اطر سان ڏسڻ ٿي ته،
هو سمت يا سوانتر نٿي ٿي سگهجي. پوءِ جيئن ته اهي ٿيا يا
با قانون کي اڌياتم شاستر سان لڳائي اهو چئجي ته، گمان جي اکين
روپي دورٻين سان، جنهنکي مقرر ڪيو ويو آهي، سو ٺرڪڻ پرٻرهم
سمت آهي؛ ۽ گمان رهت چوڙيءَ جي اکين کي جيئي نام-روپ
ڏسڻ ۾ اچن ٿا سي جن پرٻرهم جا ڪاربه (لڪشا) ته آهن؛ اهي
ته اکين جي ڪمزوري سبب ڏسڻ ۾ ايندڙ پرم جا ڏيکاءَ آهن.
هتي ته اهو اعتراض ٿي پيدا ٿي سگهي ٿو، ٺرڪڻ مان سگهڻ
ڪيئن پيدا ٿيو. جاڪاڻ ته، ٻئي شيون هڪ ٻي لمولي جون ته
آهن. انهن مان هڪ سمت آهي، ۽ ٻي انجو ڏيکاءُ آهي؛ ۽ اها
ڳالهه آزمايل آهي ته، بنياد ۾ ٿي شيءِ جي رهڻ ٿي ته، ڏسندڙ
جي نظري فرق، اکيان يا نظر بنديءَ سببان، ان هڪ ٿي شيءِ
جا گهڻا ڏيکاءَ نظر اچن ٿا؛ ۽ جي بدلبا پڻ رهن ٿا. مثال لاءِ ونگ،
۽ ڪنن سان ٻڌڻ ۾ ايندڙ شبد کي وٺو. انهن مان ڪنن کي جو
شبد ٻڌڻ ۾ اچي ٿو، تنهنجي سوڪمر جاچ ڪرڻ بعد آڌيوٽڪ شاستر
وچيندڙن ثابت ڪيو آهي ته "شبد" يا ته هوا جي لهر آهي يا
رفتار. اهڙيءَ طرح سوڪمر ڪوجنا بعد مقرر ڪيو ويو آهي ته، ڏسڻ
۾ ايندڙ سارا، ڳاڙها ۽ پيلا وغيره رنگ به بنياد ۾ هڪ ٿي سج
جي روشنيءَ جو وڪار آهن؛ ۽ خود سج جي روشني هڪ لمولي
جي رفتار آهي. جنهن صورت ۾ بنياد ۾ "رفتار" هڪ ٿي آهي
پر ڪن الڪي "شبد" جي روپ ۾ معلوم ڪئن ٿيا؛ ۽
اکيون الڪي "روپ" جي صورت ۾ ڏسن ٿيون، تنهن صورت
۾ اهڙيءَ تبدلي قانون کي وڌائي اڌيون سان جوڙ لاڳو ڪيو
وڃي. اهڙيءَ قانون جي مدد سان، سڀئي نام روپن جي پيدائش
نسبت، ستڪاريه واد ڌاڻهن مٿين لکڻ ڪان سواءِ ٿي، هن رٿ
بيان ڪري سگهجي ٿو ته، هڪ اوڪار (جنهنجي صورت نه
بدلجي) شيءِ ٿي،مٿس جون جدا جدا اڌيون، پنهنجي طران،

شبد- روپ وغيره بي شمار نام- روپن جي ڳڻن جو ملمو هٿي، ڪئين نمونن جا ڏيکاءُ پيدا ڪن ٿيون؛ پر اهو ضروري نه آهي ته، بنياد جي الهيءَ هڪڙي شيءِ ۾، اهي گهڻا نام- روپ موجود هجن. الهيءَ سدائين جي ثابتيءَ ۾، ويدانت شاستر ۾ لوهيءَ مان نانگ جو، يا سپ ۾ چانديءَ جو گمان اچڻ، يا اک ۾ آڱر وجهڻ سان، هڪڙي پدارٿ کي ٻن جي عدد ۾ ڏسڻ، نمونن امونن چشمن لڳائڻ ڪي، هڪڙي رنگ جي پدارٿ جو رنگ ٻرنگي نظر ۾ اچڻ وغيره ڪئين مثال ڏنا آهن. مٿس جيئن اندرين ان کان هرگز ڇڏي نٿيون سگهن، الهيءَ ڪري جڳت جا بي شمار نام- روپ يا ڳڻ، ڪنهن اکين رستي ڏسڻ ۾ ضرور ايندا؛ پر الهيءَ سبب ائين هرگز نٿو چئي سگهجي ته، اندرين واري مٿس جي نظر سان جو جڳت جو ظاهري روپ ڏسڻ ۾ اچي ٿو، سوئي هن جڳت جو بنياد (مول) يعني اصل سروپ آهي. اچ مٿس کي جيڪي اندريون مليل آهن، تن مان جيڪڏهن ڪا گهٽ ٿي پوي ته، الڪي هيءَ سرشٽي هڙيءَ صورت ۾ سڀاڻي ڏسڻ ۾ نه ايندي. ۽ جيڪڏهن ائين ٺيڪ آهي، ته پوءِ جيڪڏهن ڪو مٿس پڇي ته، درشتا جي اندرين جي ڪابه پرواه نه ڪري پڌاپو ته سرشٽيءَ جي بنياد ۾ جو مول تتو آهي، تنهنجو تتو ۽ سچ سروپ ڪهڙو آهي؟ الهيءَ جو جواب هن رستي ڏئي سگهجي ٿو ته، اهو مول تتو آهي نرگڻ، پر مٿس کي سگڻ ڏسڻ ۾ اچي ٿو، جو مٿس اندرين جو ڌرم يا ڳڻ آهي ۽ نه مول شيءِ جو. ٻئي پولڪ مت جي شاسترن ۾ اهڙن مسئلن يا ڳالهين جي جاچ لڌي ٿي، جي اندرين سان معلوم يا ثابت ڪري سگهجن ٿيون؛ جنهنڪري اهڙن شاسترن ۾ مٿين امونن جا سوال اٿن ٿي ٿا. پر مٿس ۽ اهڙي اندرين جي نابود ٿي وڃڻ ٿي، ائين هرگز نه چئي سگهبو ته، اهڙن سان گڏ ايشور جي به صفائي ٿي. وڌيڪ ۾ يا مٿس کي هو فلاڻي نموني جو نظر اچي ٿو، الهيءَ ڪري اهو

سروپ ۾ اڦڙوني هئڻ گهرجي. اهوئي سبب آهي جو اڌياتم
شاستر ۾ جتي جڳت جي مول جي سروپ جو فيصلو ڪيو ويندو
آهي، اتي اندرين جي ظاهري نظر کان ڪم نه ورتو ويندو آهي؛
۽ نڇندي اهر ٻڌيءَ کان ئي ڪم ورتو ويندو آهي. انهيءَ رستي
اختيار ڪرڻ سان، اندرين کي ڏسڻ ۾ ايندڙ سڀ ڳڻ خود بخود
ڪم ٿي ويندا؛ ۽ انهيءَ بعد ٻڌ ٿي ويندو، ته نرگڻ جو اتم
سروپ اندرين جي چاڻڻ کان پري، نرگڻ ۽ سڀ کان سريشٽ
آهي. هاڻي سوال آهي ته، جو نرگڻ آهي تنهنجو ڪم بيان ڪندو،
۽ ڪهڙي نموني سان ڪندو؟ انهيءَ سوال جي جواب ۾ ويدانت
اهو سدانت مقرر ڪيو آهي ته، پربرهم جو آخرين يعني
اتم سروپ نرگڻ آهي، پر زبان جي ٻڌائڻ کان ٻاهر آهي؛ ۽ انهيءَ
نرگڻ سروپ ۾، منش کي پنهنجن اندرين سبب سگڻ جي جهلڪ
ڏسڻ ۾ اچي ٿي. هتي وري سوال پيدا ٿو ٿئي ته، نرگڻ کي
سگڻ ڪرڻ جي اندرين اها طاقت ڪٿان آندي؟ انهيءَ جي
جواب ۾ ادوئيت ويدانت جو چوڻ آهي ته، منش جي گيان جي
ٻاهج ابتدا ٿي آهي، انهيءَ حد کان اڳتي گيان جي وک اڳتي
وڌي ٿي سگهي؛ انهيءَ ڪري اهو اندرين جو اگيان آهي، ۽
نرگڻ پربرهم ۾ سگڻ جڳت جو نظارو ڏسڻ ئي سندس اگيان جو
نتيجو آهي؛ يا هتي اترونئي خيال ڪري مادو لڳو ٿيو ٿو ته،
اندريون ۾ انسور جي سرشٽيءَ جون آهن؛ انهيءَ ڪري اها سگڻ
سرشٽي، نرگڻ پرميشور جي ”مايا“ آهي. پرهندڙ هاڻي گيتا جي
انهيءَ بيان جو مطلب سمجهي ويندا، جنهن ۾ چيو ويو آهي ته
ڪيول اندرين سان ڏسڻ وارن بيوقوف منش کي، پرميشور
ويڪت ۽ سگڻ ٿي ڏسڻ ۾ اچي، پر ان جو نرگڻ ئي سچو سريشٽ
سروپ آهي، الڪي گيان جي نظر سان ڏسڻ ئي گيان جو آخرين
ڏاڪو ٻار ڪرڻو آهي. هاڻي اها ڳالهه ته صاف ٿي ويئي ته،
پرميشور نرگڻ آهي، ۽ منش جي اندرين کي اهو سگڻ جو نظارو

ڏسڻ ۾ اچي ٿو؛ پر اهڙيءَ ڳالهه کي حل ڪرڻ سان گڏ ترڪ
شبد جي معنيٰ سمجهڻ به ضروري آهي. اهڙيءَ ۾ ته ڪو شڪ
نه آهي ته، جڏهن اسانجون اندريون هوا جي لهرن سبب، شبد
روپ وغيره گڻن جو، ناسيءَ ۾ چانديءَ جو شڪ آڻينديون
آهن، تڏهن هوا جي لهرن ۾ شبد- روپ وغيره جا، يا سپ ۾
چانديءَ جا گڻ موجود نه هوندا آهن؛ پر اهي شڪ ۾ آيل گڻ
موجود نه به هجن، ته به اسين هرگز نٿا چئي سگهون ته، جيئن ته ڪ
سپ ۾ چانديءَ جا گڻ ضرور موجود هوندا. اهڙيءَ ريت هتي
هنڌ هڪ اهو سوال پيدا ٿئي ٿو ته، جڏهن چئجي ته، اندريون
پنهنجي اگيان سبب مول پرڪرتيءَ ۾ جن گڻن جي هئڻ جو شڪ
آڻينديون، اهي گڻ ڪٿي ان ۾ موجود نه هجن، ته ڇا اهڙيءَ ڪري
اهو ڪو گڻ نه هوندو؟ جڏهن آهي، ته پوءِ هو نرگڻ
وري ڪيئن رهي سگهندو؟ پر ٿوري سوکيم ويچار ڪرڻ بعد معلوم
ٿيندو ته، جڏهن مول پرڪرتيءَ ۾ اندرين جي سبب، شڪ ڪيل
گڻن کان سواءِ ٻيا گڻ ڪٿي هجن به، ته به اسين انهن کي ڪهڙي
ريت معلوم ڪري سگهون ٿا؟ ڇاڪاڻ ته، منش پنهنجي اندرين جي
وسيلي ئي، گڻن کي معلوم ڪري سگهي ٿو؛ جيڪي گڻ
اندرين کي ڏسڻ ۾ نٿا اچن، انهن کي ڄاڻي به نٿو سگهجي. مطلب
ته، اندرين رستي شڪ آيل گڻن کان سواءِ، پرڪرتيءَ ۾ ڪٿي ٻيا
ڪي گڻ موجود هجن، ته به انهن کي ڄاڻڻ اسانجي طاقت کان
ٻاهر آهي؛ ۽ جن گڻن جو ڄاڻڻ پنهنجي طاقت ۾ نه آهي، انهن
کي پرڪرتيءَ ۾ شامل ڪرڻ به نياءَ شاستر موجب اڻ پورو آهي.
اهڙيءَ ڪري ويدانتين "گڻ" شبد جي، "منش کي معلوم ٿيندڙ
يا ڏسڻ ۾ ايندڙ گڻ" معنيٰ ڪئي، پرڪرتيءَ کي ارگڻ چيو آهي.
ته ادونيت ويدانت، ته پوءِ ڪو شاستر انهن چئي سگهي ٿو ته،
مول پرڪرتي سروپ ۾، اهڙو گڻ يا اهڙي طاقت پيل نه آهي
جا منش جي ويچار جي حد کان ٻاهر آهي؛ ۽ اهو ته اسين اڳتي

ٻڌائي چڪا آهيون ته، ويدانتي ۽ ٻڌ الدرن جي مقتين اڳمان ۽
مايا کي، ان ٻنهي جي عجب ٻيلا چون ٿا.

## وورت واد ۽ گڻ پرڻام واد

هيء ٽن گڻن واري پرڪرتي ڪا جدا وسه نه آهي، پر هڪ
ئي ٻه گڻا ٻوهر ئي، اگهان سڀان منش جون اندرين، سگهڻ لطارن
جو شڪ الارين ليون. اهيء سڏانت ۽ متي کي ”وورت واد“
چون ٿا. اد وتمت ويدانت موجب، جنهن صورت ۾ نرگڻا ٻوهر
هڪ ئي مول تتو آهي، تنهن صورت ۾ قسم قسم جي سگهڻ سرشٽيء
ڪيئن ڏيکاري ڏني، تنهنجو ايان ۽ جواب مٿيون آهي. ڪپلاد
مني جي ترڪ شاستر ۾ پرماڻون جگت جو مول ڪارڻ سمجها
ويا آهن؛ ۽ انهيء مت جا حامي، انهن پرماڻن کي سمت
سمجهن ٿا. انهيء ڪي انهن اهو وائو قائم ڪيو آهي ته، جڏهن
انهن بي شمار پرماڻن جو ميلاپ ٿيڻ لڳو، تڏهن سرشٽيء جا
بي شمار پدارٿ ٺهڻ لڳا. هن مت موجب، پرماڻن جي ميلاپ
شروع ٿيڻ ٿي، سرشٽيء جي رچنا ٿئي ٿي انهيء ڪري الکي
”آرنڀ واد“ (شروعاتي سڏانت) چون ٿا. پر ترڪ شاستر جا
حامي انهيء سڏانت کي مڃڻ لاء تيار نه آهن. انهن جو چوڻ
آهي ته، جڙ سرشٽيء جو ڪارڻ ”هڪ سمت“، ۽ ٽن گڻن واري
پرڪرتي ئي آهي؛ ۽ انهن ٽن گڻن جي وڪاس (واڌاري يا
ترقي) سبب واڪس سرشٽي ٺهي ٿي. انهيء مت يا اصول
کي ”گڻ پرڻام واد“ (گڻن جي واڌاري يا ترقي جو سڏانت)
چون ٿا. جاڪاڻ ته، هن مت ۾ ڏيکاريو ويو آهي ته، هڪ مول
پرڪرتيء جي گڻ وڪاس (واڌاري) سبب سڄي واڪس
سرشٽي پيدا ٿي آهي. اد وئيت ويدانتي انهن ٻنهي سڏانتن کي
مڃڻ کان انڪار ڪن ٿا. پرماڻو بي شمار آهن؛ انهيء اد وئيت
مت موجب، اهي جگت جو بنياد يا مول ٿا ٿي سگهن؛ باقي
رهي سانکين جي پرڪرتي. هوء ڪلي هڪ هئي، پر انجي

پُرش کان جدا ۽ سولنتر هئڻ سبب، ادوئيتي سڌانت ادوئيت
جي ورڌ ٿيو پوي. پر انهن ٻنهي سڌانتن کي ڇڏي ڏيڻ سان
به، انهيءَ سوال جو جواب ضرور ڏيڻو پوندو ته، هڪ نرگڻ مان،
سگڻ سرشٽي ڪيئن پيدا ٿي. چاڪاڻ ته، ستڪاريه واد موجب
نرگڻ مان سگڻ ٿيو ٿي سگهي. انهيءَ تي ويدانتي چون ٿا ته،
ستڪاريه واد کي ان هنڌ ڪم آڻي سگهبو، جتي ڪاريه ۽ ڪارڻ
هڪ ئي نموني جا هجن. پر جنهن هنڌ مول شيءِ هڪ ئي آهي،
۽ جتي اُن جا جدا جدا نظارا يا ڏيکاءَ ئي بدلبا رهن ٿا، اتي انهيءَ
سڌانت کان ڪم نٿو وٺي سگهجي. چاڪاڻ ته، اسين ڏسون پيا
ته، هڪ ئي شيءِ جو جدا جدا صورتن ۾ نظر اچڻ، ان شيءِ جو
گڻ يا ڌرم نه آهي؛ پر درشٽا جي درشٽي ڀيد سبب اهي جدا
جدا صورتون يا نظارا پيدا ٿي سگهن ٿا. انهيءَ سڌانت کي
نرگڻ برهم ۽ سگڻ جڳت تي ڇڪي آڻي چوڻو پوندو ته، برهم
نرگڻ آهي، پر منش جي درشٽي ڀيد سبب ان ۾ سگڻ جي
جهلڪ اچي رهي آهي. اهو وورت واد جو سڌانت آهي.
وورت واد ۾ چيو ويو آهي ته؛ هڪ ئي مول سمت دروه ٿي،
قسمن جا ڏيکاءَ ڏيکاريا وڃن ٿا. ۽ گڻ پرڻام واد (سانکيه
مت) ۾ شروع کان ئي ٻه ست دروه مڃيا ويا آهن، جن مان هڪ
جي گڻن جي واڌاري يا ترقيءَ مان جڳت جون قسمين قسمين
شيون پيدا ٿيون. لوڙهيءَ ۾ نانگ جو شڪ اٿڻ وورت
آهي؛ ۽ کير مان ڏهيءَ جو ٿيڻ گڻ- پرڻام آهي. ويدانت سار
نالي هڪ گرنٿ ۾ مٿين ٻنهي سڌانتن جو هن ريت بيان ڪيو
ويو آهي:- "ڪنهن به بنيادي يعني مول شيءِ مان جڏهن
تاتوڪ يعني سچ پچ نرالي نموني جي شيءِ ٺهندي آهي، تڏهن
ان کي (گڻ) پرڻام (نتيجو) چيو آهي؛ پر جڏهن هڪ ئي مول
شيءِ، نرالي نرالي صورت ۾ ڏسڻ ۾ ايندي آهي، تڏهن ان
کي وورت (ڀرم- يا مايا) چيو آهي." آرنڀ واد نيايڪن جو،

گڻ پرڻام واد سانکيہ جو، ۽ وورت واد اڌوئتي ويدانتين جو
آهي. اڌوئيت ويدانتي پرماتما ۾ پرڪرتي، ائين ٻنهين گڏ
پدارٿن کي لڳڻ کان الڳ لتا سمجهن ۽ پر انهيءَ لئي اهو سوال
ضرور پيدا ٿئي ٿو ته، ستڪاريه واد موجب، لڳڻ مان سڳڻ جو
پيدا ٿيڻ ناممڪن آهي. انهيءَ سوال کي حل ڪرڻ لاءِ ني
وورت جو سڌانت لکيو آهي. پر انهيءَ مان کي ماڻهو ائين سمجهي
ويٺا آهن ته ويدانتي، گڻ پرڻام واد کي بلڪل قبول نٿا ڪن ۽ نه
ڪندا. اها انهن ماڻهن جي سراسري ڀل آهي. اڌوئتي مت
تي، سانکيہ ۽ ٻين مت جو هڪ اهوئي اعتراض آهي ته، لڳڻ
برهم مان سڳڻ پرڪرتيءَ يعني مايا جو پيدا ٿيڻ ناممڪن آهي. اسان
جي راءِ ۾ اهو اعتراض بلڪل غير واجب آهي. وورت واد مان
اهوئي مطلب نڪري ٿو ته، هڪ لڳڻ برهم ۾، مايا جي اڻ شمار
ڏيکاءُ هو، اسانجي اندرين کي ڏسڻ ۾ اچڻ ممڪن آهي. انهيءَ
مطلب پوري ٿيڻ لي، يعني جتي وورت واد مان سڌ ٿيو ته،
هڪ ني لڳڻ برهم ۾ تن گڻن واري پرڪرتيءَ جو ڏيکاءُ نظر
اچڻ ممڪن آهي، اتي ويدانت شاستر کي انهيءَ ڳالهه منظور
ڪرڻ کان ڪو اعتراض ڪونهي ته، اڳتي هلي پرڪرتيءَ جي پکڙڻ،
گڻ- پرڻام جي سڌانت موجب ٿي ٿي آهي. اڌوئيت ويدانت جو
خاص چوڻ اهوئي آهي ته، مول پرڪرتي خود ستاوتي ڏيکاءُ آهي.
ويدانت جو رايو آهي ته، هڪ دفعه پرڪرتيءَ مان جو ڏيکاءُ نظر اچڻ لڳو، سو ۽
ان ڏيکاءَ مان اڳرندڙ ٻيا ڏيکاءَ ڪي سولتيا نه آهن. انهيءَ کان
پوءِ، ويدانت کي انهيءَ ڳالهه مڃڻ ۾ ڪو اعتراض نه آهي ته،
هڪ ڏيکاءَ جي گڻن مان، ٻئي ڏيکاءَ جا گڻ، ٻئي مان ٽئين جا
جا، ۽ انهيءَ طرح ٽئين ڏيکاءَ مان چوٿين ڏيکاءَ جا قسمين قسمين
گڻ پيدا ٿين ٿا. انهيءَ ڪري، جڏهن ڀڳوان، گيتا ۾ چيو
آهي ته، "هيءَ پرڪرتي منهنجي مايا آهي" ته ۽ گيتا ۾ ورتي
۾ شبد ڀڃا ويا آهن ته، "ايشور کان شروع ٿيندڙ هن پرڪرتيءَ

جي اوئين اکيل "گڻ پرڻام واد" يعني گڻن مان گڻن جي پيدا ٿيڻ واري سڌانت جي قانون موجب ٿي آهي." انهيءَ مان معلوم ٿئي ٿو ته، وورت واد موجب، مول پرڪرتي ۽ برهم ۾ هڪ دفعو مايا جي ڏيکاءَ پيدا ٿئي ٿي، انهيءَ مايا جي ڏيکائن، يعني پرڪرتيءَ جي اوئينءَ اکيل جي بيان لاءِ، گڻ پرڻام جو سڌانت گيتا کي به منظور آهي. جنهن صورت ۾ جڳت کي هڪ ڀيرو مايا جو ڏيکاءُ چيو ويو، تنهن صورت ۾ انهيءَ چوڻ جي ڪا ضرورت نه آهي ته، انهن ڏيکائن جي ڀڃ ڊاهه لاءِ گڻن جي واڌاري جهڙا ڪي نيم ضرور هئڻ گهرجن. ويدانتين جو چوڻ آهي ته، مول پرڪرتيءَ وانگر اهي نيم به مايا وارا آهن، ۽ پرميشور انهن جو سوامي آهي. هو انهن جي بندن کان آزاد آهي، ۽ انهي شڪتيءَ سان ئي اهي نيم دائما رهي سگهن ٿا. هن ڳالهه ۾ ڪيول ڏيکاءَ واري پرڪرتيءَ ۾ اهڙن نيمن لاهڻ جي شڪتي ئي ٿئي سگهي، جي تنهن وقت ۾ بي روڪ قائم رهن.

## جڳت، جيو ۽ پرميشور نسبت آڌياتم شاستر جا مختصر سڌانت

هيستائين ڪيل بيان مان معلوم ٿيندو ته، جڳت، جيو ۽ پرميشور يا آڌياتم شاستر موجب مايا، آتما ۽ پربرهم جو سروپ ڪهڙو آهي، ۽ انهجو پاڻ ۾ ڪيتري قدر سنبنڌ آهي. اڌياتم لفظ لفظو سان جڳت جي سڀني پدارٿن جا به ڀاڱا ٿين ٿا. نام- روپ ۽ نام-روپ سان ڍڪيل تتو (دائمي) تتو. انهن مان نام- روپن جي ڀاڱي کي ئي سگڻ مايا يا پرڪرتي چون ٿا. پر نام- روپن کي ڪڍي ڇڏڻ سان، باقي جو تتو درويه بچي ٿو، سو نرگڻ ئي رهڻ گهرجي. ڇاڪاڻ ته، ڪو به گڻ، نام- روپ کان سواءِ ٿي نٿو رهي سگهي. اهو تتو ۽ اويڪت نت ئي پربرهم آهي ۽ منش جون ڪمزور اندريون انهيءَ نرگڻ برهم ۾ ئي سگڻ مايا پسن ٿيون. اها مايا سچو پدارٿ نه آهي. پربرهم ئي تنهن وقت ۾ اي

روپ، سمجهه، ۽ ڪڏهن به بدلجڻ وارو نه آهي. اهي سڌانت ظاهري
سرشٽيءَ جي نام-روپن، ۽ انهن سان ڍڪيل برهم جي سروپ
سمجهه لئه. انهن سڌانتن موجب، منش جي ذهن جون اندريون،
ظاهري سرشٽيءَ جي ان اڻ پدارٿن جيان نام-روپن واريون، ۽
انتم (پڇاڙي) مايا جي درجي ۾ شامل آهن؛ ۽ انهن اندرين سان
ڍڪيل آتما نتيه سروياپي پربرهم جي درجي ۾ شامل آهي؛ يعني
برهم ۽ آتما هڪ آهن. انهيءَ امان تي ڌيان ڏيڻ سان، سرشٽيءَ
کي ڀي مايا سمجهندڙ ادوتي مت، ۽ اڳي بيان ڪري آيل
ٻڌ مت جو پيڙهندڙ چڱيءَ طرح سمجهي سگهندا. وگيان وادي
ٻوڌن (ٻڌ ڌرمين) جو چوڻ آهي ته، هيءَ ظاهري سرشٽي بلڪل
هستيءَ ۾ ئي نه آهي، گيان ئي هڪ سچ آهي. پر ويدانتي انهيءَ
سرشٽيءَ جي سدائين بدلجڻ وارن نام-روپن کي اسٽ سمجهي
چون ٿا ته، انهن نام-روپن جي بنياد، ۽ منش ديهه ۾، هڪ ئي
آتما روپي نتيه درويه ڀريل آهي؛ ۽ اهو آتم تت ئي سچ آهي.
سالڪيه مت وارن سرشٽيءَ جي پدارٿن جي ٻي شماريءَ جي
ايڪي کي، جڙ پرڪرتيءَ لاءِ ئي قبول ڪيو آهي. پر ويدانتين
ستڪاريه واد جي رڪاوٽ کي پري ڪري، اهو سڌانت مقرر
ڪيو آهي ته، "جو پنڊ ۾ آهي، سوئي برهمانڊ ۾ آهي". انهيءَ
ڪري سالڪين جا ٻه شمار پرش، ۽ پرڪرتي، هڪ ئي پرماتما
۾ ادوتيه روپ سان سمائجي ويا. شڌ آڌيڀوتڪ پنڊت هيڪل
ادوتيه مت جو حامي نه آهي، پر هو اڪيلي جڙ پرڪرتيءَ ۾
ئي چيتن کي به شامل ڪري ٿو ڇڏي ۽ ويدانت جڙ کي مکيه
جڳهه نٿو ڏئي. هنجو اهوئي اٽل سڌانت آهي ته، لامحدود ۽
آزاد چد روپي برهم ئي سڄيءَ سرشٽيءَ جو بنياد آهي. هيڪل
جي جڙ-ادوتيه، ۽ ويدانت جي ادوتيه ۾ اهوئي ڀيد آهي.
ادوتيه ويدانت جو اهوئي سڌانت گيتا ۾ اچي ٿو؛ ۽
هڪ [illegible]ولي سمي جو ڪوي، سڄي ادوتيه ويدانت جو تت

هن رِيت بيان ڪري ٿو تہ "مان اِي شمار شلوڪن جو مطلب
هڪ اڌ شلوڪ ۾ ٻڌايان ٿو، (١) برهم ست آهي؛ (٢) جڳت
جڳت جا سڀ نام-روپ مٿيا آهن؛ ۽ (٣) منش جي آتما ۽ برهم
اصل ۾ هڪ آهن." هن شلوڪ ۾ جيڪڏهن ڪن کي "مٿيا" شبد
چڀند و ڄجي، تہ اهي خوشيءَ سان برهداريڪ اپنشد موجب
"برهم اَمر ۽ جڳت ڇمت" جو مطلب ڪڍي سگهن ٿا. اسين
اڳيئي چئي چڪا آهيون تہ، انهيءَ مطلب قرائن مان بہ سڌانت
ساڳيوئي قائم رهي ٿو. پوءِ بہ ڪي ويدانتي انهيءَ ڳالهہ کي ڇڪي
اجايو جهڳڙو ڪندا رهندا آهن تہ، جڳت جي غيبي پرڌاني برهم
روپي مول تتو کي ست چئجي يا اَست. تنهنڪري واجب آهي
تہ، هن هنڌ انهيءَ جهڳڙي مٽائڻ جي ڪوشش ڪئي وڃي.
انهيءَ هڪ ئي ست شبد جا بہ جدا جدا مطلب لڳڻ ڪري اهو ئي
سبب آهي جو انهيءَ شبد جي مطلب نسبت ورتا ويا ظاهر ڪيا
ويا آهن. جيڪڏهن ڌيان سان ڏٺو وڃي تہ هر هڪ منش
انهيءَ شبد کي ڪهڙي مطلب سان ڪم آڻي ٿو تہ پوءِ ان نسبت
ورتا وائي ڏسڻ جو امڪان ئي نہ ٿئي. چاڪاڻ تہ، هر هڪ قبول
ڪري ٿو تہ، برهم غيبي هئڻ ڪري بہ نتيہ آهي؛ ۽ نام-روپ وارو
جڳت ظاهر هئڻ ڪري بہ پل پل ۾ بدلبو رهي ٿو. انهيءَ ست شبد
جي هن رِيت ٻن نمونن سان معنيٰ ڪئي وڃي ٿي:- (١) نظر
سان معلوم ٿيندڙ يعني وِيڪت (ظاهر) پوءِ هو ڀلي ٻيءَ صورت
۾ بدلجي وڃي؛ ۽ (٢) اوِيڪت سروپ، جو هميشہ هڪ جهڙو
رهي، نظر سان ڀلي معلوم نہ ٿئي، پر هرگز نہ بدلجي. انهن ٻنهين
معنائن مان جن کي ٻيون معنيٰ واجب سمجهڻ ۾ اچي ٿي، سي
اکين سان ڏسڻ ۾ ايندڙ نام-روپ جي جڳت کي ست چون ٿا؛
۽ پربرهم کي اَسَت ورت، يعني ڏسڻ ۾ نہ اچڻ سبب اَست چون
ٿا. جيئن تہ، ڇانديوگيہ اپنشد ۾ ظاهريءَ سرشٽيءَ کي "ست" ۽ جو
ان سرشٽيءَ کان پري آهي، تنهنکي "اَست" (غائب).

چيو ويو آهي. پر انهيءَ مان اَرٿ جي معني ڪرڻ ۾ اَست
سمجهڻ نه گهرجي؛ ڇاڪاڻ ته، اڳتي هلي ساڳئي اُپنشد ۾ چيو
ويو آهي ته، هيءَ اَرٿ پرهم جنهن جو آڌار آهي؛ جنهن کي ٻئي
آڌار جي ضرورت نه آهي؛ ۽ جنهن الڪي چڪيءَ ۾ سمايو آهي،
سوئي بي ڊپو آهي." انهيءَ بيان مان صاف ظاهر آهي ته، شبدن
جي پوئين سبب، بنيادي سڌانت ۾ ڪو فرق ڪونه پئجي سگهي.
اهڙيءَ طرح ساڳئي اُپنشد ۾ چيو ويو آهي ته،" هيءَ سڄو جڳت
پرهمان اَست (پرهم) هو؛ ۽ ڪوبه جي ڇوڻ موجب اڳتي هلي
ان مان ست يعني نام-روپ جو وڪاس جڳت ظاهر ٿيو." انهن
واڪن مان به ظاهر آهي ته، "اَست" شبد "اکين سان ڏسڻ ۾
نه اچڻ" جي مطلب سان ئي ظاهر ڪيو ويو آهي، ويدانت سوترن
۾ بادرائڻ آچاريه به مٿين (ست، اَست) شبدن جو ساڳيونئي مطلب
ڪڍيو آهي. پر جن ماڻهن کي مٿي ٻڌايل ست شبد جي معنائن
مان پوئين معني واجبي ڏسڻ ۾ اچي ٿي، سي ان غلطيءَ پرهم
کي ست چون ٿا، ۽ نام-روپ وارن بي بقا مايا کي اَست چون
ٿا. جنهن ته، ڇاندوگيه اُپنشد ۾ هڪ هنڌ چيو ويو آهي ته، شروع
۾ هيءَ جڳت ست ئي هو، جو اَست آهي. يعني جو آهي ئي
نه، تنهن مان، جو هن وقت هستيءَ ۾ قائم آهي، سو پيدا ٿي ڪيئن
سگهي." انهيءَ هوندي به ساڳئي اُپنشد ۾ هڪ هنڌ پرپرهم لاءِ
اُپاسنا جي مطلب ۾ "اَست" شبد ڪم آندو ويو آهي* تڪ
ني پرپرهم کي بعضي ست، بعضي اَست چوڻ جو رواج اڳتي

اڌياتم سڌانت جي انگريزي لکڪن ۾ به انهيءَ ڳالهه تي بحث
• ورتي آهي ته، Real يعني ست شبد جڳت جي نظاري (مايا)
لاءِ ڪين وستوءَ لاءِ ڪمائتو آهي؟ ڪانٽ، نظاري (ڏيکاءُ)
کي ست (Real) ۽ وستوءَ کي اوناشي چيو آهي. پر هيگل ۽
گرين نظاري کي اَست (unreal) ۽ وستوءَ (آتما) کي (Real)
سمجهن ٿا.

هلي، ڪجهه وقت بعد ٽٽي وڃي؛ آخر اهي مقرر ڪيو ويو ته،
برهم ست يعني هر وقت قائم آهي، ۽ هيءَ ظاهري سرشٽي اَست
يعني اڻ اڻا آهي. گيتا ۾ ست شبد جي مٿي ڪيل ٻنهي معني
ٿي ورتي ويئي آهي؛ ۽ انهيءَ مدنظر ٿي ٻنهي اڌياءَ ۾ چيو ويو
آهي ته، پرٻرهم ست يعني اوناشي آهي؛ ۽ نام روپ اَست يعني
ناشوان آهي. اپنري هنڌ ٿي ته، اپنشد وارنگر سرشٽيءَ کي
ست ۽ برهم کي اَست يا انرت چوڻ جو رواج ڪم ٿي ٿي
سگهيو آهي.

## برهم

جڳت، جيو ۽ پرميشور جي پاڻ سنبنڌ ثابت ڪرڻ لي، گيتا ۾ جو ڀڳوان
چيو آهي ته، "جيو منهنجوئي انش (ڀاڱو) آهي"؛ ۽ "مان ئي
هڪ انش سان ساري جڳت ۾ پکڙيل آهيان". ۽ ٻادرائڻ آچاريه
پڻ پنهنجن ويدانت سوترن ۾ اهو رايو ڏيکاريو آهي- تنهن انش
شبد جو ته سوائيءَ سان ترڪيءَ ٿي وڃي ٿو. پرميشور جيتوڻيڪ
سڀ هنڌ وياپڪ آهي، ته ته هو نام- روپ کان رهت (چيتن)
آهي؛ انهيءَ ڪري ٿي الڳ ڪاٽي نٿو سگهجي، ان ۾ ڪا وڏ يا
وڪار آهي؛ ۽ انهيءَ ڪري ئي الڳ الڳ ڀاڱا نٿا ٿي سگهن. انهيءَ ڪري ٿي، پرٻرهم،
۽ منش جي ديهه ۾ رهندڙ آتما جو لاڳاپو ڏيکاريندي، جيتوڻيڪ
اهن ئي چوڻو پوندو ته، شرير جي آتما، پرٻرهم جوئي انش آهي،
ته ته ان، انش مان ڏاڙهونءَ جي داڻن مان هڪ جدا ڪيل داڻو،
يا ڪنهن شيءِ مان ڪاٽي جدا ڪيل ٽڪري جهڙي معني ته ڪندي
ويندي. تتو گيان جي نقطه نظر سان، انش شبد جي اها معني
ثابت ٿيندي ته، جيئن مڪان جي اندر جو آڪاش، ۽ دلي جي
اندر جو آڪاش، سروياپي (هر جاءِ پکڙيل) آڪاش جو ڀاڱو آهي؛
تئين سڀني جي آتما ڪئي ته برهم جو انش سمجهڻ گهرجي.
سانڪيهن جي پرڪرتي، ۽ هيڪل جو وستو امت ته اهڙيءَ ريت

سمت لوڪ ۾ ماپا ماپي سگهجي، يعني ڪنهن حد اندر آڻي (ماپا) آهن. وڏيڪ ڇا، آڌيوتڪ شاستر جي نظر سان ته انهن معلوم ٿيندڙ لوڪ، جي ويڪت يا اويڪت مول تتو آهن (پوءِ ڪٿي هو آڪاش جهان هر هنڌ پکڙيل هجن) سي سڀ مڪاني ۽ زماني حد زنجير ۾ ٻڌل فقط نام-روپ آهن؛ ۽ انهيءَ ڪري هو محدود ۽ ناشوان يعني ني پتا آهن. انهيءَ ۾ ته ڪو شڪ نه آهي ته جيتري قدر اهي اُسم ويا پڪ هوندا ليتري قدر برهم انهن سان وڏيڪ پکيل هوندو. پر، برهم انهن لئي جي حد اندر نه آهي، بلڪ هو انهن سڀني ۾ ڀريل آهي؛ ۽ انهيءَ کان سواءِ ٻيو نه آهي. نه، ڪيترو ٻاهر وڏيڪ آهي، جنهنجو پتو لڳو ٿو. انهيءَ ڪري اُپنشدن ۾ پرٻرهم جو ائين بيان ڪيو ويو آهي ته: "جو ڪال (زماني) کي نه ڇيائي ۽ کڻي وڃي ٿو، سوئي پرٻرهم آهي"، ۽ "انهيءَ برهم (پرميشور) کي سج، چنڊ، اگني وغيره ڪنهن نه روشني ڏيڻ سامان سري جي ضرورت نه آهي. سج، چنڊ، تارا وغيره نام-روپ وارا آهن، انهيءَ ڪري هو پي پتا پدارٿ آهن." گيتا ۾ چيو ويو آهي ته "جو روشنيءَ جي به روشني آهي، سو خود روشن ۽ گيان مئي اوهم آهي؛ ۽ جو انهن سڀني نام-روپن کان پري ۽ لامحدود آهي؛ انکي روشني ڏيڻ اين شين جي ضرورت نه آهي." اُپنشدن ۾ نه صاف چيو ويو آهي ته "سج چنڊ وغيره کي خود روشن برهم کان ئي روشني ملي ٿي." آڌيوتڪ شاسترن جي دلين سان اندرين "ڪي معلوم لمبدڙ، هرهڪ بلڪل سوکم ۽ ڏوراهون پدارٿ طرفن ۾ لمبن ۾ محدود رهي ٿو؛ انهيءَ ڪري، انکي سماري سامان ۾ ٿي شامل ڪيو ويندو. سچو پرميشور وري نه، انهن سڀني پدارٿن ۾ موجود رهي به انهن کان نرالو آهي، ۽ پڻ انهن کان وڏيڪ پکڙيل ۽ نام-روپ جي اولاهي پڙدي کان آزاد آهي. انهيءَ ڪري فقط نام-روپ ئي ڏيان ڏيڻ آڌيوتڪ شاستر جا دليل

يا ساڌن پنهنجي موجود حالت کان ڪٿي ڪيترو نه وڌيڪ سو
۽ ڀوڳ ها ٿين ۽ ٻار سرشٽيءَ جي مول "امرتتو" جو انهن سان
ڀوڳ ناممڪن آهي. ان اُولاسي، اوڪار ۽ امرتتو کي ڪيو
اڌياتم شاستر جي گيان سان ئي سڃاڻي سگهجي ٿو.

## اڌياتم شاستر جا آخرين سڌانت

مٿي ذڪر ڪيل اڌياتم شاستر جي سڌانتن مان هيٺيون ڳالهيون
صاف ٿين ٿيون:- پرميشور جا سڀ نام-روپ وارا ويڪت
سروپ مايا سان پيدا ۽ ٻي ٿيا آهن ۽ انهن کان پرميشور جو
اويڪت سروپ سريشٽ آهي ۽ گيتا ۾ چيو ويو آهي ته، اگيان
سببان ئي ٻرگڻ، سگڻ جي سروپ ۾ معلوم ٿئي ٿو. انهن سڌانتن
کي، ڪوبه شخص وڌيڪ سهڻن شبدن ۾ چئي سگهي ٿو، جو
انسان وانگر چڱن اکر کان واقف آهي. پر اهيءَ ۾ ڪا وڏائي نه
آهي. درحقيقت وڏائي ته اهيءَ ڳالهه ۾ آهي، جنهن مان اهي
سڀ سڌانت سمجهه ۾ اچي وڃن، من ۾ چانجي وڃن، هردي
۾ چٽي وڃن ۽ اس لس ۾ سمائجي وڃن ۽ ان بعد ايشور جي
سروپ جي سڃاڻپ ٿي وڃي، جنهن سبب ۾ هڪ ٻرهم ئي
ڀو ڏسڻ ۾ اچي، ۽ آفت جي وقت نه، سڀ لي سمان نظر رهي.
پر اهڙي درجي کي پهچڻ لاءِ ڪن پڙهين جي سنسڪار، اندرين
جي ضابطي، جفا ڪشيءَ، ڌيان ۽ سماڌي جي بلڪل ضرورت
آهي. جنهن منش کي اڪلمف ۾ نه سڄي ساهون ڀو نظر ايندو، ۽ سڀ
هند هڪ آتمائي وياپڪ نظر ايندي، تنهن منش لسمع چئي سگهبو
ته، انجو برهم گيان پوري درجي کي پهچي ويو. اهڙي منش
کي ئي موڪش ملي سگهي ٿو. اهوئي اڌياتم شاستر جي مٿي ذڪر
ڪري آيل سڌانتن جو سار ۽ ست آهي. جنهن منش ۾ گيان
موجود نه آهي تنهنکي ڪجهه يعني برهم گيان جي باهه ۾ ارڙ پورو
ڪل سمجهڻ گهرجي. اهيءَ مد نظر رکي ئي گيتا ۾ چيو ويو آهي
"پاهرئين سرشٽيءَ جي مول تتو کي فقط ٻڌيءَ سان ڄاڻڻ

گيان آهي"، اِن اِهيءَ هند اِيترو ئي چيو ويو آهي تہ، سچو گيان
اُهوئي آهي، جنھن مان آتم اِيڪتا، سڀ ڀُوتن وغيره ۾ هڪ ئي
ونڊيل ورهايل ورتن جاڳن، ۽ جنھن سان چت جي پوري
شُڌي ٿئي. جنهنجي ڀُوتي آتم نشٺ ٿي وڃي ٿي، ۽ جو سڀني
پراڻين کي سم درشٽيءَ سان ڏسي ٿو، تنهن پرش جي ڀُوتي
بيشڪ شُڌ ٿي ٿي. پر اِنجي ڀُوتيءَ جي شُڌيءَ جي پرکيا (جاچ)
وٺڻ لاءِ، سنساري وهنوار يا چلت کان سواءِ ٻيو ڪو چارو نہ
آهي. اِهيءَ ڪري فقط پستڪن مان ڪوري گيان جي حاصل
ڪرڻ وارن هن زماني ۾ اِهيءَ ڳالهہ تي ڌيان ڏيڻ ضروري
آهي تہ، گيان يا سم ڀُوتيءَ ۾ ٿي شُڌ ويوهارڪ ڀُوتي، شُڌ آچارڻ
(هلت چلت يا اخلاق) اِهي ٻئي ڳالهيون وکريون ٿيون آهن.
برهم جي هستيءَ تي تقرير ڏيڻ ۾ پنهنجي قابليت ڏيکاريندڙ، ۽
اِن تقرير کي ٻُڌي واه! واه! چئي پنهنجي سر کي لوڏڻ وارا، يا
تاڙيون ڏيندڙن وانگر ولس مور، ولس مور چئي هنگامو ڪندڙ
اِن گهڻي انداز ۾ ملندا. پر اِسين مٿي ٻڌائي آيا آهيون ته، جيڪو
منش اندران ٻاهران شُڌ آهي، سوئي سچو گياني آهي؛ ۽ اُنکي ئي
مُڪتي ملي ٿي، نہ ڪوري پنڊت کي، پوءِ کڻي هو ڪيترو نہ
عقلمند ڇو نہ هجي. اُپنشدن ۾ صاف چيو ويو آهي تہ، "منش
فقط قابليت، وڏن وڏن تقريرن ڪرڻ يا عقل سان برهم گيان
حاصل ڪري نٿو سگهي." مشهور ڪوي تُڪارام مهاراج چيو آهي
تہ، "پنڊت ٿيڻ سان فقط پراڻ ۽ ڪٿائون چئي سگهن ٿا، پر
آتمان لوڪي اُهو گيان حاصل ٿي نہ سگهندو تہ مان ڪير آهيان."
اسانجو گيان ڪيترو قدر نہ تنگ آهي. مُڪتي ملي ٿي اِهي شبد
نہ جلد زبان مان ٻاهر نڪرندا ئي ڪون! جهڙڪ اِها مُڪتي آتما کان ڪا نرالي
الڳ شيءِ آهي! برهم- آتما جي اِيڪتا جي گيان حاصل ڪرڻ
کان اڳ، دِرشٽا ۽ درشيہ (ظاهري نظاري) ۾ ڀيد نہ هو، پر اسانجي
اَڌياتم شاستر اِها ڳالهہ مقرر ڪري ڇڏي آهي تہ، برهم آتما جي

پوري گيان ٿيڻ تي، آتما، برهم ۾ ملي وڃي ٿي، ۽ برهم گيانيءَ
خود ئي برهم سروپ ٿي وڃي ٿو. انهيءَ اڌياتم اوسٿا کي ئي
"برهم نرواڻ" موڪش چون ٿا. اهو برهم نرواڻ ڪنهن کي نه ڪنهن
کان لڌو پڙهائي سگهي، هو ڪنهن ٻئي جڳهه کان لڌو اچي، يا انجي
حاصل ڪرڻ لاءِ ڏيساورن يا ٻئي لوڪ ۾ وڃڻ جي ضرورت نه
آهي. جڏهن وقت ۽ جتي برهم گيان حاصل ٿيو، اتي اڪ موڪش
جو انعام مليو. ڇاڪاڻ ته، موڪش آتما جي نج اوسٿا آهي؛ هوءَ
ڪا نرالي وٿ نه آهي. شو گيتا ۾ چيو آهي ته، "موڪش ڪا اهڙي
وٿ نه آهي، جا ڪنهن هنڌ رکيل هجي، يا اُتي به هرگز نه آهي.
نڪي ان جي حاصل ڪرڻ لاءِ ڪنهن ٻئي ملڪ جا رستا پار ڪرڻا
پون. هردي جي اگيان جي ڳنڍ کولڻ ئي موڪش آهي." ساڳيءَ
ريت گيتا ۾ پڻ چيو ويو آهي ته، "جنهن پوري آتم گيان ٿيو آهي،
تنهن کي برهم نرواڻ روپي موڪش پاڻ خود بخود ملي ٿو وڃي."
وري اڳتي هلي چيو ويو آهي ته، "جنهن برهم کي سڃاتو آهي،
سو برهم ئي ٿي وڃي ٿو." اپنشدن ۾ اهڙي نموني جو ئي ذڪر
ڪيل آهي. منش جي برهم گيان جي آخرين اوسٿا کي "براهمي
استٿي" چون ٿا. استٿت پرڄي، ڀڳتي مارڳ ۽ ترگڻاتيت (ٽنهي
گڻن کان پري) پرش لڇڻ جو گيتا ۾ ذڪر ڪيو ويو آهي، سو
به انهيءَ اوسٿا جو آهي. انهن هرگز نه سمجهڻ گهرجي ته، جئن
سانکيه وادي "ترگڻاتيت" شبد مان پرڪرتي ۽ پرش، ٻنهي کي
سوتنتر سمجهي پرش جي ڪيولپڻي يا "ڪيوليه" کي موڪش
چوندا آهن، تئن گيتا کي به منظور آهي. گيتا جو رايو آهي ته،
اڌياتم شاستر ۾ ذڪر ڪيل "برهم اوسٿا" ڪڏهن ڀڳتيءَ، ڪڏهن
چت جي شانتيءَ لاءِ يوگ جي رستي، ۽ ڪڏهن گڻ- اوگڻ جي
وچار يعني سانکيه مارڳ سان حاصل ٿئي ٿي. انهن مارڳن مان
اڌياتم وچار (سانکيه) فقط ٻڌيءَ کي معلوم ٿيندڙ مارڳ آهي،
انهيءَ ڪري گيتا ۾ چيو ويو آهي ته، منش کي پرميشور جي

سروپ ڄاڻڻ لاءِ ڀڳتي مارگ نهايت سولو اپاءُ آهي. اهڙيءَ ڀڳتي
مارگ جي اڳتي هلي اپاءُ ڪئي ويندي. رستو ڪهڙو به اختيار
ڪجي، اها ڳالهه صاف ظاهر آهي ته، برهم جي سچي سروپ
جو گيان ۽ ان گيان سان ٺهي وهنوار ڪرڻ اڌياتم گيان جي
آخرين چوٽي يا اوستا آهي؛ ۽ جيڪو
اهڙيءَ اوستا کي پهچي ٿو سوئي ڌنيه آهي. اسين ٻڌائين چڪا
آهيون ته، فقط اندرين جو سک پسن ۽ منش کي هڪ جهڙو
ملي ٿو؛ اهڙيءَ ڪري منش جو مهتو يعني منش جو سچو
آدرش (مقصد) اهڙيءَ سوالي سک کي حاصل ڪرڻ ۾ نه آهي،
بلڪ گيان حاصل ڪرڻ ۾ آهي. سڀني پراڻين لمسع من، وانگي
لوڙي ڪرمن سان هڪ جهڙو ڀاؤ رکڻ ئي، مڪتيءَ جي اوستا
پورڻ اوک، يا سمه اوستا آهي. اهڙيءَ اوستا لمسع گيتا ۾ جيڪو ذڪر
آيل آهي، تنهن مان ٻارهين اڌياءِ ۾ ڀڳت جي بيان ۾ ٽڪا
ڪندي، گيانيشور مهاراج ڪئين مثال ڏئي برهم گيانيءَ جي سم
اوستا جو ڏاڍو سهڻو ۽ چٽڪيلو بيان ڪيو آهي. ۽ اهڙيءَ
جوڻ ۾ ڪو وڌاءُ نه ليندو ته، اهڙيءَ بيان ۾ گيتا جي ذڪر
ڪيل برهم اوستا جو سار يعني لب اچي ويو آهي. اهو بيان
هن ريت آهي:- ”هي ارجن! جنهنجو من ايترو ۽ ڪنهني ڪان
چٽل آهي، جو دشمن ۽ دوست کي برابر لطو سان ڏسي ٿو، يا
هي ٻالڪ! جو ڏيئي وانگر دل ۾ اهو ڀيد ڀاو ڀسا ڀائي نٿو رکي
ته، هيءُ گهر منهنجو آهي، تنهنڪري اتي روشني ڏيان، ۽ هيءُ
پرائو آهي تنهنڪري اتي روشني نه ڏيان؛ جنهن ٻج ٻيڪاليندڙ
۽ ان ٻج مان پيدا ٿيندڙ وڻ کي ڪاٽيندڙ تي اهو وڻ هڪ جهڙي
ڇانو ڪري ٿو، اهڙيءَ طرح پراڻ، شاهه ۽ گدا جي شرير ۾ هڪ
جهڙو ئي ٿو ٿو ۽ اهو خيال نٿو ڪري ته، ڇا ڪاڻ ته، هيءُ
شاهه (راجا) جو شرير آهي تنهنڪري اتي قائم رکان، ۽ هيءُ
گدا جو شرير آهي تنهنڪري اتي ڇڏي ڏيان. يا جهڙيءَ طرح
پاڻي اهو خيال نٿو ڪري ته، مان ڳئون جي ڳڻهه جي پياس لاهيان،

ويو آهي ته، ”هو هوا بنان، فقط پنهنجي شڪتيءَ سان ساهه کڻي
رهيو هو“ سرشٽيءَ جي شروعات ۾، چوطرف ٻڪڙيل جنهن هڪ
تتو جي ساهه کڻڻ لاءِ مٿين سوڪت ۾ ورڻن ڪيو ويو آهي،
سوئي تتو سرشٽيءَ جي پرلئه ڪال وقت باقي وڃي رهندو.
انهيءَ ڪري ئي گيتا ۾ چيو ويو آهي ته، ”سڀني پدارٿن جي
ناس ٿيڻ کان پوءِ به هو ناس نٿو ٿئي.“ اڳتي هلي رگويد هي
انهيءَ سوڪت ۾ صاف چيو ويو آهي ته، ”هو نه ست هو، ۽
نه اسٽ ئي هو.“ هاڻي سوال آهي ته، جڏهن سرشٽيءَ جي
شروعات ۾ نرگڻ برهم کان سواءِ ٻيو ڪجهه به نه هو، ته پوءِ هيءَ
جو ويدن ۾ ڪن هنڌ اهو ذڪر مليو ٿو ته، شروعات ۾ پاڻي،
اڌڪار يا ڪوڙي مايا ۽ برهم جي جوڙي هئي، تنهن مان ڪهڙو
مطلب نڪري ٿو، ۽ انهيءَ ورڻن جو مٿين سوڪت سان ڪيئن
ميلاپ ڪيو وڃي؟ انهيءَ ڪري نمبر ٽين رچا ۾ رشي چوي
ٿو ته، اهڙي نموني جا جيڪي ورڻن آهن، جيئن ته: سرشٽيءَ
جي شروعات ۾ اڌڪار هو، يا اڌڪار سان ڍڪيل پاڻي هو،
يا برهم ۽ الکي ڇانٽ يا ڏکڻ واري مايا اهي ٻئي موجود
هئا، وغيره، سي سڀ الوقت جا ورڻن آهن، جڏهن اڪيلي مول
پر برهم جي تپ جي مهما (وڏائيءَ) سان، الڳ الڳ قسم جي
روپن ۾ پکڙجي ويئي. اهي ورڻن شروعات جي وقت جا حالت جا نه آهن.
هن رچا ۾ ”تپ“ شبد مان، برهم جي گيان مئي تپ شڪتي
سمجهڻ گهرجي ۽ انهيءَ جو وڌيڪ ورڻن چوٿين رچا ۾ ڪيو
ويندو. اهڙيءَ طرح ساري سرشٽي جنهنجي مهما آهي، اُن مول
دروپ تتو الهن چوڻ جي ڪا ضرورت نه آهي ته، هو انهن
سڀني کان پري، سرشٽ ۽ الڳ آهي. پر ظاهري شيءِ ۽ الکي
اوچندڙ، چالشول شيءِ ۽ الکي چالقڻ واري، اڌڪار ۽ پرڪاش،
مرليو ۽ امر وغيره دونيتن کي مٿين نموني الڳ ڪري جيتوڻيڪ
انهن مقرر ڪيو ويو آهي ته، فقط هڪ نرمل چد روپي پر برهم

ني بنياد تي هو، ته، جنهن وقت اهڙي سوال جي جواب ڏيڻ جو وقت آيو ته، ڇوڪ کان ٻاهر ٽوڪڻ ۽ اڪيلي هڪ تتو مان آڪاش جل وغيره وغيره دوالدن (پيانن) واري ۽ ٻي ڀقا سڪڻ نام-روپن جي سرشٽي يا هن سرشٽيءَ جي بنيادي تن گڻن واري پرڪرتي ڪيئن پيدا ٿي، تنهن وقت اسانجي رشيءَ نه من، ڪام، اسمت ۽ سمت جهڙي دوليتي ڀاشا واپرائي؛ ۽ آخر صاف چٽي ڏاو ته، اهو سوال عقل جي پڙيءَ جي پهچ کان ٻاهر آهي. ڇوليئن رچا ۾ مول برهم کي سمت چيو ويو آهي. پر انجي معني "ڪوڙ" يا "بلڪل نه" ۽ سمجهڻ گهرجي؛ ڇاڪاڻ ته، انهين رچا ۾ صاف چيو ويو آهي ته، "هو آهي." نه فقط مٿين سوڪت ۾، بلڪ ٻين هنڌ پڻ وهنوارڪ ڀاشا ڪمي ڪم ۾ آئي، رگويد ۽ واجسنيي سنهتا ۾، گوڙهن وشين تي، اهڙن سوالن جي ذريعي وچار ڪيو ويو آهي. جئن ته، ظاهري جڳت جي ڀيٽ سان مشابهت ڏيئي، اهو سوال اٿاريو ويو آهي ته، اهڙي يگه واسطي گيهه، ٽل وغيره جو سامان پرپاٽين ڪٿان آيو؟ وري ٻئي هنڌ گهر جو مثال ڏيئي اهو سوال پڇيو ويو آهي ته، مول ٽوڪڻ واري اڪين کي ظاهري صورت ۾ نظر ايندڙ آڪاش ۽ پرٿويءَ جي هن عاليشان عمارت ٺاهڻ لاءِ ڪاٺ (مول پرڪرتي) ڪيئن مليو؟

انهن سوالن جو جواب مٿين سوڪت مان ڇوليئن ۽ ٻٽيهين رچا ۾ ڏنو ويو آهي؛ انهيءَ کان بهتر جواب ڏيڻ محال آهي. اهو جواب هن ريت آهي: "گهڻن نمونن سان هن اڪيلي برهم جي من ۾ سرشٽيءَ جي رچڻ جو ڪام روپي تتو پيدا ٿيو؛ ۽ گهڙي جي ڌاڳن وانگر، يا ٻج جي ٽرڻن وانگر، انجون شاخون، ٽرت هيٺ-مٿي چئني طرف پکڙجي ويون، ۽ سمت جي سرشٽي پکڙي ويئي، يعني آڪاش ۽ پرٿويءَ جي عاليشان عمارت ٺهي تي ويئي." انهن ۾ اهڙيءَ سوڪت جي مطلب کي وري نه هڪ ٻيو هن ريت ظاهر ۽ صاف ڪيو ويو آهي ته، "هن برهم

ڪئي ڳالهه ۾ وڌي اهڙي جي اڃا آهي.“ آلرووين ۾ ٻه ساڳئي
لفظن جو بيان اچي ٿو، جنهن ۾ چيو ويو آهي ته، هن سرشٽيءَ
جي مول ڌرو ۾ مان ٻهراڻين ڪام پيدا ٿيو.“ هر مٿين وڌن
ڪل سوڪت ۾ اها خاصيت آهي جو ان ۾ لوڪتي مان سگهي،
اَسَت مان سَت، ٿرڊولڊن (ايڪي) مان ڊولڊ (ٻيائي) يا
اَسنگ مان سنگ جي اُتپتيءَ جو ڳوڙهو سوال منش جي ٻڌيءَ
لاءِ اڳم سمجهيو ويو آهي. سالڪن والڪر فقط لوڪ ۾ الرمان جي
وس ٿي، مول پرڪرتيءَ يا اڃي پراڻي ڪنڊڙ ڪنهن ٻئي لٿو
ڪي سولئيور ۾ سولٿر نه مڃيو ويو آهي. ٻر اهڙيءَ سوڪت جو رشي
چوي ٿو ته، جا ڳالهه سمجهه ۾ نٿي اچي، تنهن لسبت صاف چئي
ڏيو ته، هوءَ سمجهه ۾ نٿي اچي؛ ٻر انهن نه ڪري شڌ ٻڌيءَ
يا آلم اٿيو سان مٿرو ڪل ٻرهم جي خوبيءَ يا عزت سان ظاهري
سرشٽيءَ جي مايا جو مقابلو نه ڪرڻ؛ ۽ نه ٻرٻرهم لسبت ٻنهجي
اَدوئيتي سدالت کي ڦٽي ڪرڻ. اهڙيءَ ڪالسوان هن ڳالهه کي ٻه
سوچڻ گهرجي ته، جڏهن ٻرڪرتيءَ کي هڪ ٽين ڪلن وارو
جدا پدارٿ نه مڃيو وڃي، ته به اهڙيءَ سوال جو جواب هرگز لٿو
ڏيئي سگهجي ته، ٻرڪرتيءَ ۾ سرشٽيءَ جي لمار چڪر لاءِ
اهنڪار ۽ ٻڌيءَ جو ڳڻ ڪيئن پيدا ٿيو؟ ۽ جڏهن اهڙي سوال
جو جواب پورو ٿو ملي سگهي، ته پوءِ پرڪرتيءَ کي سولٿر مڃڻ
جي ڪهڙي ضرورت آهي؟ صرف اتروني چئي ڏيو ته اسين
سمجهي نٿا سگهون ته، مول برهم مان پرڪرتي ڪيئن پيدا ٿي.
منش جي ڪير چوي، خود ديوتائن جي ٻڌيءَ لاءِ پرڪرتيءَ
جي اُتپتيءَ جو ڳجهه سمجهڻ ناممڪن آهي. جاڪاڻ ته، ديوتائون
ٻڻ هن سرشٽيءَ جي رچنا کان پوءِ پيدا ٿيا؛ اهڙيءَ حالت ۾ ڪالن
اڳ ٿيل هلچل جي ڪين خبر ٿي پئجي سگهي. هاڻي سوال آهي
ته هرڪو ڪري، جڙ ديوتائن کان به گهڻو ۽ سرشٽ آهي؛ تنهن
لسبت خود رگويد ۾ چيو ويو آهي ته، هو سڀنيءَ سرشٽيءَ جو

مالڪ هو، ڇا الڪي ٻه الهيءَ ڳجهه جي خبر نه هوندي؟ جيڪڏهن
هان، ته پوءِ الهيءَ ڳالهه کي زبان جي چوڻ کان ٻاهر ڇولو ڇهو
وڃي؟ الهيءَ سوال جي جواب ۾ مٿين سوڪت جي رشيءَ
ڀاو ٻالين ته اهو جواب ڏنو آهي ته، ”هان، هو ئي ڪري
الهيءَ ڳالهه کان چڱيءَ ريت واقف هوندو“ پر آخر گيان جي سمنڌ
۾ ٽٻي هڻندڙ مٿين رشيءَ لوڙ ئي چئي ڏنو ته، ”يا ته ٻه ڄاڻندو
هجي، ڪير چئي سگهندو؟ ڇاڪاڻ ته، هو ٻه سمت جي درجي
جو آهي؛ الهيءَ ڪري ”برهم“ چوائڻ لي ٻه، آڪاش ۾ رهندڙ
الهيءَ مالڪ (برهما) کي سمت - اسمت، آڪاش ۽ جل کان ٻه جهونين
ڳالهين جو گيان ڪيئن ٿي سگهندو؟“ پر جيتوڻيڪ اها ڳالهه
سمجهڻ ۾ ٿي اچي ته، لوڪ درويه سان، قسم قسم جي نام-
روپن جي پرڪرتيءَ جو سنبنڌ ڪيئن ٿيو ته ٻه مول برهم جي
ايڪي لسبت پنهنجي آدونتي ڀاو کي مٿين رشيءَ لاڙڻ ته ڏنو!
مٿين سوڪت کي پڙهي هرڪو سمجهي سگهندو ته، سالڪي
شرڌا ۽ امل وديا جي زور ٿي، منش جي بڌي، اچنتيه (جن
جو ويچار نه ڪري سگهجي) وشين جي گهاٽي جهنگل ۾، ڪيئن
نه شير والگر بي خوف لنگهي سگهي ٿي؛ ۽ الي جي اڻ ڪٿ
ڳالهين کي ڪيئن نه ڪاٽي مقرر ڪري سگهي ٿي؛ هيءَ سچ
پچ وڏائيءَ ۽ فخر جي ڳالهه آهي جو اهڙا سوڪت رگويد ۾ ملن
ٿا! اسانجي ديش ۾ اڳتي هلي الهيءَ سوڪت لي براهمڻ گرنٿن،
اپنشدن ۽ ويدانت شاسترن ۾ تمام سوڪم طرح ويچار ڪيو ويو
آهي. ننڍي ۾ پڻ هن وقت ڪالت وغيره لتو گياين انجي تمام
باريڪ جاچ ڪئي آهي. پر ياد رکڻ گهرجي ته، الهيءَ سوڪت
جي رشيءَ جي بڌيءَ ۾ جي پوتر سڌانت پيدا ٿيا، الهن سڌانتن
کي ٿي اڳتي هلي، ورت ڏر وارن کي پوري جواب ڏيڻ ۽
وڌيڪ مضبوط، صاف ۽ ترڪ جي النظر نظر سان درست ڪيو
ويو. الهن کان اڄ تائين ڪو ٻه منش وڌ وڏائيءَ گ سگهيو آهي، ۽
نه ڪڏهن وڌڻ جي اميد ٿي آهي.

## سڄي گرنٿ جو سار

اڌياتم ويدانت جو بيان پورو ٿيو! هاڻي شروعن جي چال
والگير جنهن رستي کان هيستائين پهتا آهيون، تنهن تي اٿو ڦيرائڻ
ضروري آهي. انهي ڪرڻ سان انهن ڳالهين جي پلجي وڃڻ
جو امڪان آهي. هن گرنٿ جي مدد ۾ پاٺڪن کي وشيه ڏانهن
ويندڙ رستي تي لڳائي، ڪرم جي ڀاس جو مختصر سروپ ٻڌايو
ويو، ۽ تنهن ٻيان ۾ ڏيکاريو ويو ته، ڪرم يوگ تي گيتا جي مکيه
وشيه ۽ ڀاڳو آهي. انهيءَ بعد چوڏهن، پندرهن ۽ ڇهين اڌياءِ (ٻيان)
۾ سڪ.. ڏکر جي وروڪ سان ٻڌايو ويو ته، ڪرم يوگ شاستر
نسبت پيڙهي لوڙپ پوري آڌيوڪ سمجهاڻي هڪ طرفي آهي،
۽ ان سان گڏ آڌديوڪ سمجهاڻي به اڻ پوري آهي. انهيءَ بعد
ڪرم يوگ جي اڌياتمڪ سمجهاڻي ڏيڻ کان اڳ، "آتما ڪيئن کي
ڇڄجي لو" انهيءَ وشيه نسبت ڇهين اڌياءِ ۾ پورپالين ڪمتر-ڪمترگيه
ويچار، ۽ اٺين ڏهين ستين اڌياءِ ۾ سالکيه مت موجب ڪيو. اڪير
جو ويچار ڪيو ويو. ورڻي ساڳئي اڌياءِ ۾ آتما جو آڪار
ڪهڙو آهي، انهيءَ نسبت چند ڳالهه ڪئي ويئي، ان سان گڏ اهو
پڻ ڏيکاريو ويو ته، پنڊ ۽ برهمانڊ ۾ هڪ ئي ليه هميشه متي پراپو
پرنل آهي، ۽ اهي انهيءَ ڳالهه کان پڻ واقف ڪرايو ويو ته، سر
ٻڌي حاصل ڪري، سڀني پراڻين ۾ هڪ ئي برهم جو ڀاءُ رکي،
الڪي سدائين جاڳائيندڙ رهڻ تي آتم گيان ۽ آتم سک جي آهين،
جوني آهي. ۽ انهي ڪالموءَ ٻڌايو ويو ته، پنهنجي ٻڌيءَ کي اهڙي
لمولي شڌ ۽ آتم لشت اوستا تي پهچائڻ ۾ تي منش جو مشهٺو
آهي، ۽ اهوئي انجي جيون جو سچو آدرش آهي. اهڙيءَ طرح
حاليءَ هي اڌياتمڪ پرم پرشارٿ (آخرين ۽ وڏي مقصد) جي
لوليءَ لنڻ تي، ڪرم يوگ شاستر جي انهيءَ مکيه سوال جو جواب
خود بخود ملي ٿو وڃي، جنهن ۾ اڳيو وڃي ٿو ته، اسين دوراه

وھنوار ڪهڙيءَ ريتيءَ سان ڪندا رھون، يا جيئن شڌ ٻڌيءَ سان وھنوارن کي ڪري سگهجي، تنهن ٻڌيءَ جو ڪهڙو سروپ آهي. هاڻي انھيءَ ڳالھ ٻڌائڻ جي ڪا ضرورت ڏسڻ ۾ نٿي اچي ته سڀ سنساري وھنوار اهڙي ٻڌيءَ سان ڪري سگهجن، جو انهن جا نتيجا برهم گيان جي وڌ نه وڃن. گيتا ۾ ارجن کي ڪرم يوگ جي انھيءَ اڌيائي تتو جوني اپديش ڪيو ويو آهي. پر ڪرم يوگ جو بيان اپنشدن ۾ ٿورو ٿورو آهي؛ ڇاڪاڻ ته ڪن ماڻهن جو چوڻ آهي ته آمر-پروشن واري سرشٽيءَ جا وھنوار آتم گيان جي وڌ آهن؛ انھيءَ ڪري گياني پرش کي گهرجي ته انهن کي يڪدم ڇڏي ڏئي. هاڻي جيڪڏهن اهو چوڻ غير واجب نه آهي، ته پوءِ سنسار جا سڀ وھنوار ڇڏڻ جوڳا آهن؛ ۽ انھيءَ حالت ۾ ڪرم-اڪرم شاستر ئي اجايو آهي! انھيءَ ڪري ڪن ماڻهن جي مٿين رائي جي ڇنڊ ڇاڻ ۽ فيصلو ڪرڻ لاءِ ڪرم يوگ شاستر جي هيٺين ڳالهين لي ويچار ڪرڻ ضروري آهي. جيئن ته ڪرم جا نيم ڪهڙا آهن، ۽ انهن جو نتيجو ڪهڙو نڪري ٿو؛ يا ٻڌيءَ جي شڌ لي وچڻ لي سنساري وھنوارن کي ڇو لڳو رهڻ گهرجي؟ وغيره. گيتا ۾ انهن ڳالهين لي چڱو چوکو ويچار ڪيو ويو آهي. سنياس مارگين کي نه انهن سوالن ۾ ڪا اهميت نٿي ڏسڻ ۾ اچي؛ انھيءَ ڪري گيتا جي ويدانت ۽ ڀڳتيءَ جي امان ٿوري ليکي، اهي يڪدم پورا سمجهڻ شروع ڪندا آهن. پر اسان جي راءِ موجب انهن ڪرڻ ليکو گيتا جي مکيه وشيه کي اکين اڳيان نه رکڻ. انھيءَ ڪري اڳتي هلي ٽيهري ڏيري انھيءَ ڳالھ جي آڌار ڪجهه ويندي ته گيتا ۾ انهن سوالن جا ڪهڙا جواب ڏنا ويا آهن.

نوٽ- اسين انهن سوالن جي آڌار اڳتي ڀاڱي ۾ ڪنداسين.

**اوم تت ست**

---

## ڪوپن نمبر

نالو ________________________

هن ڪوپن لي هن گيتا رھسيه جو ٻيو ڀاڱو ڏيو وڃو.

دوارڪا پرساد رو چڙاڻ شرما